اڪيڊميءَ جو ڪتاب نمبر ڇهون ٦

# نئين سنڌ لاءِ جدوجهد

١٩٣٥ع کان ١٩٥٠ع تائين سنڌ جي سياست
تي سرسري نظر

ڪنڌيءَ جهليو ڪانهن، عاشق آيو آهون ڪري،
تو ڪيئن ٻوڙي سنڌڙي، ٻيلي سنهنجي ٻانهن؟
درياهه تو تي دانهن ڏيندس ڏينهن قيام جي.

جي-ايم-سيد

جي-ايم-سيد اڪيڊمي
سن، ضلع دادو سنڌ
١٩٨٩ع
Rs. 100
RS
قيمت روپيا

## انتساب

هي ڪتاب
سنڌ جي درد رڌندڙن
جي
خدمت ۾ پيش ڪريان ٿو
جنجي ئي هٿن ۾ آن جو
روشن مستقبل
آهي.

جيها جي تيها مون مارو ميڙيا!
مون جيڏيون ملير ۾، تيون ڇونڊين موڪ مها،
منهنجي آس اها، ڪڏهن ڪيرائيندي ڪوٽ کي!
(شاهه)

---

ڇپجڻ جي تاريخ: نومبر ١٩٨٩ع
ڇپيندڙ: اين-ڪي- پريس ڳاڏي کاتو حيدرآباد

پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ گذريل ابتدائي سالن اندر گهٽيون تبديليون ۽ واقعا رونما ٿيا آهن انهي ڪري انهن جي بيان ڪرڻ لاءِ هڪ جدا ڀاڱو داخل ڪيو آهي.

آءٌ انهن سڀني دوستن جو شڪر گذار آهيان، جن هن ڪتاب جي تيار ڪرڻ ۾ منهنجي مدد ڪئي آهي شايد انهن جي مدد کانسواءِ هي ڪتاب مڪمل ٿي نه سگهي ها.

۱ آگسٽ ۱۹۵۰ع

غلام مرتضيٰ

# ديباچو

آءٌ نہ تاريخ نويس نہ اديب آهيان انڪري منهنجي لکڻ ۾ ڪيئي خاميون نڪرنديون. هن ڪتاب جي لکڻ مقصد صرف هي آهي، تہ سنڌي پائرن کي گذشتہ پندرهن سالن جي سياسي ڪار گذاري کان واقف ڪري ڇڏيان:-

”پکن جي پريت مارئين تي نہ مٽڻ جي ياد تازي ڪرايان“

انهي ساري عرصي اندر سنڌ ۾ جيڪي وهيو واپريو آهي، ان ۾ مون بہ هڪ چڱو حصو ورتو آهي. ممڪن آهي تہ نين حالتن ڪري اڳوڻا احوال ۽ يادگيريون ماڻهن جي دلين تان ميٽجي وڃن، تنهنڪري ان حالات کي قلمبند ڪري سنڌين جي خدمت ۾ انهيءَ لاءِ پيش ڪريان، تہ هو گذريل حالات کي سامهون رکي آئنده لاءِ ڪا راهہ عمل مقرر ڪري سگهن. مون حتي الامڪان ڪوشش ڪئي آهي تہ واقعات کي صحيح ۽ پوري نموني ۾ ادا ڪريان، ليڪن ممڪن آهي تہ باوجود گهڻي ڪوشش جي بہ ڪي واقعا اهڙي نموني ۽ طريقي سان بيان ڪيل هجن جو ڪي دوست شامل راءِ نہ ٿين يا انکي صحيح نہ سمجهن. انهن صاحبن کان آءٌ معافي وٺندي عرض ڪندس تہ آخر هي واقعات منهنجا لکيل آهن ۽ آهي منهنجي راءِ ظاهر ڪن ٿا. پين صاحبن کي ان کان مختلف راءِ رکڻ جو پورو حق آهي. مگر انصاف جي تقاضا آهي، تہ پيش ڪيل خيالات کي هو صاحب بدنيتي سان تعبير نہ ڪن. هن ڪتاب جو گهڻو حصو پاڪستان جي قيام کان اڳي جو لکيل آهي. جو مون انگريزيءَ ۾ ”اسٽرگل فار نيو سنڌ“ جي نالي ڇپائي پڌرو ڪيو هو. جيئن تہ

جمعيت عوام جي پهرين ڪنوينشن ٨-٥-١٩٤٨ع.
خانبهادر محمد ايوب کهڙي جو وزارت ٢٧-٤-١٩٤٨ع.
عظميٰ تان ڊسمس ٿيڻ:-
ڪراچيءَ کي سنڌ کان زوري ڌار ڪرڻ:- ٢٣-٧-١٩٤٨ع.
قائد اعظم محمد علي جناح گورنر جنرل ١١-٩-١٩٤٩ع.
پاڪستان جو انتقال
پير الاهي بخش جو ميمبري ۽ وزارت ٦-١-١٩٤٩ع.
تان خارج ٿيڻ:-
خانبهادر محمد ايوب کهڙي جي پاڪستان سرڪار ٢٤-٣-١٩٥٠ع
خلاف دعويٰ جو ثابت ٿيڻ ۽ انجو موٽي ميمبر ٿيڻ
نوابزاده لياقت علي خان وزير اعظم پاڪستان ٨-٤-١٩٥٠ع
جو صلح لاءِ نيو دهلي وڃڻ

# مکيه واقعات جون تاريخون

پهرين سياسي پارٽي ٺاهڻ لاءِ جي-ايم-سيد جي بنگلي تي سڏايل ميٽنگ ٣٠-٦-١٩٣٥ع.

يونائيٽيڊ (اتحاد) پارٽيءَ جي قيام لاءِ مرحوم سر عبدالله هارون جي آفيس ۾ ميٽنگ ١٤-٨-١٩٣٦ع.

سنڌ اتحاد پارٽيءَ جي پهرين ساليانی ڪنوينشن سر عبدالله هارون جي بنگلي ۾ ٣١-١٠-١٩٣٦ع.

پهرين صوبائي سنڌ مسلم ليگ ڪانفرنس ٨-٩-١٠-١٢ آڪٽوبر ١٩٣٨ع.

ضلع سکر مسلم ليگ ڪانفرنس سلطان ڪوٽ زير صدارت مخدوم مريد حسن صاحب ملتاني ٢٤-٥-١٩٤١ع.

ضلع نواب شاه مسلم ليگ ڪانفرنس سڪرنڊ، جا بند ڪئي ويئي. ٦-٧-١٩٤١ع.

سٽي ڪراچي مسلم ليگ ڪانفرنس: ١٦-١٢-١٩٤١ع.

حاجي عبدالله هارون انتقال ٢٧-٤-١٩٤٢ع.

الله بخش مرحوم جو وزارت عظميٰ تان ڊسمس ٿيڻ ١٢-١٠-١٩٤٢ع.

شهادت الله بخش مرحوم ١٤-٥-١٩٤٣ع.

آل انڊيا مسلم ليگ سيشن ڪراچي ٢٥-٢٦-١٢-١٩٤٣ع

سنڌ ڪوليشن پارٽيءَ جي ڪنوينشن مٿن ۾ ٢٤-٢-١٩٤٦ع.

مسلم ليگ سان اسانجو اليڪشن ۾ مقابلو: ٩-١٢-١٩٤٦ع.

پاڪستان بابت انگريزي حڪومت جي پڌرائي ٤-٦-١٩٤٧ع.

اليڪشن ڪانپور مسلم جماعت جي ٢٣،٢٤-٦-١٩٤٧ع

ڪانفرنس مٿن ۾:-

پاڪستان جو قيام:- ١٥-٨-١٩٤٧ع.

# فهرست

يا مسلم ليگ ۾ شامل ٿين يا ٻاهر نڪرڻ لاءِ ٻه ساڳيا ئي سبب هئا. آل انڊيا جوڙجڪي مسئلن ڪڍهين ٻه منهنجي سياسي جدوجهد ۾ ٻيهريون درجو نه ورتو آهي. انهي جذبي سان اسيمبليءَ ۾ داخل ٿيڻ بعد ڪانگريس ۾ شامل ٿيس، ۽ انهي جي پليٽ فارم ذريعي سنڌ جي سڌاري جي ڪوشش ڪيم. ڪانگريس هاءِ ڪمانڊ جو عوام جي حالت درست ڪرڻ ۽ صوبي جي ترقيءَ جي سوالن تي آل انڊيا جوڙجڪي مسئلن کي ترجيح ڏيڻ ئي هو، جنهنڪري مجبورن ڪانگريس کان جدا ٿيڻو پيو. سنڌ جهڙي مسلم اڪثريت واري صوبي ۾ ڪانگريس ۽ اتحاد پارٽين جهڙين غير فرقيوار جماعتن کي عوام (جن جي اڪثريت مسلمان هئي) جي بيدار ۽ منظم ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿيندو ڏسي مسلم ليگ ذريعي عوام جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ خدمت ڪرڻ کي مناسب سمجهيوسين. هن ڪتاب ۾ اڳتي ڄاڻايل واقعات مان پڙهندڙن کي معلوم ٿيندو، ته مسلم ليگ پڻ ڪانگريس جي نقش قدم تي هلي مکاني سوالن کي آل انڊيا مصلحتن خاطر پٺتي اڇلائي ڇڏيو ۽ اهي ماڻهو ۽ وزارتون طاقت ۾ رکيائون، جن مان پرگٽي ۽ عوام جي ڀلائيءَ جو ڪوبه فائدو ٿيڻ وارو نه هو، جنهنڪري اسان کي لاچار مسلم ليگ کي به ڇڏڻو پيو.

جماعتون ملڪ ۽ ماڻهن جي ڀلائي ڪرڻ واسطي هڪ ذريعو آهن، ليڪن جڏهن به آهي سنڌن بنيادي مقصدن لاءِ ڪتب نئيون آنديون وڃن، ۽ انهن کي ڪي ماڻهو يا طبقا منهنجي ذاتي مقصدن حاصل ڪرڻ جو اوزار بنائي استعمال ڪن ٿا، ته اهڙيءَ حالت ۾ هڪ بااصول ۽ ايماندار ماڻهوءَ لاءِ اهڙين جماعتن سان بغاوت ڪري ٻاهر نڪري اچڻ ڪانسواءِ ڪوبه رستو ڪونه ٿو رهي، پوءِ ڀل ان ۾ ڪيترين ئي مشڪلاتن کي به منهن ڏيڻو پويس. هن ڪتاب ۾ سون گذريل پندرهن سالن جي سياسي سرگذشت بيان ڪندي مستقبل لاءِ ڪي اهم تجويزون

# ٻاڳو ڀاڱو

## ڪانگريس کان مسلم ليگ طرف

ڪئي پنڌ پنڌ ڇڏيا تو، ڪيچين ڪارڻ ڪيئن،
بي خود هلج ٻر ۾، آءٌ تو ڇوان ايئن،
مڪڻ ساجن سيئن، متان مٺي ڇڏئين!
شاهہ—

# فصل پهريون

## نئون صوبو

نئون نينهن لڳوس، ڳري ۽ ڳالهيون ڪري!

پرڳڻن کي سڌارن مطابق سان ١٩٣٧ع ۾ سنڌ جدا صوبي جي حيثيت ۾ پنهنجي حيثيت ۾ پنهنجي ليجسليٽو اسيمبلي حاصل ڪئي، جا پهريون دفعو ٢٧ اپريل ١٩٣٧ع تي ڪراچيءَ ۾ گڏ ٿي. پهرين اليڪشن ۾ آيل سنڌ اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيس، ۽ سيپٽمبر ١٩٤٦ع تائين اٽڪل ڏهہ سال ڪن اسيمبليءَ جو ميمبر ٿي رهيس. هن ڪتاب ۾ سنڌي پڙهندڙن اڳيان انهي عرصي ڌاري سنڌ جي سياسي سرگذشت جي ڪهاڻي پيش ڪريان ٿو تہ من اهي واقعات تاريخ جي ورقن تي قائم رهن، ۽ نوجوان سنجهائن سبق حاصل ڪن. سنڌ اسيمبليءَ ۾ منهنجي وڃڻ جو مقصد "عوام جي حالت درست ڪرڻ" ۽ "سنڌ جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ" هو. انهيءَ عرصي اندر منهنجي سمورين ڪوششن جو مقصد اهو ئي رهيو آهي. آل انڊيا جماعتن جهڙوڪ ڪانگريس

پيدائش ٿئي ٿي، انڪري ڪجهه عرصي لاءِ سنڌ مرڪز کان مدد ملڻ لاءِ حقدار ٿي سگهي ٿي. اهڙيءَ طرح ڍلن وڌائڻ ۽ خرچ ۾ تخفيف ڪرڻ سان تعميري ڪمن لاءِ پيسا مهيا ڪري سگهن ٿا.

۲- سنڌ ۾ جيڪڏهين سياسي بيداري نه ٿي آهي، ته ان جي ذميواري بمبئي جي حڪمران طبقي جي غلط پاليسيءَ ۽ ڪم توجهيءَ تي آهي. سنڌ کي جدا ڪري، اتي جي ماڻهن کي پنهنجي حڪومت پاڻ هلائڻ جي موقعي ڏيڻ سان، سياسي بيداري پيدا ڪري سگهجي ٿي.

۳- هندن جو ڊپ، ته مسلمان گهڻائيءَ جو فائدو وٺي سنڌن مفاد کي نقصان پهچائيندا، انصاف تي مبني نه آهي. هندن واپار، زمين ۽ سرڪاري نوڪرين تي پنهنجي واجبي حصي کان گهڻو قبضو ڪري ڇڏيو آهي. اگرچي هاڻي مسلمانن اگر پنهنجي واجبي حقن جي گهر ڪئي، ته اهو ڪو اهڙو سبب نه آهي، جنهنڪري صوبي کي آزادي کان محروم ڪجي!

جيڪي دليل هندو ڏين ٿا، سي درحقيقت پنهنجي ناجائز اقتدار جي قائم رکڻ لاءِ ٿا ڏين، ورنه اهي ڪي واجبي نه آهن.

جن ماڻهن سنڌ جي تحريڪ آزاديءَ ۾ نمايان حصو ورتو، تن مان مکيه صاحب هيٺيان هئا:-

۱- شيخ عبدالمجيد سنڌي ۲- خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۳- پير علي محمد راشدي ۴- سيد ميران محمد شاه ۵- مسٽر چيٺمل پرسرام ۶- مسٽر جمشيد نسروانجي. اها تحريڪ نيٺ وڃي ڪامياب ٿي ۽ سنڌ کي پهرين اپريل ۱۹۳۶ع کان جدا صوبو بنايو ويو. بدقسمتيءَ سان سنڌ جي ترقيءَ کي بنياد کان ڪن آئيني خامين ڪري وڏو ڌڪ لڳو، جو تجربي مان اگرچي هاڻي معلوم ٿيو.

اهي بنيادي خاميون هيٺيون هيون:-

۱- هندو سنڌ جي جملي آباديءَ جو ۲۷ سيڪڙو هئا،

به پيش ڪيون آهن، اهو بهتر ٿيندو ته سنڌ اسيمبليءَ جي زماني جي قصي بيان ڪرڻ کان اڳ سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائي جي مختصر تواريخ پيش ڪريان:- انگريزن سنڌ جي فتح ڪرڻ کانپوءِ ستت ئي انتظامي سهوليت خاطر انکي بمبئي کاتي سان ملائي ڇڏيو. هن زبردستيءَ واري ڳانڍاپي جو دور اسي سال کن هليو. بنيادي ۽ فطرتي تفاوتن، جهڙوڪ جاگرافي، آب هوا زبان، زراعتي ۽ اقتصادي حالتن، گذشته تواريخ ۽ نسل جي ڪري هي ميلاپ صوبي جي مادي تعمير خواه سياسي ترقيءَ لاءِ رڪاوٽ ثابت ٿيو. سنڌ جون خاص حالتون ۽ سندس جداگانه مسئلا بمبئي جا سياستدان يا حڪومت چنگيءَ طرح سمجهي نه سگهيا، ۽ نڪي وري منجهن سنڌ جي معاملات لاءِ ڪا دلچسپي ۽ همدردي پيدا ٿي سگهي. نون سڌارڻ سان جي اميد جاڳڻ سان سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ جي تحريڪ "آزاد سنڌ" جي نالي ۾ سنڌ جي خير خواهن طرفان جاري ٿي. جنهن جي فرقه پرست هندو گروه طرفان هيٺين دليلن جي بنياد تي سخت مخالفت ڪئي ويئي.

١- سنڌ جي مالي حالت ڪمزور هئڻ ڪري هوءَ جدا صوبي جي خرچن جو بار کڻي نه سگهندي.

٢- سنڌ ۾ سياسي بيداري ڪانه آهي، جنهنڪري سندس چونڊيل عيوضي حڪومت چڱيءَ طرح هلائي نه سگهندا، ۽ انتظام جي مٽي پليد ڪري ڇڏيندا.

٣- مسلمان سنڌ ۾ پنهنجي گهڻائيءَ جو فائدو وٺي، هندو اقليت جي اقتصادي ۽ معاشرتي مفاد کي نقصان پهچائيندا.

انهن اعتراضن جا جواب "آزاد سنڌ" جي حامين طرفان هيٺين نموني ڏنا ٿي ويا:

١- سنڌ کوٽ وارو پرڳڻو نه آهي، پر جي کڻي هجي به، ته بمبئي کي ان جو بار کڻڻ لاءِ ڪهڙو ضرور آهي؟ جنهن صورت ۾ ڪراچيءَ جي بندر تان مرڪزي حڪومت کي گهڻي

انهيءَ واسطي سون سنڌ جي مکيه هندو مسلم ڪارڪنن سان مشورو ڪري هڪ سوالنامو تيار ڪيو جو سنڌ ۾ پبلڪ جي خدمت ڪندڙن ڏي جوابن لاءِ موڪليو ويو، ان ڪان ڪجهه وقت پوءِ منهنجي جڳهه ”حيدر منزل مسلم ڪالوني ڪراچيءَ“ تي سر غلام حسين (مرحوم) جي زير صدارت هڪ ميٽنگ ڪئي ٿي، جتي مٿي ذڪر ڪيل سوالن تي غور ڪيو ويو، ليڪن ڪوبه خاطر خواه فيصلو ڪري ڪين سگهيو. سوالنامه جي تيار ڪرڻ يا پارٽي ٺاهڻ جي اڪثر سوالن ۾ مسٽر جيرامداس دولترام اسان جو صلاحڪار ۽ مددگار هو، پر جڏهن ميٽنگ ڪئي ٿي، ته هو پاڻ يا ٻين ڪانگريسي ڪارڪنن مان ڪوبه ڪونه آيو. انهيءَ پهرين ميٽنگ ۾ شامل ٿيل صاحبن مان مکيه ماڻهو هيٺيان هئا.

١- خانبهادر الهه بخش (مرحوم) ٢- خانبهادر محمد ايوب کهڙو ٣- شيخ عبدالمجيد صاحب ٤- علامه آءِ-آءِ قاضي ٥- سر غلام حسين (مرحوم) ٦- حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ٧- مسٽر چيٿمل پرسرام ٨- مسٽر حاتم علوي ٩- سيد ميران محمد شاه.

اهڙيءَ طرح جي ٻن ٽن ڪوششن بعد آخرڪار (مرحوم) سر حاجي عبدالله هارون جي بنگلي تي هڪ ميٽنگ ٿي، غور ڪرڻ بعد فيصلو ڪيو ويو، ته صوبي جي بهتري لاءِ غير فرقيوار ۽ اقتصادي بنيادن تي هڪ سنڌ جي سياسي جماعت قائم ڪجي، جنهن جو آل انڊيا آئيني مسئلن سان تعلق رکندڙ هنگامي جماعتن سان ڪوبه واسطو نه هجي. ان لاءِ هڪ سب ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، ته دستور العمل ٺاهي، پارٽيءَ جي اجلاس اڳيان منظوريءَ لاءِ پيش ڪري. پارٽيءَ جي اجلاس کان هڪ ڏينهن اڳ سنڌ جي ان وقت جي مٿين طبقي جي ٻن گروهن هر هڪ ”سر غلام حسين گروه“ ۽ ”سرشاهنواز ڀٽو گروه“ ان پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ قبوليو، ساليانې اجلاس ٣١

تن کي سنڌ اسيمبليءَ ۾ ٤٠ سيڪڙو عيوضي مليا. اسيمبليءَ جي جملي ميمبرن جي گهٽ تعداد مقرر ڪرڻ ڪري انهن جو اثر پيدا ٿيو.

٢- جدا چونڊن ڪري هندن جي سياسي طرح بيدار ۽ طاقتور اقليت کي جداگانہ حيثيت قائم ڪرڻ جو موقعو ڏنو ويو.

مٿين پنهي ابتدائي خامين (مسلم اقليت وارن صوبن جي مسلمانن جي فرضي فائدي خاطر) ڪري سنڌ جي ترقيءَ ۽ مفاد کي هڪ طرف نقصان پهتو، ٻئي طرف وڌايل عيوضين يا جدا چونڊن مسلم اقلتين کي ڪوبہ خاص فائدو نہ پهچايو. سنڌ جي جدا ٿيڻ شرط ان جي ترقيءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙن مناسب ڄاتو، تہ اهڙا رستا اختيار ڪجن، جو نوان سڌارا صوبي ۾ صحيح نموني ۾ ڪتب آڻي ان مان پورو فائدو حاصل ڪري سگهجي.

سندن راه ۾ ڪيئي رڪاوٽون ۽ مشڪلاتون هيون. باوجود ان جي بہ، هنن انهيءَ مقصد لاءِ سياسي جماعت ٺاهڻ واسطي صلاح مصلحتون ڪرڻ شروع ڪيون جن ڳالهين ڏي سندن خاص توجهہ ڇڪيو، سي هيٺيون هيون:

سنڌ جي حڪومت جو ڪاروبار صحيح جمهوري طريقي تي هلائڻ لاءِ ضروري هو، تہ ڪن اصولن جي بنياد تي هڪ پارٽي ٺاهي، انهي ذريعي حڪومت جو ڪاروبار بہ هلائجي ۽ عوام کي بيدار ڪري منظم ڪجي. انهي واسطي اول ڪين اهو فيصلو ڪرڻو هو، تہ اهڙي پارٽي موجوده آل انڊيا جماعتن "ڪانگريس" يا مسلم ليگ (جي آئيني اصلاحات جي هنگامي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ قائم ڪيل هيون) مان هڪ جي شاخ ڪري ٺاهجي، يا صوبي جي مفاد کي نظر ۾ رکندي هڪ اهڙي پارٽي ٺاهجي، جنهن جو آل انڊيا اختلافي مسئلن ۽ هنگامي سوالن سان ڪو واسطو نہ هجي، بلڪ اها صرف صوبي جي تعمير ۽ ترقي لاءِ غير فرقيوار ۽ اقتصادي بنيادن تي قائم ڪجي.

ڪوبہ هندو اتحاد پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي اميدوار نہ بيٺو، هندن مان هڪڙا ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي اميدوار بيٺا، ۽ ٻيا گهڻو ڪري آزاد حيثيت ۾ بيٺا. اليڪشن جو نتيجو هيٺين طرح نڪتو:-

اتحاد پارٽي ٢٢- ڪانگريس ٧- سر غلام حسين پارٽي ٣- شيخ عبدالمجيد ٣- باقي هندو ۽ مسلمان ميمبر شخصي اثر تي بنا ڪنهن پارٽي ٽڪيٽ جي چونڊجي آيا.

سر شاهنواز ڀٽو ۽ مرحوم سر حاجي عبدالله هارون اتحاد پارٽيءَ جا ليڊر ۽ ڊپٽي ليڊر اليڪشن ۾ ناڪامياب ٿيا. سنڌ ۾ پارٽيءَ جي حڪومت ٺاهڻ جو اڳي تجربو ڪونہ هو. ماڻهن ۾ سياسي بيداري پيدا ٿيل ڪانہ هئي، جيڪي ميمبر پارٽين جي ٽڪيٽ تي چونڊجي آيا هئا، سي بہ گهڻو ڪري پنهنجي شخصي اثر ۽ لاڳاپي ڪري چونڊجي آيل، هئا، هنن جو جدا جدا پارٽين ۾ شامل ٿيڻ ڪن اصولن جي بنياد تي ڪونہ هو بلڪ ذاتي سهوليتن خاطر هو. انڪري چونڊن ۾ ڪانگريس جا ميمبر ۽ شيخ عبدالمجيد ئي هئا، جي سندن قومي خدمات جي ڪري عام ماڻهن جي همدرديءَ سان ڪامياب ٿيا هئا. چونڊن پوري ٿيڻ بعد سنڌ ۾ سياسي بيداريءَ جي عدم موجودگيءَ جو وجهہ وٺي وقت جي گورنر سر لنسليٽ گرهام جمهوري اصولن کي ڇڏي ڪري سر غلام حسين کي وزارت ٺاهڻ لاءِ گهرايو، جيتوڻيڪ کيس ٽن چئن ميمبرن کان مٿي مددگار ڪونہ هو. پر جڏهن کيس گهرائي وزارت ٺاهڻ جو وجهہ ڏنو، تہ هن ان جو فائدو وٺي هندن کي هڪ وزير ۽ اسپيڪر جي آڇ ڪري پنهنجو طرفدار ڪري ڇڏيو.

هندن کي اها ڪيل آڇ اصولن کي وسارڻ ۽ مستقبل کي ڇڏو ڪرڻ لاءِ هڪ ڪافي لالچ هئي، هندن کي هٿ ڪرڻ بعد سر غلام حسين ميمبرن کي هڪ وزارت ڏيئي پنهنجي طرف ڪيو، جي اٺ ڪن ميمبرگڏ ڪري سگهيا. جيتوڻيڪ انهن مان

آڪٽومبر ١٩٣٦ع رات جو مرحوم سر عبدالله هارون جي جاءِ تي ڪٺو ٿيو، جتي مسلمانن ڪانسواءِ هندن مان راءِ بهادر هوتچند چاندومل، مسٽر ريواچند ٿڏاڻي، ۽ ڊينگومل ٿڏاڻي حاضر هئا. بدقسمتيءَ سان ميٽنگ ۾ ئي ڊپٽي ليڊرن سر شاهنواز ڀٽو ۽ سر غلام حسين ڪانسواءِ سيد ميران محمد شاهه کي وڌيڪ ٿيون ڊپٽي ليڊر چونڊجڻ تي اعتراض ورتي، سر غلام حسين ان پارٽيءَ کان جدا ٿي ويو، ۽ ساڳيءَ رات هن پنهنجي جدا پارٽي "مسلم پوليٽڪل پارٽي" جي نالي سان ٺاهي.

اتحاد پارٽي ٺهڻ بعد ان جي سهاري هيٺ ڪم شروع ڪيو ويو، سندس مکيه مقصد هيٺيان هئا:-

١- اقتصادي بنيادن تي فرقيوار ساز سلوڪ پيدا ڪرڻ.

٢- ملڪ جي سڀني فرقن کي نوڪرين، تعليم، واپار ۾ سهوليتون پيدا ڪري ڏيڻ.

٣- آبادڪارن ۽ مزدورن جي مفاد کي ترقي ڏيارڻ ۽ نان بئراج ايراضيءَ لاءِ آبپاشيءَ جو خاص طور انتظام ڪرڻ،

٤- ڳوٺن جي سڌاري، گهرو هنرن جي واڌاري ۽ ڳوٺاڻن کي موجوده زماني جون سهولتون مهيا ڪري ڏيڻ.

٥- ننڍين کاتيدارن کي وياج خورن ۽ وڏن زميندارن جي چنبي کان بچائڻ.

٦- هارين جي حقن جي حفاظت.

٧- آبادگارن کي قرض کان آجو ڪرائڻ.

٨- ملڪ جي تعليم، تندرستي ۽ رشوت دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

٩- صوبي جي مڪمل آٽانومي لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

١٠- جڏهين اليڪشنون شروع ٿيون، تہ گهڻو ڪري سڀني جاين تي "اتحاد پارٽيءَ" جي ٽڪيٽ تي اميدوار بيٺا، ڪيترين جاين تي سر غلام حسين جي "مسلم پوليٽڪل پارٽيءَ" ۽ شيخ عبدالمجيد جي "سنڌ آزاد پارٽيءَ" طرفان اميدوار بيٺا.

ووٽرن جي وڌندڙ تقاضائن سبب وزارت کان روز بروز نيون گهرون ڪرڻ لڳا، انهن حالتن کان مجبور ٿي هو اتحاد پارٽيءَ سان سمجهوتو ڪرڻ لاءِ آماده ٿيو، انهيءَ ڪري جلدئي صاحبزاده عبدالستار جان سرهنديءَ جي ڪوشش سان اتحاد پارٽيءَ ۽ سر غلام حسين جي وزارت جي وچ ۾ هيٺين ڳالهين جي بنياد تي ٺهراءُ ٿيو:-

۱- هڪ ورڪنگ ڪاميٽي ڏاهي وئي، جا وزارت کي قانون سازيءَ جي سوالن ۽ اصولي مسئلن ۽ انتظامي طريقه ڪار بنسبت مشوره ڏيئي رهبري ڪرڻ واري هجي.

۲- ملڪ جي تعمير ۽ ماڻهن جي ترقيءَ لاءِ هڪ ڊگهو پروگرام ڏاهيو ويو، جنهن کي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي هدايتن موجب وزارت عمل ۾ آڻڻ واري هئي.

انهي طريقي سان ڪجهه مهينن اندر چڱو ڪم ٿي سگهيو، ورڪنگ ڪاميٽيءَ جون ڪيتريون ميٽنگون ڪٺ ٿيون، انهن ۾ ڪيئي ٺهراءَ پاس ٿيا، جن مان ڪي حڪومت عمل ۾ به آندا، جهڙوڪ:- رونيدو زمين تان چوپائي مال جي پنچري معاف ڪرڻ، پيلن ۾ مالن تي پنچريءَ جو اڳهه گهٽائڻ، پراڻن تقاوي قرضن کي سهوليت جي قسطن ۾ وصول ڪرڻ ۽ رهيل وياج معاف ڪرڻ، ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر جي ڪرسين جي پروانو ڏيڻ ڏيڻ جي رسم بند ڪرڻ، اهڙيءَ طرح لوڪلبورڊن تي ميمبر نامزد ڪرڻ جي دستورکي به ختم ڪيو ويو، جيستائين ورڪنگ ڪاميٽيءَ چڱي طرح ڪم ڪيو، تيستائين سر غلام حسين جي وزارت مضبوط رهي سر غلام حسين پنهنجي وسيع انتظامي تجربي جي بناءَ تي، جو هن بمبئي سرڪار جي ميمبريءَ واري وقت ۾ حاصل ڪيو هو، حڪومت جو انتظام عزت ۽ رعب سان هلايو، ليڪن جيئن ته هن جو سمورو تجربو ڊائرڪي (اڌ وزير ۽ اڌ سرڪاري ميمبر) جي زماني جو هو، تنهنڪري هو نون سڌارن موجب عام سان جوابدار حڪومت واري بدليل حالتن جو اندازو

ڪيترا اتحاد پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي چونڊجي آيل هئا، اهڙيءَ طرح سنڌ جي پهرين وزارت ٺهي.

ان بعد اتحاد پارٽيءَ جا رهيل ميمبر خانبهادر الهه بخش (مرحوم) جي ليڊريءَ هيٺ مخالفت ۾ وهي ويٺا، جن پنهنجي رهنمائيءَ لاءِ هيٺيان اصول مقرر ڪيا:-

١- حڪومت جي صحيح طريقن تي نقط چيني ڪري ملڪ ۾ سياسي بيداري ۽ عام راءِ پيدا ڪجي. ٢- حڪومت کي سندس خامين ۽ نقصن کان واقف ڪري انهن جي درست ڪرڻ لاءِ آماده ڪجي، انهن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺيون طريقڪار اختيار ڪيو ويو:-

(الف) اسيمبلي اندر تقريرن، سوالن، ڪٽ‌جي رٿن ۽ ٺهراون ذريعي حڪومت تي نقط چيني جاري رکجي. (ب) عام ماڻهن ۾ سياسي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ سنڌ جي گوشي گوشي ۾ ميٽنگون ۽ ڪانفرنسون ڪوٺائي، سنڌ‌جي صوبي جي ڀلائيءَ ۽ بهبوديءَ جي سوالن ۾ دلچسپي وٺڻ جو چاهه پيدا ڪيو وڃي.

جيتوڻيڪ ان وقت ڪانگريس ۽ اتحاد پارٽي ٻئي مخالفت جي بينچن تي ويٺل هيون، گهڻو ڪري سندن مڪاني پروگرام ۽ اصول هڪجهڙا هئا، تنهنڪري هنن گڏجي ئي ڪم ڪيو. ڪنڊياري ۾ هڪ ڪانفرنس ۾ هنن جو هڪ پليٽ فارم تي گڏجي ڪم ڪرڻ ان ڳالهه جو ثبوت هو. ان جو نتيجو اهو ٿيو، جو سر غلام حسين جا ڪيترا طرفدار ميمبر پبلڪ جي وڌندڙ ۽ منظم مخالفت ڏسي لڙڪي ويا ۽ سر غلام حسين کي پنهنجي پوزيشن مضبوط بنائڻ جي ضرورت محسوس ٿي، هن سمجهيو ٿي، ته جيڪڏهن اسيمبلي ڪٺي ٿيڻ کان اڳ پنهنجي طرفدار ميمبرن جو تعداد نه وڌايائين، ته شايد سندس وزارت شڪست کائي وڃي. هڪ طرف ميمبرن جون ذاتي گهرون ۽ تقاضائون ويون وڌنديون، ته ٻئي طرف آزاد هندو ميمبر، جن جي آڌار تي هن وزارت ٺاهي هئي، سي پيدا ٿيل عام راءِ کان ڊڄي ۽ پنهنجي

نمايان طور ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا، سر غلام حسين پيرسنيءَ سبب نئين زماني جي تقاضا مطابق صوبي جي تعميري ڪمن واسطي محنت ۽ وسيع النظريءَ سان ڪم ڪري نٿي سگهيو.

هن وقت تائين جيڪي به ڪم وزارت ڪيا هئا، سي به پاڻمرادو نه ڪيا ويا هئا، ليڪن مخالفت جي گهڻي زور ۽ ڪشمڪش بعد عمل ۾ آندا ويا هئا. سنڌ اندر عوام کي مڪاني عملدارن جي ظلم ۽ رشوت خوري تباهي چڙهيو هو، سڌارن بعد اميد هئي ته حالتن ۾ ڦيرو ايندو، ليڪن حالتون ساڳيون قائم رهيون.

انهن ڳالهين تي غور ڪرڻ لاءِ شيخ عبدالمجيد صاحب، ميران محمد شاه، خان بهادر الله بخش ۽ پيا منهنجي جاءِ تي مليا، غور بعد هن فيصلي تي پهتا، ته حالتن کي بدلائڻ لاءِ ضروري هو، ته وزارت ۾ ڪي نوجوان موڪلي ان ۾ نئون روح ڦوڪجي، تنهنڪري رٿ بيٺي، ته وزارت کي وڌائي خانبهادر الله بخش، خانبهادر کهڙو، ۽ مسٽر نهچلداس وزيراڻي کي ان ۾ شامل ڪيو وڃي، فيصلو شيخ عبدالمجيد ۽ منهنجي معرفت سر غلام حسين تائين پهچايو ويو، جنهن تي هن اتحاد پارٽي جي ٺهراءُ جي گهر ڪئي، جو پاس ڪري کيس پهچايو ويو. اتحاد پارٽي ان وقت جيتوڻيڪ سر غلام حسين جي گروه سان شامل ٿيل هئي، ته به ان جا ميمبر مخالفت جي بينچن تي ويهندا هئا، ۽ پنهنجي جدا هستي قائم رکندا آيا، اسان سان ڪيل انجام جي باوجود سر غلام حسين وزارت کي وڌائي نه سگهيو. ان جا اصلي سبب کيس معلوم هئڻ گهرجن، ليڪن عام طرح سان ائين پئي چوڻ ۾ آيو، ته گورنر ڇهن وزيرن ڪرڻ جي برخلاف هو، رڌ ۾ وڌ هو پنج وزير مقرر ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ٿيو، جا ڳالهه سر غلام حسين کي پسند نه پئي آئي، جو ان تجويز مطابق سندس گروه مان خانبهادر کهڙو وزارت ۾ کڄي نٿي سگهيو، ازانسواءِ مسلمانن جو وزارت ۾ حصو به ٿي گهٽجي ويو، جڏهن سر غلام حسين ڏٺو، ته وزارت وڌائي نٿو سگهي ۽ مخالفت جا سبب روز بروز

پوريءَ طرح سان ڪري نٿي سگھيو. انھيءَ وقت ڏاري مکي گوبندرام "آزاد هندو گروپ" طرفان مقرر ٿيل وزير، ڪن خانگي سببن ڪري استعفي ڏني، ان جي خالي ٿيل جاءِ لاءِ اميدوار بيٺا، هڪ مسٽر نهچلداس وزيراڻي ۽ ٻيو ڊاڪٽر هيمنداس آڏواڻي، سر غلام حسين مسلم ميمبرن جي صلاح سان هندو آزاد گروپ جي مشوري جي برخلاف ڊاڪٽر هيمنداس کي وزير مقرر ڪيو، جنهنڪري اڪثر هندو ميمبر سر غلام حسين جي برخلاف ٿي ويا ۽ انهن هيٺين طريقن جي پروپيگنڊا شروع ڪئي:

۱- سر غلام حسين مسلمان ميمبرن جي پڌيءَ جو فائدو وٺي هندو ميمبرن جي راءِ جي برخلاف وزير چونڊي ساڻن بي انصافي ڪئي آهي.

۲- مسلمان ميمبر عنقريب "قرض معاف ڪرڻ ۽ زمين جي وڪري تي بندش" وارن بلن (جي منهنجي ۽ مسٽر گنڌدر طرفان پيش ٿيل هئا) کي پاس ڪري هندن جي اقتصادي مفاد کي وڏو ڌڪ هڻندا.

انهيءَ وقت ۾ مسٽر پوچسنگ اسيمبلي جي اسپيڪر جو انتقال ٿيو ۽ نئن اسپيڪر چونڊجڻ جو سوال پيش آيو. مسلمان ميمبرن پنهنجي طرفان ميران محمد شاه کي اميدوار بيهاريو ۽ هندن وري پروفيسر ڀمناڻي جو نالو ڏنو، ووٽن ٿيڻ تي سيد ميران محمدشاه ڪثرت راءِ سان اسپيڪر چونڊجي ويو، انڪري هندن کي سر غلام حسين بر خلاف وڌيڪ شڪايت جو سبب بڻيو ۽ چوڻ لڳا ته جڏهين اسانجي مدد جي گهرج هيس، ته اسپيڪري ڏنائين، هاڻ ڪم لٿي اسپيڪري مسلمانن کي ڏني وئي آهي، هندن جي ان منظم مخالفت کي منظم نموني اخبارن ۽ پڻچاڻن تائين پهچائڻ جي اڳواڻي مسٽر نهچلداس وزيراڻي ڪئي، نتيجو اهو نڪتو، جو سواءِ هڪ وزير ۽ پارليامينٽري سيڪريٽريءَ جي ٻيا سڀ هندو ميمبر وڃي مخالفت ۾ ويٺا، انهيءَ وقت حڪومتي ڪاروبار جي جي صلح سانت سان هلڻ جي باوجود کي نقص وزارت ۾

# فصل ٻيون

## الله بخش وزارت

"آديون آءُ اچاڻ، مون سڳ ميڙاڻي نہ ڪيو!"

نئين وزارت خانبهادر الله بخش ٢٣ مارچ ١٩٣٨ع تي ٺاهي. چارج وٺڻ بعد هن پنهنجي وزارت جي پاليسيءَ بابت نوٽ ڪڍيو. جنهن ۾ ڄاڻايل هو، تہ سنڌ جي مڪاني حالتن کي مد نظر رکندي، ڪن ترميمن سان ڪانگريس جو تعميري پروگرام عمل ۾ آندو ويندو. درحقيقت ڪانگريس ۽ اتحاد پارٽيءَ جي تعميري پروگرامن ۾ گهڻو تفاوت ڪونہ هو، خود ڪانگريس وزارتن بہ هر هڪ صوبي جي حالتن کي خيال ۾ رکي پروگرام کي اهڙي طرح پئي هلايو.

اسان ۽ عام ماڻهن هنن نون وزيرن ۾ سنڌن انجامن ۽ آتساه کي مدنظر رکندي گهڻيون اميدون رکيون هيون، انهيءَ ڪري مون پير علي محمد شاه راشدي سان گڏجي هڪ هفتي تائين ويهي رات ڏينهن جي محنت بعد پروگرام کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ تجويزون لکي وزيرن جي ويچار لاءِ سنڌن سامهون رکيون.

اهو تہ صاف ظاهر هو تہ سر غلام حسين جي وزارت کي اهڙيءَ اوچتي طرح ڊاهڻ ڪري اسان پاڻ کي عام تهمتن جو نشانو بڻايو هو. خصوصاً جڏهن اسيمبلي جي مسلمان ميمبرن جو اتفاق ٽوڙيو ويو هو ۽ ٿورن مسلمان ۽ گهڻن هندو ميمبرن جي مدد سان وزارت ٺاهي ويئي هئي.

اسان نئين وزارت ٺاهڻ لاءِ پنهنجي نيڪ ارادن جو ثبوت

وڌندا ويا، تہ هن مڪاني آفيسرن جي معرفت طاقت کي برقرار رکڻ لاءِ ميمبرن کي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جڏهن بجيٽ لاءِ اسيمبلي جي سيشن گڏ ٿي، تہ ان وقت ڌاري ننڍيون ننڍيون اختلاف جون ڳالهيون وڏي وڻ ٿي ويون هيون ۽ ميمبرن ۾ عام ناراضگي پکڙجي ويئي هئي، ڪن کي عهدن لاءِ سڌون هيون ڪن کي پيدا ٿيل شڪايتن جو عذر هو، ڪن کي وري مستقبل ۾ تعميري پروگرام تي هلڻ جو ارادو هو. بهرحال سڀ گڏجي سر غلام حسين جي وزارت کي ڪيرائڻ جا منصوبا سٽڻ لڳا. آزاد هندو گروه ۽ ڪانگريس پارٽيءَ جي ميمبرن اڳي ئي وجهہ پئي ڳوليا، تن انهي سازش جو خير مقدم ڪيو. پير علي محمد شاه راشدي ۽ مون بہ ان ۾ خاص حصو ورتو، جيتوڻيڪ اسان اهو قدم بنا ذاتي لالچ جي صرف ملڪ جي تعمير ۽ ترقيءَ واسطي حالتن پيدا ڪرڻ جي ارادي سان کنيو هو.

انهن ڏينهن ۾ وزيرن ۽ آفيسرن جو مسلم ميمبرن تي ايترو تہ رعب ڇميل هو، جو اسان کي مجبورن مصلحت خاطر وزارت جي ڪيرائڻ جو راز ووٽن ڏيڻ جي ڏينهن ١٢ بجي تائين مخفي رکڻو پيو.

سر غلام حسين جڏهن ڏٺو تہ هڪ روپئي جي ڪٽ جي رٽ پاس ٿيڻ جو امڪان آهي، تہ هن وزارت وڌائڻ جو وعدو ڪيو، پر اهو بہ پورو نہ ٿي سگهيس، آخرڪار وزارت کي مسٽر سڌ واجي هڪ روپئي واري ڪٽ جي رٽ تان شڪست آئي، ۽ سر غلام حسين وزارت تان استعفي ڏيئي ٻاهر نڪتو. هن دفعي گورنر سر غلام حسين جي وزارت کي وڌائڻ نہ ڏيئي، ان جي شڪست جو ڪارڻ بنيو، جيتوڻيڪ ان ساڳي گورنر اڳي ڪيس اقليت جي حالت ۾ بہ وزارت ڊاهڻ لاءِ ڪوڙيو هو، اهڙيءَ طرح خانبهادر الهہ بخش ”اتحاد پارٽيءَ“ جي ليڊر جي حيثيت ۾ ڪانگريس ۽ هندو گروه جي مدد سان وزارت ٺاهي.

---

صرف سنڌ جي عوام جي مفاد لاءِ تعميري پروگرام جي جلد عمل ۾ آڻڻ سان ڏئي ٿي سگهياسون انهيءَ سلسلي ۾ سڀ کان اول ڳالهه جا اسان ڪرڻ گهري ٿي، سا اها هئي، ته وزيرن ۽ عوام جي وچ ۾ گهاٽو تعلق پيدا ڪري عام ماڻهن تان آفيسرن جو ظلم ۽ دٻاءُ دور ڪرڻ سان منجهن سياسي بيداري آڻيون، ڇوته عوام سان جوابدار وزارت جو پهريون فرض اهوئي آهي.

ان واسطي اسان ڪراچيءَ جي شهر واسين جي هڪ ميٽنگ خالقڏني هال ۾ سڏائي، ته وزير عام ماڻهن اڳيان سنڌن وزارت جي پاليسيءَ جو اعلان ڪري پنهنجا مقصد ۽ ارادا ڪين ٻڌائين.

هن ميٽنگ ۾ مسلمانن جي پڙهيل طبقي سخت ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو. جڏهن پير علي محمد شاه راشدي ۽ پير الاهي بخش ڳالهائڻ لاءِ اٿيا، ته ڪين ٻڌڻ کان انڪار ڪيائون. آخر مون زور مس ڪري ڪين صاف ظاهر ڪري ٻڌايو، ته اڳين وزارت ڊاهي نئين وزارت ٺاهڻ جي مکيه جوابداري مونتي هئي، ۽ ان سان گڏ اهو به يقين ڏياريو ته مونکي قوي اميد آهي ته وزارت جلدئي سنڌ جي ڀلي جا ڪم ڪري ڏيکاريندي، پر خدانخواسته جيڪڏهن وزيرن پنهنجي وعدن کي پاڻي ڏيئي پارٽيءَ جو تعميري پروگرام عمل ۾ نه آندو، ته انجي مخالفت ڪرڻ ۾ به نه گسندس. اهڙيءَ طرح ڪراچي شهر ۾ خيالات جي اظهار ڪرڻ بعد مٿين بيان ڪيل مقصدن لاءِ پير الاهي بخش روينيو وزير واسطي سنڌ جو هڪ ڊگهو گشتي پروگرام تيار ڪيو ويو، اسان کي احساس هو، ته سنڌ ڪامورن جي شڪار گاه ۽ جاگير ٿي رهي آهي، عملدارن عام ماڻهن کي غلام سمجهي انهن کي رشوت ۽ رسائي ۾ خوب ٿي ڦريو، عوام پنهنجن مليل حقن جي استعمال ڪرڻ کان واقف نه هئا، نون سڌارن کانپوءِ طريقي حڪومت ۾ جو انقلاب آيل هو، تنهنجي هنن کي خبر نه هئي، تنهنڪري ۾ اهو ضروري هو، ته ماڻهن کي حڪومت جي

ڪاروبار ۾ دلچسپي وٺڻ سيڪارجي، مون پير علي محمد شاه راشديءَ کي عرض ڪري آماده ڪيو، ته هو پير الاهي بخش سان گڏجي گشت ۾ وڃي، ۽ مٿئين ڊيڪاريل ڪم لاءِ پروپيگنڊا جو ڪم هٿ ۾ ڪني آءِ پڻ سائن ٻن ٽن ضلعن جي گشت ۾ سان هوس، "ڪيترين پبلڪ ميٽنگون سڏايون ويون، جتي پير الاهي بخش تقريرن ۾ هيٺئين طرح اظهار خيالات ڪيو:- زمانو بدلجي ويو آهي؛ حڪومت هاڻي عام ماڻهن سان جوابدار ٿي آهي، سرڪاري ڪامورن جي حيثيت حاڪمن مان بدلجي خادمن جي ٿي آهي، وقت آيو آهي، جو ماڻهو پنهنجي حڪومت جي ڪمن ۾ دلچسپي وٺن، رشوت ۽ رسائيءَ جو دور ختم ٿي چڪو آهي؛ ۽ ماڻهن کي پنهنجي قوت جو چڱيءَ طرح اندازو لڳائڻ گهرجي ته هو ئي ملڪ جا حقيقي حاڪم آهن، نئين وزارت منتظر آهي، ته عام ماڻهن جي خدمت ڪري؛ اسان سنڌ اتحاد پارٽيءَ جي پروگرام تي عمل ڪرڻ سان اميد ته سنڌ کي باغ بهار بنائي ڇڏينداسون".

وغيره

انهيءَ گشت جي دوران وزير عام ماڻهن سان گڏ زمين تي ويٺو. انهن سان گڏجي ماني کاڌائين، اهڙيءَ طرح زليو مليو، جو ماڻهن ۾ هڪ نئون روح ڦوڪجي ويو، سنهجن ويساه جهڻ لڳو، ته سچ پچ هي وزير ڪجهه ڪرڻ گهرن ٿا، ساري گشت ۾ اٽڪل هڪ سئو کن ميٽنگون ڪوٺايون ويون، ۽ اٽ لک کن ماڻهن کي انهن جي ذريعي مخاطب ٿي ائڊريس ڪيائين، ڏهاڪو هزار درخواستون عام ماڻهن طرفان شڪايتن ۽ ايذاون بابت ڪيس مليون، اخبارن ان گشت کي ڪافي شهرت ڏني، جڏهن وزير گشت مان موٽي ڪراچيءَ پهتو ته عام رايو وزارت جي فائدي ۾ بدلجي چڪو هو.

ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو، ته شايد جلدئي وزير پنهنجي انجاس کي پاڻي ڏئي تعميري پروگرام کي عمل ۾ آڻيندا.

اها ڳالهه مشهور ٿي وئي، ته وزارت جو دماغ خانبهادر

الله بخش، دل پير الاهي بخش ۽ زبان مسٽر نهچلداس آهي، جن
جي گڏجڻ ڪري سنڌ جو مستقبل روشن ٿيڻ وارو آهي، پر جڏهن
وزير پنهنجي روزانه حڪومتي ڪاروبار ۾ مشغول ٿيا، تہ ڏسڻ
۾ آيو، تہ اهي وزير يڪمشتيءَ سان ڪم ڪري نہ سگهيا،
آزاد هندو گروه جا ميمبر پنهنجي ليڊر سان پورا وفادار نہ هئا،
ڪانگريس پارٽي ۽ آزاد هندو گروه جي پاڻ ۾ رقابت هئي،
هندو ووٽرن کي راضي ڪرڻ لاءِ هنن هڪ ٻئي کان گوءِ کٽڻ
ٿي گهري، جن جا مفاد عوام جي مفاد جي متضاد هئا، تنهن
ڪري انهن نہ ٿي گهريو تہ اسيمبليءَ اندر اهڙو ڪو قاعدو پاس
ٿئي، جنهن مان سندن طبقاتي مفاد کي نقصان پهچي. ڪيترا
هندو ميمبر باوجود ترقي پسند خيالن جي، سندن ووٽرن جي
رضامنديءَ خاطر، تعميري پروگرام جي ڪيترين تجويزن ۾ شامل
نہ ٿي سگهيا، خانبهادر الله بخش پنهنجي دوربين نظر سان سمجهي
ويو، تہ عام ماڻهن ۾ سياسي بيداري نہ هئڻ ڪري اسيمبليءَ
جي مسلمان ميمبرن جي مدد صرف سندن خانگي ڪمن ڪرڻ
۽ ذاتي فائدي پهچائڻ سان حاصل ڪري سگهبي، عام ڀلي جي
تجويزن سان اڪثر مسلمان ميمبرن کي دلچسپي نہ هئي، هندو
ميمبر پنهنجي طبقاتي مفاد جي بچاءَ لاءِ سجاڳ هئا، تنهنڪري
اهو دانشمنديءَ جو ڪم نہ هو، تہ هندو ميمبرن جي متحده
مخالفت جو مقابلو ڪجي، اهو بہ يقين هو، تہ مسلمان ميمبر
غرض خاطر ڪڏهن دغا ڏيڻ کان نہ رهندا؛ تنهنڪري چو هرو ڀرو
وزارت کي انهن ڳالهين لاءِ؛ جن جو احساس نہ عوام کي آهي
نہ سندن عيوضين کي آهي، نقصان پهچائجي، انجو نتيجو اهو
نڪتو، تہ خانبهادر مصلحتن کي مد نظر رکي وزارت کي سلامت
رکڻ خاطر اهو عقل جو ڪم سمجهيو، تہ پارٽي پروگرام تي
عمل نہ ڪجي. جڏهن سونکي خانبهادر جي خيالن جو پتو پيو،
تڏهين مون کيس پبلڪ سان انجامن ۽ پارٽيءَ جي پروگرام ڏانهن
توجهہ ڇڪايو، اتحاد پارٽيءَ جي ڪيترين ميٽنگن ۾ ڏهراءُ

پاس ڪري وزارت ڏي سوڪليا ويا، ليڪن انجو به اثر نه ٿيو،
هن چند خيالي دنيا ۾ رهندڙ ماڻهن کي ناراض ڪرڻ گهڻ
نقصانڪار سمجهيو، بنسبت هڪ مضبوط ۽ منظم طبقاتي گروهه
(يعني هندن جي) متحده مخالفت جي. جڏهن سونکي خانبهادر
جي مشڪلات جي خبر پيئي، تڏهن مون کيس انهي خوف کان
ازاد ٿيڻ لاءِ سر غلام حسين واري مخالف گروه کي به وزارتون
ڏيئي پنهنجي طرف ڪرڻ جو مشورو ڏنو، جنهنڪري هو آزاد
هندو گروه جي رجعت پسند پاليسيءَ کان پاڻ ڇڏائي، تعميري
پروگرام هٿ ۾ ڪٿي سگهي ها. پر ذهن ۾ آيو ته خانبهادر کي
اها ڳالهه به نيڪ نه سمجهڻ ۾ آئي. جيئن ته هن کي پتو هو
ته سر غلام حسين جي وزارت، مسلمان ميمبرن، هندن، جي مدد
سان بيٺي هئي. وزارتن خاطر ايترن مسلمان ميمبرن جو مخالف
ٿيڻ ناممڪن نه هو، ڇو ته اگر هن کي وزارتون ڏئي ها ته
پيا رهيل اميدوار ضرور ناراض ٿين ها.

جيئن ته مسلمان ميمبرن ۾ عهدن لاءِ خواهشمند گهڻا هئا،
تنهنڪري هڪ متحد ۽ پيو سمجهدار طبقي يعني هندن سان ڦٿائڻ
۾ دانشمندي نه سمجهيائين، هن کي اهو به يقين هو، ته ڪيترا
به ڪٿي عوام جي ڀلي جا ڪم ڪجن، پر مسلمان ميمبرن جو
راضي يا ناراض ٿيڻ سندن شخصي ڪمن ۽ غرضن جي پورائيءَ
تي منحصر هو. ٻي طرف هندو ميمبرن کي سندن ووٽرن جي
سجاڳ هئڻ ڪري اهڙي مجال ڪا نه ٿي سگهي، جو سندن
طبقاتي مفاد کي نقصان ٿيندو ڏسي به پنهنجي شخصي غرضن خاطر
وزارت جو ساٿ ڏين ۽ اهو به کيس معلوم هو ته جيستائين
انهن جي طبقاتي مفاد کي هٿ نه لاٿو ويو آهي، هندو ميمبرن
جو شخصي ڪمن تان ناراض ٿيڻ ممڪن نه هو، سياسي طرح هو
وڌيڪ اعتبار جوڳا هئا، بنسبت مسلمان وڏيرن جي ان لاءِ وڌيڪ
سبب اهو به هو، ته آزاد هندو گروه جا ميمبر وڌائي مسلمانن
جي گهٽي تعداد ميمبرن کي متحد ڪرڻ ۾ خطرو محسوس ڪرڻ

لڳا ۽ انهي تجويز جي هنن مخالفت ڪئي، انهن ڳالهين تان منهنجي ۽ خانبهادر جي وچ ۾ اختلاف ٿي پيو، هنن حالتن جي مد نظر وزارت کي سلامت رکڻ مناسب سمجهيو ۽ منهنجو زور پارٽي پروگرام ۽ پبلڪ سان ڪيل انجامن پوري ڪرڻ تي هو. سموري معاملي کان ڪڪ ٿي ڳوٺ "سن" ۾ اچي ويهي رهيس، ان وقت اگرچه وزارت جي پاليسيءَ کان ناراض هوس، ليڪن جلدئي وزارت کي نقصان پهچائڻ يا ڪمزور ڪرڻ جو قدم کڻڻ لاءِ تيار نه هوس، چاڪاڻ ته وزارت کي اڃا ڪافي وقت ڪم ڪرڻ لاءِ ڪونه ڏنو ويو هو، هڪ وزارت کي ڏاهي وري ترت انجي مخالفت ڪرڻ کي مناسب نٿي سمجهيم. انهيءَ وقت ڏيلن وڏائڻ جو سوال، جو سر غلام حسين جي وزارت مهمل ڪري ڇڏيو هو، عن وزارت اڳيان فيصلي لاءِ آيو. انهيءَ واسطي خانبهادر (مرحوم) مون وٽ سن ۾ آيو ۽ حقيقت پيش ڪري مونکي ڏيلن وڏائڻ جي معاملي ۾ مدد ڏيڻ لاءِ چيائين، مون کيس چيو ته جيستائين عوام جي ڏيلي لاءِ ڪجهه نه ٿيو آهي، ان وقت تائين ڏيلن وڏائڻ لاءِ ڪافي سبب ڪونه آهن ۽ مون کان اهڙيءَ حالت ۾ اها جوابداري ڪنئي نه ٿيندي، بهتر اهو ٿيندو ته جن پارٽين جي مدد سان وزارت ڏاهي ويئي آهي، انهن جي صلاح ڪانسواءِ اهو قدم نه کڻي گهرجي. دوران گفتگو ۾ مون معلوم ڪيو، ته خانبهادر ڏيلن وڏائڻ لاءِ اڳي ارادو ڪري چڪو هو، هن مون کان رڳو ميمبرن کي سمجهائي راضي ڪرڻ لاءِ مدد ٿي گهري. پبلڪ مفاد جي ڳالهين ۾ پنهنجي ذاتي اثر کي ناجائز نموني ڪم آڻڻ مون موزون نه سمجهيو، تنهنڪري کيس جواب ڏنم. ان وقت مونکي هڪ خط مسٽر جيرامداس دولترام ڪانگريس ليڊر کان پهتو، جنهن ۾ هن ڄاڻايو هو ته وزارت جي برخلاف عام ماڻهن کان کيس شڪايتون پهتيون هيون، تنهن لاءِ گڏجي صلاح مصلحت ڪرڻ گهريائين ٿي. حيدرآباد ۾ کيس مليس، جتي چوئٿرام گدواڻي ۽ پروفيسر

گهنشامداس به حاضر هئا، عام حالتن تي غور ڪرڻ بعد ڏيلن
وڏائڻ جي سوال بحث ڪيو ويو، آخر ۾ اسان گڏجي وزيراعظم
سنڌ جي نالي تي هڪ خط لکيو، جنهن ۾ ڪيس مشورو ڏنل
هو، ته ”مدد ڪندڙ پارٽين جي مصلحت کانسواءِ ازخود ڏيان
وڏائڻ جو فيصلو نه ڪيو وڃي“، ٿوري وقت گذرڻ بعد پير
علي محمد شاه راشديءَ هٿ پيغام موڪلي خانبهادر الله بخش
(مرحوم) مونکي ڪراچيءَ گهرايو. ان موقعي تي مختلف پارٽين
جون ميٽنگون ٿيون. ڪانگريس پارٽي ۽ هندو آزاد گروه ڏيلن
وڏائڻ جي سوال تي وڌيڪ غور ڪرڻ لاءِ مهلت گهري.

سنڌ اتحاد پارٽيءَ به ڪم ويش اهڙو ٺهراءُ پاس ڪيو،
خانبهادر (مرحوم) به ان ميٽنگ ۾ حاضر هو ۽ اها ميٽنگ ٿي
سندس صدارت هيٺ گڏ ٿي هئي، پر اڳتي هلي معلوم ٿيو، ته
وزيرن ڏيلون وڏائڻ جو فيصلو اڳي ڪري ڇڏيو هو، ۽ اهو راز
پارٽين کان مخفي رکيو ويو هو، پارٽين سان مشورو صرف رسم
خاطر ڪيو ٿي ويو، سمجهيائون ٿي ته ان طرح سان هو ميمبرن
کي رضامند ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا، پر سندن اميد بر ثواب
نه ٿي. جڏهن ڏيلن وڏائڻ جا ٺهراءُ سرڪاري طرح ظاهر ٿيا،
ته وزارت کي مدد ڪندڙ ٽنهي پارٽين ۾ ناراضپو پيدا ٿيو. انهن
سوال کي ٻن نقط نگاهن سان ڏٺو ويو. هڪڙو ته عام راءِ
جي برخلاف ۽ پارٽين جي اجازت کانسواءِ ڏيلون وڌايون ويئون
هيون، ٻيون ته جن پارٽين جي آڌار تي هيءَ وزارت ٺهي هئي،
انهن جي متفقه فيصلن جي خلاف ورزي ڪري سندس اعتماد وڃائي
ويٺا هئا، تنهنڪري هنن کي وزارت ۾ رهڻ جو حق نه هو.
انهي ڪشمڪش ڪري اتحاد پارٽي ٽٽي پيئي. ڪي ميمبر وزيرن
جا طرفدار ٿيا، ته ڪي وڃي مخالفت ۾ ويٺا. آزاد هندو گروه
مصلحتن خاطر وزارت کي مدد ڪرڻ مناسب سمجهيو ۽ ڪانگريس
پارٽي به پنهنجي فيصلي کان ڦري وزرت جي مدد ڪرڻ تي
آماده ٿي. آءٌ اسيمبليءَ کان ٻاهر ڪانگريس جو رواجي ميمبر

هوس، جڏهن مون ڪانگريس پارٽيءَ کي اهڙي طرح سنڌس پاليسيءَ ۽ اصولن جي برخلاف عمل ڪرڻ تي آماده ڏٺو، تہ مون محسوس ڪيو تہ اسيمبليءَ اندر پارٽي جو اهو قدم ساريءَ ڪانگريس کي عوام ۾ بدنام ڪندو، جا ڳالهہ مون کي پسند نہ هئي، ڇاڪاڻ تہ ان وقت آءٌ ان خيال جو هوس، تہ ملڪ ۽ قوم جي ترقي صرف هن ئي جماعت جي وسيلي ٿي سگهندي. تنهنڪري مون ضروري ڄاتو تہ مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ سردار ولڀ ڀائي پٽيل ڪانگريس سينٽرل پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن کي ان حقيقت کان آگاہ ڪري سنڌ ۾ روبرو حقيقتن کي جاچڻ ۽ مڪاني ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي رهبري ڪرڻ لاءِ عرض ڪريان. اهو قدم تڏهن کنيو ويو، جڏهن ڏٺو ويو، تہ مڪاني ڪانگريس پارٽي پنهنجي فرض ادائيءَ ۾ ڪوتاهي ڪري رهي آهي، ۽ مونکي اميد هئي تہ آل انڊيا ان سوال کي صوبي ۽ عوام جي نڪتہ نگاہ سان ڏسي ، مڪاني پارٽيءَ جي صحيح رهبري ڪندا. اسان کي ان وقت اهو وهم ۽ گمان بہ نہ هو، تہ انڪري سنڌ مورڳو آل انڊيا جماعتن جي اختلافي مسئلن لاءِ هڪ اکاڙو بنجي پوندي. بهتر ٿيندو تہ مولانا آزاد جي سنڌ ۾ اچڻ جي احوال کان اڳ آءٌ ڪانگريس سان پنهنجي تعلقات جو ڪجهہ ذڪر ڪريان، جنهنڪري ناظرين کي ايندڙ ڳالهين جي سمجهڻ ۾ سهوليت ٿيندي. منهنجي سياست سان دلچسپي فيبروري ١٩١٩ع کان شروع ٿي، جڏهن آءٌ ١٤ سالن جو هوس، ان وقت لاڙڪاڻي خلافت ڪانفرنس ۽ آل انڊيا شهرت جي ليڊرن جون تقريرون ٻڌڻ بعد مون پنهنجي آئنده لاءِ عمل جو فيصلو ڪري ڇڏيو. مون ساڳي مهيني اندر پنهنجي ڳوٺ سن ۾ هڪ خلافت ڪانفرنس مولوي فتح محمد سيوهاڻي (مرحوم) جي صدارت هيٺ سڏائي، جتي آس پاس جا هزارها ماڻهو اچي گڏ ٿيا.

جيستائين خلافت تحريڪ هئي ، ان وقت تائين دلچسپي وٺندو رهيس ، ان کانپوءِ جڏهن ڪانگريس جـ

نافرماني واري تحريڪ ۱۹۳۰ع ۾ شروع ٿي، ته ان ملڪ جي نوجوان فرقي کي پنهنجي طرف ڇڪيو، اسان لاءِ اها ڳالهه ڪافي هئي ته ڪانگريس ملڪ کي انگريزن جي غلاميءَ مان آزاد ڪرائڻ گهريو ٿي، جي گهڻن مسلمان ملڪن کي غلام بنائڻ ۽ هندستان ۾ مسلمانن جا پست حال بنائڻ جا ڪارڻ هئا.

ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ ڪراچيءَ جي پريزيڊنٽ جي حيثيت ۾ ڪن انگريز عملدارن جي نامناسب روش جو مونکي خاص تجربو هو. ڪانگريس وٽ عوام کي ڪشش ڪرڻ ۽ تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ جا سڀ اسباب، جهڙوڪ مخلص ڪارڪن، ڳالهه ٻڌائڻ لاءِ پليٽ فارم، اخبارون، جهنڊا، نعرا، پروپيگنڊا جا طريقا صحيح ليڊر شپ، سڀ موجود هئا.

مهاتما گانڌيءَ جي دانشمندي ۽ طريقي ڪارن ان ۾ نئون روح ڦوڪي ماڻهن ۾ اها بيداري، خود داري همت ۽ ايمان آندو هو، جنهن کي گذريل صدين جي غلاميءَ فنا ڪري ڇڏيو هو، آءٌ ان خاندان جو فرد هوس، جنهن کي پنهنجا قديمي روايات، جذبات ۽ تواريخ هئا، مون تي ننڍي هوندي کان تصوف جي اثر هئڻ ڪري فرقيوار تعصب گهٽ هو. تنهنڪري ڪانگريس جهڙي غير جماعت ۾ داخل ٿيڻ منهنجي دل وڻندڙ هو، سو ان ۾ داخل ٿيس. جيڪڏهن ڪن سببن ڪري ان جي حڪومت جي برخلاف بغاوت ۾ ڪو نمايان حصو وٺي نه سگهيس، ته به ان جي تعميري ديهاتي پروگرام ۾ ڇڱي دلچسپي وٺندو رهيس، هندستان جو هڪ وقت انسانن جي تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز هو، انکي دنيا جي نئين تعمير ۾ پنهنجو خاص پيغام پهچائڻو هو. مغرب جي وڙهندڙ قومن کي ان جي پيغام امن ۽ صلح جي سخت ضرورت هئي، ان جي از سر نو تعمير ۽ ترقيءَ جي خواب جو تعبير مونکي فقط ڪانگريس ۾ نظر ٿي آيو. سردار پٽيل ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد آگسٽ جي ٽئي هفتي ۾ ڪراچيءَ ۾ آيا ۽ ڪجهه ڏينهن رهي حالتون ڏسي، احوال معلوم ڪري،

بنا ڪنهن خاطر خواه فيصلي ڪرڻ جي موٽي پوئتي ويا.

جن اميدن سان ڪين گهرايو ويو هو، سي پوريون نه ٿيون، ۽ حالتن جي درست ٿيڻ جي عيوض مورڳو آل انڊيا سياسي اختلافن جا سنڌ جي سر زمين تي دروازا کلي پيا؛ پڙهندڙن کي اهو ياد هوندو؛ ته اوائل ۾ جڏهن اسان اتحاد پارٽيءَ جو بنياد وڌو هو؛ تڏهن سنڌ جي خاص حالتن کي مدنظر رکندي فيصلو ڪيل هو ته اها ڳالهه سنڌ جي مفاد لاءِ نهايت ضروري هئي؛ ته پارٽيءَ جو بنياد غير فرقيوار ۽ اقتصادي اصولن تي هجي؛ انجو واسطو صرف صوبي جي ڀلائيءَ ۽ بهبوديءَ سان هجي ۽ آل انڊيا آئيني اختلافي مسئلن کان سنڌ جي اسيمبليءَ جي سياست کي جيترو ٿي سگهي اوترو پري رکجي؛ پر افسوس ان ڳالهه جو آهي؛ ته انهن مقصدن کي نقصان به ڪانگريس جهڙي غير فرقيوار ۽ تعميري پروگرام لاءِ جدوجهد ڪندڙ جماعت جي غلط پاليسيءَ کان پهتو؛ جيتوڻيڪ ڪانگريس هڪ غير فرقيوار جماعت هئي؛ پر سنڌ اندر انجي پاليسي عوام جي برخلاف ۽ هندو طبقاتي مفاد کي مدد ڪندڙ هئي. جدا چونڊن ۽ آزاد هندو گروه جي مقابلي سبب ڪانگريس اسيمبلي ميمبرن پنهنجي ووٽرن جي خوش ڪرڻ لاءِ رجعت پسندانه پاليسي اختيار ڪئي؛ سنڌ وزارت جو سنڌس مدد ڪندڙ پارٽين جي مشوري خلاف غير جمهوري طريقي سان ڊپلن وڌائڻ جي قدم کڻڻ بعد ڪانگريس ميمبرن سان ساٿ ڏنو، سنڌس انهيءَ روش سنڌ جي عوام تي ڪانگريس خلاف گهڻو اثر ڪيو ۽ ان جي وقار کي سنڌ ۾ وڏو ڌڪ لڳو، مڪاني ميمبرن جي غلط پاليسيءَ کي درست ڪرڻ لاءِ آل انڊيا ڪانگريس جي ليڊرن ۾ اميد هئي، ليڪن اهي به الله بخش (مرحوم) کي آل انڊيا آئيني سوالن جي محاذ تي مدد ڪرڻ لاءِ موزون سمجهي، سنڌس مڪاني سوالن ۾ ڪوتاهين کي درگذر ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا.

ڊپل وڌائڻ جو سوال ان وقت ڪانگريس پاليسيءَ جي خلاف هو، پر ان سوال تي آل انڊيا سياست کي مدنظر رکندي

چشم پوشي ڪئي ويئي. سنڌ جي عوام ڪي ڪانگريس جي اهڙيءَ پاليسيءَ ڪري هن ڪان ڪٿو ڏيندو ڏسي مونکي نهايت صدمو پهتو. جڏهن مون ڏٺو، ته ڪانگريس بنسبت اسانجي اميدن آسرن تي پاڻي ڦري رهيو آهي، ته مون ان ڪان متاثر ٿي ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي سنڌ ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي پريزيڊنٽ کي پهرين اگسٽ ۱۹۳۸ع تي خط لکيو، جنهن مان منهنجي جذبات جو پتو پئجي سگهندو، ان خط مان ڪي ٽڪرا ملاحظه لاءِ هيٺ پيش ڪجن ٿا:- ”يون خط آهي، جو آءٌ اوهان يعني ڪانگريس پريزيڊنٽ کي لکي رهيو آهيان، اها ڪانگريس ئي آهي، جنهن سان مون پنهنجي صوبي جو روشن مستقبل وابسته ڪيو هو، جيڪڏهن آءٌ اڄ مجبور ٿي ان ساڳيءَ جماعت جي مخالفت لاءِ تيار ٿيو آهيان، ته اها صرف ان لاءِ ٿو ڪريان ته ڪانگريس جي ڪارڪنن کي سنڌن غلط پاليسي ڪان درست ڪري ڪين راه راست تي آڻي سگهان. ڪانگريس ۾ سڀني رهواسين لاءِ بنا ڪنهن تميز جي برابريءَ جي جڳهه هجي ۽ اها چند سرمائيدارن جي هٿ جو رانديڪو ٿي ڪتب نه اچي، ۽ فرقه پرستي يا شخصي اثرن ڪان آزاد ٿئي، ڪانگريس لاءِ مونکي نهايت گهري محبت پئي رهي آهي، تنهنڪري اهو ناممڪن آهي، ته آءٌ چاڻي واڻي ان سان ٽڪرجڻ گهرندو هوندس، آءٌ جو ڪجهه ڪريان ٿو، سو صرف سنڌس جسم ۾ پيدا ٿيل روڳي حصن کي جراحت ذريعي ڪپي ڪوري صاف ڪرڻ لاءِ ڪريان ٿو، انهيءَ جذبي جي ماتحت آءٌ توهان ۽ ٻين سنڌ جي ڪانگريسي ڪارڪنن جي غلط پاليسيءَ جي اپٽار ڪري رهيو آهيان.

انهيءَ خط جي آخر ۾ مون لکيو ته ”هي خط اوهان کي تنگ ڪرڻ جي نيت سان آءٌ ڪونه رهيو آهيان. شل اوهان کي سمجهه اچي ۽ حقيقتن کي پوريءَ طرح سڃاڻي سگهو، جن کي اوهان عوام (جي اڪثر مسلمان آهن) جي ذهنيت ڪان پوريءَ طرح واقف نه هئڻ ڪري محسوس ڪري نٿا سگهو.

آءٌ اوهان کي خبردار ٿو ڪريان، ته جيڪڏهن حالتن کي درست ڪرڻ لاءِ ڪابه غلطي ڪئي ويئي، ته اها سنڌ ۽ ڪانگريس کي ناقابل تلافي نقصان پهچائيندي. آءٌ سمجهان ٿو ته مون ڪانگريس واسطي پنهنجي فرض ادائي پوري ڪئي آهي، ۽ اوهان کي حقيقتن کان روشناس ڪرڻ لاءِ پوري ڪوشش ڪئي اٿم، هاڻ آءٌ سردارولڀ ڀائي پٽيل ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد وٽ احوال پيش ڪري رهيو آهيان، ته من هو حالتن کي درست ڪن، آءٌ ڏسي رهيو آهيان، ته اسان جدا ٿيڻ کي ويجهو اچي پهتا آهيون زماني پاڻهي ثابت ڪندو ته حق تي ڪير هو ۽ فرقي پرستيءَ جي اُڳ جاڳائڻ لاءِ ڪير جوابدار هو".

# فصل ٽيون

## ڪانگريس کان جدا ٿيڻ

لڳي ته لک هزار، ٽٽي ته ڪوئي نه لهي!

سردار پٽيل ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد جي سنڌ مان روانگي بعد مون سموري معاملي تي نئين سر غور ڪيو ۽ معلوم ٿيم ته سنڌ جي عوام جي بهتريءَ لاءِ ڪابه اميد ڪانه هئي، جيستائين ڪين پوري طرح منظم ڪري سندن آواز جو اثر پيدا ڪجي. ڪانگريس ليڊرن جي پاليسيءَ ڏيکاريو، ته هنن سنڌ جي عام ماڻهن سان (جي اڪثر مسلمان هئا) ڪانگريس اثر هيٺ آيل صوبن (جتي هندو اڪثريت ۾ هئا) کان جدا روش اختيار ٿي ڪئي.

سنڌي مسلمانن ۾ عام راءِ جي عدم موجودگيءَ ڪري سندن اسيمبليءَ ۾ موڪليل عيوضي غير جوابدارانه طور پئي هليا. ڪي لالچ جو شڪار ٿي ٿيا، ته ڪن کي خود غرضيءَ جي بيماري وڪوڙي ويئي هئي. الله بخش وزارت جمهوري اصولن مطابق آفيس ۾ رهڻ جو هر ڪو حق وڃائي ويٺي هئي. جنهن پارٽيءَ ڪيس طاقت ۾ آندو، انجي ٺهراون جي خلاف‌ورزي ڪري آخر ۾ انکي پيچي پورا ڪري ڇڏيائين ته به اها ڪانگريس جي آڌار تي قائم رهندي آئي. ڪانگريس آل انڊيا پاليسيءَ خاطر عوام جي سوالن کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويٺي صوبجاتي مسئلا آل انڊيا مسئلن جي پيٽ ۾ وڃن رواجي سوال هئا. هت جنهن مکيه سبب ڪانگريس کي عوام جي سڌاري جي ڪمن ۾ دلچسپي وٺڻ کان روڪيو ٿي، سو هو هندو ووٽرن جي طبقاتي

سناد جو عوام جي مفاد سان ٺڪرجڻ. جيئن ته جدا چونڊون ڪري
هنن جو مدار هندو ووٽرن تي هو، تنهنڪري هو پنهنجي ووٽرن
برخلاف ڪو نمايان قدم کڻي نه ٿي سگهيا. جڏهن الله بخش
وزارت اتحاد پارٽيءَ کي ختم ڪري چڪي، تڏهن ان پنهنجي
بقا لاءِ هڪ طرف ڪانگريس پارٽيءَ ۽ هندو گروه کي هٿ ۾
رکڻ جي پاليسي اختيار ڪئي، ته ٻئي طرف مسلمان اسيمبلي
ميمبرن کي سندن شخصي غرض ۽ لالچن پوري ڪرڻ سان خريد
ڪرڻ جو رستو اختيار ڪيو. نتيجو اهو نڪتو، ته ڪين عوام
سان ڪيل وعدا ۽ پروگرام عمل ۾ آڻڻ وسري ويا. جڏهن
ڏٺوسين ته ڄاڻي ٻجهي الله بخش وزارت ڪانگريس ۽ هندو گروه
جي راضي ڪرڻ جي روش اختيار ڪئي آهي، تڏهن ان وزارت
مان عوام جي بهتريءَ جون اميدون اسان لاهي ڇڏيون. هيئنر
اسان اهڙين پيچده حالتن ۾ وڪوڙجي وياسون، جو اسان جا غير
فرقيوارانه ۽ اقتصادي بنيادن تي سنڌ جي مفاد لاءِ پارٽيءَ جي
حڪومت ڏاهڻ جا خواب، جنهن مان آخر هندوستان جي سياست
کي فائدي پهچڻ جو امڪان هو، سي اتحادي پارٽيءَ جي
ليڊر ۽ ڪانگريس پارٽيءَ جي روش ڪري تعبير ڪانسواءِ رهجي
ٿي ويا. آخر گهڻي ويچار ۽ ارمان بعد هن راهه تي پهتاسون، ته
رجعت پسنديءَ ۽ عام مسلمانن جي مخالفت کي روڪڻ لاءِ،
هاڻي مسلم عوام کي فرقيوار بنيادن تي منظم ڪرڻ ڪانسواءِ
اسان لاءِ ٻيو ڪوبه رستو ڇڏيو ڪونه ويو آهي، تنهنڪري عام
مسلمانن ۾ احساس پيدا ڪرڻ لاءِ لاچار جذباتي بنياد تي
جماعت ڏاهي ڪم ڪرڻو پيو.

انهيءَ وقت منهنجي دوستن خواهش ڪئي، ته سنڌ ۾
مسلمانن کي مسلم ليگ جي سهاري هيٺ گڏ ڪجي. مونکي
دعوت ڏنائون ته آءٌ به ساڻن انهيءَ ڳالهه ۾ شريڪ ٿيان، پر
مون اهو مناسب نه سمجهيو، ڇاڪاڻ ته ان وقت مسلم ليگ
جماعت اڳيان ڪو خاص اعلي مقصد ڪونه هو. ان ۾ گهڻو

ڪري عهدن جا بکيا ۽ خوشامدي قسم جا ماڻهو اڳي گڏ ٿيا هئا. نه منجهن ملڪ ۽ قوم جي خدمت جو مادو هو، نه ڪي عوام سان سندس واسطو هو، قرباني ڪرڻ واسطي ته سرڪي ئي نه پيتل هين، اهڙي ماحول هوندي ليگ ۾ عوام جي ڀلي جي اميد رکڻ ئي اجائي هئي، ان ۾ سڀ کان وڏي خامي فرقيوارانه ذهنيت ۽ انگريزن جي ٽوڊيئي جي هئي.

مگر مٿين خامين جي باوجود ليگ ڪانگريس وانگر هڪ منظم ۽ آل انڊيا جماعت هئي جڏهن عوام جي بهتريءَ لاءِ ڪجهه ڪم ڪري نه سگهي هئي، ته انهيءَ جو ڪارڻ منجهس مخلص ڪارڪنن جي گهٽتائي هئي.

اتحاد پارٽيءَ جي تجربي سان معلوم ٿيو، ته هندن اول کان وٺي ان ۾ دلچسپي ڪانه ورتي ۽ مسلم عوام ۾ ڪافي سجاڳي نه هئڻ ڪري اها نمايان ڪم ڪري نه سگهي. ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو، ته ڪانگريس، آزاد هندو ميمبر ۽ الله بخش وزارت جي منظم مقابلي ڪي منهن ڏيڻ لاءِ وري به ڪنهن طاقتور جماعت جو سهارو وٺڻ ضروري هو. اهڙين حالتن هيٺ سنڌ ۾ آڪٽومبر ١٩٣٨ع ڌاري هڪ صوبي مسلم ليگ ڪانفرنس ڪراچي ۾ سڏائي وئي. مسٽر محمد علي جناح (مرحوم) سر سڪندر حيات (مرحوم)، مولوي فضل الحق، ۽ ٻيا ڪيترائي مکيه آل انڊيا شهرت جا مسلم ليگي ليڊر ان ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا، اعليٰ پيماني تي سرگشت ڪيو ويو ۽ ان جي ڪاميابيءَ لاءِ هر طرح ڪوششون ڪيون ويون. سنڌ ۾ ان ڪانفرنس مسلم ليگ جو بنياد وڌو ۽ عام ماڻهن جو ان طرف ڌيان ڇڪايو. ان موقعي تي اسيمبليءَ جي سڀني مسلمان ميمبرن کي مسلم ليگ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي وئي؛ انهيءَ واسطي جناح صاحب، سر سڪندر (مرحوم) ۽ مولوي فضل الحق جي موجودگيءَ ۾ هڪ ميٽنگ گڏ ٿي. جنهن ۾ خانبهادر الله بخش (مرحوم)

الاهي بخش، سر غلام حسين (مرحوم) مير بنده علي خان حاجي عبدالله هارون (مرحوم) ۽ آءٌ به حاضر هواسون.

اتي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ سڀني حاضر سنڌين انجام ڏنو، ۽ اهڙي نهراءَ جو مسودو به تيار ٿيو؛ جنهن تي سڀني صحيحون ڪيون. مگر بعد ۾ ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروه جي زور ڀرڻ تي خانبهادر الله بخش (مرحوم) ۽ پير الاهي بخش پنهنجي واعدي تان ڦري ويا. اهڙيءَ طرح سان مسلمان ميمبرن جو ٿيندڙ اتحاد خانبهادر الله بخش (مرحوم) طرفان وزير اعظم لاءِ نئين سر چونڊ نه ڪرڻ جي شرط وجهڻ تي ٽٽي پيو. انهيءَ طرح سان خانبهادر وري به ڪانگريس ۽ آزاد گروه جي مدد ڪي وٺي ڪ ڀروسي جهڙو سمجهي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار ڪيو. ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروه جي تنگ خيالي ڪري فرقيوار اختلاف جو بنياد پيو. مسلم ليگ ڪانفرنس جي موقعي تي هندو اخبارن ان جي مخالفت ۾ سخت پروپيگنڊا ڪئي؛ ان جي ڪري مسلم عوام تي اهو اثر ويٺو، ته ڪانگريس وارا عوام جي ڀلي لاءِ نه پاڻ ڪجهه ڪرڻ گهرن ٿا ۽ نه وزارت کي ڪرڻ ڏين ٿا؛ جيڪڏهن مسلمان منظم ٿي ڪجهه ڪرڻ ٿا چاهين؛ ته ان جي به مخالفت ٿا ڪن. انهي وقت اٽڪل چوويهه مسلمان اسيمبليءَ جا ميمبر مسلم ليگ جو عهدنامو صحيح ڪري مسلم ليگ پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيا. خانبهادر الله بخش (مرحوم) کي اڪثر اسيمبليءَ جي مسلمان ممبرن جا افعال سجهندا هئا؛ تنهن ايترن ميمبرن جي ليگ ۾ داخل ٿيڻ جي پرواهه نه ڪري ميمبرن کي سندن شخصي نفاد پوري ڪرڻ ۽ ٻين لالچن جي ذريعي پنهنجي طرف ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي؛ انهيءَ ۾ سر لنسليٽ گرهام جو (ان وقت موڪل هو) جي پاليسيءَ کيس گهڻي پشتي ڏني. سندس هدايتن موجب ان جي جاءِ نشين گورنر باوجود ڪيترن ميمبرن جي لکيل عرضداشت جي به اسيمبليءَ جي ميشن سڏائڻ کان انڪار ڪيو. اها عرضداشت

وزارت ۾ بي اعتباريءَ جي ٺهراءَ موجب موڪلي ڏني (جا ٺهراءَ مسلم ليگ
اسيمبليءَ جي پارٽيءَ جي ٺهراءَ موجب مون پيش ڪئي هئي)
سر غلام حسين هدايت‌الله مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي ليڊر
گورنر کي موڪلي هئي. آخرگورنر اسيمبليءَ جي سيشن ٻي سال
جي اول ۾ بجيٽ جي موقعي تي سڏائي. ليڪن ايتري ساري
وقت ملڻ ڪري خانبهادر الله بخش (مرحوم) ڪيترن اسيمبليءَ
جي ميمبرن کي مسلم ليگ کان باغي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي
ويو. جڏهن اسيمبلي سيشن گڏ ٿي ۽ مون بي‌اعتماديءَ جي رٺ
پيش ڪئي، تڏهن رٺ جي قبوليت لاءِ جيتوڻيڪ مونکي گهربل
بارهن ميمبرن جي تائيد حاصل ٿي، ليڪن ووٽن ڏيڻ وقت
منهنجي تجويز جي فائدي ۾ صرف ستن ميمبرن ووٽ ڪيو. خود
مسلم ليگ پارٽيءَ جو ليڊر سر غلام حسين ۽ ڊپٽي ليڊر مير
بنده علي خان ٻه وزارت وٺي الله بخش وزارت ۾ شامل ٿي ويا.
اهي ساڳيائي صاحب هئا، جن جناح صاحب جي اڳيان مسلم
ليگ جو عهدنامو صحيح ڪيو هو ۽ مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽيءَ
جي ميٽنگ ۾ وزارت تي بي‌اعتماديءَ واري رٺ پاس ڪرڻ ۾
شرڪت ڪئي هئي. نه صرف ايترو، پر ٿي ڏينهن اڳي تجويز
جي پيش ڪرڻ وقت ان جي پٺڀرائيءَ لاءِ اٿي بيٺا هئا. پر
وزارتن ملڻ ڪري سڀ ڳالهيون ڀلجي ويا. سچيءَ مخالف پارٽيءَ
سان ٺهڻ جي عيوض چند ميمبرن کي خريد ڪرڻ ۽ وزارت کي
ٿن مان وڌائي ڇهه ڪرڻ سان حال فلحال خانبهادر داءُ ٽاريو.
جڏهن اول ۾ اسان خانبهادر کي وزير وڌائي، سڀ مسلمان ميمبرن
کي متحد ڪرڻ جو مشورو ڏنو هو ته ان وقت اها صلاح نه پاڻ
نه سندس طرفدار هندو گروه قبول ڪئي هئي. ليڪن هاڻ ساڳيو
وزارت کي وڌائي ويو. پر جملي مسلمان ميمبرن کي متحد ڪرڻ
نه ڏنو ويو. سندس وزارت وري ٻه ڪانگريس ۽ هندو گروه جي
آڌار تي رهي. هاڻي پڙهندڙن کي معلوم ٿي چڪو هوندو، ته
سنڌ اندر ١٩٣٩ع جي بجيٽ سيشن وقت اسيمبلي جي سياسي حالت

ڇا هئي. سنڌ اتحاد پارٽي ختم ٿي چڪي هئي. عوام سان ڪيل انجام ۽ پروگرام وسريل هئا. وزارت ڪنهن اصول ۽ پروگرام جي بنياد تي هلندڙ نه هئي، پر ان هوندي به اها آزاد هندو گروه ڪانگريس پارٽيءَ ۽ ڪن لالچ تي هٿ ڪيل مسلمان ميمبرن جي مدد سان مضبوط ٿي چڪي هئي. خانبهادر الله‌بخش کي وڏي وزير ٿيڻ کان اڳي اسيمبليءَ جي آزاد هندو ۽ ڪانگريس ميمبرن سان ويجهو ڪرڻ ۾ مون گهڻو حصو ورتو هو، ليڪن هڪڙي سال جي اندر باوجود وزارت جي جمهوري اصولن ٺڪرائي ڇڏڻ جي، هنن گروهن کي خانبهادر سان ايتري محبت ٿي هئي، جو هڪ ٻئي کانسواءِ رهي نٿي سگهيا.

ان تازي محبت جو ڪارڻ ڳولهي لهڻ ڏکيو ڪونه هو. هنن کي معلوم هو، ته وزارت جي سلامتي جو سمورو مدار مٿن هئڻ ڪري ان سان هندو طبقاتي مفاد کي نقصان پهچڻ جو انديشو ڪونه هو.

اهڙيءَ طرح سان جن وڏين وڏين اميدن جي آڌار تي مون سر غلام حسين جي وزارتي زماني جي مسلم ميمبرن جي اتحاد کي ٽوڙي الله بخش وزارت کي برپا ڪرڻ ۾ حصو ورتو هو، سي خاڪ ۾ ملي ويون هيون ۽ اهو صاف ظاهر ٿي چڪو هو. اهڙو احساس صوبي جي هر ڀلي چاهيندڙ کي ٿيڻ لڳو. جنهن صورت ۾ حالتن کي اهڙي ڪڙيءَ تي آڻڻ ۾ منهنجو خاص هٿ هو، انڪري مونکي پاڻ زياده ارمان ٿيو. انهن سببن ڪري خانبهادر مرحوم جي برخلاف منهنجي ناراضگي وڌندي رهي، ۽ ان کي وزارت جي رجعت پسندانه ۽ غير جوابدارانه پاليسيءَ کي روڪڻ لاءِ هڪ زبردست تحريڪ پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيم.

پڙهندڙ مونکي وري به معاف ڪندا، جيڪڏهن ڪين منهنجي سياسي اعتقادات بدلڻ جي تڪليف ڏيان، ممڪن آهي ڪين هن سموري سرگذشت جي سمجهڻ ۾ آساني ٿئي. اڄ صحيح سياست

کي ايمان جو جزو ٿي سمجهان، جنهن جي ذريعي انسان ذات
جي حقيقي خدمت ڪري، خدا جي خوشنودي ۽ روح جي ترقي
حاصل ڪري سگهجي ٿي. جيستائين انکي کي فرد يا جماعتون
سنڌس اصلي مقصدن لاءِ ڪتب ٿا آڻين، انوقت تائين منهنجي
مدد ۽ همدردي ساڻن آهي. پر جڏهن به مون کي معلوم ٿئي ٿو،
ته سياست کي ڪن طبقاتي يا شخصي مفاد لاءِ ڪتب آندو
آهي، ۽ ان مان عوام جي مفاد کي نقصان پهچڻ جو انديشو
آهي يا ان جو بنياد مساوات ۽ انصاف تي نه آهي ۽ انهيءَ
وقت اهڙي نظام جو مقابلو ڪرڻ مون لاءِ ضروري ٿيو پوي.
مٿي ذڪر ڪيل نڪته نگاهه کان اسان هرڪا ڪوشش
ڪئي، ته خانبهادر کي اهڙيءَ پاليسي اختيار ڪرڻ کان روڪيون،
پر هن تي اسانجي عرضداشتن جو اثر نه ٿيو. اسان کي ان تي
يقين ٿي ويو، ته هو پنهنجو فيصلو محڪم ڪري چڪو آهي.
۽ ان تي قائم رهندو، تنهنڪري مجبور ٿي هن جي وزارت جي
ڏاهڻ پٺيان پياسون، ڪيترن دوستن هنن سياسي اختلافن کي
منهنجي شخصي ناراضگي ۽ ضد سان تعبير ڪيو ۽ اسان کي ٿاهڻ
جي ڪوشش ڪئي، پر مون اهڙين سڀني ڪوشش کي ٺڪرائي
ڇڏيو. جيتوڻيڪ منهنجي اختلاف ۾ شخصي تلخي ۽ ناراضگيءَ
جو ڪجهه ذرو هو، ليڪن خاص سبب اصولي اختلاف هئا.
هتي مناسب ٿيندو، جيڪڏهن خانبهادر کي جنهن بنياد تي
ليڊريءَ لاءِ چونڊي وڏو وزير ڪيو ويو هو. ان بنسبت پنهنجا
خيال پيش ڪريان. خانبهادر هڪ هوشيار ۽ محنتي نوجوان هو.
جيتوڻيڪ هو عادتن ۾ سادو ۽ خوش خلق هو، پر ڪاروبار
جو چاٺو ۽ چالاڪ هو. هي اهڙو رلٺو ۽ ماٺو هو، جو هن کي
ملڻ شرط ماڻهو سندس دوستيءَ ۾ ڦاسجي ٿي ويو. هو ارادي
جو پختو ۽ راز ساندڻ ۾ ماهر هو، اگرچه ابتدا ۾ هن کي ڪي
سياسي ۽ اقتصادي نظريا ڪونه هئا، ۽ نڪا هن جي ڪنهن
سياسي تحريڪ ۾ بي لوث ۽ نمايان خدمت ڪيل هئي، پر ان

وقت جي حالتن پٽاندر خانبهادر کي زياده موزون سمجهي اتحاد پارٽيءَ جو ليڊر چونڊيو ويو. اميد هئي ته پارٽيءَ جا اصول ۽ مقصد سنڌس قابليت جي ڪري برصواب ٿي سگهندا. جڏهن مون ڏٺو ته خانبهادر اسان جي اميدن تي پاڻي ڦيري رهيو آهي، ان وقت اسان جي وچ ۾ سياسي اختلاف پيدا ٿيو، جنهن ۾ شخصي تلخيءَ جو هئڻ به لازمي هو. پر ان ۾ نفرت نه، بلڪ مخلصانه محبت هئي.

الله بخش وزارت جي غلط پاليسيءَ جي خلاف جن ميمبرن اسان سان وزارت جي مخالفت ڪرڻ ۾ شرڪت نه ڪئي، تن مان مسٽر جمشيد نسروانجي به هڪ هو. هو هڪ تجربيڪار ۽ سچيءَ خدمت جو جذبو رکندڙ صاحب هو ۽ سندس اسيمبليءَ ۾ هئڻ اسيمبليءَ لاءِ عزت جو باعث هو، پر باوجود ان جي، ته هو وزارت جي رجعت پسند پاليسي ۽ غلطين جو انڪار ڪري نٿي سگهيو، اسان سان وزارت جي ڊاهڻ ۾ شريڪ نٿي ٿيو. ان جو سبب اهوئي ڏنائين ته حال به برو هجي، پر انکي بدلائڻ لاءِ هو انوقت تائين ڪوشش نه ڪندو، جيستائين انجي عيوض بهتر مستقبل حاصل ٿيڻ جو يقين نه ڏياريو ويو آهي. اهو هڪ خاص سياسي مسلڪ هو، ڪيترا تجربيڪار مخلص ڪارڪن انهيءَ اصول جا پابند هئا. ليڪن منهنجا رايا ۽ طبيعت جداگانه هئي، ۽ آءٌ ان خيال جو هوس ۽ اڃا تائين آهيان ته جيڪڏهن حال ٺيڪ نه آهي، ته انکي بدلائڻ ضروري آهي، مستقبل پاڻهي پنهنجو ٺيڪ ڪندو. اهڙن عقيدن رکندي جڏهن به مونکي هڪ دفعو يقين ٿي ٿيو، ته موجوده حالتون خراب آهن، ته ان کي بدلائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ پنهنجو فرض ٿي سمجهيم؛ جيتوڻيڪ مستقبل جي روشن ٿيڻ جو مون کي ڪوبه يقين نه هو. تنهنڪري الله بخش وزارت کي ڊاهڻ لاءِ مون مصمم ارادو ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته ان مان ملڪ ۽ ماڻهن کي فائدو نه ٿي پهتو. هي سارو بيان شخصي راين ظاهر ڪرڻ جو انهيءَ لاءِ ڪيو ويو

آهي، ته پڙهندڙن کي منهنجي طبيعت جي لاڙي جو چڱيءَ طرح سان پتو پئجي سگهي. ڇاڪاڻ ته ان معلوم ڪرڻ کانسواءِ شايد هنن لاءِ اهو سمجهڻ ڏکيو ٿي پوي؛ ته اڳتي هلي ڪيئن ساڳي خانبهادر الله بخش خان کي مون منٿ ڪري (پاڻ وزارت مان استعيفا ڏيئي) وري وزارت ۾ آندو. تجربي ثابت ڪيو آهي ته شخصي پسنديءَ جي بنياد تي ڪن ماڻهن ۾ قوم ۽ ملڪ جي خدمت ڪرڻ جون وڏيون اميدون رکي انهن جي نه پوري ٿيڻ ڪري تلخي ۽ ناراضپو ظاهر ڪرڻ ٺيڪ نه آهي. شخصن جو حالتن ۽ ماحول جي اثر هيٺ اصولن تي قائم نه رهڻ جو هميشه امڪان رهي ٿو. تنهنڪري پنهنجي طاقت ۽ محنت شخصن جي ٺاهڻ ۽ ڊاهڻ ۾ صرف ڪرڻ يا ملڪ جي ڀلائي جون اميدون ڪن خاص شخصن سان وابسته ڪرڻ بيسود آهي، خانبهادر الله بخش (مرحوم) جيڪڏهن سنڌ ڪيل انجامن ۽ پارٽي اصولن تي نه ٿي هليو، ته ان لاءِ سڪيه ڪارڻ هڪ طرف ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروه جا ميمبر هئا، جي سنڌن مفاد جا رکوالا ٿي ويٺا هئا، ته ٻي طرف خودغرض، بيڪار جاگيردار ۽ زميندار طبقي جا مسلمان عيوضي هئا، جن سنڌس لاءِ اهڙيون حالتون پيدا ڪيون، جو هو مجبور ٿي ڪجهه ڪري نٿي سگهيو. تجربي اسان کي سيکاريو آهي، ته ڪن شخصن ۾ آسرا ۽ اميدون رکي پوءِ نااميدي حاصل ڪرڻ هڪ اجائي ڪوشش آهي؛ پر حقيقي خدمت تڏهن ٿي سگهندي، جڏهن سمورو ڌيان خودغرض طبقن جي ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد ۾ لڳايو وڃي، سال ١٩٣٩ع جي بجيٽ سيشن وقت جنهن نئين سوال سڄي صوبي جو ڌيان پنهنجي طرف ڇڪايو هو، سو اوم منڊليءَ جو هو. انڪري خود الله بخش جي وزارت خطري ۾ اچي ويئي. اوم منڊليءَ جي نالي سان يتيم، بيوه، مصيبت زده هندو عورتن لاءِ هڪ مذهبي ۽ اخلاقي درسگاهه کوليو ويو هو، جو دادا ليکراج نالي حيدرآباد جي سنڌ ورڪيءَ جي زير نظر ڪم ڪري رهيو هو.

جتي گهر جي ڏکين، ناراض ٿيل، يتيم ۽ بيوه عورتن کي پناه ڏني ويندي هئي، اتي گهڻين عورتن جي ڪئي ٿيڻ ڪري پائيند ڪلاس کي پنهنجو گهرو زندگيءَ جي جي درهم برهم ٿيڻ جو خطرو پيدا ٿيو، تنهنڪري ان جي برخلاف هڪ منظم ايجيٽيشن ۽ پڪار شروع ڪري، گهر ڪئي ويئي، ته ان منڊليءَ تي بندش وجهي، ان لاءِ صدها عورتون ۽ مرد بک هڙتال ۽ ستياگره ڪري سنڌ اسيمبلي هال اڳيان اچي ويهي رهيا. مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ کي ان ڳالهه جو پورو احساس هو، ته هن آزاديءَ جي زماني ۾ هڪ منڊلي، جا يتيم خانه ۽ مذهبي درسگاه جو ڪم ڏيئي رهي آهي، صرف هڪ فرقي جي ناپسنديءَ سبب قانون بند ڪرائڻ نامناسب گهر هئي، اتي گڏ ٿيل سڀ زالون پنهنجي رضامنديءَ ۽ خوشيءَ سان علمي ۽ روحاني فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ رهيل هيون. تنهنڪري ليگ وارن غير طرفدار رهڻ کي زياده مناسب سمجهيو. ليڪن جڏهن مسٽر چيٿمل پرسرام جهڙي صوفي منش ۽ مخلص ملڪي ڪارڪن هندن جي وفد سان گڏجي اچي مسلم ليگ ميمبرن کي چيو، ”هي سوال هندو سوسائٽيءَ جي گهرو زندگيءَ ۽ امن ۽ آرام سان واسطو رکندڙ آهي، ۽ هندن جي ڪثرت راءِ ان منڊليءَ کي نقصانڪار سمجهي ٿي“ ته ان حالت ۾ اقليت جي حفاظت لاءِ لڙندڙ مسلم ليگ لاءِ اهو ضروري هو، ته هندن جي ڪثرت راءِ کي عزت ڏيئي ان جي مدد ڪري. اسان انهيءَ دليل ۾ وزن ڏسي ۽ هندن جي جذبات کي لحاظ ۾ رکندي، کين مدد ڪرڻ جو واعدو ڪيو. وزارت کي موجوده قانون مطابق ڪو اهڙو طريقو ڪونه ٿي سجهيو، ته منڊليءَ کي بيقاعده ٺهرائي بند ڪري سگهن، انڪري هنن هندن جي گهر مڃڻ کان انڪار ڪيو. جڏهن هندن کي اسانجي مدد جو واعدو مليو، ته انهن سندن عيوضي هندو وزيرن کي الله بخش وزارت مان استعفي ڏيئي ٻاهر نڪري اچڻ لاءِ مجبور ڪيو. انهن حالتن جي بنياد تي وزارت

۾ بي اعتباريءَ جو نهراءُ پيش ٿيو. هن سوال هلندي وزارت جي طرف مسلم ليگ پارٽيءَ جي ڪارڪنن سان ملي ڇيو، ته اوم منڊليءَ جي آڙ ۾ هندو سندن طبقاتي مفاد جون گهرون وزارت کان قبول ڪرائڻ گهرن ٿا.

هنن هندن کان ايتري قدر بيزاري ڏيکاري، جو هندو وزيرن جون خالي ٿيل جايون هو مسلم ليگ وارن کي آڇڻ لڳا، ۽ اهو به چيائون ته جيڪڏهن اسان سندن مدد نه ڪئي، ته لاچار ٿي هنن کي هندن جي گهرن کي قبولڻو پوندو ۽ انهيءَ جي سموري جوابداري مسلم ليگ پارٽيءَ جي غلط پاليسيءَ تي پوندي، پر مسلم ليگ پارٽيءَ وارن پنهنجي هندن سان ڪيل واعدي تي قائم رهي وزارت کي مدد ڪرڻ کان انڪار ڪيو. هنن کي ڪو وهم ۽ گمان به نه هو؛ ته ان طرح سان هندو ميمبر سندن مدد جو ناجائز فائدو وٺندا. ان سموري معاملي ۾ هندو ميمبرن اهڙي بي آرامي ڏيکاري؛ جو معلوم پئي ٿيو ته هو اصول لاءِ لڙي رهيا هئا. وزارت ڊر جڏهن اسان مان نااميد ٿي؛ ته وري هندن جي راضي ڪرڻ لاءِ ڪوشش شروع ڪيائون ۽ آخر ۾ هندن جا شرط قبول ڪري انهن کي ٺاهي ڇڏيائون. اسان کي خبر تڏهن پيئي؛ جڏهن هندو ميمبر ۽ وزير اسيمبليءَ سيشن هلندي؛ وري وزارت جي بينچن تي ويٺا؛ اڳتي هلي اسان کي معلوم ٿيو؛ ته جنهن وقت هندن اسانکي پنهنجي پڪتي ارادو جو يقين پئي ڏيارڀو؛ ساڳي وقت ۾ سندن ڪن شرطن تي وزارت سان ٺهڻ لاءِ ڪوشش به جاري هئي، اسانکي ڏوڪي ۾ ۾ رکي؛ مسلمانن جي اختلافن جو فائدو وٺي؛ پنهنجا مقصد حاصل ڪيا.

خود ڪانگريس ميمبرن مان به ڪيترا ان سازش ۾ شريڪ هئا. البت مسٽر چيٿمل کي سندن اهڙي روش ڪري سخت ارمان ٿيو. اوم منڊليءَ جي سوال پوري ٿيڻ کانپوءِ ترت هنومان مندر جو سوال پيدا ٿيو. اهو هڪ سرڪاري پلاٽ بنسبت

هو. جتي هڪ هندو ٻائي ڪراچيءَ جي آلتري ميدان تي بنا اجازت مندر ٺاهي قبضو ڪيو هو. سرڪار طرفان انکي دخل ڪيڻ لاءِ گهڻائي نوٽيس ۽ منع ناما نڪتا، پر هي انهيءَ جاءِ تي ويٺو رهيو. جنهن تي لاچار ٿي سرڪار کي زوريءَ اهو دخل ڪڍائڻو پيو. هندن ان تي هڪ شاهي سرگشت ڪڍي وڏو شور مچايو، ۽ حڪومت کي دڙڪا ڏنا، ته جيستائين سرڪار سندن سوال نه مڃيندي، هو سانت نه ڪندا. جيتوڻيڪ هندن جي اها گهر ٻي واجبي هئي ۽ سرڪار حق بجانب هئي ته به اسان هندن جي مذهبي جذبات جو لحاظ رکندي غير جانبدار رهياسون. جيئن هنن کي شڪايت جو وجهه نه ملي، ازان سواءِ اهو سوال حڪومت ۽ هندن جي وچ ۾ هو ۽ اسان جو ان سوال سان ڪو واسطو به نه هو. اهو قصو جلدئي خاطرخواه نموني ٺهي ويو، جڏهن وزارت هندن جي مرضي پٽاندر فيصلو ڪري ڪم ٺاهي ڇڏيو.

---

# فصل چوٿون

## جيل جي ڪوٺڙيءَ ۾

"قيدالماءَ ڪهن جو، سو مون پاند پيو!

هنومان مندر جي سوال فيصل ٿيڻ کان سگهوئي پوءِ سنڌ جو سکر منزل گاه وارو وڏو واقعو رونما ٿيو، جنهن سياسي اهميت حاصل ڪري حالتون اهڙي ڪڙيءَ تي آنديون، جن مان افسوسناڪ نتيجا نڪتا، اهو سوال مسلمانن هنومان مندر جي سوال کي ڏسي ڪونه پيدا ڪيو، هي تحرڪ گهڻو جهونو هو ۽ ان کي هٿ ۾ ڪنئي ٻه ڏهه پندرهن ورهيه گذري چڪا هئا صوبي سنڌ مسلم ليگ ڪانفرنس منعقده آڪٽوبر ۱۹۳۸ع ۾ ٻه هي سوال پيش ٿيو. ممڪن آهي، ته جڏهن مسلمانن سنڌ سرڪار کي هندن جي هنومان مندر جهڙي ناجائز سوال تي ٻه جهڪندو ڏٺو، تڏهن پنهنجي واجبي گهر کي حل ڪرائڻ لاءِ منظم طريقي تي تحريڪ هلائي هندن وانگر ڪامياب ٿيڻ لاءِ نئين سر جوش جاڳيو هجين، ساري قصي جو تفصيلوار بيان ڪرڻ ڏکيو ۽ بي موقعي ٿيندو، هتي صرف اهي حقيقتون پيش ڪندس، جي سڌارن ڪانپوءِ رونما ٿيون ۽ انهيءَ سلسلي ۾ جيڪي سياسي واقعات پيدا ٿيا. جڏهن سڌارن بعد حڪومت ماڻهن جي چونڊيل وزيرن جي هٿ ۾ آئي، ته سکر جي مسلمانن ۾ اميد پيدا ٿي، ته انگريز حاڪمن هٿان جيڪڏهن کين سندن حق پلئه نه پيو، ته ممڪن آهي هاڻ سندن وزير، اها جڳهه جنهنکي هو مسجد ڪري سمجهيو ٿي، سا موٽائي ڏين. انڪري هن اهو سوال وزيرن اڳيان پيش ڪيو، مارچ ۱۹۳۹ع کان اڳ هن معاملي

۾ صرف سکر جا مسلمان دلچسپي وٺندڙ هئا ۽ ان کي صوبيوار اهميت حاصل نہ هئي، پر آتي جي مکاني مسلمانن جڏهن ڏٺو، تہ هندن جي مخالفت ڪري حڪومت سندن گهر بنسبت ڪوبہ فيصلو نٿي ڪري، تہ هنن ڊسٽرڪٽ مسلم ليگ کي اهو سوال هٿ ۾ کڻڻ لاءِ عرضداشت ڪئي، حاجي عبدالله هارون (مرحوم) صوبي سنڌ مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ سرزمين تي حقيقت حال معلوم ڪري اهو سوال صوبي سنڌ مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ اڳيان پيش ڪيو، اتي مون هيٺين سببن ڪري انجي مخالفت ڪئي:-

١- جنهن صورت ۾ هي مسجد جي واپسيءَ جو سوال مذهبي ڳالهين سان واسطو رکندڙ آهي، انڪري جميعت‌العلماءَ وارن لاءِ ڇڏجي، تہ هو جهڙي طرح اڳ ۾ ئي ان ڪم ۾ دلچسپي وٺي رهيا آهن، اهڙيءَ طرح ڪوشش ڪندا رهن؛ ۽ مسلم ليگ صرف پاڻ کي سياسي ڳالهين تائين محدود رکي.

٢- الله بخش وزارت مسلم ليگ جي برخلاف آهي؛ جيڪڏهن مسلم ليگ اهو سوال هٿ ۾ کڻندي؛ تہ انڪري ممڪن آهي تہ سياسي اختلافن جي آڙ ۾ هن واجبي سوال جي حل ۾ ٿيڻ ۾ ڪي رنڊڪون پون.

٣- هندو اڳ ۾ ان سوال جي مخالفت ڪري رهيا آهن؛ اهي مسلم ليگ جي دست‌اندازي جو بڌي وڌيڪ منظم طرح سان مخالفت ۾ زور لائيندا ۽ هي رواجي سوال اجائي سياسي اهميت وٺي ويندو.

٤- الله بخش وزارت ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروه جي آڌار تي هلندڙ آهي، سا متين جماعتن جي اثر ڪري ممڪن آهي تہ ان سوال کي رد ڪري ڇڏي، جنهنڪري مسلم ليگ جي بدنامي ٿئي.

٥- هڪ دفعي سوال هٿ ۾ کڻڻ بعد ممڪن هو، تہ سوال ان اهميت کي پهچي، جو ستياگره ڪرڻو پوي، تنهنڪري

اهڙي معاملي ۾ هٿ وجهڻ کان اڳ آل انڊيا مسلم ليگ جي منظوري وٺڻ ضروري آهي، ۽ ان کان اڳ ڪوبه فيصلو نه ڪجي. ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن ۾ ان سوال تي ايترو جوش هو، جو منهنجي اعتراضن کي پڌو اڻ پڌو ڪري ڇڏيائون ۽ گهڻي ڪثرت راءِ سان فيصلو ڪيو ويو، ته منزل گاه جو سوال صوبي سنڌ مسلم ليگ هٿ ۾ کڻي سرڪار سان لڪپڙهه شروع ڪري ورڪنگ ڪاميٽيءَ کي ان فيصلي ڪرائڻ لاءِ اپر سنڌ جي مسلمانن جي عام راءِ جو گهڻو دخل هو.

معلوم ائين پئي ٿيو، ته جيڪڏهن مسلم ليگ اهو سوال هٿ ۾ نه کڻندي، ته انجي وقار عوام اڳيان ڪري پوندو، ۽ جميعت‌العلماءَ جو اثر وڌي ويندو. ورڪنگ ڪاميٽيءَ طرفان هڪ وفد ڏاهيو ويو، جنهن ڪيترا دفعا خانبهادر الله‌بخش وزيراعظم سنڌ سان ملاقات ڪري سندس توجهه ان مسئلي ڏي ڇڪايو ۽ گهر ڪئي، ته اها مسجد مسلمانن جي حوالي ڪئي وڃي، ليڪن باوجود وعدن جي ته ”ان بابت جلد فيصلو ڪيو ويندو“ هو ڪوبه فيصلو ڪري نه سگهيو: آخر مسلم ليگ مجبور ٿي هڪ ”منزل گاه ريسٽوريشن ڪاميٽي“ مقرر ڪري سمورو معاملو ان جي سپرد ڪيو. اول ۾ مونکي ان ڪاميٽيءَ تي نه رکيو ويو: ان ڪاميٽيءَ طرفان ٺهراءُ ڪري سرڪار کي اطلاح ڏنو ويو، ته جيڪڏهن منزل گاه بابت جلد فيصلو نه ڪيو ويو، ته ڪين مجبور ٿي ان جي حاصل ڪرڻ لاءِ ستياگروه ڪرڻو پوندو.

ان وچ ۾ ڇا وهيو واپرايو: اهو ڏکهو قصو آهي: ان جو تفصيل وار احوال سکر فسادن ۽ منزل‌گاه لاءِ مقرر ڪيل ٽربيونلن جي رپورٽن مان ملي سگهندو: هتي صرف هي پڌائڻ ڪافي ٿيندو: ته آخرين تاريخ تائين سرڪار فيصلو نه ڪري سگهي: ۽ ريسٽوريشن ڪاميٽي مجبور ٿي پهرين آڪٽوبر ۱۹۳۹ع ۾ ستياگره شروع ڪيو: ٽن ڏينهن اندر اٽڪل هزار کن ماڻهو ستياگره ڪري جيل ۾ ويا: ۽ ڪئين هزار وڌيڪ ستياه‌گرهي جيل وڃڻ لاءِ

تيار ويٺا هئا؛ پر سڀني کي عجب لڳو؛ جڏهن ۱۳ آڪٽوبر ۱۹۳۹ع تي سکر جي ڪليڪٽر سڀني ستياگرهن کي ڇڏي ڏنو؛ ۽ وڏيڪ گرفتاريون بند ڪري پوليس جا پهرا مسجد منزل گاهه جي حدن مان ڪڍي مسلمانن جي حوالي ۾ ڇڏي ڏني؛ انڪري مسلمانن سمجهيو؛ ته سرڪار سندن گهر قبول ڪئي آهي؛ ۽ هنن خوشيون ملهايون. پر جلدئي سندن پيدا ٿيل خوشي بدلجي رنج جي صورت ۾ نمودار ٿي؛ جڏهن کين معلوم ٿيو؛ ته مسجد مسلمانن کي ڪانه ملي آهي؛ بلڪ سندن جوش جهڪي ڪرڻ لاءِ وزارت سياسي چال هلي مٺيون طريقو اختيار ڪيو آهي. وزارت جو خيال هو؛ ته گهڻو وقت هزارها مسلمان مسجد ۾ رهي نه سگهندا؛ ۽ جوش ٿڌي ٿيڻ بعد جڏهن هو گهرن ڏي هليا ويندا؛ ته سرڪار مسجد ٻيهر قبضي هيٺ آڻي ڇڏيندي. پر وزارت حالتن جو غلط اندازو لڳايو هو، ماڻهن جي دلين تي ان سوال ڪيترو گهرو اثر ڪيو هو، تنهنجي کين صحيح معلومات نه هئي. جيڪي حالتون انهيءَ قدم کڻڻ ڪري پيدا ٿيون هيون، سي آخر تائين سڌري نه سگهيون. مسلمان ساڳيءَ طرح پنهنجي ارادي تي قائم رهيا، ته مسجد کي مڪمل طور حاصل ڪرڻ کانسواءِ هو ماٺ نه ڪندا. ٻي طرف هندن سرڪار جي مٿان زور آندو ته مسلمانن کي مسجد مان ڪڍيو وڃي. عجب هن ڳالهه تي هو، ته هي معاملو جنهن ۾ سرڪار ۽ مسلمان ٻه ڌريون هئا، ۽ هندن کي واجبي طرح مان دست‌اندازي ڪرڻ لاءِ ڪوبه سبب نه هو، تنهن ۾ صرف آزاد هندو گروه جي ميمبرن دلچسپي ورتي، ليڪن ڪانگريس پارٽي جي ميمبرن به هندو ووٽرن کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪافي حصو ورتو. هنن قانون جي عزت برقرار رکڻ جي نالي ۾ سرڪار تي زور آندو، ته مسجد کي مسلمانن جي بي‌قاعدي قبضي ۾ نه ڇڏيو وڃي. جيستائين مسلمانن جو تعلق هو، هنن اڳيئي فيصلو ڪري ڇڏيو هو، ته سرڪار جي آخرين فيصلي ڪرڻ کان اڳ هو خوشيءَ سان قبضو نه ڇڏيندا، ۽ هر وقت

جيل ۾ وڃڻ لاءِ تيار هئا. آخر سرڪار رواجي طرح مسلمانن
کي گرفتار ڪرڻ جي عيوض زوريءَ ٻاهر ڪڍڻ جو فيصلو
ڪيو، ان ساري عرصي ۾ مسلمانن نهايت تحمل کان ڪم ورتو،
۽ ڪوبه تشدد يا بيواجبي هلت جو واقعو هنن کان سرزد نه
ٿيو. ان عرصي اندر سرڪار جي ڪمزور پاليسيءَ ڪري هندن
مسلمانن جا تعلقات وڌيڪ خراب ٿيندا ويا، خصوصاً هندن جي
انهيءَ سوال واسطي سکر ۾ مشهور مهاسڀائي ليڊر مونجي جي
زير صدارت ڪانفرنس سڏائڻ پرنديءَ باهه تي تيل جو ڪم ڏنو.
صوبي مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ لاءِ آءٌ
۱۵ آڪٽوبر ۱۹۳۹ع ڌاري ڪراچيءَ ويس جا منزلگاهه سوال
تي غور ڪرڻ لاءِ سڏائي ويئي هئي. ان وقت تائين ستياگره
تحريڪ ۾ مون ڪو عملي قدم نه کنيو هو؛ جڏهن ڪراچي
ويس، ته به ان خيال جو هوس، ته سرڪار جيڪڏهن فيصلي
ڪرڻ لاءِ وڌيڪ مهلت گهري ته ڏيڻ گهرجي. پر ڪراچي
پهچڻ تي مونکي معلوم ٿيو ته هڪ ڏينهن اڳي ۱۴ تاريخ
سنڌ جي گورنر هڪ آرڊيننس جاري ڪيو هو، جنهن موجب
اختياري وارا ڪنهن کي به ٻن مهينن لاءِ نظربند ڪري ٿي
سگهيا. سرڪار کي خيال هو ته انڪري حالتون درست ڪري
سگهندا، ليڪن پوءِ جا واقعات ڏيکارين ٿا؛ ته سندن اهو قياس
ٺيڪ نه هو. حالتون پاڻ روز بروز خراب ٿينديون ويون؛ ۽ سڄو
مهينو آرڊيننس عمل ۾ اچي ڪين سگهيو. جڏهن مون آرڊيننس
جو ٻڌو؛ ته محسوس ٿيم؛ ته حالتون نازڪ درجي تي پهچي
چڪيون آهن. سرڪار جو خيال هو ته ان ڪري مسلم ليگي
ليڊر ڊڄي ويندا، يا ڪين گرفتار ڪرڻ ڪري مسجد وارو تحرڪ
،ليڊرن جي رهنمائي کانسواءِ ناڪامياب ٿيندو. هوڏانهن وزارت
ان کانپوءِ ظاهر ڪرڻ لڳي ته مسلمان بنا شرط شروط جي مسجد
جو قبضو ڇڏي ٻاهر نڪري اچن، پوءِ وزارت پاڻهي فيصلو
ڪندي؛ جنهن لاءِ به ڪو مدو مقرر ڪرڻ کان انڪار ڪيائون؛

انهن حالتن هيٺ مسلمانن لاءِ عزت وارو رستو صرف هي هو، ته مسجد جو قبضو نه ڇڏين، ۽ پاڻ کي گرفتاري لاءِ آڇيندا رهن. جڏهن سون ڏٺو، ته مسلمانن ۽ مسلم ليگ جو شان ۽ عزت خطري ۾ آهن، تڏهن منزل گاهه تحريڪ ۾ عملي طرح حصو وٺڻ پنهنجو فرض سمجهيم. اهڙي طرح ريسٽوريشن ڪاميٽيءَ تي آيس، ۽ ٿوري وقت ۾ مون کي ستياگره ڪيمپ جي نظام درست ڪرڻ لاءِ جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو؛ ۽ آخر وقت تائين انهيءَ چارج ۾ رهيس. هتي سوال اٿي ٿو؛ ته جڏهن سنڌ ۾ ڪيئي مسجدون هن ڪان وڌيڪ وڏيون ۽ سٺيون پنا سنڀال جي زبون حالت ۾ پيون آهن؛ ته پوءِ ڇو خوامخواه هيتري قدر جدوجهد هن مسجد لاءِ ڪئي ٿي ويئي؟ انجو جواب منهنجي سمجهه موجب هيٺيون ڏي سگهجي ٿو ته:- ”اصل ۾ هن جڳهه کي برٽش سرڪار سنڌ تي قبضي بعد سرڪاري حوالي ۾ ورتو هو، ۽ ان جي واپسيءَ لاءِ گهڻو صرف سکر جي مسلمانن ڪئي هئي، ليڪن موجوده صورت ۾ هي سوال ٻيا به پهلو اختيار ڪري چڪو هو. جهڙوڪ هندن جي ان سوال ۾ واسطي نه هئڻ جي هوندي به مداخلت ڪرڻ، ۽ سرڪار جو هن معاملي ۾ فيصلي ڪرڻ ڪان نٽائڻ. جڏهن تازو اوم منڊليءَ ۽ هنومان مندر جي سوالن ۾ وزارت هندن جي مرضي موافق ترت فيصلا ڪيا هئا.“

ان وقت ان معاملي کي مسلمانن جي عزت ۽ حق جو بجاءِ هڪ طرف ۽ هندن جي سياسي ڊڪٽيٽري اڳيان سر تسليم خم نه ڪرڻ، ٻي طرف ڪري ڏي ليکيو ويو، ان حالت ۾ مسلمانن جو پوئتي هٽڻ سندن قومي عزت ۽ وقار جو مٽيءَ ۾ ملڻ جي برابر هو. آخر ١٩ نومبر جي صبح جو ١٢ بجي سرڪار سونکي پنهن ستياگرهي ليڊرن سان گڏ گرفتار ڪري وٺي اچي حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ بند ڪيو. اسان جي گرفتاريءَ ڪانپوءِ جلدئي مسجد ۾ ويٺل پرامن ستياگرهين کي جيل موڪلڻ جي عيوض لٺيون هنائي، گهوڙن واري گنس ڪتب آڻي، زوريءَ

مسجد جو قبضو سندن هٿن مان کسيو ويو. ساڳي ڏينهن ملڪ ۾ هندو مسلم فساد شروع ٿي ويا، جنهن ۾ ڪيترين بيگناه جانيون تباه ٿيون، ڪيتري ملڪيت ناس ٿي ۽ سنڌ جي صاف نالي تي بدنامي جو داغ آيو. جڏهن ۹ تاريخ سون کي گرفتار ڪيو ويو، تہ مون سان گڏ آغا نظرعلي پٺاڻ، محمد ياسين، مسٽر نعمت الله قريشي بہ گرفتار ڪيا ويا. هيءَ ڳالهہ اوچتي نہ ٿي، اسان اڳي سامان پڌ٭و تيار ٿيو ويٺا هئاسون اسان کي موٽر بس ۾ چاڙهي روهڙي ڪئنال ڏئي سڌو حيدرآباد ۲ بجي رات جو وٺي آيا. ٻئي ڏينهن ست ڄڻا ٻيا بہ اسان جا دوست جي ان تحريڪ سان واسطو رکندڙ هئا، گرفتار ڪري اسان گڏ جيل ۾ رکيا ويا ويا جن مان مکيہ هيٺيان هئا:- شيخ واجدعلي صاحب وڪيل شڪارپور ڊڪٽيٽر منزل گاه تحريڪ ۲- قاضي فضل الله صاحب ضلع مسلم ليگ لاڙڪاڻي جو صدر ۽ مشهور وڪيل ۳- آغا غلام نبي پٺاڻ زميندار سلطان ڪوٽ ۴- پير غلام مجدد سرهندي شڪارپور وارو ۵- سيد صادق علي شاه شڪارپور ۶- شيخ اختر علي شڪارپور. اسان جي گرفتاريءَ جي خبر پڌي حيدرآباد جا دوست ۽ مکيہ شهري ماڻهو اسان کي ملڻ آيا، ۽ اسان جي کاڌي جو بندوبست حڪيم شمس الدين صاحب جي نظرداريءَ هيٺ شهرطرفان ڪيو ويو. مسٽرمنگهارام ٽلهراماڻيءَ اسان سمورن جي نيرن جو انتظام پنهنجي ذمي ڪنيو، ۽ ڪيترن اسان جي ملڻ وارن ملاقاتين کي باوجود هندن جي سخت مخالفت جي بہ پاڻ وٽ رهايو ٿي. جيل اختياريءَ وارا مسٽر پلنڪيٽ سپرنٽينڊنٽ جي حڪم پٽاندر اسان کي جيل ۾ هر طرح جي سهوليت ڏيڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا، رواجي طرح قيدين کي رات جو بند ڪندا هئا، ليڪن اسان کي ڪليل ڇڏيو ويو هو. گهڻو ڪري جيل جي عام بندشن کان اسان کي آزادي هئي. جيل ۾ اسان ڏٺو، تہ عام قيدين سان جيل جي هيٺين عملي ۽ پوليس تمام سخت بي رحميءَ جهڙو ورتاءُ ٿي ڪيو، رشوت عام جام هئي؛ جيل

مئنوئل جي سخت قانونن رشوت وٺندڙ عملي کي خاص سهوليتون پيدا ڪري ڏني ڏنيون، قانون موجب پڙهيءَ ڇڪڻ جي منع هئي، پر پڙيون عام جام قيدين ۾ ڇڪيون؛ اهو سڀ ڪم هيٺين عملي جي راضي ڪرڻ سان پئي ٿيو؛ آفيسر ۽ عملو پڙيون ڇڪين، ليڪن قيدين لاءِ ساڳي ڳالهه جي بندش ان جو مطلب ئي سمجهه ۾ نه آيو. رشوت جو مکيه ذريعو ملاقاتون هيون، ڪيترا قيدي ۽ انهن جا مائٽ اڻ پڙهيل هئا، جي قاعدي قانون مان واقف نه هئڻ ڪري عملدارن جي رحم ۽ ڪرم تي هئا. ڪئين ماڻهو دور دراز مسافريون ڪري اچيو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ٻاهر آس ۽ مٺيءَ ۾ وهندا هئا. پوءِ به شيخن جي ٻاهران سيٽي قيدين جي ڪڏ ملاقات ٿيندي هئي ۽ ڪي ويچارا نه آفيسرن کي خوش نه ڪرڻ جي حالت ۾ موٽي ويندا هئا.

ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو؛ ته جيل جا قانون ڄاڻي واڻي اهڙا ڏاهيا ويا هئا، جو قيدين مان نازڪ جذبا فنا ڪري، کين جانورن وانگر سخت دل ڪري ڇڏين، هرڪا ڳالهه منجهائن عزت غيرت ۽ خود داريءَ جي احساس کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪئي ٿي ويئي. تنهنڪري ان ۾ عجب ڪونه هو ته جيڪي قيد مان آزاد ٿي ٿيا؛ سي سوسائٽيءَ لاءِ چڱا خيالات کڻي نڪرڻ بدران غصي ۽ انتقامي جذبي سان ٻاهر ٿي نڪتا، جيل جي روزانه زندگي خشڪ ۽ بي لطف هئي. ڪڏهن ڪي قيدي تنگ ٿي فساد ڪرڻ سان ان ۾ ڪجهه چرپر پيدا ڪندا هئا؛ ورنه هو رات ڏينهن بنا ڪنهن ونڊر ۽ تفريح جي بنديخاني جي زندگي پيا گذاريندا هئا. نه پڙهڻ پڙهائڻ جو بندوبست هو، ۽ نه اخلاق جي درستيءَ لاءِ انتظام هو؛ کاڌو خراب ملندو هون؛ خصوصاً اهڙا ردي گيهه ۽ ٻاجي؛ جو ان جو اثر هنن جي شڪلين مان پيو ظاهر ٿيندو هو. اسان جي جيل جي زندگي آرام سان گذري؛ هفتي ۾ ٻه دفعا ملاقات ٿيندي هئي؛ ۽ ان لاءِ دل ڏاڍو پئي گهرندي هئي؛ انڪري جيل جي خشڪ زندگيءَ ۾ تبديلي

محسوس ڪندا هئاسون. اسان دوستن ۽ پبلڪ جي همدرديءَ جا مشڪور رهنداسون؛ جن اسان سان وقت بوقت سان لاءِ گهڻي دلچسپي ٿي ڏيکاري؛ اسان ڊوري جيل جي عرصي ۾ ملاقاتن سان جا خوشي ۽ همدردي محسوس ڪئي ٿي؛ تنهن سان اسان کي پتو ٿي پيو ته جي ماڻهو ورهين جا ورهين جيل ۾ رهن ٿا؛ تن کي ملاقاتن جي سهوليت نه هئڻ ڪري ڪيڏي نه اذيت پهچندي هوندي! ايڏي عذاب کان پوءِ ڇٽڻ بعد هنن ۾ اها اميد رکڻ فضول آهي؛ ته هو ان سوسائٽي جا خير خواه ڏيندا؛ جنهن سان هيڏا ويل وهايا هجن. جا حڪومت نه ماڻهن جي گذر جو انتظام ڪري ٿي؛ ۽ نه سسڪيني؛ جهالت؛ ۽ بداخلاقي جي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي؛ ۽ رڳو ۽ بد اخلاقي جي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿي؛ جماعت جي مٿئين طبقي جي سلامتيءَ ۽ سک لاءِ پنهنجو سمورو ڪاروبار هلائي ٿي؛ جڏهن ماڻهو اهڙين حالتن کان تنگ اچي ان سرڪار جي ناجائز قاعدن کي ٽوڙين ٿا؛ ۽ جماعت جي موجوده غير منصفانه نظام جي برخلاف بغاوت ڪن ٿا؛ ته اهڙين حالتن هيٺ کين جيل سو ڪاڻ سان فائدي جي بجاءِ نقصان ڏيڻ جو انديشو آهي.

اتي کائڻ، ورزش ڪرڻ، پڙهڻ ۽ آرام ڪرڻ منهنجي تندرستيءَ کي گهڻو فائدو پهچايو. جيل جي ايڪونجاه ڏينهن ۾ ست پائونڊ تور ۾ وڌيس.

اسان جي گرفتاريءَ بعد سکر ۽ ان جي آس پاس فساد پکڙجي ويا؛ جيتوڻيڪ اخبارن ۾ خبرون ڪونه ٿي ڇپيون؛ ته به جيل ۾ خبرون اچيو ٿي پهتيون، خونن ۽ باهين جا جيڪي واقعات ٿيا ۽ جنهن نموني ٿيا، تن اسان جي دل تي ڏاڍو اثر ڪيو؛ ۽ انهن حالتن کي مدنظر رکندي؛ جيل ۾ اسان فيصلو ڪيو؛ ته امن اسان جي پيدا ڏڻ تائين ستياه گره تحريڪ مهمل ڪجي.

گورنر جي آرڊيننس مطابق اسان کي جيل ۾ بنا دريافت جي

بہ مهين کان وڌيڪ نظربند رکي نہ سگهيا. سرڪار سوڙهي
کي سامهون وقت آزاد ڪرڻ جي بدران جدا جدا تاريخن تي
رها ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، جو شايد ڪين عام مظاهرن ٿيڻ جو
گمان ڏسڻ ۾ آيو ٿي. مون کي ٩ جنوري ١٩٤٠ع تي حيدرآباد
جيل مان آزاد ڪيو ويو، جتان سڌو ڳوٺ سن ۾ آيس ۽ اتي
هڪ مهينو رهيس. ڳوٺ جي سانتيڪي ۽ آرام واري ماحول
۾ مون صوبي جي سياسي حالتن تي نئين سر غور ڪيو. فساد
گهٽجي ويا هئا، ليڪن باه صفا وسامي ڪانہ هئي. وقت جي
وزارت امن امان رکڻ ۾ ناڪامياب ٿي هئي، ماڻهن جو ايمان
سنجهانئس ڻٽي چڪو هو. هوڏانهن هندن توڙي مسلمانن فسادن
ڪري گهڻو ڪجهہ سٺو هو. گذريل ٻن سالن اندر هندو ميمبرن
پنهنجي طبقي جي مفاد پهچائڻ خاطر سنڌ اسيمبليءَ جي مسلمان
ميمبرن جي خود غرضي ۽ اختلاف جو فائدو وٺي جو ڪجهہ
ڪيو هو، ان جو عوام کي تجربو ٿي چڪو هو. هندو ميمبرن جي
سدائين اها ڪوشش هئي تہ وزارت سندن رحم ڪرم تي رهي،
جيئن عوام جي ڀلي جا قانون پاس نہ ٿي سگهن. هنن پنهنجي
اتحاد ۽ سجاڳيءَ جو فائدو وٺي نہ صرف وزارت کي سنڌ جي
عوام جي ترقيءَ لاءِ ڪو ڪم ڪرڻ نہ ٿي ڏنو، بلڪ آل
انڊيا سياسي مسئلن جي لاءِ بہ پنهنجي خاص پوزيشن جو فائدو
وٺي مسلمانن جي هڪ گروه کي پنهنجي مفاد خاطر استعمال
ڪرڻ لڳا، انهن تلخ تجربن جي باوجود سکر جي افسوسناڪ
واقعن اسان جي دلين ۾ گهڻو ڦيرو آندو، ۽ اسان کي عام هندن
لاءِ همدردي پيدا ٿي، جن پنهنجي ليڊرن جي غلط پاليسيءَ
ڪري ناحق نقصان سٺو هو. آخر بہ اسين اڪثريت هئاسون ۽
هو اقليت هئا، سندن حفاظت ڪرڻ اسان جو فرض هو. اسان جا
ڪيترا رفيق اتحاد ۽ دوستيءَ جو هٿ ڊگهيرڻ لاءِ تيار هئا، ۽
ڏٺو ويو تہ هندن ۾ بہ ڪي سمجهدار ۽ دورانديش هاڻ هن
راءِ جا ٿيا هئا، تہ مسلمانن جي عوام جي طرفدار گروه سان

گڏجي صوبي جي بهتريءَ لاءِ ڪم ڪجي. ان وقت مسٽر
منگهارام نهلراماڻي ۽ مسٽر چيتمل پرسرام مون وٽ سن آيا ۽
سنڌن گفتگو مان معلوم ٿيو، ته هندن جي مکيه گروه کي محسوس
ٿيڻ لڳو آهي، ته مسلمان ميمبرن جي نفاق مان فائدو وٺڻ جي
پاليسي سنڌن لاءِ نقصان ڪار ثابت ٿي آهي. تنهنڪري منجهانئن
ڪيترا مسلمانن سان پائيدار سمجهوتو ڪرڻ لاءِ خواهان هئا،
مون ساڳيءَ طرح کين پنهنجي راءِ کان واقف ڪيو، ان تي
صلاح بيٺي، ته مونکي ان معاملي تي روشني وجهڻ ۽ راءِ ظاهر
ڪرڻ گهرجي، جو انکري حالتن جي درست ٿيڻ ۾ آساني
ٿيندي، ان تي مون هيٺيون بيان اخبارن ڏي موڪليو:-

"١٩- آڪٽوبر ١٩٣٩ع واري اسان جي گرفتاريءَ کان پوءِ
سکر ۽ ان جي آس پاس ۾ جي واقعا رونما ٿيا آهن، سي نهايت
درد ناڪ آهن. مون کي جيل اندر انهن واقعن جي هندو ۽
مسلمان دوستن خبر ملي، پر جيل کان ٻاهر نڪرڻ بعد پاڻ
وڌيڪ حقيقتون معلوم ڪري سگهيو آهيان، هن بيان ذريعي جن
هندن يا مسلمانن انهن فسادن ۾ سٺو آهي، تن سان همدردي
ظاهر ڪريان ٿو. خصوصا انهن هندن مظلومن سان، جن ناحق
۽ بي گناه نقصان سٺو آهي. هن کان اڳي جيل ۾ هئڻ ڪري
ساڻن همدردي ظاهر ڪري نه سگهيو آهيان، ان لاءِ اميد ته
سڀئي مون کي معاف ڪندا. جڏهن مون منزل گاه تحريڪ ۾
هٿ وڌو، ان وقت مون کي اهڙين خون خرابين پيدا ٿيڻ جو
خواب خيال به نه هو. خون، ڌاڙا ۽ ٻاهيون اسان جي اصولن
جي برخلاف آهن ۽ اهي نندڻ جي لائق آهن. سنڌ صوبو سياسي
دنيا ۾ اڃا سيکڙات آهي؛ تنهن کي مستقبل جي رهنمائي لاءِ
شايد ڪيترن ئي آزمودن مان لنگهڻو آهي. اسان جي گذشته
تڪليفن جو مکيه سبب اسان جي بي تجربي ڪاري ۽ ڪوتاهه انديشي
آهي. قديم وقت کان وٺي هندو ۽ مسلمان سنڌ ۾ درويشن جي
اثر ڪري ڀلائي ۽ محبت ۾ پئي رهيا آهن؛ ۽ آئنده لاءِ به

اسان جي دلي تمنا آهي، تہ ان اتحاد جو بنياد سنڌ مان پکڙي ساري هندستان لاءِ مثال ثابت ٿئي، اسان کي واقعي صدمو ٿو پهچي، جڏهن ڏسون ٿا، تہ سنڌ جي ان مقصد جي راهہ ۾ رڪاوٽون پون ٿيون وقت جي تقاضا آهي تہ سنڌ ۾ ٻنهي جاتين ۾ دائمي سمجهوتو ۽ صلح سانت قائم رهي. منهنجي دلي خواهش آهي، تہ ان لاءِ هرڪا ڪوشش ڪريان، ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ اسان جو صوبو نازڪ دور مان گذري رهيو آهي، آءٌ اهڙي وقت ۾ صوبي جي هر هڪ باشنده کي اپيل ڪندس، تہ هو هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ صلح ۽ دوستي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري، جو اسان سڀ پاڙيسري ۽ سچا سنڌي ٿي رهون".

جيتوڻيڪ هن بيان تي ڪيترن هندو اخبارن نقط چيني ڪئي، ليڪن باوجود ان جي آءٌ فرقيوار ڇڪتاڻ کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهيس.

# فصل پنجون

## الله بخش وزارت جو ڪرڻ

"جنهن ڪاڻ ميان، سي ڪلهي ڪانڌي نه ٿيا"

ڪراچي وڃڻ بعد مون ڏٺو، ته هندن مسلمانن جي وچ ۾ سمجهوتو آڻڻ لاءِ ڪافي مواد موجود هو. جلدئي هڪ ميٽنگ مسٽر ڊينگي سان ٿيڌائيءَ جي جاءِ تي گڏ ٿي. جنهن ۾ سر حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد، خانبهادر کهڙو ۽ آءٌ مسلم ليگ جي طرفان ۽ سکر ۽ شڪارپور پنچاتن جا سکي هندن طرفان گڏ ٿياسون. جتي ڪليل تبادلہ خيالات ڪرڻ بعد گهڻيون غلط فهميون دور ڪري هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح سمجهي سگهياسون. ٿوري وقت اندر هندن ۾ اهو خيال پکڙڻ لڳو، ته امن امان ۽ صلح سانت نہ رکڻ جي حالت ۾ الله بخش وزارت هندن جي مدد جي مستحق نہ رهي آهي.

انهيءَ وقت ڏاري مسٽر نهچلداس هندو وزير سنڌ پنچاتي جي مکيہ عيوضين جي هڪ ميٽنگ حالتن تي غور ڪرڻ لاءِ سڏائي، جن فيصلو ڪري هندو وزيرن کي حڪم ڏنو، ته وزارت مان استعيفي ڏئي وڃي مخالفت ۾ وهن. هندو وزيرن اول ۾ ان ڳهراءَ تي عمل ڪرڻ کان نٽايو، جڏهن هنن محسوس ڪيو، تہ انهيءَ ڳهراءَ کي سندن جاتيءَ جي پوري طرح مدد آهي، تہ هو استعفائون ڏيئي اچي مخالفت ۾ ويٺا. انهيءَ بعد پنچاتن جي فيڊريشن هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي، ۽ انهي کي اختيار ڏنائون، تہ هندن جي حفاظت لاءِ ڪنهن بہ گروه سان گفتگو ڪري

سمجهوتي تي اچي، اما گفتگو ڪيترن ڏينهن تائين هلي. سندن گهر جا مکيه جزا هيٺيان هئا:

١- ٽربيونل مقرر ڪرڻ، ته انڪواري ڪري رپورٽ ڪن ته.

(الف) سکر فسادن لاءِ بنيادي سبب ڪهڙا هئا ۽ ان لاءِ جوابدار ڌر ڪير آهي.

(ب) منزلگاه واري جڳهه مسجد آهي يا نه.

٢- سکر جي فسادن ۾ جن نقصان سٺو آهي، تن کي عيوض ڏيارڻ.

٣- سکر جي فسادن ۾ گرفتار ٿيل ماڻهن جي ڪيسن ۾ دست‌اندازي نه ڪرڻ.

٤- نوڪرين ۾ هندن جو سيڪڙو مقرر ڪرڻ.

٥- فسادن واري ڳوٺن ۾ هندن جي حياتيءَ ۽ ملڪيت جي بچاءَ لاءِ انتظام ڪرڻ.

٦- سکر ۽ شڪارپور ميونسپالٽين ۾ گڏيل چونڊون ڪسي مروج ڪرڻ.

هنن ڳالهين جي دوران ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو سيشن چالو هو، جو خانبهادر الله بخش وزارت ۾ رهيل مسلمان وزيرن سان پئي هليو.

اسيمبليءَ هندي سرڪار طرفان مارڪيٽنگ بل جي رواجي درستيءَ تي وزارت کي شڪست آئي، جنهن تي خانبهادر الله‌بخش (مرحوم) اسيمبلي ۾ اعلان ڪيو، ته جنهن صورت ۾ ڪيس هائوس ميمبرن جي ڪثرت نه آهي، تنهنڪري هو استعفي ڏيڻ وارو آهي ۽ اسيمبليءَ جي ميٽنگ مهمل ڪرايائين. ان ڪانپوءِ سچو مهينو هو وزارت ۾ رهيو، پر گورنر سندس استعفي قبول نه ڪئي جنهن لاءِ ڪهڙا سبب هئا، سي گورنر کي معلوم هوندا.

ان وچ ۾ هندن مسلمانن ٻنهي گروهن سان گفتگو جاري رکي، اسانکي اڳيئي اوم منڊليءَ وارو تلخ تجربو وسريو ڪونه

هو، پر هينئر حالتون بدليل هيون. هن دفعي سنڌ اسيمبلي جي هندو ميمبرن طرفان مکيه پنهنجاتن جا عيوضي گفتگو ڪري رهيا هئا، ازانسواءِ فسادن ڪري جا هندو مسلمانن ۾ تلخي پيدا ٿيل هئي، تنهن ڪي دور ڪرڻ لاءِ اسان اڪثريت جي عيوضي جماعت هئڻ جي حيثيت ۾ پاڻ تي جوابداري ٿي محسوس ڪئي، ان وقت هندن ۾ ٻه گروه هئا. هڪڙي آل انڊيا سياسي مسئلن کي ترجيح ٿي ڏني، ۽ ٻيو خالص سنڌ جي معاملن کي آل انڊيا سياسي مسئلن کان الڳ رکي سنڌي نڪته نگاهه سان غور ڪرڻ لاءِ تيار هو. ٻنهي گروهن ۾ ڪانگريس جا ڪارڪن هئا، پهرئين گروه جو مقصد هو، ته ڪنهن به شرط تي خانبهادر الله بخش سان وري رضا نامون ٿي وڃي ۽ مسلم ليگ سان صلح نه ٿئي، ٻي گروه جي مرضي هئي، ته مڪاني حالتن کي مد نظر رکي مسلم ليگ جماعت جي عيوضين سان سمجهوتو ڪجي. ٻئي گروه پنهنجي نڪته نگاه جي ڪاميابيءَ لاءِ ڪوشش ڪندا رهيا. اسان مسلم ليگ وارن هندن جي ٻوئين گروه سان تعاون ڪرڻ جي ۽ سندن راه مان رنڊڪن دور ڪرڻ جي حتي الامڪان ڪوشش ڪئي. هندن جي وچ ۾ اختلاف راءِ لازما سندن گهرن ۾ اضافو ڪيو، اسان سمجهيو ته جيڪڏهن هڪ دفعي ڪليءَ طرح سان ڪن خاص بنيادي ڳالهين تي هندن ۽ مسلم ليگ ۾ ڏاهه ٿي ويو، ته اهو دائمي ٿيندو، ۽ اهو نه رڳو سنڌ جي بهتريءَ لاءِ مفيد ٿيندو، پر ساري هندوستان ۾ هندو مسلم سمجهوتي لاءِ دروازا کولي ڇڏيندو. انهن ڳالهين کي نظر ۾ رکي اسان هندن جا ذيل ايڪيهه شرط، (جي درحقيقت مسٽر نهچلداس وزيراڻي پنهنجي دوست خانبهادر الله بخش لاءِ تيار ڪيا هئا، قبول ڪيا. مسٽر نهچلداس کي معلوم هو، نه خانبهادر اڳيئي انهن شرطن جي گهڻي حصي سان شامل راءِ هو. تنهنڪري انکي هنن شرطن جي قبول ڪرڻ ۾ مشڪلات نه ٿينديون ۽ الله بخش وزارت قائم

رهندي پر مسٽر نهچلداس جي تجويز ڪامياب نہ ٿي، جنهن لاءِ
سنهنجي سمجهہ موجب هيٺيان سبب هئا:-

١- خانبهادر الله بخش جو شرطن قبول ڪرڻ کان انڪار
ڪرڻ.

٢- اتر سنڌ جي ڪن هندن جو رايو، تہ خانبهادر جي
وزارت امن قائم رکي نہ سگهندي.

٣- آزاد هندو گروه جي ميمبرن ۽ هندو وزيرن ۾ ڦير گهير
ڪرڻ لاءِ سازش.

ڪيترن کي عجب لڳندو تہ جڏهن خانبهادر الله بخش
مٿي ذڪر ڪيل شرطن سان گهڻن سان شامل هو، تہ پوءِ هندن
جي شرطن قبول ڪرڻ کان ڇو انڪار ڪيائين؟ ان حقيقت
کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ پڙهندڙن کي سون سان گڏ وقت
جي حالتن ۽ خانبهادر بنسبت معلومات حاصل ڪرڻ لاءِ هلڻو پوندو.

خانبهادر ڪشاده دل ۽ مضبوط ارادي جو ماڻهو هو. هڪ
دفعو جيڪڏهن هن پنهنجو طريقي ڪار فيصلو ڪري ٿي ڇڏيو،
تہ پوءِ ڪڏهن بہ تڪليف ۽ جفاڪشيءَ جي هن کي پرواه
نہ رهندي هئي. هو هڪ هوشيار سوداگر هو. سيڪنهن ڳالهہ
۾ ڏيڻ ڏيوت ڪري همٿ وجهندو هو، ۽ همٿ وجهڻ کانپوءِ
هر قيمت تي ان کي سرانجام ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو.
سندس خوش خلقي ۽ ڪشاده دسترخوان گهڻن کي گرويده بنائي
ٿي ڇڏيو. هو واڻين وانگر پئسي پائي تي چٻ چيٽ ڪرڻ نہ
ڄاڻندو هو. وزارت ۾ اچڻ کانپوءِ هندو ميمبرن جي مدد کي
ضروري سمجهي، انهن کي راضي رکڻ لاءِ هن عوام جي مفاد جو
پروگرام ڏنو ڪري ڇڏيو. منزل گاه جي سوال ۾ باوجود ان
يقين جي، تہ اها جڳهہ مسجد هئي ۽ مسلمانن جو مٿس حق
هو. هندن جي لحاظ خاطر ان سوال جو فيصلو ڪرڻ ۾ اينگهہ
ڪيائين. آخر ۾ مسلمانن کان مسجد جو زوريءَ قبضو عام
ناراضگيءَ جي پرواه نہ ڪندي خالي ڪرايائين. نہ رڳو ايترو

پر آل انڊيا سياسي سوالن ۾ به هن ڪانگريس سان همدردي ظاهر ڪئي، جن سببني ڳالهين ڪري هن کي مسلمانن جو ناراضپو برداشت ڪرڻو پيو هو.

مسلمان ميمبرن کي پنهنجي طرف ڪرڻ لاءِ جفاڪشي هن کي ڪرڻي پئي ٿي، ان ۾ سموري وزارت جو ڪاروبار ڪيس هلائڻو پيو ٿي. ايتري انتظار ۽ محنت ڪري هن جي تندرستي خراب ٿي چڪي هئي. هن جڏهن ڏٺو ته ميترين ڳالهين هوندي به اهي ساڳيا هندو وقت بوقت رواجي ڳالهين تي سنڌس تڪليفن جو ڪارڻ پئي بنيا. جيئن ته ڊلن جي وڌائڻ، اوم منڊلي ۽ هنومان مندر جا معاملا. هاڻ وري منزل گاه وارو قصو سنڌس اکين اڳيان هو. سڀڪجهه ڪرڻ جي باوجود هندو اخبارن جي نقطه چيني ميمبرن جي گهر گهر هن کي ڪک ڪري ڇڏيو هو. جيترو وڌيڪ راضي ڪرڻ لاءِ ڪوشش ٿي ڪيائين، اوترو سندن طلبن ۾ اضافو ٿي ٿيو، هن کي مسلم لگ ڪارڪنن لاءِ سخت ناراضگي پيدا ٿي چڪي هئي. انهن لاءِ جيڪڏهن سندن خيالن جي ترجماني ڪجي، ته هوند هيئن طرح ٿئي:-

”مسلم ليگي عهدن جي بک ڪري منهنجي مخالفت ڪري رهيا آهن ، پر هنن هندن کي ڇا ڏيو آهي، جو روزانو شرط ڪنيو وينا آهن ۽ پيا تڪليف ڏين؟ مسلم ليگ جي برخلاف هئڻ جي باوجود به انهيءَ سان ملي مون کي پيا تنگ ڪن؛ ۽ اهو محسوس نٿا ڪن، ته سندن ڪري مون ڪيترو نه پاڻ کي بدنام ڪيو آهي! مون گهڻو ئي برداشت ڪيو، هاڻ ڀلي ته پنهنجي بي شڪريءَ جو مزو چکن. ٿوري وقت کانپوءِ هو مون کي ياد ڪندا، درحقيقت مون جيتريون هنن جون ناز برداريون ڪيون، ڪٿي ڪونه سگهندو.“

جڏهن خانبهادر جي دل اهڙي بغاوتي جذبي سان ڀرپور هئي، ته ان حالت ۾ هندن جا شرط نامقبول ڪرڻ عجب جي ڳالهه نه هئي. هڪ خود دار جي حيثيت ۾ هن دفعي هندن جي

غير واجبي روپ ۾ بغاوت ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهيو. ڪيس ان ڳالهه تي عجب ۾ لڳو، ته وڏن سوالن ۾ جڏهن هو هندن جي راءِ مطابق ٿي هليو، ته هروڀرو ننڍين سوالن تي ڪيس ڇو ٿي تنگ ڪيائون. انڪري هن سندن شرط رد ڪيا، ۽ ريڊڪ خانبهادر جي وزارت قائم رکڻ ۾ اپر سنڌ جي پنچاتن طرفان هئي، هنن جي خيال موجب خانبهادر جي پنهنجي طرفن راضي رکڻ واري پاليسيءَ ڪري هندن تي هيڏي مصيبت آئي هئي، ۽ انهي ڪري هو امن امان قائم رکي نه سگهيو آهي. ٽيون سبب اڳين وزارت کي ڊاهي نئين وزارت ٺاهڻ جي فائدي ۾ ڪن هندو ميمبرن جو سندن وزيرن ۾ تبديلي ڪرڻ جو هو، راءِ صاحب گوڪلداس وزير ٿيڻ گهريو ٿي، جنهن ۾ ڪيس ڪيترن پائي بند ميمبرن جي مدد هئي، جيتوڻيڪ آزاد گروه ۾ پائبي بند ميمبرن جو تعداد زياده هو، ته به هن وقت ٻئي وزيريون عاملن جي هٿ ۾ هيون، انڪري وزارت ۾ تبديليءَ جي حالت ۾ وزيرن جي ڦيرگهير ممڪن سمجهي، وزارت جي بدلائڻ لاءِ ڪوشش ٿي ڪيائون. مٿين سڀني سببن ڪري نئين وزارت ٺهڻ لاءِ ميدان صاف ٿيو. ڪو پڇندو؛ ته هندن جا ۲۱ شرط قبول ڪري مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽيءَ کي نيشنلسٽ پارٽيءَ ۾ ملائي اسان ليگ جي اصولن کان هيٺ ڇو لٿاسون؟ ان جي جواب ۾ اسان وٽ هيٺيان سبب هئا، جن ڪري مجبور ٿي مٿيون قدم کنيو ويو هو:-

۱- اسان مان ڪيترا عقيدي موجب مسلم ليگي نه هئا بلڪ اتفاقا سهوليت خاطر ليگ ۾ اچي داخل ٿيا هئا. عقيدي جي عدم موجودگيءَ ڪري اسان کي هميشه اهو ڊپ رهندو هو، ته مشڪلاتن ۽ تڪليفن ڪري هنن مان ڪيترا ليگ ڇڏي ويندا. جنهن مان اسان جي جماعت کي گهڻي نقصان پهچڻ جو امڪان هو.

۲- سکر جي فسادن ڪري هندن کي جو نقصان پهتو

هو، ان جي تلافيءَ لاءِ اڪثريت واري قوم جي عيوضيءَ جي حيثيت ۾ اسان دوستيءَ ۽ صلح جو هٿ هندن ڏي ڏگهيرڻ واجب ٿي سمجهيو؛ خصوصاً جڏهن هنن جي پڙهيل ۽ سمجهدار فرقي جو رخ مسلم ليگ سان صلح ڪرڻ جو هو.

٣- سکر جي فسادن ڪري ڪيترا مسلمان جيلن ۾ موڪليا ويا هئا، جن ۾ ڪيترا ناحق هئا ۽ گهڻن جي گهرن جا سمورا ڀاتي گرفتار ٿيڻ ڪري انهن جي عزيزن جي گذر معاش جو مسئلو پيدا ٿيو هو. انڪري اسان اهو پنهنجو فرض سمجهيو ته هنن جي تڪليف دور ڪرڻ لاءِ انتظام ڪريون، ۽ اهو بندوبست طاقت ۾ اچڻ جي حالت ۾ وڌيڪ سهوليت سان ڪري ٿي سگهياسين.

٤- اسان جي گذشته ڏيڍ سال جي مخالفت ڪري خانبهادر الله بخش کي مسلم ليگ جي ڪارڪنن لاءِ سخت ناراضپو پيدا ٿيل هو. خود منزل گاه تحريڪ کي مسلم ليگ طرفان سنڌس وزارت کي بدنام ۽ ڪمزور ڪرڻ جي نيت سان شروع ڪيل تصور پئي ڪيائين. تنهنڪري سنڌس ۽ هندن جي گڏيل مخالفت سبب سکر طرف مسلم ليگ ڪارڪنن ۽ عام مسلمانن کي نقصان پهچائڻ جو قوي انديشو هو، انهن جي انتظامي جذبي هيٺ ڪجهه قدم کڻڻ ڪري حالتن وڌيڪ خراب ٿيڻ جو انديشو هو. انهي ڪري اسان هندن جا شرط قبول ڪري وزارت ۾ اچڻ گهريو.

آءٌ سمجهان ٿو، ته منهنجي وزارت قبول ڪرڻ لاءِ سمجهاڻيءَ جي ضرورت آهي. سنڌ جي باخبر حلقي کي معلوم هوندو، ته سر غلام حسين (مرحوم) جي پهرين دفعي وزارت ڪيرائڻ کان وٺي، مون ڪنهن به وزارت ۾ عهدو وٺڻ کان انڪار پئي ڪيو هو، ليڪن هڪ دفعو هيٺين سببن ڪري انهيءَ اصول کي ٽوڙي مونکي وزارت ۾ داخل ٿيڻو پيو:-

١- هندن جو اهم گروهه، جنهن بابت مٿي ذڪر ڪيل

آهي، تہ اهو مسلمان سان سمجهوتو ڪرڻ لاءِ منتظر هو، انهن سان ڪن جهڙوڪ مسٽر چيڻمل پرسرام، مسٽر منگهارام آئلمل ۽ ٻين مون تي وزارت قبولڻ لاءِ زور رکيو، انهن جي راءِ موجب منهنجو وزارت ۾ هئڻ ڪري هندو مسلم تعلقات سڌرڻ جو زياده امڪان هو.

٢- مسلم ليگ گروه جي ڪيترن ميمبرن کي اهو وهم ويٺل هو، تہ هر نئين وزارت ڦاهڻ بعد مون جا وري ان جي مخالفت پئي ڪئي آهي، ان جو سڪيم سبب منهنجي عهدي جي جوابداريءَ کان غير تجربيڪاريءَ ۾ سمايل هو، تنهنڪري عهدي جي جوابداري ڪڻڻ لاءِ ممڪن هو، تہ تجربي بعد منهنجو انقلابي جذبو ڏڍو ٿي آئيني صورت اختيار ڪري ۽ وزارتون روز بروز ڍهڻ کان بچي وڃن.

٣- سونکي خبر هئي، تہ سنڌ ۾ هندن جو هڪ فرقو اهڙو بہ موجود هو، جو مسلمان ميمبرن جي وچ ۾ اتحاد جي برخلاف هو. منهنجي وزارت ۾ اچڻ سبب ممڪن هو، تہ آءٌ خانبهادر الله بخش کي ڦاهي اسيمبليءَ جي ٻن مسلمان گروهن ۾ اتحاد ڪرائي، اسيمبليءَ جي اختلافن کي پنجو ڏيئي، سنڌ جي تعميري پروگرام لاءِ ڪجهہ ڪرائي سگهان.

جڏهن هندن سان سمجهوتو ٿي ويو، تہ وري سوال اٿيو تہ وڏو وزير ڪير ٿئي. گذشتہ دفعي گورنر خانبهادر الله بخش کي ٢٣ ميمبرن جي آڌار تي وزارت ڦاهڻ ڏني هئي. هن دفعي خانبهادر جي جاءِ تي ٻي وزارت واسطي گورنر ٣١ ميمبرن جي مدد جي تقاضا ڪئي. انڪري اسان کي وڌيڪ ميمبرن هٿ ڪرڻ لاءِ تلاش ڪرڻي پيئي. پهرين اسان پير الاهي بخش سان گفتگو ڪئي. هن مهرباني ڪري اسان جي نئين نيشنلسٽ پارٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ قبول ڪيو. پنهنجي ٻن ٻئين مددگارن سان اهڙو انجام نامو اسان کي لکي ڏنو ۽ گورنر کي پڻ اهڙو اطلاع موڪليائين. پر بدقسمتيءَ سان هي پنهنجي پراڻين عادتن موجب

جڏهن خانبهادر الله بخش جي ور ڇڙهيو ته ڦري ويو. اسان کي اگين موقعن تي سندس ڪمزورين جا مثال ياد هئا. جڏهن ڪيس طبيعت جي ناپختگيءَ جي بناءَ تي ڪٺي وهي خانبهادر حاجي مولا بخش جي جڳهه تي ڌارين جي دست درازين کان بچائڻ لاءِ لڪايو هوسون، ۽ سيٺ حاجي عبدالله هارون (مرحوم) جو قول؛ جو هن جي هڪ بيان جي دوران ۾ ٢٩- آڪٽوبر ١٩٣٨ع ڊيلي گزيٽ اخبار ۾ ڇپيو هو، سو به ياد هو "پير صاحب کي خراب اثرن جي شڪار ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ جانورن جي باغ ۾ لڪايو ويو" اسان سمجهيو، ته ٻن سالن جي وزارت جي تجربي هن کي پنهنجي پراڻين ڪمزورين کان پاڪ ڪيو هوندو. پر ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اڪثر ماڻهن کان نندپڻ جون عادتون نٿيون وسرن، اهڙيءَ طرح هن دفعي به پير صاحب وري ڦري ويو. پيو هو مير بنده علي خان صاحب، جنهن پنهنجي سنگت کي ڇڏي، اسان جي وزارت ۾ شامل ٿيڻ جي قيمت ۾ وڏي وزيري تي گهري. هي فضيلت وارو، ايماندار ۽ بي ضرر هو، پر اسان کي جا ڳالهه هن کي وزير اعظم ڪرڻ کان روڪي رهي هئي، سا منجهس ليڊريءَ جي لياقتن جي عدم موجودگي هئي.

اسان ڪانگريسي ميمبرن سان صلاح ڪئي، جن مان ڪيترا شيخ عبدالمجيد جي فائدي ۾ هئا، پر ميمبرن جي ڪمي پوري ڪرڻ لاءِ خانبهادر الله بخش جي وزارت وانگر اسان کي ٿوري عرصي لاءِ به مدد جو وعدو ڏيڻ لاءِ تيار نه هئا.

منهن شرط صرف هي هو، ته جيستائين هندو آزاد گروه اسان سان شامل هوندو، انوقت تائين هو وزارت کي نه ڊاهيندا. اهڙي حالت ۾ اسان لاءِ هن کانسواءِ ڪوبه چارو نه رهيو، ته يا وزارت ڊاهڻ جو ارادو ڇڏي ڏيون، يا مير بنده علي جي هٿ هيٺ وزارت ٺاهي ميمبرن جو تعداد پورو ڪريون.

حالتن کي مدنظر رکندي، اسان لاچار مير صاحب جي هٿ هيٺ وزارت ٺاهي، جا ١٨ مارچ ١٩٤٠ع تي آفيس ۾ آئي.

# فصل ڇهون

## مير وزارت

”سرتيون دعا ڪجاء، ته پرم پاروڙي رهي“

وزارت ناهڻ ڪانپوءِ ٿورن ڏينهن اندر اسيمبلي سڏائي، اسان بجيٽ ۾ پاس ٿيل ڪٽ جي رقم کي وري نئين سر بحال ڪرڻ گهريو ٿي. جڏهن ٢٧ مارچ تي اسيمبلي جي سيشن گڏ ٿي، ته اهو پڌرو ٿي چڪو هو؛ ته ڪن ڪانگريسي ۽ آزاد هندو ميمبرن خانبهادر الله بخش سان اسان جي وزارت ڊاهڻ لاءِ ساز باز شروع ڪئي هئي. آخرڪار هندن جي انهن سمجهدار گروهه (جن اسان سان ڳالهيون ڪيون هيون) جي مدد سان اسان سيشن مس مس خير سان گذاري.

هندو مسلم سمجهوتي کي پائدار بنائڻ واسطي مسٽر جيٺمل پرسرام جي ڪوشش سان هڪ جماعت ”سنڌ پيپلز ائسوسيئيشن“ جي نالي سان برپا ڪئي ويئي، ته ان ۾ هندو مسلمان گڏجي اختلافي مسئلن تي گفتگو ڪن. عام ماڻهن سان تعلقات گهاٽا ڪن ۽ صحيح بنيادن تي پبلڪ ۾ عام راهه پيدا ڪن. اتحاد پارٽيءَ جي ڊهڻ ڪانپوءِ خالص سنڌ جي سوالن ۽ اقتصادي بنيادن تي هندن مسلمانن کي هڪ پليٽفارم تي آڻڻ لاءِ هيءَ پهرين ڪوشش هئي. پر باوجود مخلص هندو مسلمانن جي ڪوشش جي وقتي حالتن هن ائسوسئيشن کي پنهنجي مقصدن ۾ ڪامياب نه ٿيڻ ڏنو، جن لاءِ مکيه سبب هيٺيان هئا:-

١- ڪانگريس جي مخالفت.

(الف) ان ائسوسيئيشن ذريعي مسلم ليگين جو هندن سان سڌو تعلق پيدا ڪرڻ ڪيترن ڪانگريس وارن کان برداشت ٿي نه سگهيو.

(ب) هن جماعت ۾ غير فرقيوار ۽ صوبجاتي بنيادن تي نئين پارٽيءَ جي قيام ۾ ڪانگريس کي رقابت محسوس ٿي. ممڪن هو، ته هن ائسوسيشن جي زور وٺڻ ڪري ڪانگريس جي طاقت کي صدمون پهچي، جا اڳئي مڪاني ڪانگريس جي غلط پاليسين ڪري ڪمزور ٿي چڪي هئي.

(ت) هندن جي ان گروهه، (جن سنڌي سوالن تي آل انڊيا آئيني مسئلن کي ترجيح ٿي ڏني) کي خانبهادر الله بخش جي وزارت وجهڻ جو گهڻو ارمان هو، جو هن کي قوم پرست مسلمان سمجهي وري موٽائي وزارت ۾ آڻڻ جا خواهشمند هئا. ان سندن ارادي جي راه ۾ هن ائسوسيئيشن کي رڪاوٽ ٿي سمجهيائون.

٢- جيتوڻيڪ سکر جي فسادن جي باهه ٺنڊي ٿي ويئي هئي، تڏهن به صفا وسائي ڪانه هئي. باوجود هندو مسلم سمجهوتي جي ڪيترا انتهاپسند هندو ۽ مسلمان هڪ ٻئي جي مخالفت جاري رکندا ٿي آيا. جنهنڪري حالتون خاطر خواه نموني ۾ درست ٿي نه سگهيون. پهرين ائسوسيئيشن جا سمجهدار ۽ صلح پسند ڪارڪن انتها پسندن جي حرفتن تي قابض ٿي نه سگهيا.

٣- انتهاپسند اخبارن جي پروپيگنڊا کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪافي ڪارڪن فنڊس نه هئڻ ڪري، ائسوسيئيشن حالتن کي درست ڪري انهن تي حاوي ٿي نه سگهي. نئين وزارت جي آفيس ۾ اچڻ بعد ڇهن پنجن مهينن کانپوءِ مون محسوس ڪيو، ته اسان جي وزارت هندن مسلمانن ٻنهي ۾ نامقبول ٿيندي ٿي ويئي.

هندو انڪري ناراض هئا؛ جو انهن جو هڪ گروه الله بخش وزارت کي واپس آڻڻ لاءِ چاهي ٿي اسانکي بدنام ڪرڻ واسطي ڪمرڪشي بيٺو هو.

مسلمان انکري ناراض ٿيا، جو سکر جي فسادن جي سلسلي ۾ مسلمانن جون گرفتاريون ۽ تڪليفون ايتري قدر نہ گهٽيون هيون، جو باوجود اسانجي ڪوشش جي اسان کين مڪمل مدد پهچائي ڪونہ سگهياسون.

ٻي طرف ڪن يورپين عملدارن قلم ١١٠ هيٺ امن امان جي ذالي ۾ عام جام گرفتاريون ڪري مسلمانن ۾ اسانجي وزارت کي ڪمزور وزارت سان تعبير ڪرايو. جو مسلم ليگي حلقي اندر اسان پنهنجو وقار گهٽجندو ڏٺو. اهڙي طرح سان اسان وزارت جي جوابداري پنهنجي سر تي اهڙي نازڪ وقت ۾ کنئي هئي، جو پيدا ٿيندڙ حالتن کي منهن ڏيئي نہ سگهياسون. وزارت جي وس کان ٻاهر حالتن کي ڇڏي خود وزارت جي روزانہ ڪاروباري ڪمن ۾ اسانکي ڪي مشڪلاتون ۽ رنڊڪون پيش آيون، جي هيٺين قسمن جون هيون:-

١- وزيرن جي وچ ۾ اتفاق راءِ ۽ يڪجهتي جو نہ هئڻ.
٢- مقرر پاليسي ۽ پروگرام جي عدم موجودگي.
٣- سرڪاري عملدارن طرفان پورو سهڪار نہ هئڻ.

وزارت جي صحيح نموني ڪم هلائڻ لاءِ وزيرن جو پاڻ ۾ اتفاق ۽ يڪجهتي ضروري آهي، پر مير وزارت ۾ اهو هيٺين سببن ڪري موجود نہ هو:-

الف- وزير اعظم مير بنده علي خان جو طريقہ ڪار ڪمزور ۽ منجهيل هو. مير صاحب کي معلوم بہ هو تہ وزارت جي واڳ غير معمولي ۽ نازڪ حالتن هيٺ ورتي ويئي هئي، جنهن ۾ ٻي انتها محنت ۽ همت جي ضرورت هئي، پر مير صاحب حالتن کي نہ سڃاڻي سستي ۽ بي پرواهيءَ کان ڪم ورتو. نہ ڪو وزيرن جي رهبري ڪري سگهيو، نہ وري وقت جي تقاضا موجب ضروري مسئلن کي وزيرن جي صلاح سان حل ڪرڻ جي اهليت هيس. خود جڏهن وزيرن وٽان ڪي تجويزون کيس موڪليون وينديون هيون، تہ اهي بہ مهينن جا مهينا بنا غور ڪرڻ جي وٽس

پيون هونديون هيون. ڪيترا وزير سچو ڏينهن پيا ڪم ۾ ڳهندا هئا؛ ليڪن باهمي اتفاق ۽ وزيراعظم طرفان صحيح رهبريءَ جي عدم موجودگيءَ جي حالت ۾ گهڻو ڪجهه ٿي نه سگهيو.

(ب) وزيراعظم مکيه پورٽ فوليو قاعدي ۽ انتظام جو پاڻ وٽ رکيو هو؛ ۽ پيا به گهڻا مکيه سوال هن جي معرفت فيصل ٿيندا هئا. جنهنڪري هن اهڙيءَ پوزيشن ۾ هو؛ جو صحيح مهلائتي اڳڀرائي، وسيع النظري، مضبوط ارادي، سخت محنت ۽ مسئلن جي جلد نيڪال ڪرڻ جي ضرورت هئي.

پر مير صاحب جي طبيعت ابدي بار امانت جي متحمل ٿي نٿي سگهي ۽ سچي ڪاروبار ۾ مونجهارو ۽ ڍر پئجي ويئي. سندس نيڪ ارادن جي باوجود معاملو ئي منجهي پيو. انجو اثر ٻين وزيرن تي به پيو؛ جن صحيح رهبري جي عدم موجودگيءَ ۾ پنهنجي رخ ۽ مرضي موجب ڪم هلائڻ گهريو. ڪن آفيسن جي فائيلن ۾ نيڪال ڪرڻ ۾ وقت صرف ڪرڻ ته ڪن گشتن تي زور رکيو؛ سرڪاري عملدارن جڏهن مٿان ضابطو ڍلو ڏٺو؛ ته چڙ واڳ هٿ لڳا؛ گورنر پڻ حالتن جو پورو فائدو ورتو نتيجو اهو نڪتو جو خاص مسئلا اتي ئي رهجي ويا.

(ت) وزيرن ۾ يڪجهتي پيدا نه ٿيڻ جو مکيه سبب هندو ميمبرن جي ناموافق رويو هو، سنڌ ۾ حالات جي تقاضا هئي، ته عام ماڻهن جي ڀلائيءَ ۽ فائدي لاءِ قاعدا ۽ قانون جيئن ڪ نندين ڪاتيدارن جي حفاظت، قرضن جي گهٽتائي، وياج خورن تي بندش، هارين جي حقن جو بل وغيره پاس ڪجن، گهڻا هندو ميمبر انهن سڌارن جي برخلاف هئا؛ چاڪاڻ ته انهن جي ڪري هندو شاهوڪار طبقي جي مفاد کي نقصان ٿي پهتو، هندو وزيرن يا ڪانگريس ميمبرن قرضن جي فيصل ڪرڻ جي بل جي سليڪٽ ڪاميٽيءَ ۾ جو رويو اختيار ڪيو، تنهن مان بتو پئجي ٿي سگهيو، ته ان طرف کان هن معاملي ۾ مدد جي ڪيتري اميد رکي ٿي سگهيا سين. ڪن ضلعي عملدارن ڀهراڙيءَ ۾ گرفتاريون

عام جام شروع ڪري ڇڏيون. جنهن ڳوٺائن ۾ دانهن پيدا ڪري ڇڏي. جيتوڻيڪ اسانجي وزارت ان پاليسيءَ جي برخلاف هئي. پر عام طرح اهو ظاهر ٿيل هو ته انهن عملدارن کي هندو وزيرن جي پشت هئي. جيڪڏهن مسلمان وزيرن ۽ عملدارن جي اهڙي ڇڙ واڳ پاليسيءَ تي قبضو رکڻ ٿي گهريو، ته هندو وزيرن طرفان گهربل سهڪار کين نٿي ماي سگهيو. هندو وزيرن جا ذاتي رايا ۽ خيالات ڪهڙا به هئا، ليڪن هندن جي هڪ گروهه طرفان وزارت جي برخلاف سخت پروپگنڊا سبب هندن جو عام رايو وزارت جي برخلاف ٿيندو ٿي ويو. جنهنڪري هندو وزير به مجبور ٿي ان طرح جي پاليسي اختيار ڪرڻ لڳا ٿي، وزيرن جي وچ ۾ انهيءَ ڪري ويا اختلاف وڌندا. گورنر حالتن کي درست ڪرڻ بدران وزيرن جي وچ ۾ غلط فهمين کي وڌائڻ لڳو. آخر جڏهن وزيرن کي انهن ڳالهين جو پتو پيو، تڏهن ساڻس ڪيل ڳالهين جي هڪڙي سان پيت ڪرڻ لڳاسون. جيئن هو اسان کي پاڻ ۾ نه ويڙهائي. انهي ڪري گڏيل جوابداريءَ جو احساس ويو غائب ٿيندو، ۽ وزارت جو وقار ۽ ناموس ويئي گهٽبي، عملدار ويا زور وٺندا؛ نتيجو اهو ٿيو، ته جيڪي ٿورو گهڻو وزيون ڪرڻ گهريو ٿي، انجي راه ۾ به رنڊڪون پئجي ويئون. ان ساري معاملي تي ان مون وقت هڪ مفصل نوٽ لکي تيار ڪيو هو. جو گهڻي روشني وجهي سگهي ها، ليڪن طوالت جي ڊپ کان هتي نٿو درج ڪجي.

---

# فصل ستون

## اسان جي راھ ۾ رڪاوٽون

ھن پار نہ ھن ويچاري وھ وچ ۾،
الا ساڻ اٿن، آرا ڪنھن آڪارئين ! (شاھ)

اڄ اڳيئي ڇھ آيو آھيان، تہ اسانجي وزارت پنھنجي ايامڪاريءَ ۾ گھڻو ڪجھہ ڪري نہ سگھي. اھو اسانجي ڪم نہ ڪرڻ يا دلچسپي نہ وٺڻ جي ڪري نہ ٿيو ھو، پر ان جا ڪيترائي ڪارڻ ھئا، جي اسانجي وس کان ٻاھر ھئا. اسان فرقيوار نفاق دور ڪرڻ واسطي پوري ڪوشش ڪئي. اسان ڪيتريون ملڪي تعمير جون تجويزون تيار ڪري انھن کي ٻنا دير جي عمل ۾ آڻڻ ٿي گھريو. سنڌ ۾ يونيورسٽي قائم ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، تہ ان سوال تي غور ڪري رپورٽ ڪري. ھنرن کي زور وٺائڻ لاءِ ھڪ ھنري بورڊ مقرر ڪيو ويو، تہ وقت بوقت انھن مسئلن تي غور ڪري رٿون ڏاھي عمل ۾ آڻڻ لاءِ پيش ڪري، بيروزگارن کي روزگار وٺي ڏيڻ لاءِ ليبر ايڪسچينج کاتو ليبر ڪمشنر جي ھٿ ھيٺ کوليو ويو. بيروزگارن جي تعداد معلوم ڪرڻ لاءِ انتظام ڪيو ويو. نوڪرين ۾ فرقيوار حصو مقرر ڪرڻ جو سوال خاطر خواہ حد کي پھچايو ويو ۽ خانہ بدوش ۽ ڏوھاري قومن کي سڌارڻ ۽ بھتر بنائڻ لاءِ تجويزون رٿيون ويون. ليڪن باوجود ان جي، قدم قدم تي اسانجي ڪم ۾ رنڊڪون پئي پيئون، جنھنڪري حسب منشا ڪم ڪري نہ سگھياسون مکيہ رنڊڪون ھيٺيون ھيون:-

١- سڀ کان مکيه ڳالهه وازرت کي ڪامياب بنائڻ لاءِ گڏيل جوابداريءَ جو احساس ۽ هڪ ٻئي جي جذباتن ۽ مشڪلاتن کي سمجهي يڪ وجوديءَ سان ڪم ڪرڻ آهي، پر بدقسمتيءَ سان اهو اسانجي وزارت ۾ عدم موجود هو.

٢- اسان باقاعده ملي وزارت جي پاليسي ۽ پروگرام بابت ڪي تجويزون تيار نه ڪيون، نتيجو اهو نڪتو، ته هرڪو وزير هر مسئلي تي نوٽن ذريعي پنهنجا رايا ڏيندو هو. ڪيتريون تجويزون ۽ مسئلا، جي گڏيل مشوري بعد سهوليت سان جلد فيصل ٿي سگهن ها، تن ۾ ڏگهن نوٽبازين ڪري هفتا بلڪ مهينا لڳي ٿي ويا، ۽ اهڙيءَ حالت ۾ وزيرن کي هڪ ٻئي سان تبادلهٴ خيالات بعد ڪنهن فيصلي تي اچڻ جو موقعو ڪونه ٿي مليو. سڀ ڪنهن ڳالهه کي انفرادي طريقي طيءِ ڪرڻ سان محنت ۽ وقت جو نقصان ٿي ٿيو.

٣- اسان مان ڪيترن روزاني رواجي ڪمن کي پاليسيءَ ۽ پروگرام جهڙن مکيه ڪمن کان وڌيڪ اهميت ٿي ڏني. اسان جون ميزون هيڊ ڪلارڪن وانگر فائيلن سان ڀريون هونديون هيون، اسانجو گهڻو وقت آفيس جي فائيلن نيڪال ڪرڻ ۾ صرف ٿيندو هو. جو بنسبت ملڪ جي بهتري ۽ ڀلائي جي اهم مسئلن جي، رواجي ۽ غير ضروري هئا. ازانسواءِ ماڻهن جي خالي سلام ڪرڻ، شخصي معمولي سوالن لاءِ ڏگهين ۽ غير ضروري ملاقاتن، اسانجي گهڻي وقت کي ضايع ٿي ڪيو ۽ اسانکي وڏن سوالن تي ڌيان ڏيڻ ۽ سمجهڻ لاءِ وقت ئي ڪونه ٿي بچايو. نتيجو اهو نڪتو، ته اسان کي صرف رواجي ڪم ڪرڻ لاءِ فرصت ملي ٿي. باقي غور ۽ فڪر ڪرڻ لاءِ وقت ئي ڪونه ٿي بچيو.

٤- زميندار ۽ شاهوڪار طبقي جا ميمبر جن سان ساري اسيمبلي ڀريل هئي، اهڙي ڪنهن به تجويز کي، جنهن ۾ سندن مفاد کي نقصان پهچڻ جو انديشو هو، سرانجام ڪرڻ ۾ حائل

هئا. ڇاڪاڻ ته سنڌ ۽ عوام جا مفاد بلڪل متضاد هئا.
ڪانگريس جا ميمبر به باوجود منظم جماعت جي ماتحت هئڻ
جي، جدا چونڊن ڪري، پنهنجي ووٽرن جي لحاظ سبب، ڇپن
تي چنو لايو ويٺا هوندا هئا.

هڪ رواجي سوال، نوڪرين ۾ فرقيوار حصي مقرر ڪرڻ
بابت، جو هوند ڀنا دير جي فيصل ٿي سگهي ها، خصوصاً
جڏهن غير مسلمانن کي نوڪرين ۾ ٥٠ سيڪڙو نوڪرين ڏيڻ
جو اصول به قبول ٿي چڪو هو، ڪيتري وقت تائين فيصل نه
ٿي سگهيو ۽ انگهندو رهيو، ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان ڪيترن
ڪاتن ۾ هندن جي وڏيل تناسب کي نقصان پهچڻ جو انديشو هو.
اِي مشڪلات، جنهن اسانجي محنتن تي پاڻي ڦيري ٿي ڇڏيو
۽ همتن کي ڪمزور ٿي ڪيو، سا هئي عام ماڻهن ۾ سياسي
شعور جي ڪوتاهي. ماڻهن کي پنهنجي ضروري مسئلن سان ڪا به
دلچسپي ڪانه هئي، ڪنهن وقت آئڻ سمجهندو هوس، ته اسان
ناحق پيا هرويرو پاڻ کي انهن جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ آزاريون
جن کي پنهنجي بهتريءَ جو ڪو به اونو ڪونهي ۽ منجهن ڪاري
ڪمري ۾ تميز جو مادو ڪونه آهي. سنڌن اڳيان ”ريڊون سي
بوٽ ڪاريون“ هيون. هو پنهنجي مصيبت ۽ مسڪينيءَ سان
مانوس ٿي ويا آهن، تن جي سجاڳ ڪرڻ ۽ سڌارڻ جي جوابداري
ڪٿڻ اسان جهي حالتن مطابق پنهنجي طاقت کان ٻاهر پئي نظر
آيو. سنڌن چونڊيل عيوضين سنڌن مسئلن لاءِ ٿورو ٿي ڪم
ڪيو؛ اهي عهدن ۽ عزت حاصل ڪرڻ لاءِ سرگردان ڦريا پئي،
يا پنهنجي ذاتي نفعن حاصل ڪرڻ لاءِ مشغول هئا.

عام مسلمان اڳهور ننڊ ۾ ستل هئا ۽ عيوضين کان پڇيا
ڳاڇا يا حساب ڪتاب ڇڪڻ جي منجهن سمجهه ڪانه هئي.
ٻئي طرف هندو شاهوڪار طبقو پنهنجي مفاد جي حفاظت لاءِ
سجاڳ هو. هنن جي عيوضين پنهنجي مفاد برخلاف ذرو به ڪرڻ
ڪونه ٿي ڏنو.

ساڳي حالت زميندار ۽ جاگيردار طبقي جي هئي. هو جن جي ووٽن تي چونڊجي آيا هئا، انهن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ بدران پنهنجي طبقي جي بچاءَ ۽ ترقيءَ لاءِ ڪوشان رهيا ٿي. انهن ڳالهين مونکي يقين ڏياريو ته جيستائين انهن طبقن جي طاقت سنڌ ۾ قائم آهي، ملڪ جي ترقيءَ جو ڪو به امڪان نه آهي. انڪري آءٌ وزارت مان ڪنو ٿـي پيس ۽ دل ٿيم ته وزارت ۾ رهي ڪجهه به فائدو نه ڪرڻ جي عيوض بهتر ٿيندو، ته استيفي ڏيئي ٻاهر نڪري اچان، اهاڳالهه مون آگسٽ مهيني ڌاري هڪڙي لکيل نوٽ ذريعي وزارت ۾ اچڻ کان ٤ مهينن بعد ٻين وزيرن جي ڌيان تي آندي.



# فصل اٺون

## حالتن جي تڪڙي رفتار

”آءٌ ڪيئن سوڙئين سمهان؟ مون ور گهاري وانهم!“

صوبي ۾ حالتن کي درست ڪرڻ لاءِ مون کي انهيءَ وقت ٻه طريقا سجهه ۾ آيا. هڪڙو هو ته اسيمبليءَ جي سڀني مسلمان ميمبرن کي هڪ پارٽيءَ ۾ گڏ ڪجي، جيئن هو گهٽ ۾ گهٽ هندو شاهوڪار طبقي جي دست درازين کان عوام جي حفاظت ڪري سگهن. ٻيو طريقو هو ته عوام ۾ وڃي، منجهن سياسي شعور پيدا ڪري، کين اهڙيءَ طرح منظم ڪجي، جو سندن آواز وزارت تي اثر ڪري سگهي. اسيمبليءَ جي مسلمان ميمبرن ۾ اتحاد خانبهادر الله بخش (مرحوم) کي پنهنجي طرف ڪرڻ کانسواءِ نٿي ٿي سگهيو. انڪري هر ڪنهن قيمت تي کيس ان لاءِ آماده ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم، ته وزارت ۾ شامل ٿئي ۽ انهي لاءِ ٻه جايون وزارت جون سنڌس گروهه کي ڏيڻ جو دلاسو ڏنم. پر هن اهو پنهنجي عزت جي برخلاف سمجهيو، ته رواجي وزير ٿي وزارت ۾ گهڙي. انهيءَ وقت ڏاري آل انڊيا پلاننگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ بمبئي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مونکي دعوت ملي. ان موقعي جو فائدو وٺي جناح صاحب سان ملڻ ۽ ساٽس سنڌ جي سياسي حالتن بابت احوال ڪري سندس رهبري حاصل ڪرڻ جو ارادو ڪيم. تنهنڪري نيشنل پلاننگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾، جا جواهر لعل نهرو جي زير صدارت بمبئي ۾ ٢٩ آگسٽ ١٩٣٨ع جي سڏايل هئي، شامل ٿيڻ لاءِ ويس ۽ ٥- سيٽمبر تي جناح صاحب سان مليس ۽ کيس سنڌ جي سياسي

حالتن کان آگاهه ڪري رهبري ڪنديسين. هن سون کي صلاح ڏني،
ته انهن حالتن درست ڪرڻ جو علاج عوام ۾ سياسي بيداري
آڻي، کين منظم ڪرڻ ۾ سمايل آهي. ميمبرن جي خود مطلبي
۽ عوام جي حقن ۽ مفاد لاءِ ڪجهه نه ڪرڻ کي صرف عوام
جي سجاڳي ۽ سندن سياسي ڪاروبار ۾ دلچسپي وٺڻ ئي حل
ڪري سگهي ٿو. سندس راءِ موجب اسيمبليءَ جي بيڪار سياست
کان عوام جي بيداري لاءِ وقت صرف ڪرڻ وڌيڪ فائديمند
هو. هي پهريون دفعو هو جو مونکي جناح صاحب سان حسب
خواهش ملي گفتگو ڪرڻ جو موقعو مليو. هن جي غير معمولي
قابليت ۽ رعبدار شخصيت منهنجي دل تي گهڻو اثر ڪيو. خصوصاً
جڏهن سون ڏٺو ته مسلمانن جو نوجوان طبقو گهڻو تعداد ۾
وٽس ايندو هو. ان سون ۾ هندوستان جي مسلمانن جي صحيح
رهبري لاءِ گهڻيون اميدون پيدا ڪيون. مسلم ليگ تي انوقت
خود مطلب انگريزن جي ٽوڊين جو ضابطو هو، ان کان آزاد ٿي
مخلص ڪارڪنن جي هٿ ۾ جماعت جون واڳون وڃڻ لاءِ
به روشنيءَ جو ترورو ڏسڻ ۾ آيم.

جناح صاحب جي ملاقات بعد سون تي اثر ويهي ويو، ته
جڏهن مخلص ۽ با اصول ڪارڪن کيس ملندا، ته هيءَ خود
مطلبين کان جماعت جون واڳون ڇڏائي، انهن جي هٿ ۾
ڏيندو. نيشنل پلانئنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ سون کي موقعو ڏنو،
ته هندوستان جي پين مکيه ليڊرن سان به ملاقات ڪريان. انهن
سان مکيه پنڊت جواهر لعل نهرو هو. مونکي اڳيئي سندس
ڪتابن ذريعي انجي اعليٰ اصولن، قابليت ۽ معاملي فهمي جي
واقفيت هئي، پر هي پهريون دفعو هو. جڏهن سائس منهن مقابل
ٿي ملاقات ۽ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو: سون تي سندس
ملاقات بعد اهو اثر ويٺو، ته هندوستان جي ڌارين کان آزاديءَ
لاءِ منجهس غير معمولي تڙپ سمايل هئي. هن سان گڏجي ڪم
ڪرڻ ۾ خوشي پئي ٿي. ملڪي مسئلن کي هن وسيع النظري

عقلي نقطهِ نگاهه کان ٿي ڏٺو. ڪيس اقتصادي ۽ سياسي مسئلن تي غير معمولي عبور هو. ميٽنگ ۾ آيل هر سوال تي هن جنهن هوشياري ۽ قابليت سان بحث ٿي ڪيو، ان مان سندس وسيع معلومات جو چڱيءَ طرح پتو پئجي ٿي سگهيو. جڏهن مون سندس لکيل حياتيءَ جو ڪتاب پڙهيو هو، ته عجب لڳندو هوم ته ڪيئن هن جهڙو ماڻهو هندوستان اندر هندو ۽ مسلمانن جي وچ ۾ تهذيبي ۽ معاشرتي اختلاف معلوم ڪري نه سگهيو. پر جڏهن مون سائس ملاقات ڪئي ۽ سندس راءِ کان واقف ٿيس، ته اهو منهنجو عجب لهي ويو. مونکي معلوم ٿيو، ته هن جو ذهني معيار تمام بلند هو ۽ هو پنهنجي دنيا ۾ رهيو ٿي، جا رواجي ۽ خسيس سطح کان گهڻو مٿي هئي. هو ملڪ جي مسئلن کي بين الاقوامي نقطهِ نگاهه سان ڏسي رهيو هو ۽ ڪهڙو نه سٺو ٿئي ها، جيڪڏهن اسان ۾ انهي سطح جا پيا به گهڻا ماڻهو پيدا ٿين؛ انهيءَ لاءِ شايد وقت کپي؛ جو اهڙن ماڻهن جو نقطهِ نگاهه عوام کي سمجهڻ ۾ اچي.

حال في الحال ته اسانجو مصيبتزده ملڪ جذباتي وهڪ ۾ پيو وهي. ڇاڪاڻ ته ماڻهن جو سياسي شعور اڃا صحيح پايي تي نه پهتو آهي. بمبئي ۾ رهائش جي دوران ۾ مون ڪيترا هنري ڪارخانا ڏٺا ۽ ڪارخانن جي مالڪن ۽ ماهرن سان گفتگو ڪئي. سنڌ هنري نقطهِ نگاهه کان بمبئي جي مقابلي ۾ ڪجهه به نه هئي، ۽ ڏٺم ته سنڌ کي انهي درجي تي آڻڻ لاءِ ڪيترن ورهين جي لاڳيتو جفاڪشي محنت ۽ منظم پروگرام جي ضرورت آهي، اسان وٽ نه هنرن ۾ دلچسپي وٺندڙ ماڻهو نه سرمايو ۽ نه چاڙهو مزور ۽ ماهر هئا.

سڌريل خيال حڪومت پروگرام ۽ سچي ارادي جي ذريعي گهڻو ڪجهه ڪري سگهي ٿي، اهڙيءَ طرح بمبئي مان نيون اميدون آسرا کڻي آئڻ واپس آيس. جناح صاحب جي صلاح سنڌ جي موجوده سياسي مسئلن لاءِ خاص رهبري ڏنم، ۽ پنڊت جواهر لال

نهرو جي ملاقات ڪانگريس بنسبت سنهنجا گهڻيئي خدشا دور ڪري ڇڏيا. آءٌ نين تجويزن ۽ ارادن سان آيس. هڪ ته ڳوٺن ۾ وڃي عوام ۾ سياسي بيداري پيدا ڪري کين منظم ڪجي، ٻيو ته اسيمبليءَ جي مسلمان ميمبرن کي هڪ گروهه ۾ ملائجي. اهو ظاهر هو، ته ٻهرين تجويز جي حصول لاءِ ڊگهو عرصو؛ مسلسل ڪوشش ۽ محنت جي ضرورت هئي. اهو سڀ وزير هئڻ جي حيثيت ۾ آءٌ سهوليت سان سرانجام ڪري نٿي سگهيس. انڪري جناح صاحب جي مشوري موجب مون فيصلو ڪيو، ته وزيري کان استعفيٰ ڏيئي، اهو ڪم پنهنجي هٿ ۾ کڻان. جنهن صورت ۾ وزير مسلم ليگ پارٽي، ووٽرن ۽ دوستن جي صلاح ۽ مشوري سان ٿيو هوس، انهي صورت ۾ انهن جي صلاح ۽ منظوري کانسواءِ استعفيٰ ڏيڻ مناسب نه هو. تنهنڪري مون اچڻ شرط پنهنجي حد جي مکيه ووٽرن ۽ دوستن سان لکپڙهه رستي وزارت کان استعفيٰ ڏيڻ جي صلاح پڇي، ۽ مسلم ليگ جي ڪارڪنن کي پنهنجي ارادي کان واقف ڪيو، جيئن ته خطن جي جوابن اچڻ ۾ وقت جي ضرورت هئي. انڪري انهي وچ وارو عرصو مون ڳوٺن ۾ گشت ڪري ماڻهن سان تبادلهٔ خيالات ڪرڻ ۽ حالتن جاچڻ ۾ صرف ڪرڻ مناسب سمجهيو. ڪراچي ۽ حيدرآباد ضلعن جي گشت جو پروگرام ٺاهيو ويو. ڳوٺن ۾ وڃي ڏٺم؛ ته ماڻهو مسڪيني؛ جهالت ۽ ظلم جا ماريل هئا؛ مون کي معلوم هو ته ملڪ جي مٿين خرابين دور ڪرڻ جو اختيار حڪومت جي هٿ ۾ هو؛ ليڪن سنڌ اندر باوجود ڪيترين ۽ ڪوشش جي اسيمبليءَ جي اندر خواه ٻاهر هڪ حڪومت برپا ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿيا هئاسون. سونکي عجب پئي لڳو؛ ته اسانجي ايمانداريءَ ۽ پوريءَ سرجوشيءَ سان ڪيل ڪوششون ڇو نه ڪامياب ٿيون. پر هاڻ ان جو سبب سمجهه ۾ اچڻ لڳو. جڏهن محسوس ڪيم، ته انهن ڪوششن ۾ اسان سان ماڻهن جي همدردي ۽ مدد شامل نه هئي. اسان سان ڏيرن ان طرف پاڻ پئي پتوڙيو تن جي طاقت

سواءِ عوام جي ڀڀرائي جي حالتن کي بدلائڻ لاءِ ڪافي نه هئي. مون کي يقين ٿي ويو، ته جيستائين عوام پنهنجي حقن جي حفاظت ڪرڻ، صحيح ۽ غلط کي سڃاڻڻ ۽ موجوده حالتن کي بدلائڻ جو پڪو ارادو نه پيدا ٿيو آهي، ان وقت تائين گهڻو ڪجهه حاصل ٿي ڪونه سگهندو. انڪري گشت جي دوران ۾ جتي به ويس، ته ڳوٺائن جون ميڙنگون سڏائي عيقين طريقي تي سائن گفتگو ڪرڻ لڳس: "توهان سڪين ۽ بيعام آهيو، توهان ڪيترين ئي طرحن سان ظلم جا ستايل آهيو. ڪو وقت هو، جو اوهانکي چيو ويندو هو، ته اوهان جي سڀني مصيبتن جو ڪارڻ انگريزن جي غلامي آهي، جنهن کي توهان جي سڌاري ترقيءَ لاءِ ڪو اونو نه آهي، پر اوهان کي عجب لڳندو هوندو، ته صوبجاتي اختياريون اوهان جي پنهنجي وزيرن جي هٿ ۾ آيون، ته به چار سال گذري ويا آهن، اوهانجي حالت ساڳي آهي، ۽ ان ۾ ڪوبه فرق نه آيو آهي، جو سچو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ جيڪڏهن هڪ وزارت جي خامي هجي ها، ته پئن وزارتن به ته ڪو خاطر خواه ڦيرو ڪونه آندو آهي. تنهنڪري ذهن ۾ ائين ٿو اچي ته اوهانجي مصيبتن جو اصل سبب ڪو ٻيو آهي.

گذريل چار سال سنڌ جي سياست سان چڱو لاڳاپو رکڻ، صوبجاتي اختيارات جي دوران جيڪي وهيو واپريو آهي، تنهن تي غور ڪرڻ بعد آءٌ هن نتيجي تي پهتو آهيان، ته جيستائين اوهان عام ماڻهو حڪومت جي ڪاروبار ۾ دلچسپي نه وٺندا، پنهنجي چونڊيل عيوضين جي ڪمن کي پوري نگاه سان نه جاچيندا، ۽ پنهنجو سياسي نظام ڦاهي ان جي وسيلي مٿن قبضو نه رکندا ته ان وقت تائين توهان جي مسڪيني، بي علمي ۽ ظلم دور نه ٿيندا. هن وقت اوهان جا عيوضي يا ته شخصي لالچن تي وڪامي وڃن ٿا، يا شاهوڪار طبقي جو اثر انهن کي بيڪار بنايو ڇڏي. جاگيردار، زميندار، خود مطلب واپاري، وياج خور ۽ عملدار سدائين ان ڪوشش ۾ مشغول آهن، ته توهان جا عيوضي

سنڌ هتان جو راڻديڪو ٿي ڪم ڏين. نتيجو اهو ٿو نڪري، ته ملڪ ۽ عوام جي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ ڪجهه به نٿو ٿي سگهي، تنهنڪري جي اوهان گهرو ٿا؛ ته اوهان جي حالت سڌري، ته پاڻ تي ڀاڙيو. جيستائين اوهان سجاڳ نه ٿيندا؛ ته اوهان جا عيوضي ڪجهه نه ڪندا. صرف اوهان ئي پنهنجي سخت نظر ۽ دلچسپيءَ سان حڪومت جي ڪاروبار کي درست ڪري سگهو ٿا. تنهنڪري پنهنجي سستي ۽ الغرضائي ڦٽي ڪري ڇڏيو؛ ۽ سياسي طرح منظم ٿي پنهنجي عيوضين جي رهبري ڪريو."

عام ماڻهو موجوده ليڊرن مان ايتري قدر نااميد ٿي چڪا هئا، جو ٻڌرين ته جيڪي مون ڪين چيو ٿي؛ تنهن کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيائون. گهڻائي دفعا اڳي اليڪشنن جي وقت تي ٻا ٻوءِ ڪين وڏا انجام ڏنا ويا هئا، منجهان اميدون پيدا ڪيل هيون. گشت ڪندڙ وزيرن دلاسا ڏنا هئا، پر انهن مان ڪوبه نتيجو ڪونه نڪتو هو. ماڻهو ڳالهيون ٻڌي ٻڌي ٿڪجي پيا هئا؛ تنهنڪري انهن سمجهيو ته آءٌ به اهوئي پراڻو راڳ ڳائڻ آيو آهيان؛ سون ڏٺو ته ماڻهن جي دلين ۾ وزيرن لاءِ محبت ڪانه هئي. جيتوڻيڪ ڪن شخصي ڪمن، آفيسرن جي زور بار يا تماشي خاطر وزيرن جي ميٽنگن ۾ اچي گڏ ٿيندا هئا، پر سندن دلين تي هميشه اهو خيال ڇانيل هو، ته انهن جي ڳالهين مان ورڻو ڪجهه به نه آهي. باوجود مٿين مشڪلاتن جي مون دل نه هاري ۽ ماڻهن اڳيان پنهنجو نقطه نگاهه پيش ڪندو آيس ۽ هو ٻڌندا آيا. هتي آءٌ هيءُ ظاهر ڪرڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهان؛ ته منهنجا ڪانگريسي دوست جن کي عام ماڻهن ۾ اهڙيءَ طرح سياسي بيداري پيدا ڪرڻ جي تحريڪ تي خوش ٿيڻ گهربو هو؛ تن مان ڪن مخالفت شروع ڪئي. انهن پنهنجي هن مخالفت جو مظاهرو ٺٽي محمد خان ۾ ڪيو، جتي هنن ڪوشش ڪئي ته منهنجي سڏايل ميٽنگ ۾ ماڻهو نه اچن. بمبئي مان موٽڻ بعد مون ڪانگريس بنسبت اڳيان اثر گهٽي حد تائين

دور ڪري نئين سر ساڻن دوستي ڳنڍڻ جو رويو اختيار ڪيو هو. پر سنڌن هن روش ورِي پراڻيون يادگيريون تازيون ڪيون. جڏهن آءٌ بمبئي ۾ هوس ته ڪيترائي ڪانگريسي ليڊر، باوجود هن علم جي، ته آءٌ مسلم ليگي هوس، منهنجي دعوتن تي آيا؛ ۽ مون کي دعوتون ڏنائون. سندن رهڻ ڪرڻ اهڙي ڪشاده ۽ سٺي نموني جو هو، جو مون تي اهو اثر ويٺو، ته اهڙي ماحول هوندي هندو مسلمانن جي وچ ۾ سمجهوتو ٿيڻ مشڪل نه آهي. پر سنڌ ۾ جدا حالتون ڏسڻ ۾ آيم. حيدرآباد ويس ته ڪانگريسي ڪارڪنن جي سوشل ڪم کي همٿائڻ لاءِ سندن ڪاڏي پنڌار ڏٺم؛ ته هنن جي ڳوٺائي هلچل ۾ دلچسپي ورتم؛ ۽ ڪين انهن ڪمن لاءِ وزارت طرفان هرڪا مدد ڏيڻ جو يقين ڏياريم؛ پر منهنجي عجب جي حد نه رهي؛ جڏهن مون کي معلوم ٿيو؛ ته ڪانگريسي ڪارڪنن هڪ هندو دوست جي مون کي خانگي ڏنل دعوت تي اچڻ کان انڪري انڪار ڪيو؛ جو آءٌ مسلم ليگي هوس. گشت پورو ڪري ڪراچيءَ موٽيس ۽ سر لئنسليٽ گرهام سنڌ جي گورنر سان ملاقات مان معلوم ٿيو، ته ماڻهن ۾ منهنجي سجاڳي پيدا ڪرڻ واري تحريڪ هن کي پسند نه پيئي هئي. ساڻس انهيءَ موضوع تي گهڻو بحث هليو، ليڪن ان جي تفصيلوار بيان ڪرڻ جي آءٌ ضرورت نٿو سمجهان. نومبر جي شروعات هئي، مون کي پنهنجي دوستن ڏي استعيفا جي پچا جي خطن جا جواب اچي ويا هئا. جن ۾ سواءِ ڪن چند دوستن جي (جن مخالفت ڪئي هئي) ڪثرت تعداد منهنجي راءِ سان شامل هو. هاڻ آءٌ ان انتظار ۾ رهيس، ته ڪهڙيءَ طرح مخالف ڌر جي مسلمان ميمبرن کي ڏاهي، ڪين پنهنجي جاءِ تي وزارت ۾ آڻي استعيفا ڏيان. جيتوڻيڪ الله بخش گروهه جي ڏاهڻ لاءِ گهڻي وقت کان ڪوشش ۾ هئاسون؛ ته به خاص طرح ان جي شروعات مسٽر آصف علي ڪانگريس ليڊر کي منهنجي ڏنل دعوت جي موقعي تي ٿي؛ خانبهادر الله بخش کي مسٽر آصف علي

جي روبرو ڪيترن هندن ۽ مسلمان ميمبرن سنڌ جي ڀلي خاطر عرض ڪيو هو. ان وقت هندن جا ڳڙڻ ۾ اتفاقي خون پيا ٿيندا هئا، انهيءَ کي بند ڪرڻ ۽ عام اتحاد خاطر هندو مسلمان ميمبرن ۾ ڪيترا اتحاد جا حامي هئا. خانبهادر عرضداشت کان انڪار ڪري نه سگهيو؛ ليڪن پاڻ وزارت ۾ اچڻ جي عيوض سر غلام حسين کي پنهنجو عيوضي ڪري وزارت ۾ سوڪلڻ گهريائين. ٿوري وقت کانپوءِ آل انڊيا ڪانگريس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ بمبئي ۾ ڪوٺائي ويئي. اتي خانبهادر کي به گهرايو ويو؛ ان کان واپس اچڻ بعد هو ٻون ڳالهيون ڪرڻ لڳو؛ جنهن مان معلوم ٿيو ٿي؛ ته هن ڪانگريس پارٽيءَ سان ڪو مخفي سمجهوتو ڪيو هو. پر باوجود ان خبر جي، مون دل نه هاري؛ ۽ خانبهادر کي ڦاهڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس. خانبهادر کي ذهن نشين ڪرايم، ته ڪانگريسي ميمبر شاهوڪار طبقي جي اثر هيٺ اچي سندن مفاد کي، جو عوام جي مفاد جي خلاف آهي؛ هٿ لائڻ نه ڏيندا. انهن جو مقصد هميشه اهو رهندو، ته مسلمان ميمبر پاڻ ۾ ملي، عام مفاد جو ڪم ڪري سندن مفاد کي نقصان نه پهچائين، تنهنڪري انهن ۾ نفاق سندن واسطي بهتر ٿيندو. کيس ٻڌايم، ته جي ورې به انهن جي مدد سان وزارت ڊاهي؛ ٻي وزارت ڦاهي سگهئين ته به توکي عام مفاد لاءِ اڳي وانگر گهڻو ڪجهه ڪرڻ نه ڏيندا. تنهنڪري بهتر آهي؛ ته تون پنهنجي گروه سان هن وزارت ۾ شامل ٿي؛ ته ممڪن آهي ته ڪجهه وقت کانپوءِ وزيراعظم به ٿي وڃين؛ پر هن تي منهنجي عرضداشتن گهڻو اثر نه ڪيو؛ انهيءَ وقت ڪن ڪانگريسين مولانا ابوالڪلام آزاد کي سنڌ ۾ اچڻ جي دعوت ڏني، هنن جو خيال هو؛ ته هن جي اچڻ ڪري سنڌ مان بدامني ۽ نفاق دور ٿيڻ لاءِ ڪوشش شايد ڪامياب ٿئي؛ جڏهن اسانکي مولانا جي هن مقصد اسان اچڻ جو پتو پيو، ته اسان پنهنجو اخلاقي فرض سمجهيو؛ ته سندن مرحبا ڪريون ۽ کيس انهي مقصد ۾

ڪامياب ٿيڻ لاءِ هر طرح جي مدد ڏيون. اسان باوجود ليگ ۽ ڪانگريس جي اختلافن جي ۽ باوجود ان علم جي، ته اڪثر مسلم ليگي ليڊرن ڪانگريس ڪارڪنن جي سنڌ ۾ اچڻ تي سوشل بائيڪاٽ ڪيو هو. مولانا جي مرحبا ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهيو ۽ مير بنده علي خان پريمئر ۽ خانبهادر کهڙو ٻه مکيه وزير ڊرگ روڊ هوائي اڏي تي سندس استقبال لاءِ ويا. شام جو آءٌ ۽ شيخ عبدالمجيد صاحب ساڻس سندس رهائش واري جاءِ تي ماڻ ويا سون. جتي سنڌ جي معاملات تي گفتگو جي دوران ۾ هندن طرفان جي تجويزون مليون آهن، انهن ۾ هڪ اها به آهي، ته مسلمان ميمبرن مان اختلاف دور ڪري جملي پارٽين جي وزارت ٺاهجي. ڪن وري موجوده بدامني ۽ نفاق لاءِ جوابدار اسان جي وزارت کي ٿي ٺهرايو. انڪري مولانا خواهش ظاهر ڪئي، ته هن سڀني اسيمبليءَ جي مسلمان ميمبرن کي هڪ جاءِ تي ملي، هنن سان تبادلا خيالات ڪرڻ چاهيو ٿي. ان تي اسان مير بنده علي خان وزير اعظم جي جڳهه تي مولانا جي خواهش پٽاندڙ سڀني مسلمان ميمبرن کي گهرائي مولانا سان ملايو. اتي گفتگو هلندي ميمبرن جي ڪثرت راءِ ان خيال جي ٿي، ته سڀئي مسلمان گڏجي سنڌ جي مفاد لاءِ ڪم ڪن، ۽ وزارت ۾ ٻه جايون الله بخش گروه کي ڏنيون وڃن. جا تجويز سڀني مولانا جي روبرو قبول ڪئي، پڌڻ ۾ آيو ته ان خبر پڌڻ تي ڪيترا ڪانگريسي ڪارڪن ناراض ٿيا ۽ خانبهادر الله بخش کي چيائون ته ان گڏيل وزارت ۾ ان وقت تائين شريڪ نه ٿئي، جيستائين ڪيس وزير اعظم نه ڪيو وڃي.

اها خبر پڌي مسلمان ميمبر تمام ناراض ٿيا ۽ مولانا لاءِ ڪانگريس جماعت ۾ ٻن راين جي هئڻ ڪري مشڪلات ٿي پيئي.

هڪ گروهه ان ارادي جو هو، ته موجوده وزارت ڊاهي الله بخش جي وزارت کي طاقت ۾ آڻجي. ليڪن ٻيو گروهه انهيءَ

پاليسيءَ کي ڪوتهه انديشي ۽ ملڪ جي امن امان ۽ ڀلي جي منافي سمجهڻ لڳو.

مولانا تي اهو به ذهن نشين ٿي چڪو هو ته جيستائين مسلمان ميمبر متفق ٿي ڪم نه ڪندا، تيستائين هندو شاهوڪار طبقو سنڌ جي عوام جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ جو ڪم ڪنهن به وزارت ڪرڻ نه ڏيندو، ۽ انهي ڪري نه امن امان ٿيندو ۽ نه نفاق دور ٿيندو. آخر ۾ هن مسلمان ميمبرن کي متحد ڪرڻ ضروري سمجهي کين مشورو ڏنو ته وزير اعظم جو سوال مسلمان ميمبرن جي ڪثرت تي ڇڏيو وڃي ته اهي چونڊين. اها ڳالهه به ڪن ڪانگريس ڪارڪنن کي نه وڻي، ۽ انهن خانبهادر الله‌بخش کي ان جي قبول ڪرڻ کان روڪيو. جڏهن مولانا کي اها خبر پئي، ته مسٽر نهالچداس وزيراڻي، جو به ان وقت امان جي وزارت ۾ وزير هو تنهن سان مصلحت ڪيم، ۽ ان سان گڏجي خانبهادر کي وڃي ستايوسين، ته مهرباني ڪري ملڪ جي بهتريءَ خاطر پاڻ رواجي وزيريءَ ۾ داخل ڏئي؛ گهڻي ستائڻ بعد آخر هن قبول ڪيو، اها ڳالهه مولانا سان ڪري مون ۽ خانبهادر کهڙي صلح جي مسودي تي هڪ طرف صحيحون ڪيون ۽ خانبهادر الله بخش ٻي طرف صحيح ڪئي. انهيءَ ڪاپيءَ مون ساري حقيقت شيخ عبدالمجيد صاحب وزير ۽ سيد علي محمد شاه راشدي جنرل سيڪريٽري صوبي سنڌ مسلم ليگ سان ڪئي. ۽ ڪيل صلح‌نامي جي ڪاپي کين ڏنيم. ته سيٺ حاجي عبدالله هارون صدر صوبه سنڌ مسلم ليگ جي ڏيان تي اها ڳالهه آڻين. سيٺ صاحب مولانا سان ٿيل گفتگو وارو سمور وقت ڪراچيءَ کان ٻاهر هو ۽ ان سمجهوتي ٿيڻ ڪاپيءَ ڪراچيءَ ۾ آيو. هن صاحب صلح‌نامه جي نقل ملڻ شرط ان صلح تي منظوري ڏيڻ جي عيوض هڪ خط لکي موڪليو؛ ته اسان کي استعيفي نه ڏيڻ گهرجي، صلح جي شرطن مطابق خانبهادر الله بخش جي گروهه کي به جايون وزارت ۾ ڏيئيون هيون. جن سان هڪ بروقت ڏيٺي هئي، جنهن

۾ هو وزير ٿي اچڻو هو ۽ هڪ جاءِ هڪ مهيني کانپوءِ ٻي وزير جي استعفيٰ ڏيڻ بعد هن کي ڏيڻي هئي. جنهن ۾ سر غلام حسين کي آڻڻو هو. انهي صلح کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ مون ۽ شيخ عبدالمجيد صاحب ڪوشش ڪئي هئي، ۽ اسان پنهي استعفيٰ ڏيڻي پنهنجي جاءِ تي وزير الله بخش گروه جي وزيرن کي آڻڻ جو ارادو ڪيو هو. ليڪن صوبائي مسلم ليگ جي صدر جي منع نامه جي خط اچڻ بعد اسان لاءِ مشڪل ٿي پئي، تہ ڪيئن ان جي پيڇڪڙي ڪري اسان استعفائون ڏيون. آخر ۾ مون سمجهيو تہ جنهن صورت ۾ صلح نامي تي صحيح بہ مون ڪئي ۽ خانبهادر کي منٿ ڪري ان فيصلي تي سندس مرضيءَ جي خلاف بيهاريو بہ مون هو، تہ ان حالت ۾ هاڻ ڪن قانوني رنڊڪن ڪري واعدي تان ڦرڻ مون لاءِ مناسب نہ هو. تنهنڪري مون فيصلو ڪيو تہ وڏي مقصد کي حاصل ڪرڻ خاطر صدر جو عتاب برداشت ڪرڻ گهڻو نقصان وارو ٿيندو ۽ سونکي استعفيٰ ڏيڻ گهرجي. ليڪن شيخ صاحب لاءِ صدر جي انحرافي ڪري ليگ جو واسطو ٽوڙي وزارت تان استعفيٰ ڏيڻ لاءِ ڪاڻي سبب ڪونہ هئا. پڙهندڙن کي خبر هوندي تہ مون اڳيئي استعفيٰ ڏيڻ لاءِ پنهنجن دوستن، ووٽرن، خود جناح صاحب سان بہ مشوري بعد فيصلو ڪري ڇڏيو هو. ٿئي ڏينهن صبوح جو ۲۲ نومبر ۱۹۴۰ع آءٌ ۽ خانبهادر الله بخش مولانا جي جاءِ تي ملياسون. جتي شيخ صاحب ۽ پيا وزير بہ آيا، شيخ صاحب مولانا کي نئين پيدا ٿيل مشڪلات کان واقف ڪيو ۽ ڪيس عرض ڪيو تہ اسان کي ڪجهہ مهلت ڏني وڃي، تہ ليگ پريزيڊنٽ کي سمجهائي رضانامي لاءِ منظوري وٺون.

ليڪن مولانا صاحب ڏهہ ڏينهن اڳيئي هن معاملي لاءِ رهي چڪو هو. ۽ ٻي ڏينهن سوڻ لاءِ ضروري پروگرام بہ مقرر ڪري چڪو هو. تنهن ظاهر ڪيو، تہ هن کي خبر نہ هئي تہ هي معاملو وڌيڪ ڪيترو وقت ڪائڻ وارو هو، انڪري وڌيڪ

غير معين مدي لاءِ هو رهي نٿي سگهيو. هن اشارتا هي ڳالهه
پڌائي ته سنڌس وڃڻ بعد ممڪن آهي، ڪي ماڻهو جي ان
سمجهوتي جي برخلاف هجن، سي اڻ سهوري ڳالهه ۾ رخنو وجهن،
۽ مسلمان ميمبرن جي متحد ٿيڻ جو خواب تعبير کانسواءِ رهجي
وڃي. ساڳي وقت خانبهادر الله بخش ظاهر ڪيو ته جيڪڏهن
اوهان ڪيل فيصلي تي ٻيهڻ کان گس گساءِ ڪري پنهنجي
پريزيڊنٽ جي راضي ڪرڻ لاءِ وقت ڏا گهرو؛ ته ان حالت ۾
هوءِ پنهنجي دوستن سان مشوري ڪرڻ لاءِ آزاد آهي ۽ گفتگو
نئين سر ڪرڻي پوندي. هنن حالتن هيٺ مون کي محسوس ٿيو،
ته اڳيون رضانامي جون ڳالهيون ختم ٿي وينديون ۽ ساري
سمجهوتي جي درهم برهم ٿيڻ جو امڪان پيدا ٿيندو، مون کي
اهو بہ احساس ٿيو، ته صوبائي مسلم ليگ جي عهديدارن جي
مصلحت ۽ مشوري کانسواءِ پر پٺ اهو عهدنامو پنهنجي جوابداري
تي ڪرڻ ٺيڪ نہ هوم. پر هڪ دفعي جوابدار ماڻهو جي
حيثيت ۾ وعدو ڪري وري پوئتي موٽڻ بہ شانائتو نہ هو. تنهنڪري
انوقت منهنجي لاءِ صرف هڪڙو ئي رستو ڪليل هو، ته پنهنجي
انجام تي پورو رهي يڪدم استعفي ڏيان، تنهنڪري مون خانبهادر
الله بخش سان گڏجي گورنر وٽ انهيءَ وقت وڃي استعفي پيش
ڪئي. هي منهنجو قدم بمبئي مان اچڻ بعد جن ٻن مقصدن
لاءِ ڪوشش ڪرڻي هيم، تن جي مطابق هو. جيتوڻيڪ اهو
قدم مون عوام جي فائدي ۽ مسلم اسيمبليءَ جي ميمبرن ۾
اتحاد آڻڻ خاطر سندن صلاح سان کنيو هو، پر مسلم ليگ جي
ڪارڪنن ۾ انڪري ڏاڍي غلط فهمي پيدا ٿي. هڪ تہ اها
ڳالهہ مولانا ابوالڪلام جي سنڌ ۾ اچڻ جي موقعي تي صادر
ٿي؛ جنهنڪري ڪانگريس جي ناموس وڌائڻ ۾ مون کي جوابدار
ٺهرايو ويو؛ ٻئي طرف اهو قدم صدر صوبي سنڌ مسلم ليگ
جي حڪمن جي برخلاف کنيو هوم. مون پنهنجي استعفي ٢٢
نومبر ١٩٤٠ع جي گورنر سنڌ کي ڏني ۽ هن ٢٣ تاريخ منظور

ڪري خانبهادر الله بخش کي منهنجي جاءِ تي وزير مقرر ڪيو.
انهيءَ موقعي تي هڪ گڏيل پارلياميٽري صلاح ڪار ڪميٽي
اسيمبليءَ جي سڀني پارٽين مان ٺاهي ويئي؛ ته نئين وزارت؛ جا
سڀني پارٽين جي سڏجڻ ۾ ٿي آئي؛ تنهنکي ڪارواري ۽ قانون
سازي جي سوالن ۾ صلاح مصلحت ڏئي ڪاميٽيءَ جا هيٺيان
ميمبر هئا.

۱- مير بنده علي خان چيئرمن ۲- جي.ايم.سيد سيڪريٽري
۳- خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۴- شيخ عبدالمجيد ۵- خانبهادر
الله بخش ۶- سرغلام حسين ۷- پير الاهي بخش ۸- مسٽرمحمد هاشم
گذدر ۹- مسٽر نيوندرام ۱۰- مسٽر نهلچداس وزيراڻي ۱۱- راءِ
صاحب گوڪلداس ۱۲- مسٽر رستم سڌوا ۱۳- مسٽر نارائنداس
بيچر ۱۴- ڊاڪٽر چوئترام گدواڻي ۱۵- مسٽر فريزر ۱۶- آزاد
هندو گروهه جو ميمبر هن ڪاميٽيءَ پنهنجو ڪم چڱيءَ طرح
شروع ڪيو، ڪيتريون ميٽنگون سڏايون ويون، جنهن ۾
نومبر مهيني ۾ ٿيڻ واري اسيمبلي سيشن جا بل بحث هيٺ آئي
ضروري ترميم سان اسيمبلي ڏي موڪليا ويا. هن جو نتيجو اهو
نڪتو ته اسيمبليءَ جو ڪاروبار تمام تيزيءَ سان نيڪال ٿيو
۽ اجاين بحثن تي ٽائيم نه ويو. شاپ اسسٽنٽ جهڙي اهم بل
کي پاس ڪرڻ ۾ ڪي ڪلاڪ لڳا، جي رواجي حالت ۾
پاس ٿيڻ ۾ ڪي هفتا يا مهينا وٺي ها. هن ڪاميٽيءَ اسيمبليءَ
جي ڪم نيڪال ڪرڻ ۾ سهوليت ۽ جلدائي پيدا ڪئي، ۽
پارٽي بازيءَ جي منصوبه بازين کي روڪڻ ۾ گهڻي قدر مدد
ڪئي. پر ارسان جي ڳالهه آهي، ته ڪي ماڻهو اهڙا به هئا،
جن کي هيءَ ڳالهه پسند نه آئي. اهي طبيعت جي لاڙي يا طبقي
جي مفاد کي خطرو محسوس ڪري ههڙي اتحاد ۾ خوف محسوس
ڪرڻ لڳا. ۽ پنهنجي مفاد جي سلامتي صرف باهمي اختلاف ۾
ٿي ڏٺائون.

---

# فصل ٹائون

## مسلم ليگ جو آواز عوام تائين پهچائڻ

### "ڪارڻ منڌ ميهار، ڪاريءَ رات ڪن تري"

جلدئي گهڻن آزاد هندو ميمبرن هن صلح تي نقطه چيني ڪرڻ شروع ڪئي. نتيجو اهو ٿيو ته ڪيترا ان گروه جا ميمبر جي مسٽر نهچلداس جي هن صلح ڪرائڻ ۾ دلچسپي وٺڻ تي ناراض هئا، وڃي مخالفت جي بينچن تي ويٺا. باقي رهيل ميمبرن به ڪاڻو ڪلاڻو هن ٺهراءَ تي رضامندي ظاهر ڪرڻ ڪان پي اٿايو ۽ ان ڪري صلاح ڪار ڪاميٽيءَ تي هڪ ميمبر مقرر ڪرڻ بدران، دفعي دفعي سان مسٽر نهچلداس نئون ميمبر وٺي ايندو هو. ڏسڻ ۾ ائين آيو، ته گورنر يا انهيءَ وقت جا ڪي يورپين عملدار به هن ٺهراءَ مان خوش ڪونه ٿيا هئا. جا ڳالهه سندن ورتل طريقن مان ظاهر هئي، جي هنن سکيوئي اختيار ڪيا هئا. جنهن ڪري عوام تي اهو اثر ويٺو ٿي، ته باوجود سڀني پارٽين جي گڏيل وزارت جي به؛ حقيقي طاقت جا مالڪ انگريز عملدار ۽ گورنر آهن، ۽ وزيرن جي هٿ ۾ ڪجهه نه آهي. ان طرح سان وزيرن جو پبلڪ ۾ رعب گهٽ ٿي ٿيو. جيستائين ڪانگريس جي ميمبرن جو تعلق هو، انهن ظاهري طور تي هن ٺوراءَ تي اطمينان جو اظهار ڪيو، ڇاڪاڻ ته هي ٺهراءُ سندن جماعت جي صدر جي هٿان واقع ٿيو هو. ليڪن ٿورن ڏينهن ڪانپوءِ ڪي ڳالهيون اسانجي ڌيان تي آيون، جن مان ظاهر ٿي ٿيو، ته دل ۾ اهي مان ڪي مسلمان ميمبرن جي اتحاد تي راضي ڪونه هئا، ۽

انهيءَ ڪوشش ۾ هئا، ته ڪيئن انهيءَ کي ٽوڙجي. هيٺين مثالن مان سندن لاڙي جو پتو پئجي سگهندو.

۱- الهه بخش ۽ اسانجي وچ ۾ جن شرطن تي سمجهوتو ٿيو هو، سو سياسي مصلحتن خاطر ڪجهه وقت تائين مخفي رکيو هو. ليڪن اهو جلدئي هڪ مکيه ڪانگريسي اخبار ۾ پڌرو ڪيو ويو، جنهنڪري مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي اختلافن سبب هن ٺاهه جي خاطر خواه نموني پائدار ٿيڻ ۾ ڪيتريون مشڪلاتون پيدا ٿي ويون.

۲- هندو پريس منهنجي استعفيٰ ڏيڻ کي اهڙي نموني پبلڪ اڳيان پيش ڪيو؛ جنهن مان ائين ظاهر ٿيڻ لڳو ته مسلم ليگ کي منهنجي هن قدم ڪري سخت نقصان پهتو آهي.

۳- ڪن انگريز عملدارن طرفان عوام جي مٿان انتظام جي آڙ ۾ جا دباءَ جي پاليسي شروع ٿي، جنهنجي برخلافي هرهڪ عوام جي خيرخواه کي ڪرڻ کپندي هئي، خصوصاً ڪانگريس جهڙي جماعت کي. پر ڪن ڪانگريسين خود انهيءَ پاليسي کي صحيح ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سازاه ڪئي. چاڪاڻ ته ان دباءَ جو اثر صرف مسلمان ڳوٺاڻن تي پيو ٿي؛ جنهنجو احساس هنن کي نٿي ٿيو.

۴- ڪيترا ڪانگريسي خان بهادر الهه بخش تي زور آڻڻ لڳا؛ ته تون تيستائين ماٺ نه ڪر، جيستائين توکي وڏو وزير نه ڪن. ۽ ٻيءَ حالت ۾ هن وزارت کي ڊاهي؛ نئين وزارت سندن مدد سان ٺاهڻ ٿي گهريائون. هنن سڀني ڳالهين جو نتيجو اهو نڪتو؛ ته اسيمبليءَ جي مسلمان ميمبرن ۾ شڪ ۽ اختلاف پيدا ٿيڻ لڳا. جن اسان سان اهو صلح ڪرايو هو؛ سي هڪ طرف مسلم ليگ مرڪزن ۾ بدنام ٿيڻ لڳا؛ ته ٻي طرف خان بهادر الهه بخش پنهنجا شرط زور سان وزيرن کان ڇڪڻ لڳو. ۱٦ ڊسمبر ۱۹۴۰ع تي جناح صاحب پنهنجي وڪالت جي ڪم سان ڪراچي آيو. سنڌ مسلم ليگ جي ڪاروبار جي وڌيڪ واقفيت

حاصل ڪرڻ ۽ ان کي نئين سر منظم ڪرڻ لاءِ صوبي ۾ ڪجهه ڏينهن زياده رهي پيو. هندو پريس يڪدم شڪ اڏارڻ شروع ڪيا، ته جناح صاحب خاص "آزاد صلح" کي ٽوڙڻ لاءِ سنڌ ۾ آيو آهي. جناح صاحب ڪراچيءَ ۾ قيام جي عرصي اندر مختلف ماڻهن سان تبادلہ خيالات ڪرڻ بعد هن راءِ تي پهتو؛ ته اگرچه حالتن جي تقاضا ڪري مسلم ليگ ڪوليشن وزارت وجود ۾ آئي آهي، ليڪن انهي ڪري جماعت جي ناموس کي بہ نقصان پهتو آهي. تنهنڪري مسلم ليگ لاءِ صرف ٻہ رستا بچيل هئا. هڪ ته وزارت ۾ مسلم ليگ کي موثر آواز هجي، جنهنڪري هوءَ پنهنجي پاليسي ۽ پروگرام کي عمل ۾ آڻڻ جي پوزيشن ۾ ٿئي؛ يا ته مسلم ليگي وزير استعفيٰ ڏيئي اچي مخالفت ۾ وهن. انهن ڳالهين کي نظر ۾ رکي آءِ خان بهادر الهه بخش کي جناح صاحب وٽ وٺي ويس، ۽ ڪوشش ڪيم، ته منجهن ڪو سمجهوتو ٿئي. ليڪن ٽن چئن ملاقاتن بعد جناح صاحب ان نتيجي تي پهتو، ته خان بهادر الهه بخش مسلم ليگ جي ضابطي هيٺ رهڻ لاءِ تيار نہ آهي. هو ليگ سان بہ اهڙا تعلقات رکڻ گهري ٿو جهڙا ڪانگريس سان. آخر جناح صاحب انهيءَ راءِ جو ٿيو ته مسلم ليگي وزير استعفيٰ ڏيئي وزارت کان ٻاهر هليا اچن، ۽ ڪانگريس ۽ الهه بخش کي ڇڏين، ته وزارت هلائين. ليڪن ٻي ڏينهن اوچتو مير بنده علي خان جنهن کي ٺهراءَ جي شرطن موجب هڪ مهيني اندر استعيفا ڏني؛ خان بهادر جي گروه جي وزير لاءِ جاءِ خالي ڪرڻي هئي؛ ۽ وزيراعظم جي نئين سر چونڊ ٿيڻي هئي؛ سو وري مسلم ليگ ۾ داخل ٿيو؛ جنهن ڪري جناح صاحب پنهنجي مقرر ڪيل راءِ کي حالتن موجب ملتوي ڪري موٽي هليو ويو. مسلم ليگ جي منظم ڪرڻ لاءِ پنهنجي قيام جي دوران ۾ هن صاحب صوبہ سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل ۽ ورڪنگ ڪاميٽي جون ٻہ ٽي ميٽنگون سڏايون انهن ۾ فيصلو ٿيو؛ ته سنڌ اندر مسلمان عوام کي مسلم ليگ

جي جهنڊي هيٺ آڻڻ ۽ منجهن سياسي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ منظم ڪاميٽيءَ کي اهو ڪم سپرد ڪجي؛ ۽ ان لاءِ هيٺين ميمبرن جي هڪ ڪاميٽي منهنجي چيئرمين شپ هيٺ ٺاهي ويئي.

(١) قاضي فضل الله لاڙڪاڻه (٢) محمد هاشم گذدر ڪراچي (٣) مسٽر غلام نبي پٺاڻ سکر (٤) مسٽر يوسف حاجي عبدالله هارون ڪراچي (٥) صاحبزاده عبدالستار جان سرهندي حيدرآباد (٦) سيد حسن بخش شاه نواب شاه (٧) ميان فقير محمد مگريو ميرپورخاص. انهي وقت مون سمورو توجهه ٻن ڳالهين تي لڳايو، هڪ ته تازو مسلمان اسيمبلي ميمبرن ۾ ٿيل اتحاد قائم رهي. ٻيو ته مسلم عوام سياسي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ موثر طريقا اختيار ڪجن.

ٻئين سوال بنسبت هڪ طرف کي ڪانگريسي ۽ هندو ميمبر صلح کي ٽوڙي الهه بخش جي وزارت بنائڻ لاءِ تجويزون سوچي رهيا هئا، ته ٻي طرف مون کي ڊپ هو، مسلم ليگ لاءِ وزارت ۾ موثر آواز نه هئڻ ڪري جناح صاحب موجوده جوڙجڪ قائم رهڻ نه ڏيندو جڏهن ڪن ڪانگريسي ۽ هندو ميمبرن کي جناح صاحب جي راءِ جي خبر پئي، ته هنن خان بهادر کي انجام مطابق چوڻين وزارت حاصل ڪرڻ لاءِ زور ڏيڻ تي آماده ڪيو. آخر ان راءِ جو هوس، ته انجام موجب مير بنده علي خان کي وزارت جي مدي پوري ٿيڻ تي استعفيٰ ڏيڻ گهرجي. هڪ جاءِ وزارت جي خان بهادر جي گروه سان وعده مطابق سر غلام حسين کي ڏيڻ گهرجي، ۽ وزيراعظم مسلمان ميمبرن جي ڪثرت راءِ مطابق چونڊڻ گهرجي. انهي تجويز جي بنياد تي مون خان بهادر کهڙي ۽ سر حاجي عبدالله هارون سان خط و ڪتابت ڪئي، جنهن جا نقل جناح صاحب کي واقفيت لاءِ موڪليم. جن ۾ مون ڄاڻايو هو ته :

”سنڌي عوام (جي اڪثري مسلمان آهن) جي ڀلائي ۽ بهتريءَ جي تقاضا ان ۾ آهي، ته سنڌ اسيمبليءَ ۾ مسلمان ميمبرن جو تازو ٿيل اتحاد قائم رهڻ ڏنو وڃي ۽ مسلم ليگ جي ضابطي ۽ ناموس کي سنڌ جي مفاد تي ترجيح ڏيڻ مان فائدي بجاءِ نقصان ٿيڻ جو انديشو آهي. حالتن جي تقاضا مطابق جيڪڏهن مير بنده علي خان، جو ليگ مان خارج ٿيل آهي، تنهن جي هٿ هيٺ قائم ٿيل وزارت کي برداشت ڪري سگهياسون ٿي، ته خان بهادر الهه بخش جي وزيراعظميءَ کي به برداشت ڪري ڪري سگهون ٿا. وعده جي خلاف، مير بنده علي خان کي وزارت ۾ رهائڻ مان آئنده هلي وزارت ٽٽڻ جو انديشو آهي. ان ڪري يا ته وزارت ڪان ٻاهر ٿي مخالفت ۾ وهڻ وڌيڪ عزت وارو ٿيندو، يا خان بهادر جي گروه کي وعدي مطابق هڪ وزارت ڏئي موجوده ٺاهه برقرار رکڻ گهرجي.

ليڪن مسلم ليگ ليڊر مون سان شامل راءِ نه ٿيا ۽ مير بنده علي خان کي استعفيٰ نه ڏنائون، لاچار مون صبر اختيار ڪيو.

جڏهن ڪانگريس وارن ڏٺو ته مير صاحب استعفيٰ نٿو ڏي ته هو وعدو پوري ڪرڻ تي زور ڏيڻ لڳا ۽ گهر ڪرڻ لڳا، ته مير بنده علي خان نه صرف وزارت جي استعفيٰ ڏئي، پر وزيراعظم به خان بهادر الله بخش کي ڪيو وڃي. هڪ طرف اهي پنهنجي ضد تان نه مڙن، ته ٻي طرف مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جو زور هجو، ته ٻن وزيرن جي بدران ڪم از ڪم ٽي وزير سنڌن رهن، يا وزيراعظم سندن طرف جو رهي. جنهن جو نتيجو اهو ٿي نڪتو، ته صلح جا شرط ٽٽا ٿي ۽ ٻي جاءِ خانبهادر جي گروهه کي نٿي ملي سگهي. ڪانگريس وارا ليگ تي وعدي خلافيءَ جي تهمت ڌرڻ لڳا، ۽ مسلم ليگ وارا هاءِ ڪمانڊ جي حڪمن بڌاندر چوڻ لڳا ته ”اهو صلح ۽ شرط ڪن شخصن

جي وهم ڏيا هئا، ان ڪري جماعت انهن سان ٻڌل نه آهي."
انهي وقت ڌاري خانبهادر الهه بخش ۽ مسٽر نهچلداس وزيراڻي
جنوري مهيني ۾ مون وٽ ڳوٺ سن ۾ آيا ۽ چيائون ته "غلط
فهميون وڌنديون ٿيون وڃن، اسان تنهنجي هوش تي صلح ڪيو
هو، نه ته صرف وزيري وٺي الهه بخش وزارت ۾ نه اچي ها.
ان ڪري حالتن کي درست ڪرڻ جي جوابداري به مون تي
آهي." مون ليگ اختياريءَ وارن سان ڪيل لکپڙه کين ڏيکاري
۽ ٻڌايم، ته "باوجود ڪوشش جي ليگ هاءِ ڪمانڊ وارا مون
مون سان شامل راءِ نه ڏيا هئا. هو جماعت جي عزت ۽ ضابطه
کي صوبه جي ڀلائي تي ترجيح ٿا ڏين. تنهن ڪري جيڪڏهن
هو نٿا مڙن، ته تون مهرباني ڪري مسلمانن ۾ اتحاد ۽ صوبي
جي مفاد خاطر رواجي وزارت تي راضي رهه، ٻي وزارت کين
به ڪري تنهن جي ڌر کي وڌائي ڏني." خان بهادر ظاهر ڪيو
ته "اگرچه هو ڪٿي ان لاءِ تيار ٿئي، ليڪن ڪانگريس وارا
زور رکيو ويٺا آهن، ته خان بهادر ضرور وزيراعظم ٿيڻ گهرجي."
جڏهن مون ڏٺو ته هاءِ ڪمانڊ جي دست اندازي ڪري ڪانگريس
۽ ليگ مڪاني حالتن جو ڪوبه لحاظ رکڻ لاءِ تيار نه آهن،
تڏهن خان بهادر کي چيم ته هو "آزاد آهي، جيئن وڻيس تيئن
ڪري." مون کيس ٻڌايو ته "منهنجي دلچسپي هاڻ مسلم ليگ
ذريعو عوام ۾ بيداري پيدا ڪرڻ سان آهي." ۽ وزارتن ڏاهڻ
۽ ڊاهڻ ۾ مون کي گهٽي دلچسپي نه رهي آهي." نتيجو اهو
ٿيو، ته مهيني بعد بجيٽ سيشن جي موقع تي جڏهن ڪانگريس
جي ڪٽر جي رٽ پيش ٿي، ته خان بهادر ۽ هندو وزير ووٽن
ڏيڻ وقت بينچون ڇڏي وڃي مخالفت ۾ ويٺا، ۽ لاچار مير بنده
علي خان کي اعلان ڪرڻو پيو ته "جنهن صورت ۾ اسمبلي اندر
کيس اڪثريت نه آهي، تنهن ڪري هو استعفي ڏيڻ وارو آهي."
ان ڪري اسمبليءَ جي بيٺڪ مهمل ڪرائي ٻئي ڏينهن استعفي
ڏنائين. خان بهادر الهه بخش وري ڪانگريس ۽ آزاد هندو ميمبرن

جي مدد سان نئين وزارت ٺاهي. گذريل ڇهن سالن ۾ هندو سياستدانن جيڪو رويو اختيار ڪيو هو، تنهن اسان تي سٺا اثر نه وهاريا هئا. اسان ان ڪري پنهنجو توجه عوام کي بيدار ڪرڻ ڏي رجوع ڪيو، ۽ ان جي ابتدا وزارت ڪرڻ جي ڏينهن خالقڏنه هال ۾ ڪيل پبلڪ ميٽنگ اندر ڪئي ويئي، جتي ليگ جي وزارت مان نڪتل وزيرن عام مسلمانن اڳيان پنهنجو نقطهٔ نگاهه پيش ڪيو. ان موقعي تي مون به تقرير ڪئي جنهن ۾ ظاهر ڪيم ته جيستائين سنڌ جا مسلم عوام سياسي طرح بيدار ۽ منظم نه ٿيا آهن، ان وقت تائين موجوده اسيمبلي جي ميمبرن مان ڪين ڪنهن به فائدي جي اميد نه رکڻ گهرجي. هندو ميمبر پنهنجي شاهوڪار طبقه جي مفاد خاطر هميشه ڪين ويڙهائيندا رهندا. ڪانگريس ليڊرن کي نندي ۽ ڇيم ته اهي اسان کي پاڪستان جي گهر ڪرڻ واسطي مجبور ڪري رهيا آهن.

مون کي جڏهن معلوم ٿيو، ته مسلمان ميمبرن جي اتحاد جي اميد ختم ٿي چڪي هئي؛ ته سمورو ڌيان مسلم عوام کي سياسي طرح منظم ڪرڻ ۾ صرف ڪرڻ لڳس، جن بنيادن تي عوام کي اپيل ڪرڻي هئي؛ ان تي هڪ نوٽ لکي ان کي ڇپائي منتظم ڪاميٽيءَ جي ميمبرن کي موڪليم ۽ سن جي ڳوٺ ۾ انجي ميٽنگ ٢٢ فيبروري ١٩٤١ع تي سڏايم. منتظم ڪاميٽيءَ پنهنجي ١٧ مارچ واريءَ ٻي ميٽنگ ۾ عوام سان تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ هڪ ڊگهو پروگرام تيار ڪيو ۽ مونتي ان جي سرانجام ڪرڻ جو ذمو رکيو. ان پروگرام مطابق ضلع مسلم ليگ ڪانفرنسون سڏائڻ ۽ ڳوٺن جو گشت ڪرڻ. پاڪستان ۽ مسلم ليگ اصولن تي لٽريچر ڇپائڻ پاڪستان ۽ قائداعظم سان عوام کي روشناس ڪرائي ۽ هندن جي غلط پاليسيءَ کان عوام کي آگاهه ڪرڻ جا ڪم ڪرڻا هئا. انهن ڏينهن ۾ سڀ کان وڏي ڪانفرنس ميان غلام نبي خان پٺاڻ جي ڪوشش سان سکر ضلع جي سلطان ڪوٽ ڳوٺ مخدوم مريد حسين

ملتان واري جي صدارت سڏائي وئي هئي؛ جتي ڪيئي هزار ڳوٺاڻا آيل هئا. ان ڪانفرنس کانپوءِ ڪوٽڙي؛ سيوهڻ؛ سڪرنڊ ۽ موري تعلقن جا ڳوٺ گهمي اتي ميٽنگون ڪري هر هنڌ تي ليگ جون شاخون برپا ڪيون ويون. سلطان ڪوٽ جي ڪانفرنس کانپوءِ هندن ان تحريڪ جي سخت مخالفت ڪئي ۽ وزارت تي زور رکيائون؛ ته اهڙين ڪانفرنسن تي آئينده بندش وجهي؛ جو ان مان ملڪ جي امن و امان ۾ خطرو هو. ڪن هندو اخبارن ته سرڪار کي مسلم ليگ ورڪرن ۽ منهنجي نظربند ڪرڻ جو مشورو ڏنو. پڌرو ۾ آيو، ته ڪانفرنس جي موقعي تي ڏنل تقريرون وزارت طرفان گهرائي تپاسيون ويون، پر ان ۾ ڪا قانوني گرفت جهڙي ڳالهه نه هئڻ ڪري ڪوبه قدم کڻي نه سگهيا. ان پروپيگنڊا جي مقابلي ڪرڻ لاءِ وزارت هڪ لک روپيا هندو مسلم اتحاد وڌائڻ لاءِ پروپيگنڊا ڪرڻ واسطي بجيٽ ۾ وڌا. جنهن موقع تي مون تقرير ۾ ان جي مخالفت ڪندي وزارت ۽ ان جي مددگار هندو ميمبرن کي ذهن نشين ڪرڻ گهريو، ته اتحاد تقرير ذريعي نه ٿي سگهندو، جيستائين ڪ بنيادي سوالن (جن ڪري ڳوٺاڻا هندو شاهوڪار طبقه جي نامناسب روش ڪري پيڙهجي رهيا آهن) جي حل ڪرڻ جي وزارت طرفان ڪابه ڪوشش نه ٿي آهي ۽ هندو ميمبرن اسيمبليءَ جي مسلمان ميمبرن کي پنهنجي طبقه جي بچاءَ خاطر ورڇائڻ جي پاليسي بند نه ڪئي آهي. مون کين اهو به ٻڌايو ته جيڪا اقليت پنهنجي علم، پيسي، ۽ طاقت جي بنياد تي اڪثريت کي ڪمزور ڪرڻ ٿي گهري، تنهن لاءِ تاريخ شاهد آهي ته انجو خراب حشر ٿيڻ وارو آهي: جرمنيءَ جي يهودين جو مثال اسانجي اکين اڳيان تازو گذريو هو، منهنجي تقرير ڪري مورڳو هندو ميمبرن کي سخت جوش آيو. انهيءَ وقت آءٌ مسلم ليگ جي تبليغ لاءِ رات ڏينهن ننڊ ڦٽائي ڳوٺن ۾ ڪاهي پيس، ۽ ماڻهن کي ان جي اصولن سان روشناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم، ليڪن ان وقت

۽ مون کي اهو احساس هو ته ليگ ڪا منزل مقصود نه هئي، ليڪن مقصد کي پهچڻ جو ذريعو هئي." مسلم ليگ ۾ زميندار ۽ جاگيردار طبقي جو اقتدار هو، ته ليگ جي ناليءَ ۾ عوام کي ٻرغلائي جڏهن سنڌ جي عام مفاد جي برخلاف ڪو به قدم کنيو ويندو ته انجي مخالفت ڪرڻ مون لاءِ ضروري هئي، ان اصول تي آخر تائين قائم رهيس. منهنجي ڪان وٺي جا پاليسي مون اختيار ڪئي، تنهنجي ثبوت ۾ هڪ مثال پيش ڪجي ٿو، جو انهي سال بجيٽ سيشن جي موقع تي پيش ٿيو هو. مير بنده علي خان جي وزارت طرفان اسان هڪ بل سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو هو، جنهن پٽاندر جاگيرن جي سروي ڪرڻي هئي؛ ۽ خادمن کان جاگيردارن کي صرف سرڪاري ڍل وصول ڪرڻي هئي. جاگيرن ۾ بٽائي جو رواج، جنهن مطابق غريب آبادڪارن کي جاگيردارن جو غلام ٿي رهڻو ٿي پيو هو، بند ڪيو ٿي ويو. اهو بل مير وزارت جي ڪرڻ ڪري خانبهادر الله بخش طرفان اسيمبليءَ ۾ پاس ڪرڻ لاءِ پيش ٿيو. ليڪن جاگيردار طبقي؛ جنهن هن وقت عهدن نه ملڻ ڪري اچي مسلم ليگ جي دامن ۾ پناه ورتي هئي؛ تنهن مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ کي هن بل جي مخالفت لاءِ مجبور ڪيو. بالآخر پارٽيءَ هن عام ڀلي جي بل جي اسيمبليءَ ۾ مخالفت ڪئي. مون ان موقعي تي پارٽيءَ جي نظام جي ڀيٽ ڪري بل جي تائيد ڪئي؛ ۽ ان موقعي تي ٢٦ مارچ ١٩٤١ع تي جا تقرير اسيمبليءَ ۾ ڪيم؛ سا هت ان لاءِ پيش ڪريان ٿو؛ ته اصل کان جماعتن بنسبت منهنجا خيالات پڙهندڙن کي معلوم ٿي سگهن:

"جناب صدر. هن لينڊ ريونيو ڪوڊ جي درستيءَ جي (جاگيرداريءَ بل جي) موقعي تي جڏهن مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ ۽ منهنجي وچ ۾ اختلاف راءِ ٿي پيو آهي. آءٌ ضروري ٿو سمجهان ته هن بيان رستي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪريان. آءٌ هر ڪنهن وقت اهڙي اختلاف راءِ ظاهر ڪرڻ جو ضرور ته سمجهندو آهيان

ليڪن هي اهڙو مسئلو آهي جنهن ۾ اختلاف ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان، ۽ غلط فهميءَ کي دور ڪرڻ ۽ پنهنجي پوزيشن پبلڪ اڳيان صاف ڪرڻ لاءِ هن بيان رستي ان اختلاف جا ڪارڻ پيش ڪريان ٿو. هي پارٽيءَ جي ڪثرت راءِ ۽ منهنجي ضمير جو اختلاف آهي. ۽ پارٽي به اها؛ جنهن کي مون سمجهي سوچي ملڪ ۽ قوم جي ڀلي جي حصول خاطر ذريعو ڪري قبول ڪيو آهي. اهڙا موقعا انهيءَ ماڻهوءَ جي زندگيءَ ۾ نازڪ هوندا آهن، جنهن ماڻهوءَ جي ساري زندگي سياسي ۽ روحاني ترقي حاصل ڪرڻ جو ذريعو هوندي آهي. جناب من! اهو ظاهر ڪرڻ ڪانسواءِ رهي نٿو سگهان، ته منهنجي سياسي عقيدن جو تعلق، عزت، مشهوري، يا وانڊڪائي جي وندر حاصل ڪرڻ سان نه آهي. پر اها هڪ شخص طرفان انسانيت جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ بي لوث خدمت ڪرڻ جي جدوجهد آهي. جماعتون، ان جا قاعدا قانون ۽ پابنديون، شخصي دوستيون ۽ انهن جا لاڳاپا، سڀ مون وٽ انهيءَ اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ جا ذريعا آهن، ۽ نه بذات خود مقصد آهن. جڏهن مقصدن ۽ ذريعن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿئي ٿو، تڏهن مون لاءِ نهايت نازڪ حالتون پيدا ٿين ٿيون. سائين! اسلامي فلسفي کي مون طريقه راهه ڪري اختيار ڪيو آهي، جنهن ذريعي آءٌ سمجهان ٿو ته زمين تي عدل سک ۽ سلامتيءَ جو عالم پيدا ڪري سگهبو. مسلم ليگ جماعت پاڻ ئي انهيءَ عقيدي ۾ اعتبار رکندڙ مسلمانن کي منظم ڪرڻ جو ذمو کڻڻ سان اسلام جي اصولن پٽاندر انسان ذات جي فلاح ۽ بهبوديءَ جي جوابداري سر تي کڻي آهي. آءٌ مسلم ليگ ۾ شامل ٿي انهن جذبات جي ماتحت ٿيس. اهو صحيح آهي ته جماعتون شخصن جو مجموعو آهن، انهنجي اڪثريت ۾ اعليٰ خيالن ۽ عملن جي ڪمي آهي، جنهنجو نتيجو اهو ٿو نڪري ته جمهوري جماعتن ۾ علم جي ڪمزورين وقتي حالتن ۽ ضرورتن کي مد نظر رکندي معيار هيٺ ڪرڻو پوي ٿو. ليڪن جن

ماڻهن پنهنجي زندگيءَ جو مقصد مٿي بيان ڪيل اعليٰ اصولن مطابق مقرر ڪيو آهي، انهن لاءِ ڏاڍو مشڪل ٿيو پيو، ته قبول ڪيل اصولن جي برخلاف وقتي مصلحتن خاطر حق جي رستي کي ڇڏي ناحق اڳيان ڪنڌ نوائين. اڄ آءٌ پاڻ کي هڪ ضابطي جي پابندي ۽ ٻئي طرف پنهنجي ضمير جي آواز جي ڪشمڪش ۾ قاتل ٿو ڏسان. جيڪڏهن مسلم ليگ جو مقصد مساوات اخوت ۽ عدل آهي، جي اسلامي قانون آهن، ۽ جن واسطي پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ٿي وڃي، ته آءٌ سمجهي نٿو سگهان ته ڇو منهنجا مسلم ليگي دوست انهن اصولن کي قربان ڪري ان سسٽم کي قائم رکڻ گهرن ٿا، جو اسلامي اصولن جي عين برخلاف آهي. جاگيرون قديم زماني جي جابرانه دستور جو پاڙ آهن، جي جنگي انتظامن ۽ خدمتن جي عيوض ۾ قبيلن جي سرگروهن کي يا شاهي خاندان جي فردن کي گذر معاش لاءِ ڏنيون ويون هيون. هن سسٽم جي ڪري ئي غريب، شاهوڪار ۽ ڏاڍي هيٺي جو بنياد پيو، ۽ طبقاتي اختلاف برپا ٿيا، جي اسلامي اصول مساوات جي برخلاف آهن. آءٌ سمجهي نٿو سگهان ته انصاف جي اصولن پٽاندر هن جمهوريت جي زماني ۾ هڪ ڏينهن به هن طريقه کي قائم رکڻ گهرجي. آءٌ سمجهان ٿو، ته اسان اڃا انگريزي حڪومت جي ماتحت آهيون، جا طبقاتي تفاوت جي حامي ۽ انجي محافظ آهي، تنهنڪري جيڪڏهن هن وقت جاگيرن کي صفا ختم ڪري نٿا سگهون ته گهٽ ۾ گهٽ انهن جي زنجيرن کي ته ضرور ڍرو ڪري ڇڏيون. (آفرين آفرين جا آواز) هاڻ آءٌ هن بل جي تفصيل ۾ وينداس، هن جا مکيه به پاسا آهن. هڪ آهي جاگيرن جي سروي، ٻيو جاگيرن جي زمين تي ڍل بندي. جاگيرن جي سروي جي اصول تي مخالفت ٿي نٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته ان جي عدم موجودگي ۾ سرڪار کي سال بسال لکها روپين جي ڍل جو نقصان پيو ٿئي. جيستائين ڍل بنديءَ جو تعلق آهي،

اسان مان گهڻن کي معلوم آهي ته ان ڪري ڪيترن ايماندار جاگيردارن کي فائدو ٿيندو، جو هن وقت هنن کي ڏيل جيتري به پيدائش نٿي حاصل ٿئي، ليڪن ڪي ظالم ۽ زبردست جاگيردار جي غريبن جي رت چوسڻ تي هريل آهن، سي ان مان رنجه ٿيندا. جاگيردارن جي جاگيري زمين جي مٿان سرڪار جي حقن مطابق آهي، جڏهن سرڪار زمين تان ڏيل ڏي وٺي، ته ڪوبه سبب ڪونه آهي ته جاگيردار بخشي وٺندا رهن. جاگيردار کي اهو حق سياسي پينشن جي صورت ۾ مليل هو، تنهنڪري هو نقد رقم ملڻ جا حقدار آهن. زمين جي مالڪي يا سنڀال جو هنن کي ڪوبه حق نه آهي. هيئنر وقت اچي ويو آهي، ته ڏيل سرڪار سڌو هارين ۽ مخادمين کان وصول ڪري، ۽ جاگيردارن کي صرف پنيدارن وانگر ڏيل جو حصو ڏيڻ گهرجي. جيستائين ڪ جاگيرون صفا ختم ڪيون وڃن.

صاحبا منهنجو ظاهر ڪيل خيال درحقيقت مسلم ليگ جماعت جا حقيقي رايا سمجهڻ گهرجن. ليڪن آءٌ اهڙو بخت وارو نه ٿيو آهيان، جو مسلم ليگي دوستن کي حق سان روشناس ڪرائي سگهان. ته به آءٌ نا اميد نٿو ٿيان ۽ صبر سان ڪوشش ڪندو رهندس، جيستائين هنن کي حق ۽ ناحق جي تميز اچي وڃي! (تاڙيون)

---

# پاڃو ڀيو

## مسلم ليگ مان نا اميدي

دلبو منجهه درياهه، پسي پکي آئيا،
ويچارن ويساهه، آئسي ات اڙائيا! (شاهه)

## فصل ڏهون

### مسلم ليگ وزارت ڏوڙ

"ڏکيءَ توءِ ڏکار، توڙي وسن مينهڙا"

جون ١٩٤١ع ۾ مونکي آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي نامزد ڪيو ويو. جنهن تي سنڌ مان اڳيئي ڀيو عيوضي سيٺ حاجي عبدالله هارون هو. پهريون دفعو آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ٢٦ آڪٽوبر ١٩٤١ع تي دهلي ۾ ٿي. جنهن ۾ مون حصو ورتو. هي پهريون ئي دفعو هو، جو هندوستان جي اهم سياسي مسئلن مان منهنجو تعلق پيدا ٿيو. جنهن مون ۾ مسلمانن جي فلاح ۽ بهبوديءَ لاءِ خدمت ڪرڻ جون نيون اميدون پيدا ڪيون. انهيءَ وقت تاري منتظم ڪاميٽي صوبائي ليگ سڪرنڊ ۾ ضلع مسلم ليگ ڪانفرنس سڏائڻ جو انتظام ڪيو ويو هو.

سيد حسن بخش شاهه محراپور واري سموري انتظام ۽ خرچ جو ذمو پنهنجي سر تي کنيو. ان لاءِ گهڻو انتظام ڪيو ويو، ليڪن سنڌ وزارت جي مقرر ٿيل تاريخ کان صرف ٻه ڏينهن

اڳ جڏهن انتظام مڪمل ٿي چڪو هو ۽ سيد مذڪور گهڻو خرچ به ڪري چڪو هو، ان ڪانفرنس تي ڪالرا جي بهاني بندش وڌي. هزارها ماڻهو اڳيئي اچي چڪا هئا، جي ڪانفرنس جي بند ٿيڻ جي خبر ٻڌي نااميد ۽ ناراض ٿي وزارت جي شهري آزاديءَ ۾ دست‌اندازي جا برا اثر ڪٺي پوئتي موٽيا. مون جناح صاحب کي تار جي رستي هن بندش جو احوال پيش ڪري هن کان قاعدو ٽوڙي ڪانفرنس جي اجازت گهري. هن اسان کي قانوني رستو اختيار ڪرڻ ۽ گورنر سان ملڻ لاءِ حڪم ڪيو. جيئن سال پورو ٿيڻ کي ويجهو ايندو ويو، تيئن جنگ جي حالت نازڪ صورت اختيار ڪندي ويئي.

جپان جو اوچتو جنگ ۾ گهڙڻ ۽ سندس ابتدائي فتحن هندوستان جي بچاءَ ۽ حفاظت لاءِ خطرو وڌايو. ان جو اثر ملڪ جي اندروني معاملات تي گهڻو پيو، خصوصاً سنڌ ۾ ته حالتون نازڪ صورت اختيار ڪرڻ لڳيون. هن وقت ته حرن جي نالي کان هرڪو واقف آهي، ليڪن هنن جي مشهوري سرڪار ۽ قانون جي برخلاف کلي بغاوت ڪرڻ بعد ٿي. پير صاحب پاڳاري جي نظربندي کين سرڪار کي کليو کلايو چئلنج ڏيڻ لاءِ موقعو پيدا ڪري ڏنو. گهڻي وقت تائين حڪومت ۽ حرن جي وچ ۾ هڪ باقاعدي جنگ چالو هئي. سرڪار پير صاحب جي مريدن کي نهايت سختيءَ ۽ بي دردي‌ءَ سان هيسايو. آءٌ سمجهان ٿو ته حر تحريڪ جو مختصر احوال هن ڪتاب ۾ ڏيڻ بيجا نه نه ٿيندو. ”حر“ معنيٰ ”آزاديءَ ۽ حق جي راه ۾ لڙڻ وارو ماڻهو.“ اصل ۾ هي لقب امام حسين عليه‌السلام هڪ ماڻهوءَ کي ڏنو هو، جو يزيد جي لشڪر ۾ هو، ليڪن امام حسين جي حق تي هجڻ جو احوال معلوم ڪري ڦري امام جي طرف اچي يزيد جي برخلاف لڙڻ لڳو ۽ پاڻ ۽ پٽن سميت شهيد ٿي ويو، هي نالو اسلامي تواريخ ۾ وفاداريءَ، قرباني ۽ بيڊپائي جي

صفتن سان مشهور آهي، سنڌ جي مشهور شاعر شاه عبداللطيف
لکيو آهي تہ:-

"حر" هلي آيو مانجهي مردانو،
آهي عاشق آگ جو پتنگ پروانو،
مان راضي ڏئي رب جو نبي تو نانو،
هي سر سمانو، گهوٽ مٽان ٿي گهوريان.
(شاهہ)

چوڻ ۾ اچي ٿو تہ مشهور مجاهد اسلام سيد احمد بريلوي
پير ميان صبغت‌الله شاه اول جي زماني ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ پير
صاحب جي هيٺ مجاهدن جي جماعت تيار ڪري ان جو نالو
"حر جماعت" رکيائين.

هن جماعت ۾ ڪنهن بہ ذات ۽ فرقي جو مسلمان شامل
سگهي ٿو، بشرطيڪ هن جو تحريڪ جي مکيہ اصولن ۾ ايمان
آهي ۽ هو انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ تيار آهي. تحريڪ جا
هيٺيان چار مکيہ اصول آهن.

١- فرق (جدا ۽ راز دار گروهہ)
٢- ترڪ (تحريڪ جي رستي ۾ سڀ لاڳاپا لاهڻ)
٣- غزا (حق جي راه ۾ لڙڻ)
٤- اطاعت امير (ليڊر جي تابعداري).

هي تحريڪ چڻ "فري مسينري وانگر هئي. انهيءَ ڪري
ان جا راز ۽ تواريخ عام کان لڪل رهيا. پر مٿين چئن اصولن
بابت جيڪي معلوم ٿي سگهيو آهي، سو پڙهندڙن جي ملاحظي
لاءِ پيش ڪجي ٿو.

١- فرق:- هي پير صاحب جي عام مريدن (جي "سالم
جماعت" جي نالي سان سڏجن ٿا) کان جدا انقلابين جو هڪ
خاص گروهہ آهي. هن فرقي جي مردن (فقيرن) کي جدا خليفن
ماتحت ڪاڏي پيتي، رهڻي ڪرڻي وغيره جي سخت ضابطي هيٺ
منظم ڪيو ويندو آهي. اخفاء راز، شجاعت ۽ پرهيزگاري هن

هن فرقي جا سڪيه اصول آهن. مٿين طريقي زندگيءَ هنن کي عام ماڻهن کان علحده پئي رکيو آهي.

باوجود زماني جي تڪليفن ۽ مصيبتن جي هنن اتفاق ۽ همت نه وڃائي آهي، سندن متو هميشه اهو پئي رهيو آهي ته:-

نهائينءَ کان نينهن، سک منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري. (شاه)

٢- ترڪ:- انجو مطلب اهو آهي ته هن گروهه جا پوئلڳ پنهنجي حياتي، ملڪيت، عزيز خويش ۽ آرام، تحريڪ جي عزت ۽ فائدي خاطر قربان ڪرڻ ضروري سمجهندا. پير صاحب جڏهن ڪين زيارت ڪرائيندو هو ته حاضر مجلس مرد يا زالون اڪثري جيڪي به وٽن حاضر هوندو هو سو پنهنجي رهبري جي اڳيان نذر عقيدت ڪندو هو. اهڙا به مثال موجود آهن، جڏهن دور دراز پنڌ کان ڪواٽ يا گهوڙو پير صاحب ڏي تحفو ڪري موڪليو ويندو هو ته پير صاحب وٽ پهچڻ تائين رستي هلندي هزارن روپين جا نذرانا ان سان شامل ڪيا ويندا هئا.

لڏائين لطيف چئي سندا ڏاڻ ڏسين،
تيلان ملڪ ڏٺين، جيو منگٿهار ڪي. (شاهه)

٣- غزا:- هي تحريڪ سنڌ جي حفاظت، مسلمان پنجاب ۽ سرحد جي آزادي واسطي مجاهدن جو گروهه تيار ڪرڻ لاءِ هلائي وئي هئي. هن تحريڪ جي هرهڪ مجاهد کي امير تحريڪ پير صاحب جي همٿ تي بيعت ڪري انجام ڪرڻو هو ته تحريڪ جي مقصدن لاءِ امير جي حڪمن پٺاندر هو سڀڪنهن قرباني لاءِ تيار رهندو. ڪي ته پاڻ تي جيئري جنازي نماز پڙهائي جانباز ٿي ويندا هئا ۽ پنهنجون حياتون جماعت جي مقصدن جي حصول واسطي وقف ڪري ڇڏيندا هئا.

نه وڏي نه وڪٽي، نه ماري نه ڌاري،
سا ٻر ٻاري، جا گهر سمي جي سپجي. (شاهه)

٤- اطاعت امير:- هر هڪ جماعت جي فرد کي مٿين

مقصدن خاطر پير صاحب جي ليڊريءَ ۾ مڪمل ايمان رکنو هو. ان ۾ هو زندگي جي راحت ۽ آخرت جي نجات سمجهندا هئا. پير صاحب جنهنجي سرڪردگيءَ ۾ هيءَ تحريڪ شروع ٿي هئي، سو به همه صفت موصوف هو، جيڪڏهن هڪ طرف منجهن روحاني راز سمايل هو، ته ٻئي طرف اصلاح آدم خاڪي ۽ غلبه اسلام لاءِ سندن دل درد رکندڙ هئي. اهڙن اطوارن ڪري هو هڪ ڪثير تعداد گروهه جون دليون گرويده ڪري سگهيا. فقير جماعت جي اعتقاد جو اهو عالم هو جو هرڪو چوندو هو ته:-

مٿي اتي منهنجي، هوا سرن سو هزار،
ته تنهنجي ساڻ تنوار، هر هر وڃيم هيڪڙو! (شاهه)

هن خاندان جو ڏاڏو سيد محمد راشد شاهه اصل لڪياري ساداتن مان هو. سندس اولاد جون سڪيم ۾ شاخون ٿيون، هڪ هڪ پاڳارو ۽ ٻي جهنڊي وارو. پاڳاري وارا پير جي گوٺ خيرپور رياست جي پر ۾ رهڻ لڳا ۽ جهنڊي وارا سعيدآباد جي پر ۾ هالا نوان تعلقي ۾ رهن ٿا. هن خاندان گهڻائي عالم، سياستدان، شاعر پيدا ڪيا آهن، هن تحريڪ جي عملي ڪارنامن جو مختصر بيان هن طرح آهي:- سيد احمد بريلوي پنهنجي مهم ۾ جهاد ڪندي شهيد ٿي پيو، پر سک سنڌ جي حملي ڪرڻ کان روڪجي پيا. ان کانپوءِ سکهوئي انگريزن جي حڪومت آئي، جنهنڪري پير صاحبن پنهنجي پاليسي بدلائي مسلمانن جي علمي ۽ مذهبي ترقيءَ لاءِ صرف ڪرڻ شروع ڪئي. هي جو انقلابين جو گروهه پيدا ٿي چڪو هو، تنهن جي لاءِ حالتن بدلجڻ ڪري ڪو عمل جو طريقو نه رهيو ۽ پير صاحبن جي گوشه نشينيءَ ڪري هو لائح عمل ۾ آزاد رهيا. تنهنڪري سرڪار ڪسي مٿن ۽ پير صاحبن تي سخت نظر رکڻي پيئي، ۽ نتيجو اهو نڪتو، جو پير صاحب سرڪاري اجازت کانسواءِ ٻاهر به نڪري نه سگهندا هئا. انهيءَ ڪري هن جماعت ۾ سرڪاري

احڪام جي برخلاف ناراضگي پيدا ٿي. جا ۱۸۹٦ع ڌاري وڌي وڃي بغاوت جي درجي کي پهتي. جڏهن بچو بادشاه ۽ پيرو وزير جي نالي سان هنن ٿرپارڪر ضلع جي ڪن ڪڙن تي پنهنجي آزاد حڪومت جو اعلان ڪيو. ان بغاوت کي ختم ڪرڻ ۾ انگريزن کي ٻارهن سال ڪن لڳي ويا، هن بغاوت جي وقت يا ان ڪانپوءِ حڪومت طرفان انهن کي دٻائڻ جا طريقا اختيار ڪيا ويا، تن انگريزي حڪومت ان جي آفيسرن ۽ مددگارن جي برخلاف هنن ۾ سخت نفرت وڌاري ڇڏي. هيٺيان مکيه مثال انهن سختين جا آهن، جي مختلف وقتن ۾ سرڪار طرفان حرن مٿان اختيار ڪيون ويون:-

(۱) بنا تميز ڏوهاري يا بيگناهن جي ڳوٺن جو ساڙڻ.

(۲) سنڌن چوپائي مال ۽ ماڻهن کي بندوقن جو نشانو بنائڻ.

(۳) سنڌن عورتن جي بيعزتي ڪرڻ.

(٤) بنا عدالتي فيصلي جي سنڌن زمينون ۽ ملڪيتون ضبط ڪرڻ.

(۵) گڏيل ڏنڊ ۽ ڍڳيون ڳوٺن مٿان وجهڻ، جن ۾ ڪيئي ڳوٺ مڪاني دشمنن جو شڪار ٿيا.

(٦) خاص ٽربيونل، مارشل لا ڪورٽون برپا ڪري انهن ذريعي سون ماڻهن کي ڳريون سزائون موت يا قيد جون ڏيڻ.

(۷) هن جماعت جي ماڻهن کي بنا عدالتي فيصلي جي لوڙهن ۽ سيٽلمينٽن ۾ رکڻ.

(۸) هنن مان ڪيترن کي صوبي کان ٻاهر جلاوطن ڪري جيلن يا خاص ڪئمپن ۾ رکڻ.

(۹) ڪيترن کي ڏوهاري قوم ٺهرائي وقت بوقت پوليس ٿاڻي تي حاضريون ڏيارڻ ۽ سنڌن نقل ۽ حرڪت لاءِ حدون مقرر ڪرڻ، جن کان ٻاهر هو گذر معاش لاءِ به وڃي نه سگهن.

(۱۰) ڪمانڊنگ مردن کي سنڌن زالن ۽ اولاد کان جدا

ڪرڻ بعد پوءِ کين گذر معاش جي انتظام ڪرڻ کانسواءِ ڇڏي ڏين.

(١١) مڪاني پوليس عملدارن ۽ انهن جي پٽيلن جي خبرن تي وقت بوقت هنن سان سختيءَ جو برتاءُ ڪرڻ.

اهڙين حالتن هيٺ هو تقريباً ٥٠ سال کن رهيا. اهو سمورو وقت هو پوليس جا غلام ٿي رهيا ۽ سندن حالت جانورن کان بدتر هئي. ڏينهن جو وقت پنهنجي گذر لاءِ ڪمائيندا هئا، ته رات جو پوليس وارن جي گهوڙن جو گاهه آڻي. طنبيلي صفا ڪرڻ کانپوءِ پاڻي کين موجود ڪري ڏيڻ ۾ صرف ٿيندو هو. اهڙي طرح سان ڪي پنهنجي گذر جي پورائي يا پوليس جي راضي ڪرڻ لاءِ پيءِ چوريون يا ٻيا گناهه تي هريا. ڪيترين حالتن ۾ مڪاني پوليس جي چشم پوشيءَ سان اهي ڪم ٿيندا هئا. ٻي عالمگير جنگ جي پيدا ڪيل گذراني مسئلن، پوليس ۽ زميندارن جي سختين ۽ خصوصاً سندن جهالت ۽ بي وسيلائي ويتر کين تنگ ڪري ڇڏيو هو.

پير صاحب پاڳاري صبغت‌الله شاهه دوم کي انگريزي حڪومت ڪيس هلائي اٺن سالن جي سزا ڏني هئي، ان مان هو جنگ شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ آزاد ٿي آيل هو. هن کي انهي سزا جي عرصي ۾ هندستان جي مختلف جيلن ۾ رکيو ويو هو. جتي جيل جي زندگيءَ جون تڪليفون، آفيسرن جي نامناسب روش، سياسي انقلابين جي ملاقاتن، هن جي زندگيءَ تي گهڻو اثر ڪيو. جڏهن جيل کان ٻاهر نڪتو، ته انگريزي سلطنت جو وڏو دشمن بڻجي پيو. آخرڪار هن کي انگريزي حڪومت برخلاف منظم بغاوت ڪرڻ جي الزام ۾ مارشل لا ڪورٽ اڳيان ڪيس هلائي، جنهن ۾ اهي ٿيو، ته سزاءِ موت ڏني ويئي، جنهنجي ڪاروائي اجا تائين صيغه راز ۾ رکي ويئي آهي. ليڪن اها ڳالهه عالم آشڪار آهي ته ان ڪيس ۾ انگريزن کي اڪثر

شاهديون سندن پوئلڳن ليگي ليڊرن طرفان پير صاحب جي برخلاف ماڻيون.

ان وقت اهو به ظاهر ڪيو ويو ته انهي بغاوت جي سلسلي ۾ هن عراق جي مشهور انقلابي راشد علي ۽ فلسطين جي مفتي اعظم امين الحسيني سان به ملاقات ڪئي هئي ۽ هن پنهنجي غازين جي تربيت لاءِ بنگال جي انقلابين مان ڪي ماڻهو ورتا هئا. سنڌس سياسي لاڙو هن مان معلوم ڪري سگهجي ٿو ته هن پنهنجي مريدن کي کاڌيءَ جي ڪپڙن پائڻ جو حڪم ڏنو هو، ڪئو ڪوس کان حتي الامڪان پرهيز ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. اسان جي طرفان جڏهن مسلم ليگ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ کيس عرض ڪيو ويو، ته شدت سان انڪار ڪيائين ۽ چيائين ته "هيءَ انگريزن جي غلامن جي جماعت آهي، ان ۾ مان هرگز داخل نه ٿيندس". مطلب ته هن انگريزي سلطنت کي ختم ڪرڻ جو مستقل ارادو ڪري ڇڏيو هو. انگريزن جا ثنا خوان يا طرفدار ڀلا ڀلي چون، ليڪن اگر اسان انگريزن جي سنڌ تي قبضي کي غاصبانه تسلط سمجهون ٿا، ته انهن جي برخلاف ملڪ ۽ قوم خاطر بغاوت ڪرڻ ۽ لڙڻ به جهاد ۽ ثواب ۽ قبول ڪرڻو پوندوسون. انهيءَ ڪري پير صاحب جو تواريخ ۾ درجو مجاهد اعظم ۽ رئيس الاحرار جو ٿيندو، پر زماني جي بي قدري جي اها حالت آهي، ته جيڪي ظلم سان مقابلو ڪن ۽ ملڪ جي آزاديءَ لاءِ لڙن، تن کي گور ۽ ڪفن به نصيب نه ٿئي، ۽ انهن جو نالو وٺڻ به ڏوهه سمجهيو وڃي. ۽ جي ملڪ کي غلام بنائين يا ان ۾ مدد ڪن، تن کي وڏن لقبن سان ياد ڪري، انهن جون يادگارون قائم ڪيون وڃن ٿيون!

دوست کهائي دادلا، محب مارائي،
خاصن خلملن کي، سختيون سهائي،
انهي منجهه آهي، ڪا اونهي ڳالهه اسرار جي! (شاهه)

حر بغاوت ڪيتري قدر ملڪ ۾ پکڙيل هئي، انجو اندازو

هيٺين ڳالهين سان پڌي سگهندو:-

(١) سنڌ سرڪار جي طاقت ڪان امن امان رکڻ زور ٿي ويو، جنهنڪري مرڪزي حڪومت کي ملٽري موڪلي سنڌ جي اٽڪل ٢٠ هزار چورس ميلن جي مارشل لا لاڳو ڪري حڪومت هلائڻي پيئي. مارشل لا هڪ سال جي عرصي تائين قائم رهيو، جو دنيا جي موجوده دور ۾ هڪ خاص مثال آهي

(٢) ذڪر ڪيل مارشل لا واري ايراضي جي گهڻي حصي ۾ سال جو گهڻو ڀاڱو رات جو ڪرفيو آرڊر جاري رهيو.

(٣) سنڌو نديءَ جي ڪپي طرف هڪ سال تائين ريلوي ٽرينون رات جو هلائي نه سگهيون ويئون.

(٤) مسلح آهني موٽرڪارون، هوائي جهاز، پئرا شوٽون بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪتب آندا ويا.

(٥) چوڻ ۾ اچي ٿو، ته هڪ وقت ٣٠ هزارن ڪان به مٿي فوج رائفلن ۽ مشين گنن سان هن تحريڪ کي دٻائڻ ۽ فنا ڪرڻ لاءِ ڪم ۾ آندي ويئي.

(٧) سندس صاحبزادن کي جلاوطن ڪري ولايت موڪليو ويو، ۽ پير صاحب جي گادي ختم ڪئي ويئي.

(٨) اڄان تائين حرن جون اٽڪل ١٥ ڪئمپون آهن، جن ۾ هو نظربندي ۽ مصيبتن جي زندگي گذاري رهيا آهن، چوڻ ۾ اچي ٿو، ته انهن ڪئمپن ۾ اٽڪل ١٢ هزار ماڻهو رهايل آهن اهو سڀڪجهه انگريزن جي حڪومت طرفان ڪيو ويو. انهيءَ تشدد سبب حر تحريڪ ظاهر ۾ دٻجي ويئي ۽ هن وقت تائين ڍيل ڏسڻ ۾ اچي ٿي، ليڪن هنن بنيادي ناراضپي، مخالفت ۽ بدامنيءَ جي ڪارڻن حل ڪرڻ کانسواءِ ممڪن آهي ته اڳتي هلي وري ڪو خلل پري. ١٩٤٤ع سنڌ جي تاريخ ۾ خاص اهميت وارو سال هو؛ جو تاريخ ۾ ياد رهندو. هڪ طرف حر بغاوت ۽ مارشل لا جون عوام تي مصيبتون؛ ٻي طرف اپر سنڌ ۾ غير معمولي ٻوڏون، جنهنڪري ٥ لکن ماڻهن تي مصيبت

آئي. اٺ هزار ڇهه سو سيل ٻوڏ هيٺ آيا ۽ ملڪ کي ويهن
ڪروڙن جو نقصان پهتو. هن سال ۾ جي ٻيا اهم واقعات پيش
آيا، سي هي هئا:- ڪانگريس جو انگريزي حڪومت برخلاف
"هندوستان ڇڏي وڃو" جو نعراءُ پاس ڪري قانوني انحرافي
جي تحريڪ شروع ڪرڻ، سون ڪانگريسين جو جيل ۾ وڃڻ،
خانبهادر اللهبخش جو حڪومت جي دٻاءَ جي پاليسيءَ تان صداءِ
احتجاج طور لقبن جو موٽائي ڏيڻ، ان تان ڊسمس ٿيڻ، ۽ سر
غلام حسين جي هٿ هيٺ نئين مسلم ليگ وزارت جو وجود
۾ اچڻ. اپريل ١٩٤٤ع ۾ سرعبدالله هارون جي صلاح ۽ علم
سان آءٌ صوبائي سنڌ جي سير تي ويس، اتي اٽڪل ٻه هفتا
رهي گهڻي ڀاڱي ملڪ جو گشت ڪري، سرحدي پٺاڻن جي
سياسي زندگي ۽ قومي طاقت کان واقفيت حاصل ڪرڻ جي
ڪوشش ڪيم. گشت جي دوران ڪيترن مکيه سياسي
ڪارڪنن سان مليس، جن ۾ مسلم ليگي، خاڪسار، احرار ۽
سرخ پوش شامل هئا.

ڪن قبائلي سردارن سان مليس، جنهن مان مون کي پٺاڻن
جي خيالات جو ڪجهه پتو پيو. سر عبدالله هارون کي منهنجي
هن گشت جي احوال معلوم ڪرڻ تي ڏاڍي دل هئي، هن
صاحب منهنجي موٽڻ بعد جو مونکي خط لکيو، ان جا ڪي
جملا هيٺ ڏجن ٿا:- "منهنجي دل پيئي گهري ته توهان ڪراچيءَ
۾ مون سان منهنجي بنگلي تي رهو، ته ڪي دل جون ڳالهيون
ڪريون. سرحد گهمي آيا، هاڻ بلوچستان گهمڻ جي ڪا تجويز
ڪجي. اسانجو دوست خيرشاهه هن وقت مون وٽ ويٺو آهي،
هن سان بلوچستان هلڻ بابت صلاحون پيو ڪريان" مون مٿيان
جملا هتي انڪري درج ڪيا آهن، جو هن پرڻي مڙس جي
مون ڏانهن آخري لکيل خط جا الفاظ آهن. جنهن کانپوءِ جلدئي
هو وفات ڪري ويو. خدا جنت نصيب ڪريس.

مرحوم هڪ سچو سنڌي؛ مسلمانن جو خير خواهه ۽ ملڪ

جو خادم هو. هن صوبي جي سياست ۾ خلافت جي ڏينهن کان وٺي گهڻو بهرو ورتو هو. اگرچه هو تاجر هو، ليڪن منجهس انقلابي مواد به موجود هئا. اسان جي سائس گهاٽا هئاسون، تن کي مرحوم جي گهڻين لڪل خوبين جي خبر هئي.

اسيمبليءَ کان ٻاهر به سنڌ جي سياسي معاملات ۾ هن جو خاص اثر هو. هو صاحب اتحاد پارٽيءَ جي بنياد وجهندڙن مان هڪ هو. مسلم ليگ کي سنڌ ۾ زور وٺائڻ ۾ منهنجو خاص هٿ هو. ايمانداريءَ ۽ وفاداريءَ ۾ يڪتا هو. مونکي مسلم ليگ ۾ به سندس شخصي اثر ڇڪي آندو هو. مسلم ليگ ۾ داخل ٿڻ کان اڳي يا پوءِ اسان گڏجي ڪم ڪيو. جڏهين اسان ڪن ڳالهين تي شامل راءِ نه ٿيندا هئاسون، تڏهن به هن جي محبت ۽ رواداري مون لاءِ ڪڏهين به گهٽ نه ٿي.

هن جي اوچتي انتقال ڪري سنڌ مسلم ليگ جي صدر جي چونڊ بابت اختلاف ٿي پيو، ان لاءِ ٽي اميدوار هئا:-

(١) خانبهادر محمد ايوب کهڙو (٢) شيخ عبدالمجيد (٣) مسٽر يوسف هارون. خانبهادر کهڙو شيخ صاحب جي فائدي ۾ دست بردار ٿيو. شيخ صاحب جو سياسي تدبر ۽ سنڌ ۾ مسلمانن جي بي لوث خدمتن جو رڪارڊ خلافت جي وقت کان وٺي هلندو ٿي آيو، ۽ عوام ۾ سندس عزت ۽ محبت گهر ڪري ويٺل هئي. پر مسٽر يوسف هارون، جو سنڌ جي سياست ۾ اڃان نئون داخل ٿيو هو؛ سو پڪيءَ طرح اميدوار بيهي ويو. هي سڄي ۾ نئين هو، انڪري ڪيترا ميمبر هن جوابدار عهدي لاءِ ڪيس چونڊڻ جي مخالفت ۾ هئا. پر هيءَ ڳالهه وسارڻ نه گهرجي، ته مرحوم حاجي عبدالله هارون صدر صوبائي مسلم ليگ جو هي وڏو پٽ هو ۽ هن جي دنيوي ملڪيت جو وارث ٿيڻ سان هن جي فطرتي خواهش ٿي، ته سندس والد مرحوم جو سياسي وارث به بڻجي. صوبائي مسلم ليگ جي صدارت سان گڏ سندس والد جي خالي ٿيل مرڪزي اسيمبليءَ جي ميمبري لاءِ اميدوار بيهڻ

جو به هن اعلان ڪيو. هن پوئين ڳالهه ۾ اسان سڀني جي ڪيس متفق همدردي ۽ مدد هئي. جڏهن صوبائي مسلم ليگ جي ڪائونسل جي ميٽنگ منهنجي بنگلي تي ٺٽين پريزيڊنٽ جي چونڊ لاءِ گڏ ٿي، ته گهڻن اهو خيال ظاهر ڪيو ته جماعت لاءِ مقابلي بازي مفيد نه آهي. خصوصاً انوقت ۾، جڏهن مسٽر يوسف حاجي مولا بخش جهڙي زبردست اميدوار، جنهن جو پاڻ خانبهادر الله بخش سنڌ جو ان وقت وزير اعظم هو، سان مقابلو ڪري رهيو هو. تنهنڪري چونڊ مهمل ڪئي ويئي. خانبهادر کهڙو وائيس پريزيڊنٽ ٿي ڪم هلائڻ لڳو. شيخ عبدالمجيد صاحب ساڳيءَ طرح جنرل سيڪريٽري رهيو. ان ڪانپوءِ جلدئي خانبهادر کهڙو آل انڊيا مسلم جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي مرحوم حاجي عبدالله هارون جي خالي ٿيل جاءِ تي نامزد ڪيو ويو. مرڪزي اسيمبليءَ جي خالي ٿيل تڪ جي چونڊ سنڌ ۾ مسلم ليگ جي طاقت ۽ مقبوليت لاءِ هڪ پرکا هئي. تنهنڪري اسان سڀئي مسٽر يوسف هارون جي ڪاميابيءَ لاءِ ڪم ڪشي پيئاسون، ۽ ڳوٺن ۾ اليڪشن جي ڪم لاءِ ڪاهي پياسون، اونهاري جي موسم هئي، گرمي ۽ جهولا به جام هئا. سنڌ جي گهڻي پاڱي جو گشت ڪري چڪا هئاسون، جو خانبهادر الله بخش شرافت ڪري پنهنجي پاڻ کي هٽ ڪثايو ۽ مسٽر يوسف هارون بنا مخالفت چونڊجي ويو، اسان گشت ڪندي جڏهن جيڪب آباد پهتاسون ته معلوم ٿيو ته مارشل لا، جو اڳي سنڌو نديءَ جي اپرندي طرف سان لاڳو هو، ان کي نديءَ جي ساڄيءَ طرف سان به لاڳو ڪيو ويو آهي. اسان سرڪار جي هن قدم کي عام پبلڪ لاءِ تڪليف ۽ ظلم جو ڪارڻ سمجهي يڪدم ڪراچيءَ آياسون، ته مصلحت بعد ڪو مناسب قدم کڻجي. مکيه وڪيلن سان مصلحت ڪرڻ بعد اسانکي معلوم ٿيو ته هي مارشل لا اسيمبليءَ جي قانون يا گورنر يا گورنر جنرل جي آرڊيننس هيٺ جاري نه ڪيل هو، تنهنڪري ڪورٽ ۾ ان کي بي قائدي

ٺهرائڻ لاءِ وڃي سگهي ٿو، پر قدم کڻڻ کان اڳ اسان جناح صاحب سان مشورو ڪرڻ مناسب سمجهيو، جنهن کي جلد آگسٽ ڌاري بمبئي ۾ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ ملڻ وارا هئاسون. جون مهيني ۾ نواب محمد اسماعيل خان مرڪزي مسلم ليگ جي ڊفينس ڪاميٽيءَ جو چيئرمين سنڌ ۾ آيو ۽ اسان انکي صوبي جي ڪاميٽيءَ برپا ڪرڻ ۾ مدد ڪئي.

انهي وقت ڌاري اپر سنڌ ۾ بيگاري بند جي ڀڄڻ ڪري غير معمولي ٻوڏون ٿيون، ۽ لکن ماڻهن کي اڪيچار نقصان ۽ تڪليف پهتي، هزارها ميل ٻوڏ هيٺ اچي ويا. اسان مسلم ليگ طرفان ٻوڏ جي ايراضين ۾ گشت ڪري حتي الامڪان ماڻهن جي مدد ۽ دلجوئي ڪئي. ليڪن نقصان ايترو هو، جنهن جي تلافي ورهن بعد ئي ٿي سگهي ٿي.

۱۶- آگسٽ ۱۹۴۲ع خانبهادر محمد ايوب کهڙو ۽ آءٌ بمبئي ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ وياسون. انهي وقت ڌاري آل انڊيا نيشنل ڪانگريس پنهنجو بمبئي وارو مشهور ٺهراءُ ”هندستان خالي ڪريو“ پاس ڪري حڪومت جي برخلاف کليل بغاوت جو اعلان ڪري قانوني انحرافي شروع ڪري ڇڏي هئي. انگريزن به پنهنجا سمورا شڪنجا مضبوط ڪري ڇڏيا هئا. اگرچ اها لڙائي ڪانگريس ۽ انگريز سلطنت جي وچ هئي، پر ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونه هو، ته ان جا نتيجا ۽ اثرات براعظم هندستان جي سڀني باشندن تي پوڻا هئا. باوجود ڪانگريس سان مخالفت جي، مون هڪ ترقي پسند جي حيثيت ۾ محسوس ڪيو، ته ڌارين سرڪار جنهن طرح ماڻهن جي جذبه آزاديءَ کي ڪچلڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي، جيڪڏهن ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ سمجهوتو هجي ها، ته هيڏيءَ طرح عوام کي هيسائڻ جي جرئت نه ڪري سگهي ها. نواب بهادر يار خان مرحوم ان وقت بمبئي ۾ آيل هو، ۽ هن ڪوشش ڪئي، ته ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ

سمجهوتو ڪرائجي. هن جو رايو هو، تہ جناح صاحب مهاتما
گانڌيءَ سان سندس نظربنديءَ جي جڳهہ تي ملي، ٻنهي جماعتن
جي وچ ۾ ڪنهن عزت ڀريي ٺاهہ تي اچڻ لاءِ ڪوشش ڪري،
تہ بهتر ٿيندو. آن موقعي تي خانبهادر کهڙي ۽ مون سان
ڪانگريسين گفتگو ڪئي ۽ هنن بہ اتحاد لاءِ خواهش ڏيکاري.
مون آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ اڳيان مکيہ
ٺهراءَ تي اهڙي درستي بہ پيش ڪئي، پر پاس نہ ٿي سگهي.
جناح ان تي گهڻو ناراض ٿيو. مارشل لا بابت جناح سان صلاح
ڪئي سون؛ هن راءِ ڏني تہ جنگ جي ڪري انگريز اسان جي
مشڪلات ٻڌڻ لاءِ تيار نہ ٿيندا، نڪو ڪو ڪورٽ مان انصاف
ملڻ پوڻ جو امڪان آهي، تنهن ڪري مات ڪري رهڻ
گهرجي. ٿوري وقت گذرڻ بعد سنڌ جي سياست ۾ هڪ نئون
ڦيرو آيو، خانبهادر الهہ بخش جي وزارت ان وقت مضبوط ٿي
چڪي هئي، ليڪن انگريزن جي جنگ آزاديءَ ۾ حصو وٺندڙن
تي سخت دٻاءَ جي پاليسيءَ جي مخالفت ڪندي پنهنجا لقب
سرڪار کي موٽائي ڏنا، جنهن ڪري انگريزن کي سخت غصو
آيو، ۽ هنن صوبجاتي سدارن جي تواريخ ۾ غير معمولي قدم
کڻي خان بهادر کي وزارت عظميٰ کان ڊسمس ڪيو.

اڃا اسان تان هن عجيب روش جو عجب ئي نہ لٿو هو،
تہ انهي وقت گورنر سر غلام حسين کي، جو خان بهادر جي
وزارت ۾ هڪ وزير هو، نئي وزارت ٺاهڻ جو ڪم سپرد ڪيو.
هي هڪ نهايت غيرجمهوري ۽ خودمختيارانہ قدم هو، الهہ بخش
کان پوءِ وڏي ۾ وڏي پارٽي مسلم ليگ جي هئي، جنهن جو
ليڊر خان بهادر کهڙو هو، ۽ دستور موجب کيس ئي وزارت
ٺاهڻ لاءِ سڏ ٿيڻ کپندو هو. ليڪن سنڌ اندر صوبجاتي سدارن
جي شروعات کان وٺي گورنر دستور ۽ آئين کي نوڪر هٿي،
هميشه پنهنجي مرضيءَ موافق پي ڪم ڪيو آهي، ۽ گهڻو
ڪري اهڙن موقعن تي پنهنجي منظور نظرن کي ٻي نوازيو اٿن.

هيڪر حڪومت جي واڳ وٺڻ بعد اهڙن ماڻهن لاءِ اهو دشوار نه ٿيو آهي، ته سنڌ جي خود مطلب، عهدن جي بکين ۽ اسيمبليءَ جي ٻي اصول زميندار ميمبرن کي خريد ڪري طاقت پيدا ڪري سگهن. سنڌ اسيمبليءَ ۾ اڪثري اهي ميمبر چونڊيا رهيا آهن، جي نڪ جا نرجا هوندا آهن. حڪومت بدلجڻ سان سندس وفاداري به پارٽيءَ جي رخ تي ڏنهن جي پکين وانگر بدلجي ويندي آهي، عام رايو ايترو مضبوط ٿيو آهي، جو سندن عيوضين کي صحيح راه تي هلائڻ لاءِ ڪم ڏئي. وزارت ڊاهڻ جي ڪم سپرد ٿيڻ بعد سر غلام حسين يڪدم مسلم ليگ پارٽيءَ سان ڪن وزارتن ڏيڻ جي واعدي تي مدد حاصل ڪرڻ جي واسطي گفتگو شروع ڪئي. مسلم ليگ هائي ڪمانڊ ۾ اهڙي اميد نه ساري، هن مڪاني مسلم ليگ پارٽيءَ کي وزارتن جي دلاسي تي پاڻ سان ڊاهڻ جي ڪوشش ڪئي. مسٽر يوسف هارون ازخود تارن جي ذريعي جناح صاحب کي حالات مان پسي واقف ڪيو.

انهي جي جواب ۾ جناح صاحب کان تارون پهتيون، انهن مان به تارون ملاحظه لاءِ هيٺ ڏجن ٿيون، ته پڙهندڙن کي انوقت سر غلام حسين جي وزارت بنسبت جناح صاحب جي راه جو پتو پئجي سگهي:- "(١) نئي دهلي ١٢ آڪٽوبر ١٩٤٤ع تنهنجي تار جي جواب ۾؛ مسلم ليگ پارٽي سر غلام حسين. ليڊريءَ هيٺ ڪنهن به وزارت ۾ داخل ٿي نٿي سگهي، ڪنهن مسلمان شخص يا گروپ ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ ڪوئليشن اسان جي بنيادي اصولن جي برخلاف آهي. جيستائين گورنر مسلم ليگ پارٽيءَ جي ليڊر کي وزارت ڊاهڻ لاءِ نه سڏي، توهان ڪجهه نه ڪريو ۽ وزارت ڊاهڻ ۾ حصو نه وٺو، اربع ڏينهن اوهانجي ٽيليفون جو انتظار ڪندس"

"جناح"

"(٢) نئين دهلي ١٤- آڪٽوبر ١٩٤٤ع
تنهنجي تار جي جواب ۾، ليگ سر غلام حسين وزارت

۾ شريڪ ٿي نٿي سگهي، اسانجو ڪنهن مسلمان شخص يا گروپ سان وزارت جي ڳاهڻ جو قبولڻ ليگ جي بنيادي اصولن کي ختم ڪري ڇڏيندو، جيڪڏهن مسلم ليگ ليڊر ڪهڙو غير مسلمانن سان گڏجي وزارت ڦاهي نٿو سگهي، ته مخالفت ۾ رهڻ عزت پريو ٿيندو. توهانکي ڪنهن به وزارت کي مدد ڪرڻ ۾ روڪ نه آهي، بشرطيڪ اها وزارت ليگ جي پاليسيءَ تي هاي ۽ مسلمانن جا مفاد سنڀالي. مونکي اعتبار نٿو اچي، ته عام راءِ جي تقاضا اها هوندي، ته ٿن وزارتن خاطر اسان ليگ جا اصول قربان ڪريون ۽ انجي عزت خاڪ ۾ ملايون، طاقت ۾ اچڻ يا خاص حالتن جي لحاظ خاطر يا الله بخش کي وري طاقت ۾ اچڻ کان روڪڻ لاءِ اسان اصول ڇڏي نٿا سگهون. غلام حسين وزارت ۾ جي هٿ جو رانديڪو ٿيندي ۽ الله بخش وزارت وانگر بي بقا رهندي. مضبوط ۽ منظم اڪثريت کانسواءِ ڪابه وزارت صحيح طرح ڪم هلائي نه سگهندي. گورنر جو مسلم ليگ ليڊر کي ڇڏڻ کان انڪار ڪرڻ ۽ ساڳي وقت آئين مسپينڊ ڪرڻ جو دوڪو ڏيڻ خاص انهي لاءِ آهي، ته مسلم ليگ پنهنجا اصول قربان ڪري. سر غلام حسين، جنهن جو ماضي هر هڪ کي معلوم آهي، جي پرن تي جهڪي، گورنر کي مستقبل جي نتيجن لاءِ جوابدار ٺهرائي ٿو.

"جناح"

سنڌ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽي ۾ ٻن راين جا ماڻهو هئا، هڪڙا هيٺين سببن ڪري سر غلام حسين جي هٿ هيٺ وزارت قبولڻ جي برخلاف هئا:-

(۱) سنڌ ۾ مارشل لا جي موجودگي ۽ جنگ ڪري ملڪ جي اقتصادي حالت جو خراب ٿيڻ اهڙيون ڳالهيون هيون، جن وزارت لاءِ ايمانداريءَ سان فرض ادا ڪرڻ ناممڪن ڪري ٿي ڇڏيو.

(۲) سر غلام حسين جي پنهنجي سهوليت خاطر پارٽين کان

ڏيرگهير هر ڪنهن کي معلوم هئي ۽ ١٩٤٨ع ۾ سنڌس مسلم ليگ کي ڇڏي الله بخش وزارت ۾ داخل ٿيڻ اچان گهڻن کي وسرڻو ڪونه هو.

(٣) گورنر مسلم ليگ جي ليڊر کي نه سڏي ۽ پنهنجي خود سرانه راءِ مطابق سر غلام حسين کي وزارت ٺاهڻ لاءِ اجازت ڏيڻ سان جماعت جي بيعزتي ڪئي هئي.

(٤) سڪر طرف ٿيل ہوڏن ۾ ماڻهن جي مصيبتن کي منهن ڏيڻ مشڪل ڪم هو. انڪري آهي هن راءِ جا هئا، ته وزارت وٺڻ مان مسلم ليگ کي فائدي بجاءِ نقصان پهچندو. ڇاڪاڻ ته سر غلام حسين گورنر ۽ آفيسرن جي راءِ کان ٻاهر ڪونه ويندو ۽ هو ملڪ جي هر ڪنهن ڀلي جي ڪم ۾ رنڊڪون وجهندا رهندا. ٻيا جيڪي وزارت وٺڻ جي فائدي ۾ هئا، تن جو رايو هو، ته ملڪ جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ ليگ جو طاقت ۾ اچڻ ضروري هو جنهن صورت ۾ گورنر سر غلام حسين کانسواءِ ٻئي کي وزارت ٺاهڻ ڪونه ڏيندو، ۽ جڏهن سر غلام حسين مسلم ليگ جي پاليسيءَ ۽ پروگرام تي عمل ڪرڻ لاءِ به تيار آهي، ته انڪري صرف شان جي خاطر هن موقعي کي هٿان وڃائڻ دانشمنديءَ جو ڪم نه آهي. شخصن جي وزارت تي پاليسيءَ جو مدار نه آهي. جڏهن جماعت ان کان ڪم وٺڻ لاءِ موجود آهي، ته پوءِ سر غلام حسين سان گڏجي به وزارت ضرور ٺاهڻ گهرجي، ۽ انجي انجامن تي اعتبار ڪرڻ گهرجي. سر غلام حسين سان گڏجي وزارت ٺاهڻ جي برخلاف ماڻهن مان شيخ عبدالمجيد صاحب مکيه هو، جيتوڻيڪ اول ۾ آءٌ به شيخ صاحب سان شامل راءِ هوس؛ ليڪن ڪثرت راءِ کي وزارت ٺاهڻ جي فائدي ۾ ڏسي مون مخالفت تي شدت سان اصرار ڪونه ڪيو. مون کي ابتدا ۾ هن سوال تي گهڻا خدشا هئا، ليڪن جڏهن مون کي ٻڌايو ويو، ته مخالفت ۾ گهڻا ميمبر ليگ کي ڇڏي ويندا يا ڪي لالچ خاطر ليگ ڇڏي وڃي

وزارتون حاصل ڪندا، ته مصلحت کي نظر ۾ رکندي ۽ ڪثرت راءِ جي لحاظ کان آءٌ به آخر ساڻن شامل راءِ ٿيس. وڌيڪ پڪائي لاءِ سون صوبائي مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ، ڪائونسل ۽ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ کان نئين وزارت جي واسطي هڪ پروگرام پاس ڪرايو، جنهن جا مکيه جزا هيٺيان هئا:-

(۱) وزارت مسم ليگ پارٽي ۽ صوبائي سنڌ مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي عام نگهباني ۽ ضابطي هيٺ ڪم ڪندي رهندي.

(۲) هارين کي زمين تي حق ڏيڻ، وياج خوريءَ تي بندش وجهڻ ۽ انتقال اراضيءَ جا بل جلد اسيمبليءَ ۾ آڻي پاس ڪرايا ويندا.

(۳) حرن تي ضابطي رکڻ جي نالي سان عملدارن کي جي غير معمولي اختيارات ڏنا ويا آهن، جن جي بهاني تي عام کي تنگ ڪري رهيا آهن، تن کي گهٽائبو ۽ مارشل لا کي هٽائبو.

(۴) هڪ خاص عملدار رشوت کي بند ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو. انهي ٺهراءَ پاس ڪرڻ ۽ سر غلام حسين کان ليگ جي پاليسيءَ ۽ پروگرام تي هاڻ جي انجام نامي لکائي وٺڻ بعد وزارت ۾ شامل ٿيڻ جي اجازت ڏني ويئي. شيخ عبدالمجيد صاحب ان ٺهراءَ جي مخالفت ڪئي، ۽ جنرل سيڪريٽريءَ جي عهدي تان به هن انڪري احتجاج طور استعفي ڏني. مٿين ٺهراءَ پاس ٿيڻ بعد خانبهادر کهڙي ۽ مون جناح صاحب کي هيٺين تار موڪلي:-

"ڪراچي ۱۸- آڪٽوبر ۱۹۴۴ع

سر غلام حسين لکيت ۾ مسلم ليگ جي مقصدن، پاليسي ۽ پروگرام کي قبول ڪيو آهي، انڪري ليگ اسيمبلي پارٽيءَ فيصلو ڪيو، ته وزارت ۾ شامل ٿجي. جنهن کي صوبائي مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۽ ڪائونسل به منظور ڪيو آهي،

تنهنڪري وزارتون قبول ڪجن ٿيون. مفصل ايئر ٽپال رستي موڪلجي ٿو، اسان جو وفد جلد جلد اوهان کي دهليءَ ۾ اچي ملندو.

"کهڙو – سيد"

ٻي ڏينهن صبوح جو اسان کي جناح ڪان هيٺين تار وزارت قبولڻ کان منع واسطي پهتي:-

"دهلي ۱۹– آڪٽومبر ۱۹۴۴ع.

مسلم ليگ اسيمبلي پارٽي ۽ ان جي ڪم هلائيندڙن کي منهنجي منظوريءَ کانسواءِ ڪوبه اختيار فيصلي ڪرڻ جو نه آهي. ڏسو ٺهراءُ نمبر ۲–۲۲– آڪٽومبر ۱۹۳۹ع وارو، جنهن موجب اوهان منهنجي حڪمن جي بجا آوري ڪرڻ لاءِ ٻڌل آهيو. وزارت وٺڻ کان اڳ يڪدم دهليءَ اچو. آءٌ اوهان جي تار جو مقصد سمجهي نٿو سگهان، عجب آهي جو اوهان چئو ٿا، ته منهنجي ٽيليفون خراب آهي، مون کي ٽيليفون ذريعي پيغام پيا پهچن، آرڊر ۾ آهي.

"جناح"

ليڪن ميمبر ايتريقدر منتظر هئا، جو باوجود هن تار پهچڻ جي هو وزارت ۾ شامل ٿيا ۽ ساڳي ڏينهن وزيرن جا نالا عام ظاهر ڪيا ويا. مسلم ليگ طرفان خانبهادر محمد ايوب کهڙو ليڊر اسيمبلي پارٽي ۽ مسٽر گذدر سيڪريٽري اسيمبلي پارٽي وزارت ۾ شامل ٿيا. جلدئي سر غلام حسين ليگ ۾ داخل ٿيو، ٽيون وزير پير الاهي بخش وزارت ۾ کنيو ويو، جو به الله بخش وزارت ۾ وزير هو ۽ الله بخش جي ڊسمس ٿيڻ بعد اعلان ڪيو هوائين، ته هو پنهنجي ليڊر سان وفادار آهي ۽ ٻيءَ وزارت ۾ شريڪ نه ٿيندو. پر وزارت جي لالچ سندس ٻه ڏينهن اڳي ڪيل ارادي کي هٽي اڌ ڪري ڇڏيو، ۽ هن ليگ جي فارم تي صحيح ڪري وزارت ورتي. اهڙيءَ طرح هيءَ وزارت ٺهي ويئي. باقي مسلم ليگ هائي ڪمانڊ جي منظوريءَ جي ضرورت هئي، هن طريقي ۾ وزيرين وٺڻ تي جناح صاحب سخت ناراض ٿيو ۽ هن آگري مان هڪ بيان ڪڍيو، ته سنڌ مسلم ليگ

جو وزارت وٺڻ وارو قدم سنڌس حڪمن جي برخلاف، خود سرانو ۽ پنهنجي جوابداريءَ تي هو. آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ دهلي ۾ ٨- نومبر ١٩٤٢ع تي ٿيڻ واري هئي. مسلم ليگ جا ٻه نوان وزير خانبهادر کهڙو ۽ مسٽر محمد هاشم گذدر مون سان گڏجي هاءِ ڪمانڊ تائين هليا. شيخ عبدالمجيد صاحب به هليو ۽ هن وزارات وٺڻ جي برخلاف دليل پيش ڪيا ۽ مون وزارت وٺڻ جي فائدي ۾. آخر هي سوال ورڪنگ ڪاميٽيءَ اڳيان پيش ٿيو. جنهن هيٺيون ٺهراءُ پاس ڪيو:-

”ورڪنگ ڪاميٽيءَ کي افسوس آهي، ته سنڌ مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽيءَ ۽ صوبائي سنڌ مسلم ليگ جا ڪار پرداز آل انڊيا مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ جي اختيارات موجب، جي هن کي آل انڊيا ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي پاس ڪيل ٺهراءُ نمبر ٢- آڪٽوبر ١٩٣٩ع ۾ مليل آهن، وزارت نه ڇڏڻ جي هدايات تي عمل ڪرڻ کان ڪڏا آهن. پر آڪٽوبر ١٩٤٢ع کانپوءِ پيدا ٿيل حالات جي بنا تي سارو معاملو، ١- نواب محمد اسماعيل خان چيئرمن ٢- مسٽر حسين امام ٣- سر ناظم الدين ٤- چوڌري خليق الزمان ٥- قاضي محمد عيسيٰ جي ڪاميٽيءَ جي سپرد ڪجي ٿو، انهيءَ لاءِ ته جو قدم مناسب سمجهن، هو ان معاملي ۾ کڻن“ ڊسمبر جي ابتدا ۾ نواب محمد اسماعيل ۽ چوڌري خليق الزمان سنڌ ۾ آيا، ۽ غور ڪري ان بابت فيصلو ڏنائون، ته وزارت جي موجوده جوڙجڪ کي قائم رهڻ ڏنو وڃي، سنڌ اسيمبليءَ جي بجيٽ سيشن مارچ ١٩٤٣ع ۾ گڏ ٿي. مسلمان ميمبرن مان گهڻا ڦرتيخور ميمبر هاڻ ليگ ۾ داخل ٿي ويا هئا. جملي ٣٥ مسلمان ميمبرن مان هن وقت ٢٩ ميمبر ليگ ۾ داخل ٿي چڪا هئا. ان اسيمبلي سيشن ۾ مسلمان ميمبرن جي ڪثرت ليگ جي وزارت ۽ ڪانگريس ميمبرن جي جيل ۾ وڃڻ ڪري غير حاضريءَ جو فائدو وٺي مون سنڌ

اسيمبليءَ ۾ هيٺيون ٺهراءُ پيش ڪيو:- ”هيءَ اسيمبلي سرڪار
کي سفارش ٿي ڪري ۽ وائسراءِ جي معرفت بادشاه سلامت
جي حڪومت کي صوبي سنڌ جي مسلمانن جي جذبات ۽ خواهشن
کان واقف ٿي ڪري ته جنهن صورت ۾ هندوستان جا مسلمان
هڪ جدا قوم آهن، جن جو مذهب، فلسفهِ حيات ۽ معاشرتي
رسمون، ادب، روايات، سياسي ۽ اقتصادي عقيدا هندن کان جداگانه
آهن، تنهنڪري هو هڪ جدا قوم جي حيثيت ۾ انهي خط
زمين هند ۾ جتي هو اڪثريت ۾ آهن، پنهنجي آزاد ۽ خودمختيار
قومي حڪومتن قائم ڪرڻ جا حقدار آهن. انڪري هو پرزور
طريقي سان اظهار راءِ ٿا ڪن ته ڪين اهڙو ڪوبه آئين قبول
نه ٿيندو، جو کين هڪ مرڪزي حڪومت ۾ ٻئي اڪثريت
واري قوم جي ماتحت ڪندڙ هوندو. اهڙين حالتن ۾ زندگيءَ
کي آزادانه ۽ پنهنجي نقطي خيال موجب بسر ڪرڻ لاءِ اهو
ضروري آهي، ته کين پنهنجون قومي حڪومتون هجن. تنهنڪري
ڪابه اهڙي ڪوشش، جا هندوستان جي مسلمانن کي سندن
مرضيءَ جي خلاف هڪ مرڪز جي ماتحت ڪندي سا خانه جنگي،
نا مناسب ۽ خوفناڪ نتيجن جو پيش خيمو ٿيندي“ هي ٺهراءُ
٣- مارچ ١٩٤٣ع تي پيش ڪيو ۽ پاس ٿي ويو. جنهن کي
جملي حاضر مسلمان ميمبرن جي تائيد هئي، خانبهادر الله بخش
(مرحوم) ڪراچيءَ ۾ ڪونه هو. ٻن هندو وزيرن ۽ هڪ ان
جي پارليامينٽري سيڪريٽريءَ مخالفت ڪئي ۽ آزاد هندو گروپ
جا ميمبر احتجاج طور اسيمبلي ڇڏي ٻاهر هليا ويا.

---

# فصل ٻارهون

## رجعت پسندن جي عيد

"ڌريان ٿي ڌاريان مٽ مٺي ڇا نہ ٿيا"

ان وقت صوبہ مسلم ليگ اندر هڪ اهم اصولي سوال تي اختلاف پيدا ٿي پيو، جنهن جو جماعت جي ڪاروبار تي گهڻو اثر پيو ٿي.

اهو اڳي ظاهر ڪيل آهي، تہ سر حاجي عبدالله هارون جي انتقال ڪري صوبہ مسلم ليگ جي ڪاروبار جون واڳون خانبهادر محمد ايوب کهڙي ائڪٽنگ صدر جي هٿ ۾ آيون. جيستائين ڪ مسلم ليگ پارٽي مخالفت جي بينچن تي ويٺي هئي، ڪم سولو ٿئي هليو، پر جڏهن ليگ وزارت ٺهي، ۽ خانبهادر روينيو وزير ٿيو، تہ ڪي اهم اصولي سوال جماعت جي ڪاروبار ڪي صحيح نموني تي هلائڻ لاءِ پيدا ٿي پيا. اسان مان اهي، جي ترقي پسند هئا، ۽ مسلم ليگ کي عوام جي مفادن جي رکپال ۽ صحيح نمائنده جماعت بنائڻ جا حامي هئا، سي ان راءِ جا هئا، تہ ليگ جي ڪاروباري نظام کي وزارت جي اثر ۽ ضابطي کان آزاد رکڻ ضروري آهي.

مسلم ليگ وزيرن کي جماعت جي ماتحت ڪم ڪرڻو هو، پر جيڪڏهن جماعت سندن سڌي يا اڻ سڌي ڇاڙتن جي جماعت ٿي پوندي تہ ان مان ترقي پسند ۽ آزادانہ روح فنا ٿي ويندو، ۽ اها عوام جي مفاد لاءِ ڪجهہ ڪري ڪين سگهندي. سنڌ جهڙي صوبي ۾، جتي عام راءِ غير موجود آهي، اتي

جيڪڏهن مسلم ليگ جماعت تي وزيرن جو قبضو ٿي ويو، ته پوءِ اها جماعت عوام جي مفاد لاءِ ڪارائتو ٿيڻ جي عيوض چند شخصن جي هٿن ۾ رانديڪو ٿي پوندي، جنهن جي وسيلي هو پنهنجا مقصد پيا حاصل ڪندا.

خانبهادر کهڙو هن راءِ جي برخلاف هو ۽ هن ڪوشش ڪئي، ته وزارت سان گڏ هو صوبي جو صدر بہ رهندو اچي. جنهن مان هن جو مطلب سندس گروپ کي منظم ۽ مضبوط ڪري پنهنجي سياسي اقتدار کي قائم رکڻ جو هو. هن کي اهڙو سياسي يا اقتصادي عوام جي مفاد جو ترقي پسند پروگرام ڪونہ هو، جنهن ڪري هو عوام جو حقيقي فائدو ڪري سگهي. بلڪ سندس نقطہ نگاہ قدامت پسندانہ هو، جيئن صوبہ مسلم ليگ جون، جون ١٩٤٣ع ۾ ٿيڻ واريون چونڊون نزديڪ اينديون ويون، تيئن ميمبرن جي داخلا وسيع پيماني تي ٿيڻ لڳي، هر هنڌ مسلم ليگ جون شاخون کلڻ لڳيون، ۽ ترقي پسند ۽ قدامت پسند گروهن جي وچ ۾ مسلم ليگ تي قبضي ڪرڻ لاءِ پوري طرح چٽا ڀيٽي شروع ٿي وئي. ترقي پسند گروه ان وقت شيخ عبدالمجيد جي رهبري هيٺ هو. قدامت پسند گروه خانبهادر کهڙي جي ليڊر شپ هيٺ هو، جنهن کي مير گروپ جي مدد هئي. سر غلام حسين وزارت عظميٰ جي عهدي ۾ خوش هو، ۽ ليگ جماعتي اختلافن يا اندروني نظام ۾ دلچسپي نہ پئي ورتائين. ١٩٤٣ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ساليانہ اجلاس ۾ ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۾ ڀرو وٺڻ لاءِ سنڌ مان ڪيترا ميمبر دهلي هليا. ان موقعي تي مون جناح صاحب کي ساڻ ڪان اڳي هڪ خط جي ذريعي سنڌ جي سياست بابت رپورٽ موڪلي هئي، جنهن مان ڪي ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا:

”هتي عام شڪايت آهي، تہ موجوده مسلم ليگ وزارت مارشل لا کي بند ڪرڻ، پوڙ جي ستايلن کي سهائتا ڏيڻ؛ سرڪاري ڪامورن مان رشوت دور ڪرڻ، ماڻهن جي معاشرتي ۽ اقتصادي

حالتن کي سڌارڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪيو آهي. انهيءَ ڪري پراڻن ۽ مخلص ڪارڪنن جو هڪ گروه ان ڪوشش ۾ آهي، تہ وزارت جي جماعتي نظام جو صحيح اثر آڻي مٿين شڪايتن جو سدباب ڪيو وڃي. ليڪن مون کي افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي تہ وزيرن طرفان ڪوشش ٿي رهي آهي؛ تہ قدامت پسند ۽ صاحب اقتدار طبقي کي منظم ڪري جماعتي نظام کي سندن قبضي ۾ آڻجي، ۽ ترقي پسند گروه کي ڪمزور ڪيو وڃي. موجوده مسلم ليگ جون چونڊون انهي جذبي جي ماتحت ڪيون ويون وڃن، ۽ انهي ڪري ڪيتريون حرڪتون ۽ بي قاعدگيون ڪيون ويون آهن. نتيجو اهو ٿيو آهي، تہ اگرچہ سارو سال گذري چڪو آهي، تہ بہ نئون پريزيڊنٽ چونڊجي نہ سگهيو آهي؛ ۽ گمان غالب آهي تہ چونڊن کي خوامخواه اينگهايو وڃي، جيئن موجوده ائڪٽنگ پريزيڊنٽ وڌيڪ وقت آفيس ۾ رهي ۽ نيون چونڊون رهجي وڃن. ضلع مسلم ليگ جي چونڊن کانپوءِ جلدئي صوبہ مسلم ليگ جون چونڊون ٿيڻ گهربيون هيون، ليڪن ڪن اپيلن جي عذر تي چونڊون مهمل ڪيون ويئون آهن. اسان کي يقين نہ آهي تہ ويجهڙائي ۾ ڪن نين چونڊن جي ٿيڻ جو امڪان آهي، خود آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل تي نئين سال لاءِ عيوضي اڳوڻي صوبہ مسلم ليگ ڪائونسل چونڊي موڪليا آهن. منهنجي سمجهہ موجب وقت اچي ويو آهي، جڏهن اوهان صوبہ مسلم ليگ جي معاملات ۾ دلچسپي وٺو، ۽ جماعت خواه وزارت جي رهبري ڪري صوبي کي نامناسب سازشن ۽ جماعت کي بدناميءَ کي بچايو."

جناح صاحب سان روبرو ملڻ بعد مون سموريون حقيقتون پيش ڪيون، پوءِ سارو معاملو آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ اڳيان ٢٣ اپريل ١٩٤٣ع تي پيش ٿيو. جتي راءِ ظاهر ڪئي ويئي، تہ جنهن صورت ۾ ليگ وزارت کي سنڌ اندر گهڻو عرصو طاقت ۾ رهنديءَ نہ گذريو آهي، تنهن ڪري انهن

جي ڪمن تي هن وقت راءِ زني ڪرڻ قبل از وقت ٿيندو. صوبه مسلم ليگ جماعت جي معاملات کي درست ڪرڻ لاءِ جناح صاحب جلد سنڌ ۾ اچڻ جو واعدو ڪيو. اسان سنڌ ۾ مئي جي پهرئين هفتي ۾ موٽياسون. ١٤ مئي تي خانبهادر الهه بخش جي شهادت جي خبر ساري صوبي کي وڏو صدمون پهچايو. جو هن جو بي وقتي انتقال سنڌ لاءِ لا تلافي نقصان هو. اسان جا مرحوم سان سياسي ڳالهين تان ڪيترا ئي اختلاف هئا، ليڪن مرحوم جي مضبوط ارادي خوش خلقي ۽ قابليت کان انڪار ڪري نٿا سگهون. ڊسمس ٿيڻ ڪانپوءِ ته خصوصاً هو انگريزي سلطنت جي برخلاف هو؛ چاڪاڻ ته انگريزن مان چڱائي حاصل ٿيڻ کان نا اميد ٿي چڪو هو. ان ڪري هو مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي متحده محاذ جو حامي ٿيندو ويو. سنڌن راءِ موجب غلاميءَ کان آزاد ٿڻ جو اهوئي واحد ذريعو هو. آل انڊيا سياست ۽ آزاد مسلم بورڊ جي حيثيت ۾ به سياسي تعطل کي دور ڪرڻ لاءِ هن مخلصانه ۽ سٺو طريقه اختيار ڪيو هو. صوبي جي سياست بنسبت هن محسوس ڪيو ته وقت جي حالتن پٽاندر موجوده اسيمبلي ميمبرن مان صوبي جي ڀلائي جو ڪوبه ڪم ٿي نه سگهندو. سندس حياتيءَ جي آخري ڏينهن ۾ هن عوام جي ڀلي لاءِ ڳوٺن جي خدمت ڪرڻ جو ارادو ڪيو هو. اگرچه سائس منهنجا گهڻي وقت کان سياسي اختلاف پئي رهيا، ته به جڏهن مرحوم جي ڪن ڳڻن کي ياد ٿو ڪريان، ته بي اختيار هن چوڻ کان رهي نٿو سگهان ته مرحوم جي ڪري سنڌ جي سياست ۾ هڪ غير معمولي خال پيدا ٿيو آهي، جو سهوليت سان پرجي نه سگهندو. مرحوم جي خوش خلقي دشمن کي به دوست بنائڻ لاءِ ڪافي هئي، خدا کيس جنت ۾ جاءِ ڏئي. جناح صاحب تندرستيءَ جي خيال کان ڪوئٽيا وڃڻ لاءِ جون جي اول هفتي ڌاري ڪراچي ۾ وارد ٿيو. هن ليگ جي جدا جدا ڪارڪنن سان ملاقات ڪئي ۽ سڀني کي اپيل ڪيائين،

تہ جماعت جي عزت خاطر کنهن سمجهوتي تي اچي گڏجي ڪم ڪن. هن صاحب ترقي پسند گروه جي هن راءِ ڪي، تہ ڪوبہ وزير صوبي مسلم ليگ جو عهديدار نہ ٿئي، قبول ڪيو. جنهن ڪري خانبهادر کهڙي کي ان سڌ تان هٿ ڪڍڻو پيو. يوسف حاجي عبدالله هارون جي جاءِ تي، جتي هو رهيل هو، اتي هن ليگ جي مکيہ ڪارڪنن جي هڪ ميٽنگ گهرائي. جتي صوبي مسلم ليگ جي صدارت لاءِ شيخ عبدالمجيد ۽ مير بنده علي خان جا نالا ڪيس ڏنا ويا، ليڪن جناح صاحب ٻنهي نالن مان ڪنهن کي قبول نہ ڪيو. هن مون کي پريزيڊنٽي قبول ڪرڻ لاءِ چيو، سر غلام حسين بہ ان تجويز جي پٺ ڀرائي ڪئي. ليڪن مون ان جوابداريءَ کڻڻ کان عذر ورايو، جنهن لاءِ مون کي واجبي سبب هئا. جيتوڻيڪ آءٌ ليگ جي پرجوش ڪارڪنن مان هڪ هوس، تڏهن بہ صدارت جي عهدي وٺڻ ڪري جا جوابداري عائد ٿيڻ واري هئي سا منهنجي آزاديءَ سان اظهار راءِ ۾ رڪاوٽ وجهڻ واري هئي، ان جو مون کي پورو احساس هو. منهنجا سياسي ۽ اقتصادي رايا هڪ انتها پسند ۽ سوشلسٽ جا هئا، گذريل ڇهن سالن ۾ اسيمبلي جي ڪاروبار جو مون کي ڪافي تلخ تجربو هو. ازانسواءِ ميمبرن جا افعال بہ معلوم هئم. جيتوڻيڪ منجهانئن هيتر ڪيترا پاڪستان جي نالي تي ڪلما پڙهي رهيا هئا، تڏهن بہ مون کي سندن تنگ نظريءَ جو پورو پتو هو ۽ معلوم هوم تہ جماعت طرفان جي عوام جي فائدي لاءِ سندن طبقاتي مفاد جي برخلاف جيڪڏهن قدم کڻڻ لاءِ تقاضا ڪئي، تہ هو صاحب ان جي مخالفت ڪرڻ کان نہ رهندا. ازانسواءِ مون کي ملڪ جي غريب طبقي جي مشڪلاتن ۽ مصيبتن جو ڪافي احساس هو، ۽ اهو بہ معلوم هوم تہ ليگي وزير عوام لاءِ ڪجهہ بہ ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هئا، جن جي ضرورتن جي تقاضا هئي تہ جلد ڪو تعميري قدم کنيو وڃي. صوبي مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ جي حيثيت ۾ منهنجي حالت اها رهي ها، تہ هڪ طرف عوام

جون مصيبتون ۽ سنڌن اميدون هجن ها، تہ ٻئي طرف وزيرن
جي بيڪار ۽ نقصان ڪار پاليسيءَ کي منهن ڏيڻو پوي ها.
اسيمبليءَ جي اندر يا ٻاهر اڃا هڪ اهڙي سنگت جي ماحول
۾ هوس، جن جي تڪڙي تقاضا هئي تہ حڪومتي نظام کي پاڪ
صاف ڪجي ۽ ملڪ مان جهالت، غربت، بداخلاقي دور ڪجي؛
جنهن ڪري اسان وزيرن جي ڪمن تي ڪڙي نظر رکڻ
جا حامي هئاسون. صوبي جي صدارت جون واڳون وٺڻ مان
وزيرن کي درست ڪرڻ ۽ تعميري پروگرام تي هلڻ لاءِ زور
ڏيڻ سان جماعتي نظام ۽ وزيرن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيڻ
جو انديشو هو. انهن سڀني ڳالهين نئين جوابداري کڻڻ ۾ مون
کي شبها ۽ انديشا پيدا ڪيا، جي مون بر وقت ظاهر ڪيا.
ليڪن جناح صاحب ڪوبہ عذر ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونہ هو ۽
حڪم ڏنائين، تہ صدارت قبول ڪريان. جو آخر مون کي قبول
ڪرڻو پيو ۽ ٻين حاضر ڪارڪنن کي بہ خوشي يا رنج سان
قبول ڪرڻو پيو. ١٣- جون ١٩٤٣ع واري صوبي سنڌ مسلم ليگ
جي ڪائونسل جي ميٽنگ ۾ جناح صاحب جي موجودگيءَ ۾
مون کي متفق راءِ سان مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو. صدارت
جي چارج وٺڻ بعد مون جماعتي نظام کي ازسرنو هيٺين بنيادن
تي درست ڪرڻ تي ڌيان ڏنو.

(١) صوبي مسلم ليگ هيڊ آفيس کي پوريءَ طرح منظم
ڪرڻ.

(٢) مسلم ليگ جي ذريعي صوبي لاءِ تعميري پروگرام
ناهي خدمت ڪرڻ.

(٣) مسلمانن کي واپار ۾ دلچسپي وٺڻ لاءِ همٿائڻ.

(٤) مسلم ليگ جماعت کي نئين سر منظم ڪري سنڌس
اڳواڻيءَ جون واڳون ترقي پسند گروه جي هٿن ۾ ڏيڻ.

جن بنيادن تي مسلم ليگ کي مسلم عوام جي مفاد لاءِ

منظم ڪرڻو هو، ان جو نقشو مون عوام اڳيان پيش ڪيو.
ٻهرين سماهي رپورٽ، جا مون صوبي مسلم ليگ طرفان جناح
صاحب کي موڪلي، انجا ڪي ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا، جن مان
انوقت جي ملڪي تڪليفن جو اندازو ڪري سگهبو:

”جيتوڻيڪ رواجي طرح مسلم ليگ گهڻن مسلمان اسيمبلي
ميمبرن کي گڏ ڪري ۽ عوام اڳيان پاڪستان جي تجويز
رکي سگهي آهي، ليڪن قوم جي ترقي لاءِ ڪو تعميري پروگرام
پيش نہ ڪيو اٿس. ان ڪري مخالفن طرفان جماعت تي هيٺيون
تهمتون مڙهيون وڃن ٿيون، جن جو اظهار خان بهادر الهہ بخش
جي خالي ٿيل شڪارپور واري اسمبليءَ جي چونڊ ۾ زور
شور سان ڪيو ويو هو.

(۱) هن جماعت جي اڳواڻيءَ جي واڳ پيسي وارن ۽
خود مطلبي ماڻهن جي هٿ ۾ آهي، جي ڪيس پنهنجي طبقاتي
مفاد لاءِ ڪتب آڻي رهيا آهن.

(۲) هن جماعت کي ملڪ ۽ قوم جي ڀلي لاءِ ڪوبہ
تعميري پروگرام ڪونہ آهي.

(۳) منجهس عوام جي هڏ ڏوکي ۽ خادم ڪارڪنن جي
قلت آهي. جيتوڻيڪ مٿين تهمتن رکڻ سان مخالفن جي نيت
صرف ليگ کي بدنام ڪرڻ جي ڏسجي ٿي، ليڪن غور ڪرڻ
بعد ان ڳالهہ کان انڪار ڪري نٿو سگهجي تہ مٿي ذڪر
ڪيل تهمتون گهڻي قدر حقيقتن تي مبني آهن ۽ وقت اچي ويو
آهي، جو انهن بنيادي نقصن کي دور ڪرڻ جي ڪوشش
شروع ڪجي.

منهنجي راءِ ۾ آئنده سنڌ کي هندوستان جي سياست اندر
اهم پارٽ ادا ڪرڻو آهي، هندوستان جي مسلمانن جو آئندو
سنڌ جي سياست کي درست طريقي سان هلائڻ تي مدار رکي
ٿو. جيڪڏهن اسان هتي جون حالتون سڌاري سگهياسون، تہ
سان کي پنهنجي مقصد ”پاڪستان“ حاصل ڪرڻ ۾ مشڪلات

نه ڏيندي. هن وقت اسان کي پنهنجو توجهه ٢٨ لک هاري ۽ مزدورن طرف ڏڻ گهرجي ۽ کين ذهن نشين ڪرائڻ گهرجي، ته هي ئ جماعت سندن ڏک، دور ڪري سگهندي. ليڪن مون کي ڊپ آهي ته هيٺيون رنڊڪون اسان کي انهي ڏس ۾ مانع ٿينديون:-

(١) هاري گهڻو ڪري خانه بدوش ڇڙوڇڙ گهرن ۾ رهن ٿا، جتي سهوليت سان پهچي ساڻن تعلقات پيدا ڪرڻ مشڪل آهي.

(٢) اڻ پڙهيل هجڻ ڪري کين اخبارن، ڇوپڙين ۽ ڪتابن ذريعي ملڪي سياست بنسبت سمجهاڻي ڏئي کين سگهبي.

انهي ئ وقت الله بخش (مرحوم) جي شهادت ڪري سنڌ اسيمبليءَ جي جاءِ خالي ٿي هئي، جتي اسان کي ليگ طرفان اميدوار بيهارڻو هو. سر غلام حسين سندس عزيز خانبهادر نظام الدين کي بيهارڻ ٿي گهريو. اسان جي راءِ مطابق خانبهادر حاجي مولا بخش جي مقابلي ۾ اهو اميدوار ڪامياب ٿي سگهڻ وارو ڪونه هو. تنهنڪري خانبهادر احمد خان سدايه کي ليگ جي ٽڪيٽ ڏئي بيهاريو سون، جو سخت مقابلي بعد اسيمبليءَ ۾ ڪامياب ٿيو. اسان اليڪشن جي دوران ۾ اٽڪل ٤ مهينا سخت محنت سان ليگ اميدوار کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ جفاڪشي ڪئي، انڪري مسلم ليگ حڪومت هيٺ ڳوٺاڻن جي حقيقي حالتن کان واقف ٿي سگهياسون. اليڪشن گذرڻ بعد آل انڊيا مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ کي ان بابت رپورٽ ڪندي جو خط مون لکيو، ان مان ڪي ٽڪرا ملاحظه لاءِ پيش ڪجن ٿا:-

”ڳوٺن ۾ مسلم ليگ وزارت جي گناهن لاءِ ماڻهو مسلم ليگ جماعت کي جوابدار ٿا سمجهن، ليگ ۽ حڪومت کي ماڻهو ساڳي شيءِ سمجهڻ لڳا آهن، جيتوڻيڪ مسلم ليگ جو وزارتي ڪمن تي ڪوبه ضابطو نه آهي.“

سنڌ اسيمبليءَ جي جولاءِ جي سيشن ۾ ڪراچي ضلعي جي زرعي ڊيل جي درستيءَ جو سوال پيش ٿيو، ميمبرن جي ڪثرت سرڪاري تجويزن جي مخالف هئي. ان وقت مير بنده علي خان

ان سوال تي مهمليءَ جي رٿ پيش ڪئي. (جو ٺهراءُ حقيقت ۾ سرڪاري رٿ جي رد ڪرڻ جي برابر هو) سا گهڻي بحث بعد پاس ٿي ويئي. رٿ جي تائيدي ۾ ٢٤ ووٽ ۽ سرڪار جي تائيدي ۾ ١٢ ووٽ ڏنا. جن ۾ ڇهه وزير چار سيڪريٽري ۽ ٻه يوروپين ميمبر هئا. ان تي وزير تمام دلگير ٿيا. آخر اسان ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي ميٽنگ سڏائي، منجهن اعتبار جو ٺهراءُ پاس ڪري، سندن منهن تي پاٽيءَ جو ڇنڊو وڌو. اسيمبليءَ ۾ مهملي جي ٺهراءَ پاس ٿيڻ وقت آءٌ اليڪشن جي ڪم سان شڪارپور طرف هوس. ان کان بعد جلدئي مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽي جي ميٽنگ سر غلام حسين جي بنگلي تي سڏائي ويئي. جنهن ۾ پارٽي طرفان ڊيل بنسبت هڪ متفق راءِ تجويز پاس ٿي، ليڪن وزيرن پوريءَ طرح ان تي عمل نه ڪيو. انهي وقت ڌاري اسيمبليءَ جي جاگيردارن پنهنجو اثر هلائي وزارت کان مرحوم الله بخش جي ڏينهن ۾ ٿيل جاگيردار ائڪٽ رد ڪرائڻ گهريو ٿي، هتي مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽي کان ١٣- مارچ ١٩٤٣ع جي هڪ ٺهراءَ پاس ڪرائي ان ائڪٽ کي درست ڪرڻ لاءِ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪرائي. مون کي مسلم ليگ وزارت وجود ۾ اچڻ کان وٺي مسلم ليگ پارٽيءَ جي رجعت‌پسند پاليسي جي معلومات ٿي چڪي هئي، انهن آنرري مئجسٽريٽ جي خراب دستور کي از سرنو جيارڻ گهريو ٿي. جنهن موجب غريبن جي قسمت جون واڳون وري وڏيرن جي هٿن ۾ سونپيون ٿي ويٺيون. مونکي مٿين جاگير واري ٺهراءُ پاس ٿيڻ بعد شڪ پيدا ٿيا، ته هي زميندار ميمبر جاگيرداري ائڪٽ کي بيڪار بنائڻ جو منصوبو سٽي رهيا آهن. تنهنڪري مون هڪ عرضداشت تيار ڪري ڪاميٽيءَ اڳيان پيش ڪئي، جنهن جا ڪي ٽڪرا ملاحظه لاءِ هيٺ پيش ڪجن ٿا:

”مون وزير اعظم کي هڪ خط ذريعي ان قانون کي نه رد ڪرڻ لاءِ دليل پيش ڪيا هئا. هتي اهو نامناسب نه ٿيندو،

جيڪڏهن وري ڪاميٽيءَ جي اڳيان ٻه دليل پيش ڪريان، ته غريبن لاءِ جيڪڏهن ليگ وزارت کان ڀلي جي اميد نه آهي، ته ڪم از ڪم مرحوم الله بخش جي وزارت جو پاس ڪيل انڪٽ رد ڪري نقصان ته نه پهچايو وڃي. اهو تسليم ٿيل اصول آهي، ته غريبن جي نجات جو مکيه طريقو سندن اقتصادي بهبوديءَ ۾ لڪل آهي. جنهن جي سڌاري سان غربت دور ٿي سگهندي. جيڪڏهن ماڻهن کي ڌاڻ پيٽ لاءِ پورو کونه هوندو، ته حڪومت جا قاعدا قانون مهذب آدمين وانگر هلڻ جي منجهن اميد رکي نٿي سگهجي. اهو حڪومت جو فرض آهي، ته هارين ۽ ننڍن ڪڙميدارن جي حقن جي حفاظت ڪري قوم جي اخلاق تهذيب ۽ ترقي ڏيڻ جو ڪوبه امڪان ٿي نه سگهندو، جيستائين عوام جي مالي حالت درست ڪري منجهائن غربت نه دور ڪئي وئي آهي. اهو ضروري نه آهي ته دنيا جي تاريخ مان ڪي مثال اوهانجي اڳيان پيش ڪريان، صرف ايترو چوڻ ڪافي ٿيندو، ته قوم جي سالم ۽ صحيح زندگيءَ جو مدار پئسي جي برابر ۽ پوري ورهاست ۾ لڪل آهي. جاگيردار گهڻي وقت کان ظالم ۽ خود مطلب رهيا آهن، سندن ذاتي مفاد کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪين نظر نٿو اچي.

هاري طبقي، جنهن تي سنڌ جي ترقيءَ جو بنياد آهي، سو هنوقت مصيبت ۾ گرفتار آهي. سندن معيار زندگي ايترو قدر گهٽ آهي، جو ضروريات زندگي جهڙوڪ کاڌو، ڪپڙو، دوا، جاءِ رهائش وغيره جي پورائي نٿي ٿئين. تنهنڪري هر قانون جو سندن ترقيءَ ۽ واڌاري لاءِ آهي، سو سٺو سمجهڻ گهرجي. ملڪ ۽ قوم جو فائدو ان ۾ آهي ته آبادگارن جو گذران پورو ۽ ٺيڪ هجي. جاگيردار اصل کان وٺي صرف زمين جي ڍل جا حقدار هئا. انهي دستور کان ڪنهن اتفاق ڪري يا چاڙي واڙي ڏيئي ڪري جا ڦير گهير ٿي هجي، سا ڪين ڪو نئون حق ڏيئي

نٿي سگهي. اهو ڪو دليل ٿي نه آهي، ته هو هن وقت بڻائي ڪري رهيا آهن، تنهنڪري هميشه لاءِ بڻئي جو حق کين حاصل ٿي چڪو. سوال صرف هي آهي، ته اهو دستور جائز نموني ۽ انصاف تي مبني آهي يا نه، جو انهي کي قائم رکيو وڃي. جنهن وقت اهو قبول ڪيو ويو، ته اهو دستور انصاف تي بيٺل نه آهي، ته پوءِ ضرور ختم ڪرڻو پوندو. اڳين حڪومتن وقت جي حالتن کي نظر ۾ رکي، هن قسم جو طبقو مختلف سببن ڪري پيدا ڪيو، جن مان خاص هئا حڪومت جي گذشته خدمتن جو عيوض ڏيڻ ۽ جنگ جي وقت قومي سردارن جو حڪومت کي مدد ڪرڻ. اهيئي مکيه سبب هئا جنهنڪري هي طبقو برقرار رکيو ٿي ويو، هاڻ جڏهن عوام جي حڪومت ٿي آهي، ٿي آهي، شخصي حڪومت ۽ ان جي ڇاڙتن جو دور ختم ٿي چڪو آهي، ۽ انسان ذات ترقيءَ جي راه تي گامزن آهي، تڏهن هر هڪ ماڻهوءَ کي مالي ذهني آزادي هئڻ گهرجي.

هن وقت تائين جاگيردار ملڪ جي ترقي ۽ آزادي جي راه ۾ رنڊڪ پئي رهيو آهي، تنهنڪري جيترو جلد هن کي ختم ڪجي اوترو چڱو. هي قوم جي بدن جو عضوه معطل ۽ بيڪار جزو آهي. هن زماني ۾ سنڌس رهڻ غير ضروري آهي ۽ هن کي ختم ڪرڻ سان هزارين غريب هارين کي نجات حاصل ٿيندي، ۽ قوم جو آئنده درست ٿيندو. جيستائين عام ماڻهن ۾ ايتري بيداري پيدا ٿئي، جو جاگيرن کي ختم ڪرائي سگهن، تيستائين وقت بوقت هارين جي فائدي جا قاعدا پاس ٿيڻ گهرجن. قانون نمبر ۵-۱۹۴۱ع جو انهن مان آهي، انهن کي رد ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گناه عظيم آهي ۽ صرف ڪريل ۽ ظالم دليون اهڙا خيال ڪري سگهنديون. جاگيردارن سنڌ ۾ سياسي بيداري پيدا نه ڪئي ۽ نه مسلم ليگ جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪئي اٿن. اهي ليگ ۾ صرف ذاتي غرضن ۽ عهدن حاصل ڪرڻ خاطر

آيل آهن. دانشمند ۽ عام خير خواه حڪومت جو فرض آهي ته سنڌس حڪومت ۽ قانونن کي پائداري ڏئي. تڪڙ ۽ سفله مزاجي سبب هڪ ڏينهن سنو ڪم ڪري ٻئي ڏينهن انکي رد ڪرڻ عقل جي ڳالهه نه آهي. جيڪڏهن ميمبر پنهنجي پورن يا ڦڙتي گبڙتي جي عادت موجب قاعدا پاس ڪري وري رد ڪندا وتندا، ته قانون سازي ۾ نه پائيداري رهندي ۽ نه ماڻهن جي دلين ۾ انهن لاءِ عزت رهندي. ڪنهن کي يقين نه رهندو ته سڀان ڇا ٿيندو. جماعت جي استحڪام جي تقاضا آهي ته دماغ جو سالم هئڻ گهرجي. اصولن تي مضبوطي سان بيهجي، ۽ مخالفت کي منهن ڏيڻ جو مادو پيدا ڪجي. ازانسواءِ رڳو ڪنهن طبقي جي رضامنديءَ خاطر قانون کي آزمائڻ کانسواءِ رد ڪرڻ صحيح نه آهي"

انهي وقت ذاري اهو ظاهر ٿي چڪو هو، ته مسلم ليگ اسمبلي پارٽي اندر رجعت پسند طبقو پنهنجي طاقت جو پورو فائدو وٺي رهيو هو. مسلم ليگ ماڻهن سان جي واعدا ڪيا هئا، يا جي اعليٰ مقصد پنهنجي اڳيان رکيا هئا، تن سان هن اسيمبلي ميمبرن جي ڪابه دلچسپي ڪانه هئي. رجعت پسند طبقو ليگ کي صرف طاقت هٿ ڪرڻ ۽ طبقاتي مفادن جي حفاظت لاءِ ڪتب آڻي رهيو هو. هنن جي انهي پاليسيءَ سمجهدار طبقي ۾ مسلم ليگ لاءِ نا اميديءَ جي لهر پيدا ڪري ڇڏي هئي. مسلم ليگ جي مخلص ڪارڪنن ۾ (جي اعليٰ مقصدن خاطر ملڪ ۽ قوم جي ترقيءَ خاطر ان ۾ داخل ٿيا هئا) بد دلي پيدا ٿي ويئي هئي. پريزيڊنٽ جي حيثيت ۾ منهنجي لاءِ اهو مشڪل ٿي پيو ته انهن ڪارڪنن کي هنن حالتن هيٺ تسلي تشفي ڏياري سگهان. ڪارڪنن جو حوصلو ڪري پيو. اندروني سازشن ۽ مخالفت ويتر حالتون ناگفته به ڪري ڇڏيون. جماعت جو نالو خوب پئي ڪتب آندو ويو، ليڪن انهن جي اصولن ۽ مقصدن جي مخالفت ڪئي پئي ويئي. شيخ عبدالمجيد صاحب، جو سنڌ

۾ مسلم ليگ جي بنياد وجهندڙن مان مکيه هو، تنهن ڪڪ
ڏي ليگ کان استعفي ڏئي ڇڏي هئي. ڪيترن ئي ترقي پسند
۽ پرجوش ڪارڪنن ليگ ليڊر شپ مان ڪڪ ڏئي سمورو ذمو
منهنجي ڪمزوريءَ، اصولن تان هيٺ لهي راڄ ويڙ جي پاليسيءَ
اختيار ڪرڻ تي پئي رکيو. جڏهن مون صوبائي مسلم ليگ
جي صدارت جي چارج ورتي هئي، تڏهن هنن مون ۾ وڏيون
اميدون رکيون هيون، ڇين يقين هو ته آءٌ ڪا ڪرامت ڪري
جماعت کي سڀني خرابين کان پاڪ صاف ڪري ڇڏيندس، پر
هاڻ هو مون تي ناراض ٿي سخت نقطه چيني ڪرڻ لڳا. هيٺ
هڪ خط جو ذڪرو ملاحظه لاءِ پيش ڪريان ٿو جو مونکي
۱۵ - نومبر ۱۹۴۷ع جي ڏهاڙيءَ کان پهتو، اهو پير علي محمد
شاه راشديءَ جو لکيل هو، جنهن جوسنڌ اندر ليگ جي ابتدائي
دور ۾ وڏو اهم حصو هو:

”نون پنهنجي ۱۹۳۸ع جي خيالات تي نظر ڪر، ۽
ويچاري ڏس ته ۱۹۴۳ع ۾ به تون انهن ساڳين اعلي مقصدن
لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهين، جي انهي وقت تنهنجي اڳيان
هئا، يا تون انهن ڇهن سالن ۾ اصل اصولن کي ڇڏي پري وڃي
پيو آهين؟ تنهن سياسي زندگي غريبن کي ظالمن جي چنبي کان
ڇڏائڻ، مسلمانن جي جماعتي زندگي کي پاڪ صاف ڪري ترقي
ڏيارڻ. ڳوٺائن کي قانوني سختين ۽ خرابين کان بچائڻ، ڏيل
گهٽائڻ، ڪامورن جي رشوت ۽ رسائي کي بند ڪرڻ لاءِ شروع
ڪئي. انهي وقت جون تحريرون ۽ تقريرون ياد ڪر، ۽ پنهنجا
هن وقت جا ڪم ۽ ڦلهڙي پاليسيءَ تي نظر ڪر، ته توکي
تفاوت معلوم ٿيندو.

اين راه ڪه مي روي به ترڪستان است

مونکي معاف ڪجانءِ، جيڪڏهن آءٌ توکي ياد ڏياريان،
ته ڇهن سالن جي محنت ۽ جفاڪش بعد تون ڪٿي وڃي پهتو
آهين! ڇا تو پاڻ کي انهن طاقت ۽ خرابين جو اوزار نه بنايو

آهي، جن جي ختم ڪرڻ کي تو پنهنجي حياتيءَ جو مقصد ڪري ورتو هو؟ آخر صوبي جي سياست ۾ تنهنجي موجوده پوزيشن ڪهڙي آهي؟

”ڪوسي مرا بده و ڪفش برسر بزن“

توکي ان پوزيشن ۾ ان مراد سان رکيو ويو آهي، ته هو پڙهيا راڳا ڪندا رهن ۽ تون عوام وٽ سنڌ گيت ڳائي ڪين طاقت ۾ رکندو اچين. هو تنهنجن ١٩٣٨ع جي مقصدن ۽ مرادن تي پاڻي ڦيري ڇڏين، رشوتون وٺن طرح طرح جا برا ڪم ڪن ۽ تون هنن کي پناه ڏين. ماڻهن اڳيان انهنجي عيبن ڪولڻ ۽ اپٽار ڪرڻ بدران انهنجي پرده پوشي ڪري ڪين قوم جو خادم ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪرين. اهو سڀ مسلمانن جي اتحاد ۽ اتفاق جي نالي ۽ پاڪستان جي پردي ۾ ٿي رهيو آهي. ڇڻ اسلام جو حڪم آهي، ته ان جي نالي ۾ جماعتون ڏاهي ڪين بيچڙائيءَ جو اڏو ڪري ڪتب آڻجي! ان تجويز موجب ته خود اسلام کي چورن جي جاءِ پناه بنائي ڪتب آندو ٿو وڃي.“

منهنجي بي ايماني ٿيندي، جيڪڏهن توکي صاف ڇئي نه ٻڌايان، ته جڏهن تنهنجي سموري ڪوشش تي نظر ٿو ڪريان، ته مون کي ڏپ وٺيو وڃي، ته هن وقت اهي ڪوششون مسلمان عوام جي فائدي بدران انهن جي دشمنن کي زور وٺائڻ لاءِ ڪتب اچي رهيون آهن. تون پنهنجي اصولن کان هيٺ ڪري پيو آهين، جيڪڏهن مسلم ليگ اسانجي حقن جو رکپال اهڙن ماڻهن کي ڪرڻ واري آهي، جي عوام جا دشمن آهن، ته پوءِ اسان جي زندگيءَ ۾ سڌاري جي اميد رکڻ اجائي آهي. اسان جا پويان نسل اسان کي اصول پرستن جي آڙ ۾ ٺڳ ۽ بيوقوف، ڪري سمجهندا، جن هڪ طرف وڏيون ڳالهيون ڪيون، ته ٻي طرف انهن جي پاڙ پٽڻ لاءِ اسباب پيدا ڪيا. جيڪڏهن پاڪستان سٺي شيءِ آهي، ته اهو برائيءَ جي وسيلي هٿ اچي نه سگهندو، ڇڱائي برائي جي ذريعي حاصل ٿي نه سگهندي. منهنجي توکي

نمائي صلاح آهي، ته جيڪڏهن تو ۾ ۱۹۳۸ع وارن اعليٰ مقصدن تي هلڻ جي طاقت نه رهي آهي، ته ڪم از ڪم تون پاڻ کي انهن جي زبون ڪرڻ جو ذريعو ته نه بناءِ. توکي هر ڳالهه ۱۹۳۸ع واري مقرر ڪيل سياسي معيار مطابق ڪرڻ گهرجي؛ ۽ جيڪا به ڳالهه ان معيار کان هيٺ هجي، تنهنجو مڙس ٿي مقابلو ڪرڻ گهرجيئي، پوءِ ڪٿي ڀيا سڀ رفيق توکي ان مقابلي ۾ ڇڏي وڃن، ۽ تون اڪيلو رهجي وڃ ن. جيڪڏهن زمانو تنهنجي اصولن ۾ رنڊڪ وجهي، ته ان سان به لڙڻ گهرجيئي. رواجي ماڻهو (پوءِ ڪٿي هن وقت ڪهڙي به درجي تي هجن) سال ٻن ۾ ڀاڻهي مٽجي ويندا.

اگر غم لشڪر انگيز د ڪ خون عاشقان ريزد

من و ساقي بهم ساز يم بنيادش بر انداز يم!

مون تنهنجي گذريل ٻن سالن جي سموري سياسي ڪارگذاري تي نظر ڊوڙائي آهي، ته اها هڪ عجيب مثالهين تان هيٺ ڪري رهي آهي. تو هڪ انقلابي ۽ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي علمبردار جي درجي تان لهي رشوت خور ۽ رجعت پسند طبقي جو پاڻ کي اوزار بنايو آهي، پنهنجي نئين رنگين لباس بريزيڊنٽي تي پلجي نه وڃ. غور ڪري ڏس، ته پتو پوندئي ته اڳي جنهن شيءِ جو مقابلو ٿي ڪيئي؛ هاڻ تون ان کي اسلام جي نالي ۾ مدد ڪندو ٿو وتين.

(يا به ان شورا شوري يا به اين بي نمڪي!)

هاڻ توکي هنن ڪفن چورن پنهنجي جماعت جو نالي خاطر سردار ڪٿي مقرر ڪيو آهي؛ هنن ڇا وڇايو؛ تنهنجي ضمير خريد ڪرڻ لاءِ اها ٿوري قيمت ڏيڻ ڪا مشڪل ڳالهه ڪانه هين مونکي اچ ڪلهه عجب لڳي ٿو؛ ته ڪيئن نه تنهنجي ضمير مٿان بي سمجهيءَ جو پردو چڙهي ويو آهي، ٿوري وقت کان مونکي هڪ مهلڪ دل جي بيماري ٿي آهي؛ شايد آءٌ ڪنهن به وقت مري وڃان. ان ڪري هي خط لکيو اٿم؛ ته پنهنجي دل جا

بخار؛ جي گهٽي وقت کان مونکي ستائيندا رهن ٿا؛ تن کي جهڪو ڪريان. آءٌ توکي صرف هي چوندس؛ ته جنهن رستي سان تون وڃي رهيو آهين تون شايد دل شڪسته ٿي مرين ۽ تنهنجي قبر تي هي ڪتبو هوندو ته.

”هن جڳهه تي اهو انسان رکيل آهي جنهن شر جي ذريعي خير هٿ ڪرڻ ٿي گهريو. جنهن جي ابتدا انقلابي هئي ته انجي انتها رجعت پسند جي هئي. جنهن جي ملڪ جي معاملي ۾ جدوجهدن چڱائي عيوض گمراهي پيدا ڪئي“ هي خط هڪ پراڻي رفيق سيد علي محمد شاه راشدي مشهور اديب ۽ ١٩٢٨ع جي زماني جي ساٿيءَ جو هو. ان مون تي گهڻو اثر ڪيو ۽ غور ڪرڻ جو موقعو ڏنو. پر انهن ڏينهن ۾ منهنجي طبيعت جيڪو رستو ورتو هو، ۽ جنهن کي ايمانداريءَ سان روشن مستقبل ڏي نيندڙ سمجهيم ٿي، تنهن کان هٽي نه ٿي سگهيس. مون کي يقين هو ته آخرڪار عوام ۾ بيداري پيدا ٿيندي ۽ جماعت کي منهنجي خوابن مطابق ملڪ ۽ قوم جي بهتريءَ جو مرڪز بنائيندا. تنهنڪري هن خط جي طرف مون گهڻو ڌيان نه ڏنو. انهي وقت منهنجو سارو توجه ايندڙ آل انڊيا مسلم ليگ جي ڊسمبر ١٩٤٣ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿيڻ واري اجلاس جي سرانجامي طرف رڌل هو. اسان کي خوشي ۽ فخر هو ته ڪراچيءَ ۾ هيڏو تاريخي اجلاس ٿي رهيو هو. ان جي ڪاميابيءَ لاءِ قريباً ٽي مهينا اسان کي محنت ڪرڻي پيئي ۽ ان کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ڪابه گهٽتائي نه ڪئيسون.

هن ڪانفرنس تي آيل ئي شاهدي ڏيئي سگهندا ته ڪيڏو نه عظيم الشان اجلاس ٿيو هو. سنڌين پنهنجي مشهور مهمانوازي جو انهيءَ موقعي تي ڪافي ثبوت ڏنو؛ آل انڊيا مسلم ليگ جو اهو آخري اجلاس هو. جو ته ان کان پوءِ ڪوبه اجلاس ڪونه ٿيو آهي. نواب بهادر يار جنگ جنهنجي تقريرن ليگ جي جلسن ۾ روح ٿي ڦوڪيو، سو به جلدئي انتقال ڪري ويو. جڻ ته

نواب بهادر سان گڏ آل انڊيا مسلم ليگ جي پڄاڻي تي، هن اجلاس ۾ ٻه مکيه ڪاميٽيون مقرر ڪيون ويون. ڪاميٽي آف ائڪشن ۽ پاڪستان جي تعميري پروگرام جي ڪاميٽي. ڪاميٽي آف ائڪشن تي پين پنهنجن ميمبرن سان گڏ مون کي به مقرر ڪيو. اهي ميمبر هي هئا. (١) نواب محمد اسماعيل خان چيئرمين (٢) نوابزاده لياقت علي خان سيڪريٽري (٣) نواب افتخار حسين ممدوٽ (٤) سيٺ ستارامداس (٥) قاضي محمد عيسيٰ بلوچستان. اجلاس ختم ٿيڻ کانپوءِ ڪاميٽي آف ائڪشن جي چند ميمبرن ويهي دهليءَ ۾ ڪاميٽيءَ جي مقرر ٿيل ميٽنگ لاءِ ڪجهه تجويزون سوچيون. جيئن ته ڪاميٽي آف ائڪشن ڏورن ميمبرن جي هئي، تنهن ڪري اها وقت بوقت ملي سگهي ٿي ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا فرائض به گهٽي قدر سرانجام ٿي ڏنائين. اسان هيٺيون ڳالهيون ڪاميٽيءَ جي سرانجامي لاءِ غور هيٺ آنديون.

[١] هندوستان جي سڀني صوبن جي مسلم ليگ جماعتن جو دستورالعمل هڪ جهڙو بنائڻ.

[٢] نيشنل گارڊ تنظيم جو دستورالعمل بنائي ان کي از سر نو منظم ڪرڻ.

[٣] سڄي هندوستان جو گشت ڪري مڪاني حالتن جو معائنو ڪرڻ.

[٤] مسلمانن جي تعليم کي نون بنيادن تي درست ڪرڻ.

[٥] مسلم ليگ جي پوريءَ طرح پروپيگنڊا لاءِ انتظام ڪرڻ.

مون ١٩٤٤ع جو گهڻو حصو آل انڊيا مسلم ليگ جي ڪمن ۾ صرف ڪيو. منهنجي تجويز تي ڪاميٽي آف ائڪشن هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي جنهن تي هندوستان مان ڪيترا مکيه عالم مقرر ڪيا ويا ته ”جانچ ڪري رپورٽ ڪن ته مسلمانن ۾ ڪيئن سچو اسلامي روح پيدا ٿي سگهندو ۽ مسلم سوسائٽيءَ

ڪي غير اسلامي رسمن، رواجن ۽ اثرات کان آجو ڪري سگهبو. انهي ڪاميٽيءَ جو سڏائيندڙ مون کي مقرر ڪيو ويو، مون هڪ سوالنامو ۽ خط تيار ڪري هندوستان جي بهترين مسلم عالمن ۽ فيلسوفن کي سندن راين معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو. انهيءَ جي جواب ۾ هندوستان جي جدا جدا حصن مان ڪيترن مکيه ماڻهن جواب موڪليا، جن جو اختصار هڪ ننڍڙيءَ چوپڙيءَ ۾ ڪيو ويو. ليڪن بدقسمتيءَ سان اهو سارو معاملو اتي رهجي ويو، ڇاڪاڻ ته اهڙين ڳالهين لاءِ مسلم ليگ اندر ماحول ۽ محرڪ جذبو موجود ڪونه هو، جو مسلمانن جي اخلاقي درستي ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ ضروري آهي. وري مونون ڌيان صوبائي مسلم ليگ جي معاملات تي. آءٌ اڳي لکي آيو آهيان ته جماعت اندر ترقي پسند ۽ تنگ خيال گروهن ۾ جو اختلاف پيدا ٿي پيو هو، سو روز بروز وڌندو ويو، جڏهن شيخ عبدالمجيد ليگ مان نڪري ويو، ته ترقي پسند گروهه کي منظم ڪرڻ جو سمورو بار مون تي اچي پيو. سندن جوش ۽ جذبي کي صحيح نموني ڪتب آڻڻ لاءِ مون کي رهبري ڪرڻي پيئي. صوبائي مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ جي جوابداريون مون تي هيون، سي مونکي ترقي پسندگروه جي همت‌افزائي ڪرڻ کان روڪي نٿي سگهيون. مون پاڻ کي سنجهائين هڪ نئي سمجهيو ۽ سندن اصولن جو علمبردار ٿيڻ مناسب ٿي جاتو. مون کي ان وقت تائين دنيا جو گهڻو ڪجهه تجربو ٿي چڪو هو ۽ پراڻن خيالن جي طبقي جي ڪمزورين کان ڪافي واقفيت حاصل ٿي هئم. زميندار جاگيردار ۽ آفيسرن مسلم ليگ کي هڪ نئين قسم جي گورنري دربار ڪري سمجهيو هو، جتي ڪين عهدن ماڻڻ ۽ عزت حاصل ڪرڻ لاءِ شامل ٿيڻو هو. اهي گروهه عوام جا اصل کان دشمن هئا؛ سندن رت چوسي متارا ٿيا ٿيا هئا، ۽ هميشه سندن ترقيءَ جي راه ۾ رڪاوٽون هئا. هينئر ووٽرن وسيلي پنهنجي اقتدار ۽ اثر کي برقرار رکڻ لاءِ هو سڀ مسلم ليگ

جي پليٽ فارم تي اچي گڏ ٿيا هئا. قومي زندگيءَ تي اهي اڻ
ميهندڙ بوجو ۽ گذشته زماني جي سمورين خرابين جو يادگار هئا.
سندن هستي ۽ اقتدار صرف انهيءَ واسطي قائم هو، جو عوام
اڃا تائين بيدار ڪونه ٿيو هئو. ۽ هن گروهه جي طاقت ۽ پئسي
جي رعب ڪري دٻيا پيا هئا، سندن سياست غلاميءَ جي سياست
هئي ۽ منجهن ابن الوقتي ۽ بازاري سوديبازي جو مادو ڀريو
پيو هو. هنن ڪڏهن به اعليٰ مقصدن لاءِ قرباني ڪانه ڪئي
هئي. سندن ضمير ڪي غريبن جون مصيبتون ڏسي ڪا ڇهنڀڙي
به نه ٿي لڳي. اهي عيش عشرت جي زندگي ۾ چاوا نپنا هئا.
هنن ڪي انسان ذات جي ترقيءَ ۽ بهتريءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ ۽
خدمت ڪرڻ جي عظيم الشان لذت جو ذرو احساس به نه هو.
ٻئي طرف ترقي پسند گروهه ۽ عام ماڻهو هئا، جن سياست کي
حقيقي رنگ ڏي ڏنو. اگرچه عام ماڻهو ملڪي سياست کان اڻ
واقف ۽ خواب غفلت ۾ ستل هئا، ليڪن احساس جو مادو کم
ڪونه ٿي ويو هون. ترقي پسند اگرچه ٿورا ۽ ڪمزور هئا،
ليڪن انهن عام جي ضرورتن ۽ مشڪلاتن جو آواز عوام تائين
اٿاري، قوم جي ضمير کي زنده ڪرڻ ٿي گهريو. مسلم ليگ
جو آواز عوام تائين پهچي چڪو هو، ۽ عام ماڻهن ان مان
پنهنجن دردن جي دور ڪرڻ جون گهڻيون اميدون وابسته ڪيون
هيون، پاڪستان جي نالي ۾ آزاديءَ جي آواز منجهن مساوات
۽ عدل تي ٻيڌل جماعت لاءِ تخيل پيدا ڪيو هو، ڪن نوجوانن
ليگ ۾ مسلمانن جي وڌندڙ بيداريءَ جي لهر کي محسوس ڪيو
۽ انهيءَ ۾ عام ڏتڙيل جي نجات ڏٺائون. اهي ترقي پسند
ڪارڪن پاڻ به گهڻو ڪري زميندار طبقي مان هئا، ۽ سندن
موجوده ٻيڻلائي پڻ سوسائٽي جي ننڍ وڏائي ڪري هئي. پر
انهن کي اصولن ۾ ايمان هو ۽ گهڻي تعداد ماڻهن جي فائدي
لاءِ هو پاڻ پتوڙيندڙ هئا؛ جڏهن ڪانگريس باوجود پنهنجي آزاد
مقصدن جي هنن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي نه سگهي، تہ هنن

مسلم ليگ جي پليٽ فارم کي عام ماڻهن جي زندگي بهتر بنائڻ جو ذريعو سمجهي، انکي ڪتب آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. سنهنجي سچي ليگي ۽ پاڪستاني ڏيڻ ۾ ڪوتاهي رهجي وڃي ها. جيڪڏهن آءٌ اهڙن سچن ۽ مخلص ترقي‌پسند مسلم ڪارڪنن جي مدد ۽ رهنمائي نه ڪريان ها. مون کي صوبائي مسلم ليگ جي صدر جي حيثيت ۾ جماعت جي عزت وڌائڻ ۽ عوام جي ڀلي جو لحاظ رکڻ ضروري هو. ۽ خبر هيم ته جيڪڏهن مون هن ترقي پسند گروهه کي پوريءَ طرح نه همٿايو، ۽ جماعت جو بنياد اهڙن سچن ڪارڪنن تي نه رکيو، جي درحقيقت عوام جي اقتصادي خواه سياسي ترقي لاءِ ڪوشان هئا، ته پرڳڻي جو مستقبل روشن نه ٿي سگهندو.

انڪري مون پنهنجي سياسي شخصيت انهي گروهه سان ملائي ڇڏي. اسان هڪ گروهه ٿي ڪم ڪيو ۽ مستقل ارادو ڪيو، ته ليگ کي صحيح نموني منظم ڪري حڪومت تي صحيح نموني جو اثر آڻي ملڪ ۽ قوم جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪريون.

اسان رجعت پسند طبقي جي ڪمن تي پوري نظر رکڻ لڳاسون. ۽ ماڻهن سان ڪيل وعدن جي سرانجاميءَ لاءِ ليگي وزيرن تي زور ڀار آڻڻ شروع ڪيوسون، اسان کي خبر هئي، ته ليگ کي وسيع پيماني تي منظم ڪرڻ ۽ عوام ۾ مرعوب بنائڻ جي جوابداري اسان تي هئي تنهنڪري هڪ سال جي ٿوري عرصي ۾ جفاڪشي ڪري، صوبائي مسلم ليگ جي ميمبرشپ ٦ هزارن مان وڌائي ٽن لکن تائين آندي. جا سنڌ جي جملي بالغ مرد مسلمانن جي آباديءَ جو ٢٥ سيڪڙو هئي. ابتدائي شاخون ٤٥٠ تائين وڃي پهتيون، جنهن مان پتو پئجي ٿي سگهيو، ته ليگ جو آواز سنڌ جي ڪوشي ڪوشي تائين پهچايو ويو هو. اسان عوام جي اهنج دور ڪرڻ لاءِ صوبائي آفيس ۾ هڪ صيغو کوليو، جنهن جي ذريعي عوام جون شڪايتون آفيسرن ۽ ليگ وزيرن

ڌائين پهچائڻ جو انتظام ڪيل هو. اسان مسلمانن کي واپار طرف توجهه ڏيارڻ لاءِ به حتي الامڪان ڪوشش ڪئي، اگرچ انڪري هندن جي تنگ نظر طبقي جي مخالفت کي منهن ڏيڻو پيوسون. ١٤ مارچ ١٩٤٤ع ۾ ساليانه چونڊون ٿيون ۽ ساري سال جي محنت ۽ لاڳيتي ڪم ڪرڻ ڪري ترقي پسند گروهه جي چونڊن ۾ ڪاميابي ٿي. ڪائونسل جي نون ميمبرن ۾ ترقي پسند ۽ عوام لاءِ درد رکندڙن جي ڪثرت هئي، نئين سال لاءِ وري مونکي پريزيڊنٽ چونڊيو ويو، ۽ منهنجي تجويز تي صوبائي جنرل سيڪريٽري مسٽر يوسف هارون جي جڳهه تي سيد غلام حيدر شاه ميرپور خاص وارو نوجوان ۽ مخلص ڪارڪن چونڊيو ويو، صوبي لاءِ هڪ نئون پارليامينٽري بورڊ چونڊيو ويو، جنهن رجعت پسند طبقي ۾ خوف پيدا ڪري ڇڏيو ۽ هنن محسوس ڪيو، ته سندن طبقاتي مفاد ۽ سياسي اقتدار خطري ۾ هئا. انهيءَ سالياني ڪائونسل جي موقعي تي مون جا رپورٽ پڙهي، ان مان ڪي ٽڪرا ملاحظه لاءِ پيش ڪريان ٿو:-

”ان ڳالهه کان انڪار ڪري نٿو سگهجي ته سرڪاري نوڪرن ۾ رشوت عام جام آهي. ماڻهن جي گذر معاش جو خرچ تمام وڌي ويو آهي، جنهنڪري گهٽ پگهار وارن ماڻهن ۽ مزورن کي سخت نقصان پهتو آهي. ڳوٺن مان بدامني دور ٿيڻ جي عيوض پاڻ روز بروز وڌندڙ آهي جڏهن ٻين ملڪن ۾ ملڪ جي ترقي لاءِ ڪيئي تعميري تجويزون تيار ڪيون پيون وڃن، ان وقت اسان جي وزارت خواب غفلت ۾ ستل آهي. هارين کي نه زمين تي حق ڏنا ويا آهن، ۽ نڪو سندن سڌاري لاءِ قدم کنيو ويو آهي. ڍلون جيتوڻيڪ وڌايون پيون وڃن، پر ان مان ملڪ ۽ قوم جي تعميري پروگرام تي خرچ نه ٿو ڪيو وڃي، بلڪ نون غير ضروري نوڪرن وڌائڻ تي پئسو صرف ڪيو وڃي ٿو. اهي اهڙيون ڳالهيون آهن، جن ڪري مسلم ليگ جا مخالف اسان کي بدنام ڪري رهيا آهن، جن ڪري مسلم ليگ

جا مخالف اسانکي بدنام ڪري رهيا آهن. وقت آيو آهي، جڏهن اسان انهن ڳالهين ڏي پنهنجو ڌيان ڏيون ۽ انهن شڪايتن جي دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪريون، منهنجي نظر ۾ صوبو سنڌ مستقبل ۾ هندوستان جي سياست ۾ اهم پارٽ ادا ڪرڻ وارو آهي. هندوستان جي مسلمانن جو مستقبل سنڌ جي سياست ڪي پيرايه تي مدار رکي ٿو، جيڪڏهن سنڌ جون حالتون درست ڪنداسون، ته پاڪستان حاصل ڪرڻ ۾ دير نه ٿيندي. وقت آيو آهي جو اسان هارين ۽ مزدورن جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙي مخالفن کي پنهنجي خلوص ۽ ڪم جو عملي ثبوت ڏيون. ليگ وزارت ۽ هر هڪ مسلم ليگي ڪارڪنن جو فرض آهي، ته انهي ڏس ۾ حتي‌الامڪان ڪوشش ڪري ۽ هن وقت تائين ليگ کي لوڪلبورڊ ۽ اسيمبلي جي ميمبرين ۽ عهدن حاصل ڪرڻ جو ذريعو سمجهي پئي ڪتب آندو ويو آهي. انهي ڪري اسان جي سياست جو دائرو تنگ ٿي صرف طاقت هٿ ڪرڻ لاءِ سازشن ۽ خسيس شخصي اختلافن تي بيهيو آهي. عام طرح ميمبريون وٺڻ ۽ عهدا حاصل ڪرڻ تي جماعت جو مقصد سمجهيو وڃي ٿو. هاڻ وقت آيو آهي، جڏهن اسان ليگ ڪارڪنن جي ذهنيت ۾ تبديلي آڻيون ۽ منجهن خلوص دل سان خلق جي خدمت جو مادو پيدا ڪريون. اسان کي پنهنجي ڪارڪن ۾ قوم ۽ ملڪ لاءِ قرباني ۽ بي لوث خدمت جو انگ پيدا ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اهي جذبا ڪارڪنن ۾ پيدا ڪري نه سگهياسون، ته اندروني نفاق پيدا ٿيڻ ڪري جماعت جي ڪمزور ٿيڻ جو امڪان آهي" وزارت جي دل شڪن رڪارڊ جي باوجود اسانکي درست ڪرڻ لاءِ ڪافي اميدون هيون. عام ماڻهن کي ليگ ۾ ايندو ڏسي اسانکي اميد جاڳي، ته انهن جي مدد سان بي‌ايمان ۽ رڏي گروهه کي ليگ مان ڪڍي انکي عوام جي صحيح جماعت بنائي سگهنداسون. انهيءَ واسطي ليگ هائي ڪمانڊ مان مدد ۽ همدردي جي گهڻي اميد هئي سون. تازو فيبروريءَ جي

مهيني ۾ پنجاب جي پريمئر سر خضر حيات کي مسلم ليگ کان خارج ڪيو ويو هو، ۽ ان مان اسانکي اميد جاڳي هئي، ته هائي ڪمانڊ پڻ هنڌ به ترقي پسند گروهه جي همت افزائي ڪري ليگ کي رجعت پسند رشوتي ۽ عهدن جي طالبو ماڻهن مان آزادي ڏياريندو.



# فصل ٻارهون

## ترقي پسندن جي رستي ۾ رنڊڪون

"متان ڪاڙهي، ٻول ٻاروچن وسهي"

جڏهن سنڌ جا وزير، جي ليگ جي دامن ۾ لڪل هئا، مسلم ليگ جماعت کي پنهنجي زير اثر ڪري نه سگهيا، ته هنن جماعت کان الغرضائي ئي ڏيکارڻ شروع ڪئي، هزارين درخواستون ڪامورن جي رشوت، ظلم ۽ ٻين عوام جي شڪايتن بابت صوبه مسلم ليگ طرفان وزيرن ڏي موڪلي ويون، انهن جي دادرسي ته درڪنار پر انهن جي پهچ جي رسيد صوبه آفيس کي موڪلڻ به هنن عيب سمجهيو. صوبه مسلم ليگ جا پاس ڪيل ٺهراءُ هنن ردي جي ٽوڪري ۾ اڇلي پئي ڇڏيا. جيتوڻيڪ انهيءَ ليگ جي نالي ۾ ڪين طاقت نصيب ٿي هئي. متان ائين سمجهڻ ۾ اچي ته صوبه ليگ طرفان ٺهرائن ذريعي موڪليل تجويزون اڻ ٺهڻ جهڙيون يا نامناسب هيون ۽ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽي، جنهن سان سنڌن سڌو تعلق هو، تن جي حڪمن جي هنن پوئواري پئي ڪئي. تنهن ڪري خود مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي پاس ڪيل ٺهرائن مان ڪي مثال ڏيئي ٻڌائڻ گهرندس، ته وزيرن نه صرف صوبه مسلم ليگ بلڪ ليگ جي هرهڪ ڪاميٽي ۽ پارٽي سان لاڳو بي توجهي جو برتاءُ اختيار ڪيو. مطلب ته هو ڪنهن نظام هيٺ عوام جي مفاد خاطر ڪم ڪرڻ لاءِ هريل ئي ڪونه هئا. مسلم ليگ

اسيمبلي پارٽيءَ جا ڪي پاس ڪيل ٺهراءَ جي هنن عمل ۾ نہ آندا، سي هيٺيان آهن:-

(١) تاريخ ٢ مارچ ١٩٤٣ع تي ٺهراءَ پاس ٿيو تہ آبادگارن جي حقن جي حفاظت لاءِ ڪنٽرول صلاح ڪار ڪاميٽيءَ ۾ آبادگارن کي ڪافي نمائندگي ڏجي.

(٢) تاريخ ١٦ مارچ ١٩٤٣ع جي ٺهراءَ ٿيو تہ رينٽ ڪنٽرول قاعدو پاس ڪجي.

(٣) تاريخ ٨ مارچ ١٩٤٣ع تي ٺهراءُ پاس ٿيو تہ پرائمري ماسترن جو پگهار نون اسڪيلن مطابق وڌائڻ گهرجي.

(٤) ١٠-٣-١٩٤٧ع تي ٺهراءُ ٿيو تہ گانجي جي وڪري تي مڪمل بندش وجهجي.

(٥) ١٠-٣-١٩٤٣ع تي ٺهراءُ ٿيو تہ رشوت بند ڪرڻ لاءِ هڪ ايماندار عملدار عملي سميت مقرر ڪجي.

(٦) ١٠-٣-١٩٤٣ع تي پڪو ٺهراءُ ٿيو تہ ملڪ ۾ بدامني جي ڪارڻن معلوم ڪرڻ ۽ انهن کي دائمي طور بند ڪرڻ لاءِ عملدارن ۽ غير عملدارن جي هڪ ڪاميٽي مقرر ڪجي تہ رپورٽ ڪري.

(٧) سرڪار مکي ڍنڍ ۾ غير سنڌين کي زمينون ڏئي وزيرن جي جماعت سان عدم توجهي، ترقي پسند گروهہ ۾ ناراضگي ۽ بي صبري پيدا ڪئي. وزيرن کي درست ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿيڻ بعد هو خيال ڪرڻ لڳا، تہ آيا مسلم ليگ جي مفاد خاطر اهو بهتر نہ ٿيندو تہ پارٽي بي ڪار وزارت کي طاقت ۾ رکڻ جي عيوض مخالفت ۾ وڃي وهي.

پر آئون وقت بوقت کين صبر جي تلقين ڏيڻ لڳس، ۽ مونکي ليگ هاءِ ڪمانڊ ۾ گهڻيون اميدون هيون، تہ اهي سنڌ جي معاملات کي اهڙيءَ طرح خراب ٿيڻ نہ ڏيندا، ۽ هو ضرور وزيرن کي عوام جي مفاد لاءِ ڪجهہ ڪم ڪرڻ تي آماده

ڪندا. جون ۱۹۴۴ع ۾ آءٌ ڪاميٽي آف ايڪشن جي ميٽنگ
لاءِ پشاور ويس. اسان ساري صوبي جو گشت ڪري اتي جي
مسلم ليگ وزارت جي ڪاروبار ۽ عملن جو مسلم ليگ جماعت
جي رسوخ تي ڪهڙو اثر پيو آهي، معلوم ڪرڻ گهريو. گشت
پوري ڪرڻ بعد ڪاميٽيءَ جا ميمبر ايبٽ آباد ۾ ڪٺا ٿيا،
ته معلوم ڪيل حالات جي بنا تي ڪو راه عمل سوچين. اتي
ميمبرن جي اڪثريت هن راءِ جي هئي ته مختلف صوبن ۾ ليگ
وزارتن جي عملن سبب مسلم ليگ جماعت بدنام ٿي چڪي
آهي، تنهنڪري چڱو ته مسلم ليگ پارٽيون وزارتن کي خالي
ڪري مخالفت ۾ وڃي وهن. نوابزاده لياقت علي خان ۽ قاضي
عيسيٰ صاحب انهيءَ بنسبت جناح صاحب سان، جو ان وقت
صحت جي واسطي ڪشمير ۾ رهيل هو، صلاح مصلحت ڪرڻ
لاءِ روانه ٿي ويا. مون سنڌ ۾ موٽي اچڻ تي صوبه مسلم ليگ
جي مکيه ميمبرن کي اتي ٿي مکيه حالات کان واقف ڪيو.
مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي زير غور مسئلن مان واقف ٿيڻ
بعد ڪيترن ميمبرن مون کي صوبه مسلم ليگ ورڪنگ
ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ سڏائڻ لاءِ صلاح ڏني ان لاءِ ته، هنن
کي وزارت بنسبت پنهنجو غور شده رايو هاءِ ڪمانڊ تائين
پهچائڻ جو موقعو ڏنو وڃي. اهڙي طرح سان ۷- جولاءِ ۱۹۴۴ع
تي سنڌ مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ گڏ ٿي
جنهن ۾ هيٺيون ٺهراءُ پاس ٿيو.

"سنڌ ۾ گورنمينٽ آف انڊيا ايڪٽ جي ۹۳- گورنري
راڄ يا عام جي عيوضي وزيرن جي حڪومت مان هڪڙي کي
ترجيح ڏيڻ جي حالت سان مقابل ٿين ڪري مسلم ليگ
آڪٽوبر ۱۹۴۴ع ۾ تجربه طور عوام جي حقن جي حفاظت ۽
بهتري ڪرڻ لاءِ وزارت قبول ڪئي.

انهي کان اڳ سنڌ جا مسلمان غير مضبوط ۽ عوام
جي بهتريءَ جي پروگرام ۽ پاليسيءَ کان سواءِ وارين وزارتن

جي هٿ هيٺ پئي پيڙيا. اهوئي سڪيم ڪارڻ هو، جنهن ڪان عوام ڪي آزاد ڪرڻ لاءِ مسلم ليگ وزارت نهڻ قبول ڪئي ويئي. مسلم ليگ وزارت قائم ٿيڻ ڪري عوام ۾ نئين اميد جي لهر پيدا ٿي. سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ عام ماڻهو وزيرن ڏي نهارڻ لڳا، ته ملڪ جي بهتريءَ ۽ عوام جي مشڪلاتن دور ڪرڻ لاءِ ڪڏهين ٿا ڪو عملي قدم کڻن. وزارت ۱۷ مهينا طاقت ۾ رهي آهي، پر ڪوبه خاطر خواهه تعميري ڪم ۽ تعميري ترقي جو هن ڪونه ڪيو آهي. رشوت جو آزار روز به روز ترقيءَ تي آهي، ورڪنگ ڪاميٽيءَ اڳيان ڪيترن وزيرن جي بداعمالن جي لنبي لسٽ پيش آهي. اسان اهو ضروري نٿا سمجهون، ته تفصيلوار انجي اپٽار ڪريون. پر ڪاميٽي وزارت جي اناج جي باري ۾ اختيار ڪيل ردي پاليسي ڪي ظاهر ڪرڻ کان رهي نٿي سگهي. ازانسواءِ ۲۰۰ يا ۳۰۰ سيڪڙو ڊلون وڏيڪ وڌائڻ بعد به انجي انجي عيوض ۾ ملڪ جي تعميري ڪمن ۾ ڪجهه به خرچ نٿو ڪيو وڃي.

وزارت سنڌ ڪيٽيون ڏاهيون آهن، تن ۾ اڪثر سندن چاڙتا رکيا ويا آهن، جنهن ڪري آبادگارن کي گهڻو نقصان پهتو آهي؛ ۽ غريب آبادگار ۸—۹ مقرر ڪيل ڪٽڪ جي اگهه جي عيوض ۷ روپين وڪڻڻ ۾ تي مجبور ٿين ٿا. مسلم ليگ وزارت جي رهڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيندو، جيڪڏهن هو سنڌ جي هاريءَ جي ڀلي لاءِ ڪجهه ڪري نٿي سگهي، جنهن تي ئي ساري سنڌ جي آسودگيءَ جو مدار آهي؟ اڃا تائين ڪيترن بهانن ۽ عذرن ڪري هارين کي زمين تي حق ڏيڻ جو بل پاس نه ڪرايو اٿن. نه صرف ايترو، پر اڳي پاس ٿيل جاگير ائڪٽ کي اهڙي طرح ترميم ڪرڻ گهرن ٿا، جنهن ڪري ٿورو فائدو جو هن وقت آبادگارن کي پهچي ٿو سو به ختم ٿي ويندو. اهو صرف ڪن جاگيردارن ميمبرن جي خوش ڪرڻ ۽ کن هٿ ۾ رکڻ لاءِ ڪيو وڃي ٿو. تنهن ڪري ورڪنگ

ڪاميٽيءَ لاءِ ضر... ڀيجيو آهي، تہ پنهنجي فيصلي ڏني، تہ آيا صوبي سنڌ ۾ مسلمانن جي مفاد ۾ اهو ضروري آهي، تہ سنڌ جي وزارت، جنهن نموني هن وقت ٺهيل آهي، سا استعفيٰ ڏئي ڇڏي. ورڪنگ ڪاميٽي پريزيڊنٽ صوبہ مسلم ليگ تي ذميواري ٿي رکي، تہ مٿين ٺهراءَ کي عمل ۾ آڻڻ جي لاءِ سڀ مناسب طريقہ اختيار ڪري ٿي سگهي."

اهو ٺهراءُ تار جي ذريعي قائداعظم محمد علي جناح صاحب کي سرينگر، ڪشمير ۾ موڪليو ويو، جنهن واپسي تار رستي هيٺيون جواب موڪليو:-

"تنهن جي ۸- جولاءِ جي تار پهتي، تار ۾ بيان ڪيل مسئلن جي فيصلو ڪرڻ جو اختيار مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي آهي، توهين وڏيڪ قدم کڻڻ بند ڪيو. مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي ۱- پهرين آگسٽ تي لاهور ۾ ٿيندڙ ميٽنگ ۽ آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽي جي ۲۹- جولاءِ جي ميٽنگن جي اڳيان اهو سوال فيصلي جي لاءِ پيش ڪريو."

"جناح"

اهڙيءَ طرح سان اهو سوال قائداعظم محمد علي جناح صاحب جي سامهون لاهور ۾ پيش ٿيو. هڪ طرف کان ڪن ترقي پسند گروهہ جي ميمبرن ۽ ٻئي طرف کان ڪن وزيرن مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ جي سامهون پنهنجا پنهنجا نقطہ نگاہ پيش ڪيا. ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو تہ جناح صاحب صوبي جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ٺهراءَ پاس ڪرڻ تي جنهن جي صوبہ مسلم ليگ ڪائونسل تائيد ڪئي هئي، تمام ناراض ٿيو هو. هن سر غلام حسين جي وزارت برخلاف ڪجهہ بہ ڪرڻ کان انڪار ڪيو، ۽ جڏهن سوال آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ اڳيان آيو، تہ ظاهر هو تہ

ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن ۾ ڪي جناح صاحب جي مرضي جي برخلاف ڪا راءِ ظاهر ڪرڻ جي مجال ڪانه هئي. آخر ۾ قانوني حجتن جي بنياد تي سوال موٽائي سنڌ اسيمبلي پارٽيءَ کي موڪلڻ جو فيصلو ڪيو ويو. دوران گفتگو ۾ اسان کي يقين ٿي ويو ته مسلم هاءِ ڪمانڊ، سر غلام حسين وزارت جي خلاف ڪابه ڳالهه ٻڌڻ جي لاءِ تيار نه هئي. ان ڪري پاڻ جناح صاحب مون تي سخت ناراض ٿيو. ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ مون سان تکو ڳالهايائين. انهيءَ وقت مهاتما گانڌيءَ، قائداعظم محمد علي جناح صاحب کي پنهنجو تواريخي خط موڪليو. فرقيوار سوال حل ڪرڻ ڪرڻ لاءِ ملڻ جي خواهش ظاهر ڪئي هئي.

سارو ملڪ ان بابت قائداعظم محمد علي جناح صاحب جي ارادن معلوم ڪرڻ جي لاءِ منتظر هو، ۽ دعائون گهري رهيو هو ته شل هي فرقيوارانه تعطل جلد ختم ٿئي ۽ ملڪ جي ڇوٽڪاري جو ڪو حل نڪري اچي. ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ هن کان پڇي ڏينهن آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل ۾ پاڻ ان باري ۾ ڇا چوڻ ٿي ٿي گهريائين؟

ان بابت سوال پڇيو ويو، ليڪن جناح صاحب ڪاميٽيءَ جي ميمبرن کي اهو ٻڌائڻ کان صاف انڪار ڪيو. انهيءَ مثال مان ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جو، جناح صاحب اڳيان عزت ۽ وقار جو پتو پئجي سگهجي ٿو. مون کي ملڪ جي اهم سوالن تي مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ جي اختيار ڪيل طريقه تي نهايت صدمو پهتو. سنڌ جو سوال انجي ڀيٽ ۾ نهايت معمولي هو. منهنجو اصل کان اهو عقيدو رهيو آهي، ته وڏن مسئلن جي آخري ڪاميابيءَ جو مدار ننڍن سوالن جي صحيح ۽ انصاف ڀڻاندڙ فيصلو ڪرڻ تي منحصر آهي. پاڪستان

لاءِ جدوجهد ڪو ... جي ڪن ڪي ختم
ڪرڻ سان ڪاميابي ... ندي.

منهنجي لاءِ سواءِ صبر ڪرڻ جي ڪوبہ چارو ڪونہ هو،
۽ سارو وقت ان ڪوشش ۾ رهيس، تہ عوام اڳيان رجعت پسندن
جي صحيح تصوير پيش ڪري آئنده مسئلن جي حل ڪرڻ جو
سوال سندن حوالي ڪريان. لاهور مان موٽڻ بعد رمضان جو
سارو مهينو مون ڳوٺ ۾ گذاريو ۽ ساري مسئلي تي نئين سر
غور ڪيو.

# فصل تيرهون

## صوبائي مسلم جماعت ۽ وزيرن جي وچ ۾ اختلاف

كارا كرايسن ۾، سون اسانكي سوء،
ور جيڏين سان جوء، فاقو فرحت پائيان!

آگست جي آخري هفتي ڏاري خانبهار كهڙو الله بخش (مرحوم) جي قتل كرائڻ جي سلسلي ۾ گرفتار ٿيو. ان كانپوءِ جلدئي الله بخش (مرحوم) جي خالي ٿيل اسيمبليءَ جي جاءِ تي مسلم ليگ طرفان چونڊيل ميمبر خانبهادر احمد خان سڏايو وفات كري ويو.

تنهنكري ان جاءِ واسطي مسلم ليگ ٽكيٽ ڏيڻ لاءِ اميدوارن كان درخواستون گهرايون ويون ليگ ٽكيٽ لاءِ درخواست كندڙ هيٺيان ماڻهو هئا.

(١) آغا غلام نبي پٺاڻ نائب صدر صوبائي سنڌ مسلم ليگ.
(٢) مسٽر انور حسين ولد سر غلام حسين هدايت‌الله.
(٣) خانبهادر نظام‌الدين خان پٺاڻ.

صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي ميٽنگ ١٩- نومبر ١٩٤٤ع تي سڏائي وئي، ۽ ان ۾ فيصلو كيو ويو ته مسلم ليگ ٽكيٽ آغا غلام نبي خان كي ڏني وڃي، هن نوجوان گهڻي وقت كان مسلم ليگ لاءِ پاڻ پتوڙيو هو؛ انكري صوبائي مسلم ليگ جي مكيه عهدي تي هو. سر غلام حسين هن جي مخالفت كئي ۽ پنهنجي فرزند كي ٽكيٽ وٺي ڏيڻ لاءِ كوشش كيائين. هتي ناكامياب ٿيڻ بعد هن مركزي پارليامينٽري بورڊ كي اپيل

ڪئي، پر اتي به ناڪامياب ٿيو. انهيءَ وقت ڌاري سر غلام حسين خانبهادر محمد ايوب کهڙي جي گرفتار ٿيڻ ڪري خالي ٿيل وزارت جي جاءِ تي مير غلام علي خان کي وزير مقرر ڪيو. وزير اعظم هڪ ٻي جاءِ وزيريءَ جي پرڻ جو اظهار ڪيو، ۽ اها جاءِ سيد محمد علي شاهه صوبائي سنڌ پارليامينٽري بورڊ جي ميمبر کي ان شرط تي آڇي، ته هو پنهنجو ووٽ شڪارپور تڪ لاءِ مسلم ليگ ٽڪيٽ واسطي سر غلام حسين جي پٽ جي فائدي ۾ ڏيندو. پارليامينٽري بورڊ ۾ انوقت ٥ ميمبر هئا؛ جن مان سر غلام حسين ۽ مير غلام علي خان ٻئي اڳئي هڪ طرف هئا، باقي هن کي هڪ ووٽ جي ضرورت هئي. سيد محمد علي شاهه وزارت تي ووٽ وڪڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ هيٺيون بيان اخبار وارن کي ڏنائين، جنهن مان حقيقتن تي روشني پئجي سگهندي:

”وزيريءَ جي جا آڇ سونکي ڪئي ويئي، ان جي قبولڻ کان انڪار ڪرڻ لاءِ مون کي گهڻائي سبب هئا؛ جن مان هر هڪ شخصي فائدي خاطر اصولن جي قرباني ڪرڻ لاءِ مون کي مانع هو. خانبهادر کهڙي جي استعفيٰ بعد جڏهن روينيو وزير جي جاءِ خالي ٿي ته مسلمان اسيمبلي ميمبرن جي ڪثرت وڏي وزير کي مليءَ، ته اها جڳهه پارٽيءَ جي فيصلي کانسواءِ پرڻ نه گهرجي.“

پر جلدئي وزير اعظم وزارت جون جايون نامعلوم سببن ڪري ڇهن مان وڌائي ست ڪيون. مون کي ۽ گوبندرام کي وزارت جون آڇون ڪيائين. جنهنڪري وزيرن جو تعداد وڌي ٩ ٿيڻ وارو هو، مون هيٺين سببن ڪري وزيري وٺڻ کان انڪار ڪيو:

(١) خانبهادر کهڙو ليگ جو مکيه ڪارڪن ۽ وزير هو تنهنڪري سندس جاءِ ڪيس جي فيصلي ٿيڻ کان اڳ پارٽيءَ جي فيصلي کانسواءِ نه پرڻ کپندي هئي.

(۲) وزير اعظم کي اسيمبلي پارٽي يا مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي اجازت کانسواءِ وزارت کي وڌائڻ نه کپندو هو.

(۳) هڪ غير ميمبر انگريز سر راجر ٿامس کي اسيمبلي پارٽي يا مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي اجازت کانسواءِ وزير مقرر ڪرڻ سان هن سڌارن جي ائڪٽ جي روح جي برخلافي ڪئي آهي.

(۴) مون کي وزيري جي آڇ صوبي سنڌ پارليامينٽري بورڊ ۾ پنهنجو ووٽ سندس پٽ انور حسين جي فائدي ۾ ڏيڻ جي عيوض هئي، جا ڳالهه مون ضمير جي برخلاف سمجهي. ازانسواءِ وزارت ۾ داخل ٿيڻ لاءِ شخصي فائدي کانسواءِ ڪي عام مفاد جا اصولي سبب به هئڻ گهرجن.

مسلم ليگ جي اندر هي اختلاف ايتري قدر وڌي ويا، جو عام ۾ بدناميءَ جو خوف به ان کي جهڪو ڪري نه سگهيو. سر غلام حسين ان وقت اهڙي رخ ۾ اچي ويو، جو ليگ جي فائدي يا نقصان جو خيال ڇڏي ڪري پنهنجي مرضي مطابق هلڻ لڳو. خود پنهنجي وزير مسٽر گذدر کي تنگ ڪرڻ کان نه رهيو، هن بابت کيس گمان هو ته هو ترقي پسند گروهه سان همدردي رکندڙ هو. هتي مسٽر گذدر جو نوابزاده لياقت علي خان ڏانهن موڪليل خط ملاحظه لاءِ پيش ڪجي ٿو:

"منهنجا پيارا نوابزده.

ادب سان عرض- ته سر غلام حسين هدايت الله: خانبهادر کهڙي جي استيعفي کانپوءِ عجيب رويو اختيار ڪيو آهي. هي دڙڪا پيو ڏئي ته استيعفي ڏيئي نئين سر وزارت ٺاهيندو. خانبهادر کهڙي جي خالي ٿيل جاءِ جي پرڻ لاءِ هي اسيمبلي پارٽي سان صلاح مصلحت ڪرڻ کان انڪار ڪري رهيو آهي. هي مسٽر نهچلداس آزاد هندو گروهه جي ليڊر سان غير ليگي وزارت ٺاهڻ لاءِ سرگوشيون ڪري رهيو آهي. ڪجهه ڏينهن ٿيا ته مسٽر سڌوا ڪانگريس پارٽي ليڊر کي پاڻ وٽ گهرائي هن کان پڇيائين

ته جيڪڏهن وزارت کي نئين سر ٺاهي ته ان ۾ سنڌس پارٽيءَ جو ڪهڙو رويو ٿيندو. مون کي ڊپ آهي ته هو ڪنهن به وقت ليگ کي شايد ڇڏي ڏي. اهو سڀ ان واسطي ڪري ٿو، جو مسلم جي پاليسي ۽ پروگرام تي هاڻ لاءِ ڪيس پارٽي زور رکي ٿي ۽ هو ان جي پوئواري نٿو ڪري سگهي. اوهان کي معلوم هوندو ته خانبهادر احمد خان سڏايو جو مرحوم الله بخش جي خالي ٿيل اسيمبليءَ جي جاءِ تي چونڊيل هوفوت ٿي ويو آهي. سر غلام حسين گهري ٿو ته پنهنجي پٽ انور حسين کي ان جي جاءِ لاءِ اميدوار بيهاري ۽ ڪن صوبي سنڌ پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن کي چوائي رهيو آهي، ته جيڪڏهن هو انکي ٽڪيٽ نه ڏيندا، ته هن کي هو آزاد ميمبر ڪري بيهاريندو. آءٌ هن راءِ جو آهيان ته هن جو پٽ خواه ليگ ٽڪيٽ تي يا آزاد طرح اميدوار بيهي، انکي خانبهادر حاجي مولا بخش جي مقابلي ۾ کٽڻ جي ڪابه اميد نه آهي. مون کي اميد آهي ته مسٽر جي-ايم-سيد سنڌ جي سياسي معاملن بنسبت وقت بوقت پوريءَ طرح قائد اعظم کي واقف ڪندو رهندو هوندو. آءٌ هي خط اوهان ڏي انڪري لکي رهيو آهيان ته توهان به سنڌ جي حالات کان واقف ٿيو. اوهان کي هيستائين خبر پئجي چڪي هوندي ته هند سرڪار ڪانگريسي نظربندن کي ڇڏڻ واري آهي. آءٌ سمجهان ٿو ته اهي سڀ آل انڊيا ڪانگريس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن سميت هن مهيني جي آخر کان اڳ آزاد ٿي ويندا. تنهنڪري ملڪ جي سياسي حالت جدا رخ وٺندي. مون کي اميد آهي ته اوهان نين حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ بخوبي تيار هوندا جيترقدر آءٌ معلوم ڪري سگهيو آهيان، مڪاني ڪانگريس جا ميمبر مسلم ليگ سان تعاون ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندا. اهي پنهنجي پاليسي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي اختيار ڪيل تعاون ۽ ڀلو ڀائي ڊيسائي جي اخبارن ۾ آيل خبر، ته هن پنجاب جي يونينسٽ پارٽي سان تعاون ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي، تي ٻڌي رهيا آهن.

مونکي معلوم ٿيو آهي ته مسٽر نهچلداس به هن وقت سر غلام حسين سان غير ليگي وزارت ٺاهڻ ۾ ساٿ ڏيڻ کان انڪار ڪيو آهي.

"گزدر"

انهي وقت ڌاري سر غلام حسين هڪ نئين جاءِ وزارت جي پيدا ڪري ان تي هڪ انگريز سر راجر ٿامس کي مقرر ڪيو، جو ان وقت اسيمبليءَ جو ميمبر به ڪونه هو. هن نئين وزير جون شخصي لياقتون ڪهڙيون به هجن ها پر ملڪ جڏهن انگريزن جي برخلاف جدوجهد ۾ مشغول هو، تڏهن سنڌ جو وزير اعظم هڪ انگريز گورنر جي رضامندي خاطر حڪومت جي معاملي ۾ هڪ انگريز وزير کي مقرر ڪري رهيو هو. اهو اسانجي غلامانه ذهنيت جو ظاهر مثال هو ۽ مسلم ليگ جماعت طرفان ان جي ڪڏهن به پٺڀرائي جي اميد نه رکي سگهجي ها.

مون هن تجويز جي سخت مخالفت ڪئي، ڇو ته سڄو هندوستان اسان تي ڪلي رهيو هو. جڏهن هي سوال جناح صاحب تائين پهتو، ته هن سر غلام حسين ۽ مونکي يڪدم دهليءَ ۾ پاڻ وٽ گهرايو. اتي آخر جناح صاحب جي چوڻ تي هن سر راجر ٿامس کي وزارت تان لاهڻ جو وعدو ڪيو، ۽ ان جي پورائيءَ ۾ هن کي صلاحڪار جي جاءِ ڏيئي وزارت تان ڪڍيائين. سر غلام حسين جيڪڏهن هڪ طرف گورنر کي راضي ڪري سگهيو ته ٻئي طرف ليگ جي صدر کي خوش ڪيائين. هن جي دوربين نظر اهو محسوس ڪري ويئي ته ليگ ۾ ترقي پسند گروهه (جو سندس راه ۾ رنڊڪ هو) کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيس ٻنهي طاقتن جي رضامندي هئي. دهليءَ ۾ جناح صاحب کي راضي ڪري اچڻ بعد هن اسيمبلي پارٽي سان وڌيڪ بي پرواهي ڏيکارڻ شروع ڪئي. مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جڏهن آغا غلام نبي کي ليگ ٽڪيٽ جي بحالي ڏني، ته آءٌ ليگ اميدوار جي مدد ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ يڪدم شڪارپور ويس. مخالفت ۾ خانبهادر حاجي مولابخش اميدوار بيٺل هو، جنهنجو ان حد ۾ ڪافي رسوخ هو.

سر غلام حسين پڻ لاءِ ليگ ٽڪيٽ ملڻ کان نااميد ٿيڻ تي اسان جي بائيڪاٽ شروع ڪئي. شڪارپور پهچڻ بعد اسان کي معلوم ٿيو ته سر غلام حسين نه صرف غيرطرفداري اختيار ڪئي هئي، جنهن جو اسان کي گمان هو، ليڪن هن اسان جي اميدوار کي اسيمبليءَ ۾ چونڊجڻ کان روڪڻ لاءِ هر طرح جا حيلا هلايا هئا سرڪار جو سمورو عملو ليگ اميدوار جي مخالفت ۾ ڪم ڪري رهيو هو ۽ حاجي مولابخش کي هر طرح جون سهولتون موجود ٿي مليون هيون.

مڪاني آفيسرن ليگ اميدوار جي برخلاف هر طرح جون سازشون شروع ڪري ڇڏيون هيون، ۽ ان معلوم ڪرڻ ۾ ڪا به دشواري نه هئي، ته هنن کي ايڏي جرئت ڇو ٿي هئي. مون کي هڪ وڏي آفيسر، جو سر غلام حسين جو عزيز هو، چيو ته هنن فيصلو ڪيو آهي ته حاجي مولا بخش جي مدد ڪندا. پر جيڪڏهن سندن اميدوار بيٺو، ته پوءِ هو ضرور ان کي مدد ڪندا. آفيسرن جي سخت مخالفت ڪري غلام نبي خان ليگ اميدوار لاءِ حالتون ناموزون پيدا ٿي پيئون شڪارپور تڪ حر ايراضي هو، جتي آفيسرن کي مارشل لا جهڙا اختيارات هئا ۽ عوام کي هيسائي ۽ ڪنهن کي جيل ۾ به موڪلي ٿي سگهيا. تنهنڪري ڪن ٿورن کي جرئت ٿئي ها جو آفيسرن جي مخالفت هوندي غلام نبي خان ليگ اميدوار کي کلي طرح مدد ڏيئي سگهن ها.

انڪري صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي هڪ تڪڙي ميٽنگ حالتن تي غور ڪرڻ لاءِ سڏائي ويئي ان ۾ ليگ جي عزت بچائڻ خاطر اهو ضروري سمجهيو ويو نه وزير اعظم کي ڪيئن به راضي ڪجي. هن جي عزيزن جي معرفت کيس چوايو ويو، ته بورڊ سندس عزيز خانبهادر نظام الدين خان کي ليگ ٽڪيٽ ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندو بشرطيڪ هو ليگ جي ضابطي هيٺ هلندو ۽ ڪنهن به صورت ۾ مقابلي کان هٽ نه ڪڍندو. اهي شرط قبول ڪري بورڊ کي لکيت ۾ ڏنا ويا. جنهن تي اسان غلام نبي

خان کان هٿ ڪڍائي ٽڪيٽ خانبهادر نظامالدين کي ڏني، ۽
ان جي مدد ڪرڻ لاءِ ڪم شروع ڪري ڏنوسون. ان تبديليءَ
ڪري جيتوڻيڪ ترقي پسند گروهه کي نقصان پهچڻ وارو هو،
ليڪن ليگ جي عزت بچي وڃي ها ۽ جاءِ غير ليگيءَ ڏي
نه وڃي ها. اڳتي هلي اسان کي معلوم ٿيو ته اسان کي صرف
دلبو ڏنو ويو هو، مخالفت ڊر وارن پاڻ ۾ اڳيئي ٺهراءُ ڪيو
هو ته غلام نبي خان جي هٿ ڪڍڻ بعد خانبهادر نظامالدين
حاجي مولا بخش جي فائدي ۾ هٿ ڪڍندو. جڏهن مون کي ان
سازش جو پتو پيو ته مون سر غلام حسين کي خانبهادر نظامالدين
کان هٿ ڪڍائڻ جي منع لاءِ تار ڪئي، ليڪن وقت ويو هليو
هو هاڻ اسان جي ڪوشش جو ڪوبه اثر نه پيو. خود وزيراعظم
خانبهادر نظامالدين ۽ حاجي مولابخش کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو،
۽ انهن جو پاڻ ۾ صلح ڪرائي خانبهادر نظامالدين کان حاجي
مولا بخش جي فائدي ۾ هٿ ڪڍائي ڇڏيو. اهڙي طرح ٺڳجڻ
بعد به اسان همت نه هاري، ۽ فيصلو ڪيو ته ليگ جي مخالف
اميدوار کي بنا مخالفت جي اچڻ نه ڏنو وڃي، ناميني‌شن پيپرن جي
پرڻ جي تاريخ گذري وڃڻ ڪري باقي رهيل اميدوار پير راشد
شاهه (جنهن به فارم پريو هو) کان ليگ جي وفاداريءَ جو انجام
وٺي مدد ڪئي سون. اگرچ هن اميدوار کي ڪاميابيءَ جي اميد
ڪانه هئي؛ ته به اسان ليگ کان اها جاءِ بنا مخالفت جي هٿ
مان وڃڻ مناسب نه ڄاتي مخالفت ڪئي. آخر حاجي مولا بخش
کٽيو. سر غلام حسين جي ظاهري فتح ٿي، ۽ ليگ جي عزت
کي سنڌ ۾ روش ڪري گهٽو ئي نقصان پهتو. انهي وقت ڌاري
اهڙي قسم جي اليڪشن جو اسان کي ٻيو تجربو ٺٽي محمد خان
تڪ ۾ ٿيو. مير غلام الله خان جي وفاتيءَ ڪري سنڌ جاءِ
خالي ٿي هئي. مير غلام الله خان هوم منسٽر مير غلام علي
خان جو سوٽ ۽ سردار بهادر مير حسين بخش خان جو فرزند
هو، مون مسلم ليگ ٽڪيٽ لاءِ درخواستن گهرائڻ جي تاريخ

شڪارپور تڪ جي چونڊ ڪان چار ڏينهن پوءِ رکي جنهن ۾ ۾ هندو ڪسن باقي وڃي بچيو هو. جيئن وزارت ڊر ڪري پنهنجا ارادا هئا، ان مسلم ليگ، جا ترقي پسندن جي قبضي ۾ هئي، ڪي ڪمزور ڪرڻ لاءِ مهم شروع ڪئي. هنن سنڌن اميدوار ڪي موجوده بورڊ ڪان ٽڪيٽ ملڻ جي اميد گهٽ سمجهي، ٽنڊي محمد خان تڪ جي ناميشن پيپر داخل ڪرڻ جي اها تاريخ مقرر ڪئي، جنهن ڏينهن تي شڪارپور ۾ ووٽ ڏيٺا هئا. انهيءَ تجويز مان هنن جا ٻه مقصد هئا، هڪ ته انهي ڪري ليگ جي ٽڪيٽ ڪنهن ڪي نه ملي سگهندي، ٻيو ته شڪارپور اليڪشن طرف رڌل هئڻ ڪري اسان ٽنڊي محمد خان طرف پورو ڌيان ڏيئي ڪين سگهنداسون، سنڌن انهي چال ڪري اسان مشڪلات ۾ پئجي وياسون، شڪارپور تڪ يا ٽنڊي محمد خان مان هڪ جاءِ تي ڪم ڪري ٿي سگهياسون، انهي هنڌ تي طاقت ورهائڻ ڪري ضرور نقصان پهچڻو هو. جنهن صورت ۾ ليگ ٽڪيٽ ڏيڻ لاءِ وقت ئي ڪونه بچيو، انڪري ٽنڊي محمد خان ۾ ٻن اميدوارن نامينيشن ڀريا، جي ظاهر ۾ اگرچه ٻئي مسلم ليگي هئا. ليڪن مختلف خيالن جي گروهن جا عيوضي هئا. رجعت پسند طبقي جو عيوضي حاجي مير حسين بخش خان هڪ عمر رسيده جاگيردار هو، جنهن جي وزير اعظم ۽ مير غلام علي خان ۽ يوسف هارون وارن مدد ڪئي. ٻئي طرف اسان پنهنجي مدد سيد قبول محمد شاه هڪ نوجوان زميندار سنڌ جي مشهور معروف ترقي پسند زميندار سيد محمد ڪامل شاهه جي فرزند ڪي ڏني.

هيءَ اليڪشن ليگ جي رجعت پسند طبقي ۽ ترقي پسند گروه جي وچ ۾ کلان کلايو جنگ جي اعلان هو، لڪ چڇپ ڪانه هئي. سر غلام حسين سرڪاري آفيسرن جي ساري طاقت اسانجي برخلاف ڪتب آندي. هي هڪ هوشيار ۽ تجربه ڪار سياست دان هو. سڄي عمر انگريز عملدارن جي نظر هيٺ گذران

ڪري هن کي مخالفن سان منهن ڏيڻ جا سڀ هنر ياد هئا.
جي هڪ دفعي مخالفت شروع ڪيائين، ته پوءِ هن کي ڪنهن
جي پرواه نه هوندي هئي. سڀ کان اول قدم جو هن کنيو
سو اهو هو، ته مسٽر گذدر کي وزارت مان ڪڍي ڇڏيائين.
هن جو ڏوهه صرف اهو هو، ته هن جي اسانجي گروه سان
همدردي هئي. وري اهو افواه اڏيو، ته سون کي منهنجي گهٽ
سن ۾ نظربند ڪرڻ لاءِ حڪم ڪڍيو ويو آهي. ان ڳالهه
تي ساري پرڳڻي ۾ اهڙو شور پيدا ٿي ويو، جو مجبوراً حڪومت
کي ان کان انڪار ڪرڻو پيو، معاملو اتي ئي رهجي ويو ۽
حڪم سون تي تعميل نه ٿيو.

اهو هن اليڪن جو موقعو هو، جو اسانکي پهريون دفعو
چونڊ ۾ وزيرن جي ڏاڍائي ۽ آفيسرن جي دست اندازيءَ جو
آزمودو ٿيو. اسانکي ان وقت اها خبر ڪانه هئي ۽ انهي وقت
جيڪي ڪيو پئي ويو؛ سو آئيندي به اهڙيءَ طرح ڳالهين جي
شرعات هئي. جيتوڻيڪ اسان مسلم ليگ جا مکيه عهديدار به
هئاسون ( جا مسلم ليگ انهيءَ وزارت جي مددگار هئي )، پر
وزارت جي سختين ۽ دٻاءُ کان اسان به محفوظ نــه رهياسون.
ان وقت اسانکي پتو پيو، تــه جمهوري طريقن موجب سياسي
آزاديءَ کي هن ليگ جي حڪومت سان، جن نازي طريقن کي
ڪتب ٿي آندو ڪو لاڳاپو ڪونه هو. جن ڳالهين جو
اسانکي خواب و خيال به ڪونه هــو، انجو اسانکي عملي طور
تجربو ٿيو. انهيءَ چونڊ جي موقعي تي رجعت پسند پنهنجي حقيقي
رنگ ۾ ظاهر ٿيا.

اهو صاف ظاهر هو، ته هو ترقي پسند گروه کي سياست
جي ميدان ۾ پير رکڻ جي جاءِ نه ڏيڻ لاءِ محڪم ارادو
ڪري چڪا هو. هنن جي طاقت ۾ اچڻ کي هو خطرو محسوس
ڪرڻ لڳا. ترقي پسند گروه کي ڪچلڻ لاءِ هو سڀ ڪنهن
حد تائين وڃڻ لاءِ تيار هوا. خـــود مسلم ليگ جي مخالفت

ڪرڻ ۽ آفيسري اثر ڪتب آڻڻ کان به نه مڙيا. پارٽيءَ جي ضابطي جماعت سان وفاداري، گڏيل عمل ۽ جوابداري سڀني کي هن پنهنجن پوين اڇلائي ڇڏيو. انوقت سڄي ملڪ کي سنڌ وزارت ۽ صوبه مسلم ليگ جماعت جي وچ ۾ ڪليل اختلاف جو پتو پئجي ويو. گڏيل پن مهينن جي واقعات ليگ جي عزت ۽ نالي کي گهڻو نقصان پهچايو، فيبروري ١٩٤٥ع جي پهرين هفتي ۾ قاضي محمد عيسى صاحب جو ڪاميٽي آف ائڪشن تي مون سان گڏ ميمبر هو، سنڌ ۾ مسلم ليگ جي ٻن گروهن جي وچ ۾ سمجهوتو ڪرائڻ لاءِ آيو

ڪراچيءَ ۾ هو هڪ معزز عملدار جي بنگلي تي اچي مهمان ٿيو، هن کي خيال هو، ته سنڌ مسلم ليگ ۾ پيدا ٿيل اختلاف کي اک ڇنڀ ۾ دور ڪري ڇڏيندو. صرف مون کي ۽ وزيراعظم کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪري نصيحت ڪرڻ بعد ٻاڪر پارائڻ جي دير هئي. هنڙن اهم سوالن کي اهڙي مٿاڇري طور ذهن سنهنجي سمجهه ۾ نٿي آيو. آخر اهو ڪو ٻن شخصن جو خانگي جهڳڙو ته ڪونه هو، جو ٻنهي کي جاءِ تي گهرائي ڀراهنيون پائڻ سان ٺهي وڃي ها. اسانجا اختلاف شخصي ته هئا، بلڪ مسلم ليگ اندر گهڻي وقت کان آهستي آهستي ٻي نظرين جي اختلاف ڪري وڌي وڃي ٻن جدا راين رکندڙ گروهن جي صورت اختيار ڪئي هئائون. جيستائين شخصيتن جو تعلق هو، مون کي سر غلام حسين جي عمر ۽ تجربي لاءِ عزت هئي ۽ اهو آئون ٻي هوس، جنهن آڪٽوبر ١٩٤٠ع ۾ شيخ عبدالمجيد صاحب جهڙي شخصيت جي مخالفت هوندي به جناح صاحب وٽ سندس وزيراعظميءَ لاءِ سفارش ڪئي هئي، ۽ اهو سر غلام حسين هو، جنهن پنهنجي ڪيترن طرفدارن جي مخالفت هوندي به مسلم ليگ جي صدارت لاءِ ١٩٤٣ع ۾ منهنجو نالو جناح صاحب اڳيان پيش ڪيو هو. سندس وزارت جي وقت جو تجزيو ٻي هو، جنهن اسان کي ملڪ

جي بهتريءَ ۽ عوام جي ترقيءَ سان واسطو رکندڙ سوالن بابت بنيادي اختلاف پيدا ڪيا هوا. گذريل وقت ۾ الهه بخش (مرحوم) سان به ساڳين بنيادن تي اختلاف پيدا ٿيو هو. جو مرحوم جي خوش خلقي ۽ ذاتي تعلقات به دور ڪري نه سگهيا هوا. مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي ميمبرن لاءِ (اگــر هن جو ارادو واقعي سنڌ مسلم ليگ مان اختلافن دور ڪرڻ جو هو) ضروري هو ته اختلافن جا بنيادي سبب معلوم ڪري انهن جي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ها؛ پر ذــڻ ۾ اچي ٿو، ته قاضي محمد عيسيٰ صاحب جا ان بابت پنهنجا خيال هـوا، تنهنڪري هـي مهمان ٿي رهيل هو، مونکي هڪ دعوت جي موقعي تي گهرايو. اتي سر غلام حسين کي به دعوت هئي. قاضي صاحب موقعي جو فائدو وٺي صلح ڪرڻ جي هدايت ڪئي، تـه اسـان ٺهي هلون. منهنجي سموري گفتگو اتفاقـي ۽ مٺاڇري هئي، ليڪن منهنجي عجب جي حد نه رهي، جڏهين ٻئي ڏينهن اخبار ۾ پڙهيم ته قاضي عيسيٰ صاحب جي ڪوشش سان سـب غلط فهميون دور ٿي ويون ۽ ٻئي گروهه ٺهي ويا. انهي ڳالهه معلوم ٿيڻ تي قاضي صاحب کي شڪايت جو خط موڪليم، ته اهو طريقه عمل ٺيڪ نه هو. چاڪاڻ ته جنهن وقت صلح جي نالي تي دنيا کي گمراه ڪيو ٿي ويو، انهيءَ وقت وزارت جي پاليسيءَ ۾ ڪوبه ڦيرو ڪونه آيـل هـو. ازانسواءِ هـي اختلاف شخصي ڪونه هوا، جو سواءِ ڪنهن مڪيه ڳالهين جي سمجهوتو ٿيڻ جي اسين ٺهي سگهياسون ٿـي. قاضي عيسيٰ جـو سفر ساب نه پيو ۽ هو ناڪامياب ٿي موٽيو. هي معمولي قصو تفصيل سان صرف انهي لاءِ بيان ڪيو اٿم، ته پڙهندڙن کي پتو پوي، ته مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي ميمبرن ڳوڙهن ملڪي مسئلن کي ڪهڙي نه مٺاڇريءَ طرح سان ڏٺو ٿي، اگرچه سندن پوزيشن جي تقاضا اها هئي، ته هر مسئلي کي هو عميق نظر ۽ مـدبرانـه نمونـي فيصل ڪن. انهيءَ ڪان پوءِ جلدئي سون ڪـي جناح صـاحـب

بمبئي گهرايو، اتي ٿي ڏينهن دوس. انهي گفتگو جي دوران ۾ ترقي پسند گروهه جو نقطهء نگاهه ڪيس پوري طرح پيش ڪيم. اسان جي گفتگو ختم ٿيڻ بعد هن هڪ بيان رستي سنڌ مسلم ليگ اندر ٻنهي گروپن کي ڪنهن سمجهوتي تي پهچڻ ۽ اتحاد قائم ڪرڻ لاءِ اپيل ڪئي.

انهيءَ کانپوءِ نوابزاده لياقت علي خان، نواب اسماعيل خان ۽ چوڌري خليق الزمان صاحب سنڌ ۾ آيا. اسان سندن اڳيان سنڌ وزارت جي متعلق سموريون ڳالهيون پيش ڪيون. انهن ان بابت پڻ کان به حقيقتون معلوم ڪيون. مسٽر يوسف هارون پنهنجي گفتگو جي دوران هنن مان ڪن کي ٻڌايو، ته اگرچه هو وزارت جو وڏو مددگار هو، ته به وزيرن جا اهڙا حال هئا، جو جڏهن به هن جو منجهن ڪم ٿي پيو، هو رشوت ڏيڻ کانسواءِ ڪم ڪڍائي نٿي سگهيو. مٿين ليڊرن کي اهڙي قسم جون گهٽيون خبرون پهتيون. جي صوبي جي ماڻهن لاءِ نيون ڳالهيون نه هيون، بلڪ هر هڪ جي زبان تي هيون. اخبارن، جلسن، اسيمبليءَ جي ايوان مان رشوت وغيره جون چارجون اڳيئي ظاهر ٿي چڪيون هيون. اهڙي طرح سان خبر چار معلوم ڪري اتفاق ۽ اتحاد لاءِ اپيلون ڪيدي اهي ليڊر پوئتي موٽي ويا. اسان جي صبر جو پئمانو لبريز ٿي چڪو هو، مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جنهن جو فرض هو، ته عوام جي حقن جي حفاظت ڪندي صوبي ۾ جمهوريت جي دستور کي مدد ڪري، تنهن مسلم ليگ جي اصولن کي پڻ پويان اڇلائي ڪجهه نه ٿي ڪرڻ گهريو، بلڪ وزيرن جي طرفداري ٿي ڪئي. ٻئي طرف ماڻهن وزارت جي ڪمن بابت نقطهء چيني روز بروز وڌندڙ هئي.

جنهن صورت ۾ اسان صوبائي مسلم ليگ جي چارج ۾ هئاسون، اها جماعت عام سان جوابدار هئي ۽ وزارت ليگ جي نالي ۾ هلندڙ هئي، تنهنڪري ماڻهن جي ساري ڪاوڙ ۽ نقطهء چينيءَ جو رخ ليگ ڏانهن پئي ٿيو. ماڻهو وزارت جي برخلاف ۽ هاءِ

ڪمانڊ فائدي ۾. ٻئي طرف اسان لاءِ ڏکيا وقت هئا، صوبي جي ڀلي ۽ جماعت جي تقاضا هئي، ته هي وزارت قائم نه رهي. هاءِ ڪمانڊ جا حڪم هئا، ته وزارت کي ساڳئي حالت ۾ رهڻ ڏنو وڃي. اسان کي يا ته سياست کان ڪنارو ڪري غريبن جي ڀلي جو ڊيونگ بند ڪرڻو هو، يا اسان کي پنهنجي اصولن لاءِ جدوجهد جاري رکڻي هئي. جن جي بنياد تي اسان وڏا وعدا ڏئي ماڻهن کي ليگ جي جهنڊي هيٺيان گڏ ڪيو هو. ٢٣- فيبروري ١٩٤٥ع تي مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي مڃارڻي ميمبرن کان مونکي هڪ درخواست ملي. جنهن ۾ لکيل هو ته سر غلام حسين وزارت مان سندس اعتبار نڪري ويو آهي، تنهن ڪري انهي وزارت کي ڪاڍو وڃي. اهو اطلاع مون سر غلام حسين کي ڏيئي ڏينهن صبح جو ڏنو ۽ پنهرن جو جنرل ائڊمنسٽريشن جي سوال تي هڪ روپيه واري ڪٽ جي رٿ ٢٥ ميمبرن جي ووٽن سان پاس ٿي وئي. وزارت طرف صرف ١٩ ميمبرن ووٽ ڪيو. اهڙي طرح وزارت کي شڪست ملي.

اسيمبليءَ ۾ بحث جي دوران سر غلام حسين ظاهر ڪيو، ته هن جي وزارت جي برخلافيت مضبوط ٿاهي، سندس پارٽي جا ميمبر ساڻس بيوفائي ۽ غداري ڪري رهيا آهن. شيخ عبدالمجيد صاحب انجي جواب ۾ چيو ته:

”پنهنجي پارٽيءَ جي ميمبرن خلاف هائوس جو جهونو ۽ تجربيڪار ليڊر ڪهڙي منهن سان شڪايت ڪري ٿو. جڏهن سندن برخلاف به هو گهڻيون ڳالهيون بيان ڪري سگهن ٿا، جن جو واسطو صوبي جي ڀلائي سان آهي. جيڪڏهن پاڻ عوام جي ڀلي جي ڪمن ۾ بيوفائي ڪري سگهي ٿو، ته سندس شخصي بي وفائي ڪرڻ به ڏوهه نه آهي. شيخ صاحب تقرير جاري رکندي وڌيڪ فرمايو ته ”هن وزارت ۾ نه جمهوريت جو راڄ آهي ۽ نه قانون ساز اسيمبلي جي وقعت آهي، صرف سر غلام حسين جي ڊڪٽيٽري قائم آهي.

وزارت جي شڪست ملڪ ۾ ڪيئي چميگويون پيدا ڪري ڇڏيون. هر گروهه پنهنجا رايا ظاهر ڪيا. سڄي هندوستان جي ترقي پسند گروهه نامقبول دور کي ختم ٿيڻ ۾ پنهنجي فتح سمجهي، خوشيءَ جو اظهار ڪيو، ۽ هائي ڪمانڊ ناراض ٿيو.

ڪو سوال پڇندو، ته "جڏهن هائي ڪمانڊ جا ٿي ميمبر هتي آيا هئا، ته ڇو نئين وزارت کي ڊاهڻ جي ارادي کان ڪين واقف ڪيو ويو؟ انجو جواب صرف هي ٿي سگهي ٿو، ته "سنڌ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي ميمبرن جي ڪثرت ڪمزور ۽ ۽ بزدل هئي جڏهن ٻاهرين هائي ڪمانڊ جي ليڊرن جي سامهون ٿي ٿيا ته انهن جي راءِ معلوم ڪري صبر ۾ رهي، پنهنجي حقيقي راين جي اظهار ڪرڻ کان حجاب ٿي، ڪيائون. پر جڏهن هو صاحب اکين کان پري ٿيا ٿي، ته هي همت ٻڌي پنهنجي مرضي موافق عمل ڪرڻ ٿي لڳا.

ان موقعي تي هڪ دلچسپ واقعو ظاهر ٿيو. خانبهادر الله بخش خان گبول چيف پارليامينٽري سيڪريٽري ان ڏينهن جڏهن اسيمبليءَ ۾ آيو، ۽ ڏٺائين ته مخالفت جي بينچن تي گهٽا ميمبر ويٺل آهن، ته هن بينچ تان اٿي، سرڪاري طرف ۽ مخالفت جي ميمبرن کي هٿ جي اشاري سان ڳڻيو، ۽ جڏهن معلوم ٿيس، ته مخالفت ۾ ميمبرن جي گهٽائي آهي، تڏهن هٿ مٿان هٿ ڦيرائي اشارو ڪيائين ته وزارت جو ڪم ٿي چڪو آهي. پوءِ هٿ کڻي وزارت کي ختمون ڏيئي هائوس مان وڃڻ ٿيڻ کان اڳ ٻاهر نڪري هليو ويو. وزارت کي شڪست اچڻ بعد گورنر سر غلام حسين کي سنڌس پوزيشن مضبوط ڪرڻ لاءِ وڏيڪ مهلت ڏني. سر غلام حسين کي سنڌس تجربي ۽ هوشياري ڪم آئي، هن مخالفن مان خانبهادر حاجي مولا بخش کي وزارت ڏئي سنڌس گروهه جي مدد حاصل ڪري، وزارت کي بچائي ورتو. ۽ سون جناح صاحب کي سنڌ جي مٿين روئداد کان تارن جي

رستي سمورو احوال پيش ڪيو. پهرين تار ٢٤- فيبروري جي موڪليل هيءَ هئي.

"٢٨- مسلم ليگ اسيمبلي ميمبرن مان پنڌرهن ميمبرن ڪالهه رات جو لکيل درخواست ذريعي گهر ڪئي، تہ هلندڙ سيشن ۾ هن وزارت کي ڊاهجي. انڪري اڄ سپليمنٽري منٽريشن تي هڪ روپيہ جي ڪٽر تي وزارت کي شڪست ملي. ووٽن ۾ ١٣- مسلم ليگ اسيمبلي ميمبرن وزارت جي برخلاف ووٽ ۽ ١١ ميمبرن وزرات جي مدد ڪئي."

"جي-ايم-سيد"

ٻي تار مون ڪيس ٢٧ فيبروري تي موڪلي سا هيٺين هئي "ادب سان اوهانجو ڏيان منهنجي ٢٤ تاريخ واري تار ڏي ڇڪايان ٿو. غلام حسين ظاهر ڪيو، تہ اوهان مونکي ۽ گذدر کي ليگ مان خارج ڪرڻ جو حڪم ڪيو آهي. ان اسانجي ميمبرن تي خراب اثر ڪيو. هندو آزاد گروهہ اڃا تائين اسانجي مسلم ليگ سان سچو بيٺو آهي. ووٽن ڪانپوءِ حاجي مولا بخش اسان سان ڪوئليشن ڏاهڻ جي تقاضا ڪئي جا قبول نہ ڪئي سون. جنهن ڪانپوءِ سر غلام حسين آزاد مسلم پارٽيءَ سان ڪوئليشن ڪري حاجي مولا بخش کي وزارت ۾ کنيو ۽ هڪ ٻئي وزير کڻڻ جو اعلان ڪيائين. سر غلام حسين ظاهر ڪري رهيو آهي تہ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي ان لاءِ منظوري حاصل ڪري رهيو آهي. مهرباني ڪري پنهنجي راءِ ٻڌايو ۽ فون نمبر 7651 تي ڳالهايو، جيڪڏهن ضرورت هجي تہ".

اوهانجي حڪمن جي انتظار ۾ ترسيل.

"جي-ايم-سيد"

سواءِ مون کان پڇڻ جي جناح صاحب هيٺين تار مونڏي موڪلي يڪدم پريس ۾ ظاهر ڪئي "تنهن جون تارون ٢٤ ۽ ٢٧ جون پهتيون. افسوس سان چوڻو ٿو پوي، تہ توهان خود پنهنجي قبوليت موجب غير قانوني ذريعا اختيار ڪري، پاڻ کي اڻ لائق

شرارتن جو شڪار بنائي، دشمنن جي هٿ ۾ ڪيڏي، پنهنجي پارٽيءَ ليڊر کي ڇڏي ڏنو. جنهنڪري توهان اسان جي مقصد ۽ ليگ جي عزت کي ڌڪ هنيو آهي. ڇاڪاڻ ته ان وزارت کي ڪيرايو آهي. پارٽيءَ جو ضابطو ٽوڙيو آهي. ميمبرن ۾ نفاق وڌو آهي. مسلمانن جو اتفاق ٽوڙيو آهي. باوجود بمبئيءَ جي گفتگوءَ جي آخر ۾ سونکي يقين ڏيارڻ، ۽ سنهنجي مشوري جي، توهان ڪاميٽي آف ائڪشن، مرڪزي پارليامينٽري بورڊ ليگ مشينري، دستورالعمل، قاعدن ۽ قانون کان بي پرواهي ڏيکاري آهي. جنهن جي ذريعي توهان پنهنجي شڪايتن کي دور ڪري سگهو ها. پر اوهان ان جي بدلي غلط نموني سان اهي طريقا اختيار ڪيا آهن، جن سان ليگ جماعت جو بنيادي نظام، مقصد ۽ مرادون ٽٽي پوڻ جو امڪان آهي.

هي اوهانجي عمل جو نمونو غير واجبي، مسلمانن ۽ مسلم ليگ جي مفاد جي برخلاف آهي. تنهنڪري توکي وڌيڪ صلاح ۽ هدايت ڏيڻ اجائي آهي.

”جناح“

سر غلام حسين کي هن کان وڌيڪ ڇا گهربو هو. هن کان اڳي ڪيس ترقي پسند گروهه جي مخالفت ۾ سنڌ جي انگريز گورنر کان مدد پئي ملي. هاڻ ته هن کي آل انڊيا مسلم ليگ جي طاقتور پريزيڊنٽ، ۽ انجي مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي مدد ملي ويئي. هن کي ترقي پسندن تي وقت بوقت پئي ڪاميابيون حاصل ٿيون، ليڪن هيءَ هنجي غير معمولي ڪاميابي هئي. هاڻ هنجو رستو صاف هو، هينئر هو سهوليت سان صوبائي مسلم ليگ کان بي پرواهه ٿي سگهيو ٿي. اسان سان بي انصافي ٿي ۽ ليگ ۾ اسان جي حالت يتيمن جهڙي وڃي رهي.

سر غلام حسين، حاجي مولابخش کي غير ليگي مسلمان جي حالت ۾ رکندو آيو. سر غلام حسين هن سان انجام ڪيو، ته جيڪڏهن ليگ هائي ڪمانڊ زور ڪيو، ته توکي ليگ ۾

آندو ويچي، ته ان لاءِ توکي زور نه رکندس، پر خود ليگ ڇڏڻ لاءِ تيار ٿيندس، بجاءِ ان جي ته توکي وزارت سان ڪيان هيٺ ان خط جي ڪاپي ڏجي ٿي، جنهن جي آڌار تي سمجهيوتو ٿيو هو:

٢٩- فيبروري ١٩٤٥ع

پيارا حاجي صاحب. مونکي نهايت خوشي ٿيندي. جيڪڏهن آزاد پارٽي منهنجي مسلم ليگ پارٽيءَ جي گروهه سان ڪوئليشن ڪري. آءٌ توکي هڪ آزاد ميمبر جي حيثيت ۾ يڪدم وزارت ۾ کڻان ۽ تنهنجي گروهه سان هڪ ٻيو هڪ مهيني اندر کڻندس. جيڪڏهن مسٽر جناح يا ليگ هائي ڪمانڊ اسانجي هن ڪوئيليشن کي نه قبوليو، ته اوهان سان ڪنهن کي مجبور نه ڪندس ته استعفيٰ ڏيئي وڃو، يا ليگ ۾ داخل ٿيو. انهي حالت ۾ آءٌ اوهان سان ٻڌل رهندس ۽ ڪوئيليشن قائم رهندي.

"تنهنجو دوست غلام حسين"

سنڌ جو ليگي وزير اعظم ليگ ضابطي ۽ بنيادي اصول کي ٽوڙي هڪ غير ليگي مسلم پارٽي سان ڪوئيليشن ڪري، انجي عيوضي کي وزارت ۾ کڻڻ جي باوجود به آل انڊيا ليگ جي پريزيڊنٽ جي دعا جو مستحق ٿي سگهيو ٿي. پر اسان تي جناح صاحب جو غصو ۽ ڪايل ملامت صرف انڪري نازل ٿي، اسان ڪان ليگ جي عزت بچائڻ خاطر بيڪار ۽ نامقبول وزارت سان مقابلي ڪرڻ جو گناهه سرزد ٿيو. هيءَ هڪ صريح بي انصافي ۽ عجيب حرفت هئي، جنهن ۾ اسانکي اڇلايو ويو هو. مونکي سخت ارمان ٿيو، ۽ ارادو ڪيم ته اهڙيءَ بي انصافيءَ جي پچاڙي تائين مقابلو ڪريان، پوءِ کڻي ٻيا سڀ مونکي اڪيلو ڇڏي وڃن.

صوبي جي مفاد جي تقاضا هئي، ته آءٌ بي ڏپو ٿي انهيءَ وزارت کي، جيڪا گذريل ٽن سالن اندر سانهن لاءِ وبال جان ٿي پيئي هئي، سک سان سمهڻ نه ڏيان.

اسانکي اسيمبلي ۾ انهي لاءِ چونڊيو ويو هو، ته عوام جي حقن جي حفاظت ڪريون ۽ انهن ڏي ڪامورن. وياج خورن ۽ ظالم زميندارن جي مصيبتن ڪان آزاد ڪرايون ۽ نهان لاءِ ته اسلام ۽ پاڪستان جي آڙ ۾ مٿن ظالمن جو ظلم رهڻ ڏيون پر انوقت مونکي صدها خط ۽ تارون هندوستان جي مختلف پاڱن مان دوستن، خير خواهن ۽ نامعلوم ترقي پسند نوجوانن طرفان پهتيون جن ۾ منهنجي رجعت پسندن جي خلاف مقابلي جي ساراهه ڪرڻ سان گڏ مسلمانن جي اتحاد جو واسطو ڏيئي اپيل ڪيل هئي، ته هائي ڪمانڊ جو بنا شرط شروط حڪم مڃان جيئن هو سنڌ ليگ اندر اتفاق ۽ ضابطو ٺيڪ ڪري سگهي.

آءٌ ليگ ۾ چڱو عرصو رهيو هوس، منهنجو اميدون صرف هندوستان جي هن نوجوان ترقي پسند گروهه سان وابسته هيون جنهن جو سنڌ ۾ اسان هڪ جزو هئاسون. جن جي ئي وسيلي قومي نجات ڏيڻ جو امڪان هو. آخر هنن جي اپيلن هٿي وچي هنڌ ڪيو ۽ نرم ٿي پيس.

جيتوڻيڪ ليگ هائي ڪمانڊ جي رجعت پسندانه پاليسيءَ مونکي منجهائڻ بيزار ڪري ڇڏيو هو، ته به هر طرف ڪان اپيلن اهڻ ڪري مجبور ٿي ليگ هائي ڪمانڊ جو حڪم مڃي، سر غلام حسين جي وزارت کي مدد ڏيڻ لاءِ نوابزاده لياقت علي خان کي هيٺين تار موڪلائي پيم.

”تنهن جي تار پهتي. اوهان جي حڪمن جي پوريءَ طرح پوئواريءَ ڪبي. سر غلام حسين کي مڪمل مدد جو يقين ڏياريان ٿو.

”جي-ايم-سيد“

منهنجي بنا شرط جي آڻ مڃڻ ڪري، سرڪار غلام حسين باوجود ڪيل واعدي جي حاجي مولابخش کي وزارت مان ڪڍي ڇڏيو. انهي طرح سان سنڌ ليگ اندر وري اتحاد قائم ٿيو. جيتوڻيڪ اهو ڏاهه مصنوعي ۽ زور سان مٿان هائي ڪمانڊ وارن

جو مڙهيل هو، ان ۾ ترقي پسندن کي ذليل ڪيو ويو هو. اسيمبليءَ جي سيشن ۾ آزاد هندو گروهه ۽ ڪانگريس پارٽيءَ جي ميمبرن، جي تازو جيل مان آزاد ڪيا هئا، پڻ مخالفت ۾ ويٺل مسلمان ميمبرن سان گڏ وزارت جي مخالفت جاري رکي. انهي گهٽيءَ کان آزاد ٿيڻ لاءِ سر غلام حسين وزارت نئين سر ٺاهڻ مناسب ڄاتي وزارت ٺاهي جنهن ۾ آزاد هندو گروهه جا عيوضي مسٽر نهچلداس ۽ مکي گوبندرام ۽ سيد علي شاهه نوان وزير ڪنيا ويا هئا. اهڙيءَ طرح سان سر غلام حسين جي وزارت جي پيڙي مشڪلاتن جي طوفانن کان قائد اعظم جي برڪت ۽ گورنر جي دعا سان حال بچي ويئي.

# فصل چوڏهون

## مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي دست اندازي

ڪئين ڪويجن، تن طبيب نہ گڏيا
ڏيئي ڏنڀ ڏڏن، پاڻان ڏيل ڏڪوئيو!
( شاهہ )

هن وقت ڏاري شيخ عبدالمجيد سنڌي، سيد پير علي محمد شاهہ راشدي ۽ رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي جي دوباره مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ ڪري ترقي پسندگروهہ جي همت وڌي ويئي، اسان سندن وڏي مرحبا ڪئي. درحقيقت انهن ڪي ڪڏهن بہ پاڻ کان جدا نہ سمجهيو هوسون. سون ترقي پسند گروهہ جي طرفان ليگ جي صدارت جون واڳون انڪري ورتيون هيون، جو شيخ صاحب ليگ ڇڏي ويو هو. هن جي موٽي اچڻ تي اسان ضروري سمجهيو، تہ صوبہ مسلم ليگ جون واڳون شيخ صاحب پنهنجي هٿ ۾ وٺي. شيخ صاحب سنڌ جي جهونن سياستدانن مان هڪ آهي، جنهن جي قومي خدمتن جي شروعات خلافت تحريڪ جي ڏينهن کان بہ اڳ ٿئي ٿي. سنڌ جي سياست ۾ گهٽيون لاهيون ۽ چاڙهيون ٿي گذريون آهن. اهو نهايت مشڪل ڪم ٿي رهيو آهي، جو ڪير ڪاروڻيار ۽ ڇڪن چاڙهہ مان موج نہ سهڻ جهڙي ڪڙي سچ جا سوداگر وڃي پار پهچائين. شيخ صاحب انهن مان هڪ آهي، جنهن جو اخلاق ۽ سچائي سنڌ جي صحراءِ سياست ۾ خيابان جو ڪم ڏئي

ٿو. بدقسمتيءَ ڪان ليگ جي عهديدار ٿيڻ لاءِ ڪم از ڪم ڇهه مهينا اڳي ليگ جو ميمبر هجڻ جي قانوني حجت ڪري ڪيس پريزيڊنٽ چونڊجي نه سگهياسون. ان هوندي به ليگ جو حقيقي پريزيڊنٽ سمجهي، سندس، صلاح و مشوري سان ڪم هلائڻ لڳاسون. صوبه ڪائونسل جي ميٽنگ ۾ انڪي ڪاميٽي آف ائڪشن جو چيئرمن چونڊيو ويو، ۽ انهيءَ حيثيت ۾ هو ترقي پسند گروهه ۽ جماعت جي رهبري ڪندو رهيو. رجعت پسند گروهه محسوس ڪرڻ لڳو، ته باوجود سندن وزارتي طاقت جي صوبه مسلم ليگ ۾ سندن ڪوبه اثر نه هو. انڪري پنهنجي ڇاڙتن جي ذريعي آخري ڪوشش ڪيائون، ته هڪ جدا مسلم ليگ قائم ڪري اصل مسلم ليگ کي ڪمزور بنائي ترقي پسند گروهه جي مقبوليت عام ۾ گهٽ ڪن. انهيءَ واسطي هنن سندن اخبارن ذريعي بلوچ ۽ سيد نالي ۾ اختلاف پيدا ڪرڻ جو آواز اٿاريو، ۽ ڪئي ظاهر ڪرڻ لڳا ته آءٌ ڊڪٽيٽر ٿي جماعت کي زميندارن ۽ جاگيردارن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻي رهيو آهيان. مطلب ته ڪن کي سيد راڄ جو ڊپ، ته ڪن کي هاري حڪومت جو خوف، ته ڪن کي رشوت ۽ ظاقت وڃائڻ جو خطرو محسوس ٿيڻ لڳو، ۽ ترقي پسند گروهه جي اثر زائل ڪرڻ لاءِ هر ڪا ڪوشش ڪيائون، پر ان ۾ ڪامياب نه ٿيا. نئين سال جي چونڊن ۾ رجعت پسندن دلشڪستو ٿي پوڻ ڪري گهٽ دلچسپي ورتي. اسان موجوده اسيمبليءَ جي ميمبرن کي ملڪ ۽ قوم جي ڀلي جو ڪوبه خيال نه ڏسي آئندي کي درست ڪرڻ ڏي رخ رکيو.

انڪري هڪ نئون صوبه سنڌ پارليامينٽري بورڊ چونڊيوسين، جنهن ۾ ترقي پسند گروهه جا بهترين ماڻهو مقرر ڪيا ويا، ته من ان ذريعي ردي ميمبرن مان جان ڇڏائي، ملڪ جا خيرخواهه ۽ سچا خادم ميمبر چونڊائي سگهون. نئين سال لاءِ آغا غلام نبي خان پٺاڻ کي صوبي جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو،

تہ هو نوجوان طبقي ۾ نئون روح ڦوڪي. اسان کي ترقي پسند گروهہ جي چوطرف خطرن جو ڪافي احساس هو. صوبہ مسلم ليگ جنهن کي اسان محنت ڪري مضبوط ڪيو هو، سا چوڌاري مشڪلاتن سان گهيريل هئي. صوبي جي سياست کي ترقي پسند رنگ ڏيڻ لاءِ اسان جي راهہ ۾ منجهہ ڪان ئي رڪاوٽون هيون. انگريز گورنر ۽ اڪثر عملدارن رجعت پسندن کي مدد ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر نہ ڇڏي. مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ وقت بوقت وزارت ۽ رجعت پسند طبقي جي طرفداري ڪري پنهنجي ذهنيت جو اظهار ڪيو. تازو ڏيل اسيمبليءَ جي ضمني چونڊن ۾ رجعت پسندن جي ڪاميابي ۽ وزارتي معاملن ۾ گورنر ۽ ليگ هاءِ ڪمانڊ جي پٺڀرائيءَ سندن دماغ هوا سان پري ڇڏيو هو، حالات جو فائدو وٺي، هو اسانکي ختم ڪرڻ جا گهات گهڙڻ لڳا. اسان کي پنهنجي برخلاف طاقتن جي اثر ۽ اقتدار ۽ بعض دوستن جي ڪمزورين جو بخوبي احساس هو. مالي وسيلن جي ڪمي، عوام جي عدم توجهي، تعليمرافتہ طبقي جي ڪوتاهہ نظري، بيشڪ حوصلہ شڪن هيون. پر اسان پيڙين ۾ جو پانهپ جو وکر وجهي ڇڏيو هو ۽ ڪوهاڪٺي وچي اتر آسري وڌيا هئاسون، پنهنجو نانءُ ڳنهندي، پريان جي پار ڏي پئي ڪاهيوسين. اسان کي سنڌ جي عوام سان محبت هئي، انکري سندن مسئلن ۽ جذبات جي پوري خبر هئي، جن کي هو محسوس ڪري سگهيا ٿي، ليڪن بيان ڪرڻ جا ذريعا وٽن جو موجود نہ هئا. اسانکي سندن مقصد ۽ مرادن، تڪليفن ۽ مصيبتن جي بہ خبر هئي، ۽ سندن همت ۽ جرائت جو بہ علم هو، تہ هيڪر جي هو ستل شير وانگر اٿيا، تہ سندن شڪار تي پلجندڙ لومڙيون پڇي ميدان ڇڏي ويندِيون.

انکري اسان ضروري سمجهيو، تہ عوام جي بهتريءَ لاءِ ڪم شروع ڪري ليگ جي عزت جو نالو بچايون. نئين صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل جي ٣-٤ جون ١٩٤٥ع تي ساليانى

ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ گهڻا ميمبر حاضر ٿيا. انهي ميٽنگ ۾ ڪي تمام اهم ٺهراءَ پاس ٿيا. تن جي تشريح ۾ شيخ عبدالمجيد صاحب جو اخبار ۾ ڇپيل مضمون ملاحظي لاءِ هيٺ پيش ڪجي ٿو:-

”نئين صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل جا پاس ڪيل ٺهراءَ غور ۽ همدردي سان ڌيان ڏيڻ جي لائق آهن. خصوصاً انهن ماڻهن ڪي، جي ملڪ جي بهتري ۽ ڀلائيءَ لاءِ دلچسپي وٺندڙ آهن، معلوم ٿيندو، ته سنڌ ۾ مسلم ليگ جي تحريڪ صرف مڪاني وزارتي معاملن جي فيصلو ڪرڻ ۾ مشغول نه آهي، بلڪ هوءَ پنهنجي نظر داريءَ جو دائرو وسيع ڪري ايندڙ چونڊن جي موقعي تي عوام کي هندستان جي آزاديءَ واسطي سياسي تعليم ڏيڻ گهري ٿي، ۽ اليڪشن عوام ۾ جذبي آزادي پيدا ڪرڻ جي نقطه نگاهه کان لڙڻ گهري ٿي“ ڪيترن ٺهراون مان ملڪ جي حقيقي مسئلن تي روشني پئي ٿي، اهي جڻ ملڪ جي حقن ۽ جوابدارين جو مسودو هئا.

هيٺ ڪي ٺهراءَ ناظرين جي ملاحظي لاءِ پيش ٿا ڪجن، جن مان ترقي پسندگروهه جي طريقه ڪار جو پتو پئجي سگهندو:

(۱) ”صوبائي مسلم ليگ جي هيءَ ڪائونسل آل انڊيا مسلم ليگ جي اختيار ڪيل دستور سان پوري طرح شامل راءِ نه آهي. جنهن جو مقصد صوبائي مسلم ليگ کي ليگ اسيمبلي پارٽين ۽ وزارتن تي ضابطي ۽ نظرداري ڪرڻ جي، حق کان محروم ڪرڻ آهي، هن ڪائونسل جي راءِ موجب آل انڊيا ليگ جي هيءَ پاليسي ناقابل عمل ۽ صوبي جي مفاد جي خلاف آهي. جنهن کي هيٺين سببن ڪري درست ڪرڻ گهرجي:

(الف) صوبن جي اسيمبلين جون چونڊون صوبائي مسلم ليگ جي ذريعي لڙيون وڃن ٿيون. اسيمبلي ميمبرن جو چونڊجڻ خود صوبائي، ڪائونسل جي محبت ۽ اثر وسيلي ٿئي ٿو. تنهنڪري

اهو غير واجبي ۽ صوبن جي مفاد جي خلاف ٿيندو، ته چونڊجڻ کان بعد ميمبرن کي صوبائي ليگ سان جوابدار رهڻ نه ڏنو وڃي.

(ب) چونڊن جي موقعي تي صوبائي مسلم ليگن طرفان ووٽرن کي ڪيترا واعدا ۽ انجام ڏنا وڃن ٿا جن جو پورو ڪرڻ ڏاڍو لازمي ٿيو پوي. جيڪڏهن صوبي جي جماعتن کي ميمبرن جي ڪمن مٿان نگهباني ڪرڻ ۽ ڪيس پروگرام موجب هلائڻ جو اختيار نه هوندو، ته ڪين ڪيل وعدن جو پورو ڪرڻ ناممڪن ٿي پوندو.

(ت) مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ ميمبرن جي اسيمبلي اندر روش صوبائي ليگ جي عزت ۽ ناموس تي اثر ڪندڙ آهي. صوبائي ليگ لاءِ اهو مسئلو مشڪل ٿيو پوي، جڏهن ڪين انهن ميمبرن جي اسيمبليءَ ۾ ڪاروبار تي نظر داري ۽ رهبري ڪرڻ جو اختيار نٿو رهي.

(ث) مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي جملي اختيار سونپڻ جمهوريت جي خلاف ۽ صوبجاتي خود مختياري ۽ آزاديءَ جي اصول کي ختم ڪندڙ آهي.

(ج) صوبائي مسلم ليگ مڪاني جماعت هئڻ ڪري اسيمبلي جي ميمبرن تي زياده سهوليت سان نظرداري ۽ ضابطو رکي سگهي ٿي ۽ ووٽرن ۽ اسيمبلي پارٽيءَ جي وچ ضابطي پيدا ڪرائڻ لاءِ زيادهه موزون آهي.

(ح) جيڪڏهن صوبن جي اسيمبلي پارٽين ۽ وزارتن مٿان سڀئي اختيار صرف مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي هٿ ۾ رهندا، ته ان بورڊ لاءِ ساري هندوستان جي معاملات جي صحيح نموني نگهداشت ڪرڻ ناممڪن ٿي پوندو. انهي ۽ ٻين ڪيترن سببن ڪري هيءَ ڪائونسل آل انڊيا مسلم ليگ کي زور سان عرض ٿي ڪري، ته هو پنهنجي پاليسي بدلائين، جيئن صوبائي مسلم ليگ هڪ بيڪار جماعت نه بنجي پوي.

ٺهراءُ نمبر ٢- هيءَ ڪائونسل آل انڊيا مسلم ليگ کي

سفارش ڪري، ته مسلم ليگ جي دستورالعمل ۾ اهڙي طرح ترميم ڪن، جو هر هڪ مسلم ليگ جي ميمبر لاءِ اهو لازمي ٺهرايو وڃي، ته هو گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو باجماعت نماز پڙهي، ۽ سواءِ خاص عذر جي جماعت سان نماز پڙهڻ کان نه گسائي. ازانسواءِ مرڪزي ليگ کي سفارش ٿي ڪجي، ته آئنده ليگ جا عهديدار اهي مقرر ڪرڻ جو دستور مقرر ڪن، جي اسلام جي احڪام جي ڀڃڪڙي نه ڪندا هجن".

ٺهراءُ نمبر ٣- صوبائي سنڌ مسلم ليگ جي ڪائونسل کي پوريءَ طرح معلوم ٿيو آهي، سنڌ ۾ ٿوري وقت کان رشوت جو مرض غيرمعمولي حد تائين وڌي ويو آهي. ٻاهرازين ۾ عملدار بنا ڊپ جي کليو کلايو رشوتون وٺي رهيا آهن. سندن زور زبردستي روز بروز وڌي رهيو آهي. جو صرف ڦرڻ لاءِ وجهه پيدا ڪرڻ واسطي ڪري رهيا آهن. هيءَ ڪائونسل باوجود انجي، ته اها خرابي روزانه سندن اکين اڳيان هلي رهي آهي، آل انڊيا مسلم جي مقرر ڪيل پاليسيءَ ڪري ڪنهن به قدم کڻڻ کان مجبور آهي، ۽ هن جا ٺهراءَ ۽ هدايتون وزارت تي ڪو به اثر نٿا ڪن، ۽ هوءَ حالتن کي وزارت ذريعي درست ڪرائڻ ۾ ناڪامياب ٿي آهي. تنهن هوندي به هن ڪائونسل کي اميد آهي، ته جلد اهو وقت اچي، جڏهن حڪومت جون واڳون غريبن جي حقيقي همدردن جي هٿن ۾ هجن، ۽ هو انهي پوزيشن ۾ ٿين، ته ظالم ۽ رشوتي عملدارن کي، جي هن ڪائونسل جي نظر ۾ عوام جا دشمن آهن، کي سزا ڏئي سگهن. ڪائونسل جي نظر ۾ اهي ظالم عملدار ڪنهن به همدرديءَ ۽ مهرباني جا لائق نه آهن انهيءَ مقصد سان ڪائونسل هيٺين ماڻهن جي ڪاميٽي مقرر ٿي ڪري، ته اهڙن قومي دشمنن جي خلاف شاهديون ۽ ٻيو مواد گڏ ڪري هڪ لسٽ ٺاهي، جيئن قومي حڪومت جي وجود ۾ اچڻ شرط بنا دير جي مٿن قدم کڻي سگهجي:-

١- شيخ عبدالمجيد ٢- رئيس غلام مصطفي پرڳڙي ٣-

آغا غلام نبي پٺاڻ. وڏيڪ هيءَ ڪائونسل ڪاميٽيءَ کي هدايت
ڏئي ڪري ته هنن عملدارن جي ناجائز طريقن سان گڏ ڪيل
ملڪيت جي، (پوءِ ڪٿي اها ملڪيت بئنڪن ۾ رکيل هجين،
يا غير متحرڪ ملڪيت جي صورت ۾ يا، ٻئي جي شڪل ۾
۾ آندل هجين. صوبي ۾ يا ٻاهر اندر هجي) جانچ ڪن.

ازانسواءِ هيءَ ڪائونسل وزارت تي زور ڏئي رکي، ته
رشوت جي بند ڪرڻ لاءِ هڪ يا وڏيڪ عملدار مقرر ڪن،
جي تعلقو به تعلقو گشت ڪري جانچ ڪن. کين فوجداري
اختيارات هجن، جن جي ذريعي هو سر زمين تي ڪيس هلائي
رشوتي ڪامورن کي سزائون ڏئي سگهن. انهي لاءِ اهو ضروري
ٿيندو، ته رشوت ڏيڻ وارن (جن کان مجبور ڪري رشوت ورتي
ويئي آهي) انهن کي معافي ڏني وڃي، ۽ جانچ جو مدو آڪٽومبر
۱۹۴۲ع کان مقرر ڪجي."

ٺهراءَ نمبر ۲- گذشته سالن ۾ سنڌ کي هن انڊين سروس
گورنرن جن پاليسيءَ جو تجربو ٿيو آهي، ان بنياد تي هيءَ
ڪائونسل بادشاه سلامت جي حڪومت کي عرض ڏئي ڪري
ته آئندي لاءِ صرف آهي ماڻهو سنڌ جا گورنر مقرر ڪيا وڃن،
جن کي انگلينڊ جي سياسي حياتيءَ جو تجربو ۽ پارليامينٽري
زندگيءَ جو شخصي طرح آزمودو هجي. هن ڪائونسل جي راءِ
مطابق هي نئون دستور صوبي سنڌ ۾ آزاد ۽ خودمختيار حڪومت
قائم ٿيڻ تائين عمل ۾ آندو وڃي. موجوده گورنر جي مدي
پوري ٿيڻ کان پوءِ (جو ٻئي سال ۾ ختم ٿيڻ وارو آهي) هن
دستور کي عمل ۾ آندو وڃي ۽ ڪنهن به صورت ۾ هن گورنر
جو مدو نه وڌايو وڃي. هن ٺهراءَ جون ڪاپيون بادشاه جي
حڪومت ۾ وائسراءِ کي تار ذريعي موڪليون وڃن."

پهرين ٺهراءَ خاص توجو لهڻو، ڇاڪاڻ ته اهوئي اسانجي
ليگ هائي ڪمانڊ سان اختلاف جو بنياد ٿيو. شيخ عبدالمجيد

صاحب ڊيلي گزيٽ اخبار ۲۰ جون ۱۹۴۵ع ۾ هڪ مضمون ذريعي ان نُهراءَ جي هيٺين طرح تشريح ڪئي.

”جنهن نُهراءَ کي مسلم ليگ مرڪزن ۾ خاص خيال سان ڏسڻ جو امڪان آهي، سو صوبي پارليامينٽري بورڊ ۽ پارليامينٽري بورڊ جي اختيارن سان تعلق رکندڙ آهي. نُهراءَ ۾ جنهن نقطي تي زور ڏنو ويو آهي، سو اهو آهي، ته صوبائي ليگ اسيمبلي پارٽين تي ضابطي ۽ اختيارن کان صوبائي پارليامينٽري بورڊ کي محروم نه ڪيو وڃي. جن جي اختياري موجوده دستورالعمل موجب اڳيئي کين سپرد ٿيل آهي.

يا ان کي جيڪڏهن ٻين لفظن ۾ پيش ڪجي، ته نُهراءَ ۾ ڇاڪاڻ سببن ڪري مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي صوبن جي حقيقي اختيارن ۽ حقن ۾ دست اندازي نه ڪرڻ گهرجي جي کين دستورالعمل موجب مايل آهن. هرڪنهن صوبي جي جماعت يا ميمبرن کي حق آهي، ته کين قانوني طور مليل حقن ۽ پنهنجن اختيارن بابت مرڪزي جماعت کي واقف ڪري ۽ ان کي ڪنب آڻي.

مرڪزي ليگ ۽ صوبي ليگن جي موجوده دستورالعمل مطابق صوبائي وزارتن ۽ اسيمبلي پارٽين تي ضابطو ۽ نگهباني رکڻ جو ابتدائي حق صوبي پارليامينٽري بورڊن کي آهي، ۽ نه مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي. مرڪزي بورڊ صرف اپيل يا تڪرارن جي صورت ۾ اچي سگهن ٿا. ان کي وڌيڪ واضح ڪرڻ لاءِ آءٌ صوبائي مسلم ليگ ۽ مرڪزي مسلم ليگ دستورالعمل مان ڪي فقرا ناظرينن جي ملاحظي لاءِ پيش ڪريان ٿو.

صوبائي سنڌ مسلم ليگ جو دستورالعمل.

۲۵ رول. اختيار صوبائي پارليامينٽري بورڊ جا.

بورڊ هيٺيان اختيار هلائيندو :

الف. صوبائي اسيمبليءَ لاءِ اميدوار چونڊيندو، ۽ لوڪلبورڊن ۽

ميونسپالٽين جا اميدوار ضلعي مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي صلاح سان چونڊيندو. صوبائي مسلم ليگ اسيمبلي پارٽي، لوڪلبورڊ ۽ ميونسپل پارٽين تي عام ضابطو رکندو.
ب. ڏسندو ته اسيمبلي پارٽي ڪهڙيءَ طرح ڪم ڪري رهي آهي ۽ انهي جي ڪاروبار تي ضابطو ۽ نگهباني رکندو.

رول نمبر ٢٦

الف. صوبائي مسلم ليگ جي پارليامينٽري بورڊ جي منظوريءَ سان اسيمبلي پارٽي لوڪلبورڊ ۽ ميونسپل پارٽيون پنهنجي ڪاروبار ۽ ٻين پارٽين سان پروگرام جي بنياد تي ڪوئليشن بابت قاعدا قانون ڏاهيندبون، جي آل انڊيا مسلم ليگ جي پروگرام ۽ بنيادي مقصدن جي برخلاف نه هوندا.

مرڪزي مسلم ليگ جو دستورالعمل

رول نمبر ٢٩. آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽي سال بسال هڪ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ مقرر ڪندي، جو هيٺيان اختيار هلائيندو.

الف. صوبائي پارليامينٽري بورڊن جي صلاح سان مرڪزي اسيمبليءَ جي ميمبريءَ لاءِ اميدوار چونڊيندو ۽ مرڪزي مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ مٿان عام ضابطو رکندو.

ب. صوبن ۾ پارليامينٽري بورڊن پوريءَ طرح ٺاهڻ لاءِ ڪوشش ڪندو.

ت. صوبن ۾ پارليامينٽري بوردن جي مٿان ضابطو ۽ نگهباني رکن.

ث. صوبائي پارليامينٽري بورڊن مٿان اپيلون ٻڌي فيصلو ڪرڻ.

ج. صوبائي پارليامينٽري بورڊن ۽ صوبائي مسلم ليگ ۽ اسيمبلي پارٽي وچ ۾ اختلاف جا فيصلا ڪرڻ.

د. صوبن ۾ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيون ٺهرائي انهن تي

نگاه ڪرڻ انهن پنهي دستور العمل جي قاعدن ۾ ڪوبه اختلاف نه آهي، اهي قانون صوبائي مسلم ليگ اسيمبلي پارٽين مٿان صوبائي پارليامينٽري بورڊن کي ضابطي ۽ نگهباني لاءِ عام اختيار ڏين ٿا. ۽ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي صرف پارليامينٽري بورڊ مٿان ضابطي، صوبائي بورڊن جي فيصلن مٿان اپيلون ٻڌڻ، صوبائي مسلم ليگ ۽ اسيمبلي پارٽي يا صوبائي پارليامينٽري بورڊن وچ ۾ پيدا ٿيل اختلافن جا فيصلا ڪرڻ، ۽ صوبن ۾ اسيمبلي پارٽيون ٺهرائي، انهن مٿان نگاه ڪرڻ، جا اختيار سونپين ٿا.

پنهي بورڊن کي انهن حدن اندر ڪاروبار هلائڻو آهي. انهن قاعدن جي ڪٿي تمام ڪشادي معنيٰ ونجي، ته به انجي اها معنيٰ هرگز ٿي نٿي سگهي، ته صوبائي اسيمبلي پارٽين مٿان صوبائي پارليامينٽري بورڊن کي ڪوبه ضابطي ۽ نگهباني جو اختيار نه آهي، ۽ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي هرهڪ ڳالهه ۾ دست اندازي ڪرڻي آهي، ۽ اهڙيءَ طرح سان اختيار هلائڻا آهن، جو جڻ ته ابتدائي ضابطو سندن آهي، جنهن ڪري صوبائي پارليامينٽري بورڊ بيڪار بنجي پون.

منهنجي راءِ موجب هن ٺهراءَ ۾ انهي مسئلي کي صفا ڪيو ويو آهي، سون کي اميد آهي، ته هن سوال تي غور ڪرڻ وقت ٺهراءَ ۾ ڄاڻايل دليلن کي آئيني نقطه نگاه سان ڏٺو ويندو."

هي اهو وقت هو، جڏهن انگريز سرڪار ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن کي ٽن سالن جي نظربنديءَ بعد آزاد ڪيو هو، ۽ لارڊ ويول هندستان جي وائسراءِ شملي ۾ هڪ ڪانفرنس ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ليڊرن کي گهرايو هو. هن موقعي تي مرڪزي مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي سڀني ميمبرن کي صلاح مصلحت لاءِ ڪوٺايو. ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت ۾ آءٌ به شملي ويس صوبي مان شيخ عبدالمجيد صاحب، مسٽر محمد هاشم گذدر، مسٽر

يوسف هارون ۽ پير علي محمد شاه راشديءَ کي صلاح مصلحت لاءِ پاڻ سان وٺي ويس. شملي ۾ ٻه هفتا کن رهي روزانو سياسي سرگذشت سان لاڳاپي ۾ رهياسين.

انهن تواريخي ڳالهين ۾، جڏهن هندستان جي مظلوم ماڻهن جو مستقبل ڪانگريس ۽ ليگ جي سمجهوتي تي مدار رکندڙ هو، اسان ٻنهي جماعتن کي نزديڪ آڻڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪئي. آءٌ هڪ ترقي پسند فرد وانگر ليگ ۽ ڪانگريس جي سمجهوتي لاءِ منتظر هوس، جيئن ملڪ جو سياسي تعطل حل ٿئي ۽ اسان آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي راهه تي گامزن ٿيون. پر مون ڏٺو ته منهنجون ڪوششون جناح صاحب تي غلط فهمي پيدا ڪري ڪاوڙجڻ جو ڪارڻ پئي بڻيون.

هڪ دفعو جڏهن کيس ان سمجهوتي بابت ڳالهه ٻولهه ڪيم، ته هن ڪاوڙجي مورڳو منهنجي توهين ڪئي. اهو ته ظاهر هو ته سندس رويو روز بروز ڊڪٽيٽرانه ٿيندو ٿي ويو. ماڻهن جيترو کيس عزت ڏيئي وڏي درجي تي ٿي پهچايو، اوترو ئي هن جي خودسري وڌندي ٿي ويئي. ماڻهن جي قسمتن فيصل ڪرڻ لاءِ اهو طريقو نيڪ ڪونه هو. خود ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۾ هو پنهنجي مرضيءَ موافق هلندو هو، ۽ ميمبرن جي آزادانه راءِ جو اظهار برداشت ڪري نه سگهندو هو، ترقي پسند گروهه جي آواز کي ته دٻايو ٿي ويو، ليڪن جي ترقي پسند نه هئا، سي به سندس حاضريءَ ۾ کلي راءِ ظاهر ڪرڻ کان هٻڪندا هئا، ته متان هو ليگ پريزيڊنٽ جي ناراضگيءَ جو نشانو بڻجي پون. جناح صاحب جي حاضريءَ ۾ شخص واحد جي حڪمراني هئي، تنهن ڪري مصلحت ان ۾ هئي، ته يا ساڻس هائو ۾ هائو ملائجي يا مجبورن ماٺ ۾ رهجي.

مسلم ليگ اندر روز بروز منهنجي طبيعت ۽ نقطه نگاهه جا متضاد ساڻس ايترا مختلف ٿيندا ويا، جو انهن جي سمجهوتي جو امڪان ڪونه هو. جيستائين آءٌ چپ ڪري پي هليس، گاڏو

پئي گهليو ۽ مون کي سرگرم ڪارڪن، ليگ جي مقصدن ۾ ايمان رکندڙ، ڇئي منهنجي پنهي ٽپري پئي ويئي. ليڪن جڏهن پنهنجي ضمير ۽ ايمان جي پٺاندر اڳتي ڪجهه چيم ڏي، ته ليگ جي اعليٰ عهديدارن جي سخت نظريءَ جو نشانو ٿي بڻيس.

انهن حالتن هيٺ ليگ اندر مون کي آزاد راءِ لاءِ ڪابه جڳهه نظر نٿي آئي ۽ ترقي پسند نقطہ نگاه کان اتي ڪابه حقيقي مذمت ٿي نٿي سگهي، هن ساري ليگ جي نقارخاني ۾ منهنجو آواز طوطي مثل هو.

شملي ۾ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جا اختيار وڌائي ڪين صوبائي اسيمبلي پارٽين ۽ وزارتن تي مڪمل ضابطي جا اختيار ڏيڻ جي تجويز پيش ٿي. هيءَ هڪ غير معمولي تبديلي هئي، جنهن موجب صوبن جي آزادي ڪسي انهن کي مرڪزي ليڊرن جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏيو ٿي ويو. هن تجويز مطابق صوبائي مسلم ليگ اسيمبلي يا پارٽين جو وزارتن مٿان ضابطي جو اختيار ڪسي مرڪزي بورڊ جي حوالي ڪيو ٿي ويو. مون اهڙي ناجائز ٺهراءَ جي هيٺين سببن ڪري مخالفت ڪئي:

(۱) مسلم اڪثريت ۽ مسلم اقليت وارن صوبن جا مسئلا جداگانه حيثيت رکن ٿا؛ انهن ۾ هندن يا مسلمان پارٽين سان اسيمبلي اندر ڪهڙي پاليسي اختيار ڪجي تنهن لاءِ جدا طريقا اختيار ڪرڻا هئا.

هي ڳالهه لڪل نه هئي، ته مرڪزي پارليامينٽري بورڊ تي مسلم اقليت وارن صوبن جي ليڊرن جو قبضو هو؛ جي مسلم اڪثريت وارن صوبن جي حالتن کان غير واقف هئا ۽ هنن ساري هندستان لاءِ پاليسي پنهنجي صوبن جي نقطہ نگاه کان مقرر ڪئي ٿي. مثال طور اسان سنڌ جي مسلمانن جي اسيمبليءَ ۾ ڪثرت هئڻ ڪري پنهنجي وزارت ٺاهي سگهياسون ٿي، جا عوام جي ڀلي لاءِ ڪم ڪري سگهي ها، بشرطيڪ اسان کي ٻين مسلم

پارٽين سان ڪوئليشن ڪرڻ جي منع نہ هجي ها. هتي پين مسلم گروهن سان ڪوئليشن نہ ڪرڻ جو نتيجو اهو ٿي نڪتو تہ ڇاڙي واڙي هنن کي هندن سان شامل ٿيڻ لاءِ مجبور ڪيو ٿي ويو.

(٢) ليگ وزارتن جي ڪمن بنسبت عوام سان صوبائي مسلم ليگ جي ابتدائي جوابداري هئي. مرڪزي بورڊ سان عام ماڻهو نہ منهن مقابل ٿي روز بروز جون حالتون ڪين ذهن نشين ڪرائي سگهيا ٿـي، ۽ نہ وري مرڪزي بورڊ وارا ڪثرت ڪاروبار ۽ دور رهڻ ڪري مڪاني ڳالهين کي پوري طرح سمجهي سگهن ها. صوبائي مسلم ليگ جي ترقي، عزت ۽ عوام ۾ مقبوليت تي وزارتن جـي روش ۽ ڪمن جـو گهڻو اثر ٿي پيو. جيڪڏهن صوبائي مسلم ليگين کي وزارتن تي ضابطي ۽ نظرداريءَ رکڻ کان محروم ڪيو ٿي ويو، تہ انهن جي حيثيت گهٽجي ٿي وئي ۽ انهن جي حيثيت وزارتن ۾ چند شخصن کي قائم ۽ برقرار رکڻ لاءِ پروپيگنڊا ڪرڻ جي مشين کان سواءِ ٻي ڪانہ ٿي رهي. ان ڪري عوام مان ان جي اقدار گهٽجي وڃڻ جو وڏو امڪان هو.

(٣) مرڪزي مسلم ليگ ۾ خود ٻہ گروهہ هئا. هڪڙو هو ترقي پسند گروهہ، جو سوشلسٽ خيالن ڏي مائل هو، ۽ ٻيو هو رجعت پسند گروهہ، جو شاهوڪار طبقي جو طرفدار ۽ مددگار هو. ٻوئين گروهہ جو مرڪزي ليگ ۾ اڳيئي گهڻو اثر هو، ويتر مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي هنن اختيارن ڏيڻ مان اهو نتيجو نڪري ها، تہ ترقي پسند گروهہ (جن جو مدار صوبن جي عوام رضامندي ۽ همدردي تي هو) انهن کي ڪمزور ۽ بيڪار بڻائي ڇڏين ها.

(٤) مسلم ليگ هائي ڪمانڊ اڳيئي صوبن ۾ رجعت پسند گروهن جي طرفداري جو مظاهرو ڪري چڪو هو، ۽ ڪيترائي دفعا رجعت پسندن جي مدد ڪري ترقي پسندن کي نيچو نوايو

هٿائين. جيڪڏهن مرڪزي بورڊن کي اچا به وڌيڪ اختيار ڏني مليا، ته ان جو لازمي نتيجو اهو نڪري ها، ته اها طاقت هو پنهنجي هم خيال رجعت پسند طبقي کي زور ۽ طاقت وٺائڻ جي لاءِ ڪتب آڻين ها.

(٥) ڪانسٽيٽيونٽ اسيمبلي جلد ئي ٽوڙي واري هئي ۽ انجي ميمبرن کي چونڊجڻ جو اختيار صوبن جي نون چونڊيل اسيمبلي ميمبرن کي ملڻ وارو هو، تنهن ڪري ايندڙ چونڊن کي وڌيڪ اهميت هئي. ازانسواءِ سنڌ ۾ اڳين تجربن جي بنياد تي ميمبرن ۾ ڦير ڦار جي گهڻي ضرورت هئي. جيڪڏهن ايندڙ اسيمبلي چونڊن تي موجوده رجعت پسند ۽ خود مطلب مرڪزي پارلياميننٽري بورڊ جو ضابطو قائم ڪري رکيو ويو، ته ان جو لازمي نتيجو اهو نڪري ها، ته ترقي پسند گروه کي نقصان پهچي ها، ۽ اسان جي مستقبل جي آئين ٺاهڻ جو ڪم رجعت پسند، ردي، ۽ عوام جي دشمن طبقي جي هٿ ۾ اچي وڃي ها.

پر منهنجي اعتراض ڪوبه اثر ڪونه ڪيو ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي مڪمل اختيار ڏئي ڇڏيا. اها مرڪز جي طرفان جابرانه پاليسي اختيار ڪرڻ جي شروعات هئي. اسان جي شملي موٽڻ بعد جلدئي خانبهادر کهڙو جيل مان آزاد ٿيو، هن کي سنڌ جي مسلمانن طرفان وڏي آدر ڀاءُ مليو.

هن گهڻي تڪليف سٺي هئي، هن جي گرفتاريءَ جي عرصي ۾ جڏهن هن جا ڪي هم خيال ۽ ساٿي وزير دوست ڪيس ملڻ به ڪونه ويا، مون ساڻس ڪيترئي ملاقاتون ڪيون ۽ وقت سر همدردي ۽ مدد به ڪئي. اگرچه ساڻس منهنجا سياسي ۽ اقتصادي نظرين جي بنياد تي اختلاف هئا، ليڪن آءٌ هن جون لياقتون وساري نٿي سگهيس. هن اسان سان ست سال مسلم ليگ ۾ گڏ خدمت ڪئي هئي، سندس قابليت سان وزارت

هلائڻ، اسيمبلي ۾ عمدو ڳالهائڻ، بردباري، ليگ سان وفاداري،
۽ اعتدال خيالي سنڌ جي قحط الرجالي ۾ ٻين مسلم وزيرن کان
هن کي گهڻو بلند ڪري ڇڏيو. انهي کان پوءِ جلدئي جناح
صاحب سنڌ ۾ آيو، ۽ مونکي سڏائي چيائين، ”صوبائي سنڌ مسلم
ليگ پارليامينٽري بورڊ، جو صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل اڳيئي
چونڊي ڇڏيو هو، بدلائي، نئين سر چونڊ ڪرائين، جيئن وزارت
پارٽيءَ کي ان تي ڪافي نمائندگي حاصل ٿئي.“ مون ڪيس ٻڌايو،
”سنڌ مسلم ليگ ۾ ٻه گروهه هئا، هڪ ترقي پسندن جو ۽ ٻيو
رجعت پسندن جو. رجعت پسند وزارت طاقت ۾ اچڻ کانپوءِ
سنڌ جي عوام لاءِ ڪجهه نه ڪيو آهي، بلڪ ان جي دور ۾
ماڻهن جي حالت روز بروز ابتر ٿيندي پئي ويئي آهي، ترقيپسند
گروهه طرفان انهن جي حالت سڌارڻ لاءِ جيڪي ڪوششون
ڪيون ويون آهن، تن ۾ وزارت نه صرف رڪاوٽون وڌيون آهن،
بلڪ ان گروهه جي اثر ۽ طاقت کي ختم ڪرڻ لاءِ هر ڪا
ڪوشش ڪئي آهي. باوجود سندن انهن شرارتن جي به غريبن
جي دعا ۽ همدرديءَ سان صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل تي
ترقي پسندن جو قبضو رهندو ٿو اچي، ۽ انهن جو ارادو آهي، ته
اگر حال کي موجوده حالتن ڪري درست ڪرڻ ۾ هو ڪامياب
نه ٿيا آهن، ته ايندڙ نين چونڊن ۾ بهترين اميدوار بيهاري مستقبل
کي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. منهنجي لاءِ مناسب نه
ڏسندو، ته ترقي پسندن جي ڪل محنت کي ضايع ڪرائي،
رجعت پسندن کي پارلامينٽري بورڊ تي مڃارڻي ڏيئي صوبي جو
مستقبل به انهن جي حوالي ڪريان. اهڙا عوام جي حقن سان
غداري ڪرڻي پوندي. خاص ڪري انوقت ۾، جڏهن ملڪ جي
تاريخ کي درست ڪرڻ جون اميدون بر ثواب ٿڻ کي اچي ويجهي
ٿيون آهن.“

ليڪن جناح صاحب منهنجي عرضداشت نه قبولي. پارنهن
ماڻهن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ پنهنجي طرفان تجويز پيش ڪئي،

صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي ستن ميمبرن مان ٻه سر غلام حسين گروهه کي ڏنا ويا.

اسان ان تجويز جي مخالفت ڪئي، ۽ ڪيس پڌرو ڪيوسين ته اهڙي طرح مسلم ليگ کي شخصي گروهن ۾ ورهائڻ غير فطرتي ۽ نقصانڪار آهي. ليگ ۾ صرف ٻه گروهه هئا هڪ ترقي پسند گروهه، جو عوام جي حقن لاءِ لڙندو هو ۽ ٻيو هو رجعت پسند گروهه، جو پنهنجي طبقاتي مفاد جو رکوال ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ جي درپي هو.

هيڙي مصنوعي طرح رجعت پسندن کي گهڻن حصن ۾ ورهائي، سندن شخصي هستي مڃي، کين پارليامينٽري بورڊ ۾ اڪثريت ڏيڻ، ملڪ ۽ قوم جي مفاد لاءِ هاڃي ڪار ۽ ترقي پسندن جي ليگ ۾ وربهن جي محنتن تي پاڻي ڦيرڻ جي برابر هو. ليڪن جناح تي اسانجي عرضداشت جو ڪوبه اثر نه ٿيو ۽ ٿي ڏينهن مونکي گهرائي چيائين ته ”جيڪڏهن آءٌ سندس صلاح موجب نه هلندس، ته هو انکي سندس حڪم جي انحرافي ۽ منجهس بي اعتباري سان تعبير ڪندو. بهتر ائين هو، ته سارو معاملو سندس حوالي ڇڏيان ۽ کيس اختيار ڏيان ته هو بورڊ جا نوان ميمبر چونڊي. ترقي پسند گروهه کي هن مان انصاف ماڻ جي اميد رکڻ گهرجي، هو کين پوري نمائندگي ڏيندو.“

آخر سندس ان واعدي تي اعتبار ڪري، ته هو خود چاهي ٿو، ته آئندي لاءِ اسيمبلي جا ميمبر بهترين ملڪي خادم چونڊجڻ گهرجن. مون مٿس ڇڏيو هن ٺالا تجويز ڪري هن هيٺيان ماڻهو چونڊيا:

۱- جي-ايم-سيد ۲- سر غلام حسين ۳- مير غلام علي خان ۴- پير الاهي بخش ۵- خانبهادر کهڙو ٦- سيد خير شاه ۷- آغا غلام نبي خان پٺاڻ.

سندس هن چونڊ ترقي پسندن کي اقليت ۾ آندو. وزارت ڏر کي چار ۽ صوبائي ليگ ڪائونسل کي ٽي عيوضي مليا. آءٌ

هڪ دفعو فيصلو مٽش رکي پوءِ انڪار ڪري نه سگهيس، جيتوڻيڪ اسانکي ان وقت ئي احساس ٿيو، ته سندس اعانت ترقي پسندن جي تباهيءَ جو باعث هئي. ساڳي ڏينهن شام جو آرام باغ ۾ هڪ پبلڪ ميٽنگ هئي، ان ۾ جناح صاحب جي حڪم سان عام اعلان ذريعي انهي فيصلي کان ماڻهن کي واقف ڪيو ويو. اڃان جناح صاحب ڪراچيءَ ۾ رهيل هو، ته مونکي معلوم ٿيو ته پيرالاهي بخش جي جاءِ تي پارليامينٽري بورڊ جي نون رٿيل وزارتي ڌر جي ميمبرن جي ميٽنگ ٿي هئي، جتي پاڻ ۾ آئيندي جي اميدوارن بنسبت صلاح مصلحت ۽ سمجهوتو ڪري پنهنجي طرفدار اميدوارن جا نالا مقرر ڪري ڇڏيائون. مون بروقت جناح صاحب کي مٿين منصوبي بابت اطلاع ڏئي عرض ڪيو، ته اهڙين حالتن هيٺ آءٌ ڪهڙي منهن سان صوبائي ڪائونسل کي انهن ميمبرن کي چونڊڻ لاءِ صلاح ڏيندس، جن پنهنجا فيصلا اڳيئي ڪري ڇڏيا آهن. ليڪن جناح صاحب ان کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري پنهنجي ڳالهه تي قائم رهي اصرار ڪيو، ته سندس تجويز ڪيل ميمبرن کي ضرور چونڊائڻ گهرجي. آخر ڪجهه وقت ڪانپوءِ صوبائي ڪائونسل جي ميٽنگ ٿي، جنهن ۾ گهڻي مشڪلات کان بعد اڳيئن مقرر ڪيل بورڊ کي رد ڪرائي جناح صاحب جا تجويز ڪيل ميمبر چونڊايم. ان ڪانپوءِ سگهوئي اسان اسيمبليءَ جي ميمبري لاءِ اميدوارن کان درخواستون گهرايون. ٣٥ جاين لاءِ انڪل ٧٠ کن درخواستون مليون اچا نئون پارليامينٽري بورڊ ٽڪيٽون ڏيڻ لاءِ گڏ ئي ڪونه ٿيو هو، ته وزارتي ڌر جا ماڻهو پنهنجي طرفدارن جا ڪليو ڪلايو ڪم ڪرڻ لڳا. انهن خود منهنجي برخلاف ماڻهو ٻيهاريو ۽ اهڙي طرح صوبائي مسلم ليگ جي ٻين عهديدارن جي خلاف به ٻيهاريائون.

وزارت جي طاقت جو فائدو وٺي هنن پنهنجي طرفدارن جي ڪاميابي لاءِ هر طرح جا حيلا هلايا. هنن هي سارو ڪم نئين بورڊ جي ڏيڻ کان اڳي منظم طرح شروع ڪري ڏنو هو. بورڊ

پهرين آڪٽوبر ١٩٤٥ع تي صبوح جو منهنجي ڪراچيءَ واري بنگلي ۾ گڏ ٿيو. پهرين بيٺڪ ۾ هڪ ميجارٽيءَ سان هنن پنهنجي طرفدارن کي ٽڪيٽون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ شروعات ۾ مقرر ڪيل هيٺين اصولن ڏي ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو:-

١- ڪاميابيءَ جي اميد
٢- ليگ سان وفاداري ۽ خدمت خلق جو عمدو رڪارڊ.
٣- تعليمي لياقتون.
٤- سڀني اميدوارن ۾ ساڳي ڏيکاريل لياقتون هڪ جهڙيون هئڻ جي حالت ۾ هاڻوڪي ميمبر کي ترجيح ڏني ويندي.
٥- مسلم ليگ جو قاعدو تہ "اميدوارن لاءِ ڪم از ڪم ڇهہ مهينا اڳي ليگ جو ميمبر هئڻ ضروري هو" جي پابندي صرف ان حالت ۾ لاڳو نہ ڪئي ويندي، جڏهن اميدوار آل انڊيا يا ساري سنڌ جي سياسي اهميت رکڻ وارو ماڻهو هوندو، يا سندس مڪاني اثر ايترو هوندو، جو سندس مخالف اميدوار کي چوٿين حصي جيترا ووٽ بہ ملي نہ سگهندا.

اهو پڻ قبول ڪيو ويو هو، تہ جيترو ٿي سگهندو، فيصلا متفق راءِ سان ڪبا. ۽ اختلاف جي حالت ۾ فيصلو صرف هڪ جي ميجارٽي تي نہ ڪبو، پر ڪم از ڪم ٻن جي گهڻائي سان ڪبو. صرف هڪ جي ميجارٽي واري حالت ۾ معاملي مرڪزي بورڊ جي حوالي ڪبو. وزارت جي ميمبرن سمورو ڌيان آئيندي وزارتن حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي طرفدار ميمبرن کي وڌائڻ طرف لڳايو. جيتوڻيڪ سندن پاڻ ۾ شخصي حسد ۽ اختلاف هئا، ليڪن ترقي پسند گروهہ جي خلاف سڀ پاڻ ۾ متحد ٿي ويا. سندن قديمي خواهش، تہ ترقي پسندن کي طاقت ۾ اچڻ جو ڪوبہ وجهہ نہ ڏجي، لاءِ هاڻ رستو صاف ٿي ويو هو. سندس انتخاب ڪرڻ جا مقصد ۽ طريقو معلوم ڪرڻ بعد اسانکي معلوم ٿي ويو، تہ آئنده اسيمبليءَ ۾ ساڳيا عهدن لاءِ جهڳڙا ۽ شخصي اختلاف سڀ اچڻ وارا هئا، جن جي ڪڍڻ لاءِ گذريل اڻن

سالن کان اسان پٺيءَ پاڻ پتوڙيو هو. ترقي پسند اهي حالتون ڏسي ناراض ٿيا ۽ ڪانئن بورڊ مان انصاف جي اميد ويندي رهي.

نئين بورڊ جي اڪثر ميمبرن جي قديم رڪارڊ مان واقف هئڻ جي باوجود به صرف جناح صاحب جي حڪم ڪري مسلم ليگ ۾ اتحاد قائم ڪرڻ خاطر چونڊيو هئائون، پر انجو اهو مطلب نه هو، ته پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻي، وري خود غرض ۽ ردي ميمبرن کي چونڊڻ لاءِ رجعت پسندن کي رستو صاف ڪري ڏين، ۽ سنڌ جي آزادي، ترقي ۽ تعمير جا سمورا خواب بنا تعبير ڏٺ جي چڙي ڏين. انڪري ميٽنگ هلندي مسلم ليگ ڪائونسل جي ٢٥ ترقي پسند ميمبرن کان هڪ درخواست مونکي ڏني ويئي، جنهن ۾ مٿي ذڪر ڪيل چئن ميمبرن جي خلاف گهٽيون شڪايتون هيون، ۽ درخواست ۾ اها به استدعا ڪيل هئي، ته بورڊ جي ڪاروائي تيستائين بند ڪجي، جيستائين صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل گڏ ٿي، انهن شڪايتن تي غور ڪري ڪو فيصلو ڏئي. صوبائي ڪائونسل جي پريزيڊنٽ پارليامينٽري بورڊ جي چيئرمن جي حيثيت ۾ مون کي مجبوراً ان درخواست جي بنا تي بورڊ جي ڪاروائي ملتوي ڪرڻي پئي. بورڊ جي ڪاروائي ملتوي ٿيڻ بعد مٿيان چارئي ميمبر خانبهادر کهڙي جي جاءِ تي ويا ۽ ميٽنگ جو ڪم جاري رکندي پنهنجي طرفدارن کي ٽڪيٽون ورهائڻ لڳا. انهن بختاورن مان جن کي هنن ٽڪيٽون ڏنيون هيون، ڪي ته ليگ جا ٻه آني جا ميمبر به نه هئا ۽ هن کان اڳ ڪڏهن به ليگ سياست سان سندن واسطو نه رهيو هو، تان جو جڏهن چونڊون آيون، ۽ هنن کي ووٽن وٺڻ جي ضرورت محسوس ٿي، ان لاءِ، ته هو ليگ جي نالي ۾ ماڻهن کي ٺڳي سگهندا. سندن مکيه لياقت اها هئي، ته هنن پاڻ کي هڪ يا وزير جو پوئلڳ بنايو هو ۽ چونڊجي اچڻ بعد هن سان وفادار ٿي رهڻ قبوليو هو.

بورڊ جي ميٽنگ ملتوي ڪرڻ بعد صوبائي مسلم ليگ

ڪائونسل جي تڪڙي ميٽنگ سڏائي، مرڪزي پارلياميٽري بورڊ کي تازي ٿيل واقعات کان واقف ڪيم. انهي خبر ملڻ تي نوابزاده لياقت علي خان، نواب محمد اسماعيل خان ۽ حسين امام ڪراچيءَ ۾ آيا، هنن ساري اختلافي معاملي تي، جو معاملو حقيقت ۾ صوبائي مسلم ليگ جي ڪثرت ۽ ڪن شخصن جي وچ ۾ هو، جن پنهنجا ذاتي مفاد، طاقت ۽ اقتدار محفوظ رکڻ گهريو ٿي، ٿڌي دماغ سان غور ڪرڻ بجاءِ سمورو جوش مون تي ڇنڊي سمورو معاملي لاءِ مون کي جوابدار ٺهرايو. مون کين سڀني ڳالهين کان واقف ڪيو؛ ۽ پوءِ ته مون کي جوابدار ٺهرائڻ جي بجاءِ بهتر ائين ٿيندو ته هو صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل جو نقطہ نگاهہ معلوم ڪن، ۽ پوءِ انهن کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪن. ڇاڪاڻ ته اهائي جماعت هئي، جا عام سان جوابدار هئي ۽ انهي کي ڇونڊن وقت عوام وٽ وڃڻو هو، ۽ ان کي ئي ملڪ ۽ قوم جي ترقيءَ جو اونو هو.

ان وچ ۾ ڪائونسل جي ميمبرن ۾ ڪافي بي چيني پيدا ٿي چڪي هئي ۽ هو سنڌ جي هر گوشي مان پنهنجي راءِ جو اظهار ڪرڻ لاءِ اچي حاضر ٿيا هئا. اهي ميمبر ڳوٺن ۾ عام ماڻهن جي وچ ۾ رهيا ٿي، صرف ڪراچيءَ ۾ رهي وزارتي منصوبن سان واسطو نہ پئي رکيائون. هنن عوام ۾ ڪم ڪيو هو ۽ مسلم ليگ جي مقاصد ۽ آواز کي ماڻهن تائين پهچايو هوائون. جنهن صورت ۾ هنن جا عوام سان تعلقات هئا، انڪري عوام جي درد دکن کان بخوبي واقف هئا، ليگ وزارت جي ڏينهن ۾ غريبن جيڪي سٺو هو، ان جي کين سموري خبر هئي. هنن کي عجب لڳو، جڏهن ڏٺائون ٿي، تہ سنڌ جو مستقبل وري ساڳين وزيرن ۽ انهن جي طرفدارن جي هٿن ۾ وڃي رهيو هو ۽ اهو سڀڪجهہ انهي ليگ جي هٿان ٿي ٿيو، جنهن کي طاقت وٺائڻ لاءِ هنن پنهنجو خون ۽ پسينو هڪ ڪري ڇڏيو هو، جنهن لاءِ عوام کي گهڻيون اميدون ڏياريون هئائون. خصوصاً جڏهن هنن کي

معلوم ٿي چڪو هو، تہ هنن وزيرن ۽ ان جي طرفدارن وٽ نہ اصول هو ۽ نہ انصاف، نہ عوام لاءِ درد دل، ۽ نہ ايمانداري هئي. هنن جو سڄو معاملو شخصي اقتدار ۽ طبقاتي مفاد تي ٻڌل هو.

ترقي پسند ڪارڪنن ليگ اندر اڻ ٿڪ محنت ڪئي هئي انهي اميد سان، تہ عوام جي بيداري ليگ کي اڳين ماحول سان ڪڍي نئون رنگ ڏيندي، ۽ ساڳيون پراڻيون حالتون وري دهرايون نہ وينديون، انهن کي يقين هو، تہ جنهن صورت ۾ ليگ جمهوري جماعت هئي، عوام ان ۾ دلچسپي وٺي رهيا هئا، تہ صوبي اندر ترقي‌پسند (ملڪ جي خير خواه طبقي) جو مٿس قبضو ٿيڻ بعد انهي جي ذريعي حڪومت عوام سان جوابدار رهندي ۽ ماڻهن تان مصيبتون جهڪيون ٿينديون، ۽ سنڌ ترقيءَ طرف واڌارو ڪندي.

ان ڪري ڪائونسل جا ميمبر سخت ناراض ٿيا، جڏهن ڏٺائون، تہ رجعت پسند پنهنجن منصوبن ۾ وري ڪامياب ٿي ٿيا. انهي وقت هنن کي سنڌن ماڻهن سان واعدا ياد آيا تہ آئنده بهتر ميمبر اسيمبليءَ ۾ چونڊائيندا خود پاڪستان لاءِ جدوجهد پڻ انهن ميمبرن جي همت ۽ استقلال تي ٻڌل هئي. پر هتي تہ ساڳيا پراڻا پاپي مسلم ليگ، اسلام ۽ پاڪستان جي آڙ ۾ ملڪ مٿان مڙهيا ٿي ويا. اهو ئي انوقت جڏهن صوبائي مسلم ليگ جو قبضو عوام جي عيوضين جي هٿن ۾ هو ۽ رجعت‌پسندن جي عملن کان عوام بخوبي واقف ٿي چڪا هئا. صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل ١٤- آڪٽومبر ١٩٤٥ع تي جوش واري ماحول ۾ گڏ ٿي. پارليامينٽري بورڊ جي ڪن ميمبرن جي روش بنسبت گهڻيون شڪايتون پيش ٿيون ۽ ڪائونسل ليگ هائي ڪمانڊ جي ناقبل عيوضين تي ندامت جو ٺهراءُ پاس ڪرڻ ۽ چونڊ لاءِ نئين سر انتظام ڪرڻ واري هئي. ليڪن گهڻي ست سٽاءَ بعد هيٺيون ٺهراءُ پاس ڪيو ويو:

"اهو تعطل، جو سنڌ پارليامينٽري بورڊ اندر نمودار ٿيو آهي، بورڊ جي جن ميمبرن پنهنجي روش ڪري اعتبار وڃايو آهي، انهي کي نظر ۾ رکندي، هيءَ ڪائونسل مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي استدعا ٿي ڪري، ته سنڌ ۾ ليگ ٽڪيٽ ڏيڻ جو ڪم پنهنجي هٿن ۾ ڪٺي ۽ هيٺيان ميمبر مقرر ٿي ڪري، ته هو مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي اميدوارن جي چونڊڻ ۾ مشورو ڏين ، ۽ انکي موجوده تعطل ۽ سنڌ جي خاص حالتن کان واقف ڪن:-

١- مسٽر جي-ايم-سيد ٢- سيد خير شاه ٣- آغا غلام نبي پٺاڻ ٤- سيد محمد علي شاهه ٥- رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي. وڌيڪ ڪائونسل ڏيراءُ ڪري، ٿي ته اميدوارن جي چونڊڻ بنسبت مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جا ميمبر جيڪڏهن مناسب سمجهن ته ٻي گروهه جي ليڊرن کان صلاح پڇن."

هن ڏيراءُ ذريعي ڪوشش ڪئي ويئي هئي، ته ليگ ۾ اتحاد قائم رهي، ۽ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ ۽ صوبائي مسلم جي وچ ۾ خاطر خواه سمجهوتو ٿئي.

صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل طرفان انهن مقرر ڪيل پنجن عيوضين مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي چيئرمن کي هڪ خط موڪليو، جنهن ۾ سمورو واقعن جو ذڪر ڪندي ڪين عيوضين چونڊڻ بابت مشورو ڏنو ويو هو. ليڪن مرڪزي پارليامينٽري بورڊ وارن نه انهن ميمبرن کي گهرايو نه ساڻن مشورو ڪيو، ۽ پنهنجي مرضيءَ تي ٽڪيٽ ڏيڻ شروع ڪيائون.

هو نه گهڻن ۾ ويا، نه ساڻن کي گهرائي اميدوارن جي لياقت ۽ گذشته رڪارڊ معلوم ڪيائون ۽ نه جدا جدا اميدوارن کي گهرائي انهن سان ملاقات ڪري حقيقتون معلوم ڪيائون. هو. سنڌ کان ٻاهر جا هئڻ ڪري هتي جي حقيقي حالتن کان غير واقف هئا. هنن صرف مختلف وزارت جي اميدوارن کي راضي ڪرڻ جي مقصد سان انهن جي طرفدارن ۾ جايون ورهايون، ۽

ليگ ۽ ڪائونسل ترقي پسند گروهه ۽ عوام جو مفاد سڀ ڀڃي ڀوريان اڇلائي ڇڏيو. جڻ ته انهن ڳالهين جو ڪو وجود ئي ڪونه هو!

اڳي اٽ رڙن، سون ڀيري ماٽ ٿـي،
پلاڻيندي پاڻ ۾ ڪچيو ڪين ڪڻن،
ڪا جا مام مڻن، جو هو پڻ هئا هنن سين!
(شاهه)

—

# فصل پندرهون

## مسلم ليگ کان جدا ٿيڻ

سنجهي مون نہ سنڀاليو، ڪي اوڻي ڪندا ايئن،
ڪهي ڪميڻي ڪيئن، جڏي رات جتن ڪي !
( شاهہ )

جناح صاحب سگهوئي ڪوئٽيا مان آرام ڪري ڪراچي موٽيو، ۽ سر غلام حسين جي بنگلي تي مهمان ٿيو. اتي ڪيس ملڻ ويس، تہ ڪيس صوبہ پارليامينٽري بورڊ جي ميٽنگ مهمل ڪرڻ تي سخت ڪاوڙيل ڏٺم. صوبي مسلم ليگ ڪائونسل جي ميمبرن جي درخواست جي هن وٽ ڪابہ وقعت ڪانہ هئي. دوران گفتگو هن صاف ظاهر ڪيو تہ ڪائونسل جا ميمبر بي جوابدار ماڻهن جو ميڙ هو، ۽ انهن جو هنن ڳالهين ۾ ڪوبہ واسطو نہ هو، جيئن هن پڻ ڳالهايو تہ سندس منهن بہ ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي پئي ويو، ۽ آخر چيائين تہ ”هاڻ جدا ٿيڻ جي حد ڪي اچي پهتا آهيون“.

مون ڏٺو تہ جناح صاحب منهنجي ڪنهن بہ ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو، هن کي اهو بہ خيال نہ آيو تہ، مون جيڪي بہ ڪيو هو سو صرف صوبائي مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ جي حيثيت ۾ ۽ جماعت جي حڪمن جي بجاآوري ڪئي هئي. جماعت مون کي چونڊيو هو ۽ جنهن سان منهنجي ابتدائي جوابداري هئي. ان کان اڳ جو هو وڌيڪ ڪاوڙجي، مون ڳري ۽ دل ۽ غم جي حالت ۾ هن کان موڪل ورتي.

گهڻي وقت کان آءٌ ٻن ڳڙين جي وچ ۾ پئي هليس ۽ دل تي گهڻو سونجهارو ۽ بار هوم. ٻـن ڪششن پئي پنهنجي طـرف ڇڪيو. هڪڙي هئي ان شخص جي وفـاداري، جنهن ڪـسي آءٌ ”قائداعظم“ سڏڻ تي هريل هوس ۽ جنهن سان ملڪ ۽ قوم جو مستقبل وابسته چاڻندو هوس، جنهن جـي هـڪ دفعي شهيد ٿيڻ جي غلط خبر ٻڌڻ تي روئندي غش ٿيڻ جي ويجهو وڃي ٿيو هوس. جنهن جي صحت ۽ عافيت لاءِ صبح ۽ شام دعا گهرندو هوس، ۽ ٻئي طرف پنهنجي سنڌ ديس جي محبت هئي جنهن ۾ جائو نپنو هوس، جتي منهن جي وڏڻن پڙهين جو قبرستان هو. جنهن جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ هزارها درويشن ۽ بزرگن پنهنجون زندگيون صرف ڪيون هيون، جن جـا يادگار قبن ۽ مقبرن جي صورت ۾ اڃا تائين قائم آهن ۽ هزارها ماڻهن جـو مرجع آهن. سندس سچا، سادا، بي زبان، مظلوم ۽ غريب ديسن جي ڀلائي بهتري ساري زندگيءَ جو بنياد ۽ اساس هئي.

سڄو گذريل سال مون محسوس پئي ڪيو، ته سنڌ ۽ جناح صاحب جي محبتن جي وچ ۾ منهنجي دل ٻڏي ۽ تري پئي، ۽ آهستي آهستي مون تي ذهن نشين ٿيندو پئي ويو، ته هڪ شيءِ کي ضرور ڇڏڻو هوم.

ٿورن ماڻهن ليگ جي پريزيڊنٽ کي ڪڏهن ايترو ناراض ڏٺو هوندو. اها منهنجي لاءِ نهايت صدمه رسان ڳالهه هئي، تـه هن کي اهڙيءَ ناراضگيءَ جي حالت ۾ ڏسان. اسان جا سياسي عقيدا ڪٿي ساڳي راءِ جـا نـه هئا، پـر سندس عمر، اخـلاق ۽ ۽ غير معمولي قابليت لاءِ هميشه مون کـي عـزت ئـي رهندي آئي، ۽ ان عزت ۾ نازڪ ۽ پرجوش محبت جا جذبات سمايل هوا. جي هوگهڻن نوجوانن جي دلين ۾ مون وانگر پيدا ڪري سگهيو هو.

ان ڳالهه مون کي ڏک پهچايو، جڏهن ڏٺم تـه هو غير واجبي طرح سان مون سان سختي ڏيکاري رهيو هو. مونکي

منجهانس ايتري قدر اميد تــه هئي ڪانــه جو ڇوندو ته "هاڻ جدا ٿيڻ کي ويجها ٿيا آهيون". ان مان اسان جي ڪشيدگيءَ جي ڪليل بوءِ اچي رهي هئي. هي واقعو هڪ ناگوار حقيقت هئي، جنهن کي منهن ڏيڻو هو ۽ ان لاءِ صبر جميل جي ضرورت هئي.

انهي ٿوري وقــت ۾ منهنجي نظر اڳيان ڪيئي گـذريل واقعات اچي پيش ٿيا. ڇا اهو ساڳيو جناح صاحب نه هو جنهن باوجود منهنجي عذرن ۽ اعتراضن جي مون کي زوريءَ صوبائي ليگ جو پريزيڊنٽ بنايو هو، ڇا هن مون کي ننڍيءَ عمر ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۽ ڪاميٽي آف ائڪشن جهڙي جوابدار جاين تي مقرر نه ڪيو هو؟ ڇا هي اهو صاحب نه هو، جنهن منهنجي ڪليل همت افزائي ڪري منهنجي اخلاق جي عام اڳيان ساراه ڪئي هئي؟ سنڌ جي مسلمانن کي ليگ جي جهنڊي هيٺان متحد ڪرڻ، محنت ۽ سرجوشي سان ڪين بيدار ڪرڻ جون مون ۾ اميدون رکيون هيون. پر ٽن سالن جي قليل عرصي اندر حالتون اهڙيون بدلجي چڪيون هيون، جو اهو ساڳيو ماڻهو مون کي جدا ٿيڻ لاءِ اشارو ڏئي رهيو هو، اها تبديلي جي حد هئي!

انهن ٽن سالن اندر سنڌ ۾ ڇا نــه ٿيو هو. آخريــن تي ڳڻڻ جيترن مختصر ڪارڪنن مـان مسلم ليگــ وڏي سو ين ڪارڪنن، هزارها والنٽيئرن ۽ لکين ميمبرن جي درجي تي وڃي پهتي هئي. سياسي بيداريءَ جي شروعات ٿي ۽ سنڌ ليگ آهستي آهستي صوبي ۾ طاقت شمار ٿيڻ لڳي، جو ڪابه وزارت سندس مدد کان سواءِ رهي نٿي سگهي.

پر انهن ٽن سالن اندر جن ماڻهن ليگـ کي زور وڌايو، تن کي ڪهڙو نفعو پهتو! جنگـ ۽ مارشل لا جون تڪليفون هڪ طرف، ته ملڪ ۾ روزافـزون مسڪيني ۽ بـدامـني، ٻئي طرف هيون. سندن ڇوٽڪيل عيوضين ۽ حاڪمن انهن لاءِ ڪجهه

به نه ڪيو هو. سنڌ مسلم ليگ جماعت به هنن کي نفع خورن، رشوتين، غربت ۽ بدامنيءَ کان بچائي نه سگهي هئي.

غريب مظلوم گهوڙاٺا، جي اڪثر ڪري مسلمان هئا، ايترو سڌو هو، جو اڳي ڪڏهن به نه سڌو هوائون. اهو سڀ ليگ وزارت جي هٿ هيٺ سهٺو پيو هون. جنهن لاءِ هنن کين چيو ويو هو، ته سنڌ حڪومت آهي ۽ انهيءَ جي وسيلي بي انصافي، رشوت، پوليس جو ظلم، آفيسري دٻاءُ، ڪپڙي ۽ ڪاٺي جي شين جي مصنوعي کوٽ، ڪليل بليڪ مارڪيٽ کي سهٺو ٿي پين. سنڌ منهن ڪوساتجي ويا هئا، قانل ڪپڙي سان انگ اگهاڙا ۽ پيٽ بکيا ٿي هليا. کنڊ ۽ ڪپڙي (راشن وارين شين) جي کوٽ هين، نه منجهن سڌي زندگي گذارڻ جو دم نه هو، نه قومي زندگيءَ جي جهلڪ. هنن کي دانهن ڪرڻ ۽ آواز اٿارڻ جي به واهه ڪانه هئي، ڇاڪاڻ ته سنڌ قومي جماعت مسلم ليگ پڻ وزارت جي پيچ سان ٻڌي پيئي هئي!

"اورار نه پرار — ويچاري وهه وچم"

مصيبت زده ماڻهن کي چيو پئي ويو ته تيسين ترسو جيسين پاڪستان قائم ٿئي، پوءِ سنڌ لاءِ کير ۽ ماکيءَ جون نديون وهي هلنديون. ان وچم مسلمانن جي اتحاد ۽ اتفاق جي نالي کين سڀ ڪجهه سهٺو هو. رشوت جون پاڙون پاتارم کپي چڪيون هيون. وزيرن، عملدارن، زميندارن، جاگيردارن ۽ واپارين کي ڇوٽ موڪل هئي، ته پاڪستان جو گيت ڳائيندا، قائداعظم جو نالو اچاريندا، ملڪ کي پيلهيندا رهن. اڄ آءٌ مسلمانان هند جي قائداعظم جي حضور ۾ حاضر هوس، جو غصي ۾ ڳاڙهو ٿيل هو. منهنجو ڏوهه صرف اهو هو، تہ آءٌ پنهنجي سمجهه موجب انهن اصولن ۽ مقصدن لاءِ لڙيس ٿي، جن جي ڪري هڪ وقت مونکي ساراهيو هئائين. سون صوبائي

مسلم ليگ جي عوام ۾ عزت ۽ وقار قائم ڪرڻ ڏي گهريو، ۽ بي زبان سنڌين طرفان سندن ڏک سور ظاهر ڪرڻ جي جرئت ڏي ڪئي. جنهن ۾ ملڪ جي وڏي جماعت ڪانگريس ناڪامياب ٿي چڪي هئي، ڇاڪاڻ، تہ قائداعظم، جنهن کي لکين سنڌي مسلمانن پنهنجو محافظ ۽ مهربان ليڊر سمجهي محبت ڪرڻ لڳا هئا، ۽ اميد هين، تہ اتان کين نجات ملندي. انهي جسي نالي کي بدنامي کان بچائڻ لاءِ مون لڙڻ جي همت ڪئي هئي. پر اڄ اهو ساڳيو قائداعظم مون مان راضي ٿيڻ جسي بجاءِ ناراض ٿيو. مونکي آفرين ڏيڻ جي بجاءِ سخت ڪلاسي ڪرڻ لڳو. اهو سڀ انڪري هو، تہ مون سندس حڪم پڙهيان هلي ها ۽ ها نٿي ملائي ۽ عقل ۽ ضمير موجب جيڪي سچ ٿي سمجهيم، سو ڪيس ڇئي ڏي ڏنم. نتيجو اهو نڪتو، جو هن منهنجي بي عزتي ڪئي ۽ ليگ جي مخلص ڪارڪنن کي بي جوابدار ماڻهن جو گروهم ٺهرايو.

هن صوبي جي حقن، اختيارن ۽ سنڌ جي ماڻهن سان واسطي رکندڙ ڳالهين جي ٻڌڻ کان انڪار ڪيو. اهو سڀ انڪري هو، جو هو ليڊر هو ۽ هن جو حڪم ضرور مڃڻو هو. پوءِ ڪٿي صحيح هجي يا غلط، هن جي حڪم کي آڏو اچڻ يا سوال ڪرڻ گناهم هو.

هي اختلاف ٻن وڏين شخصيتن جي وچ ۾ نہ هو، جن پنهنجي خودسري موجب هلي ڪم ڪرڻ ٿي گهريو، آخر هو ليڊر هو ۽ آءٌ سندس پوئلڳ هوس. پر هي اڻ ٺر مقابلو ٻن سياسي نقطہ نگاهن ۽ نظرين جي وچ ۾ هو ۽ اهو گذريل سالن ۾ آهستي آهستي وڌي وڃي وڻ ٿيو هو.

صدر مسلم ليگ جي ساري نگاهم آسماني بلنديءَ کان هئي، جنهن وٽ ننڍين ڳالهين کي ڪا اهميت ڪانہ هئي، هن کي پنهنجي پلان مطابق صرف حڪم ڪرڻو هو ۽ ٻين کي مڃڻو هو!

خفتم بر سنجاب شاهي، ناز نينے را چه غم؟
گرچه خارو خـــار سازد بستر و بالين غريب!

پر آءٌ سنڌ جي سر زمين جو رهاڪو هوس ۽ انهيءَ ڏي چائو نپنو هوس، تنهن ڪري مصيبتن ۽ مشڪلاتن، دردن ۽ ڏکن جو گهرو احساس هوم، تجربي جي بنا تي ان راءِ تي پهچي چڪو هوس، ته ڪابه شاندار عمارت پڪيءَ پيڙهه کان سواءِ پائيدار نه ٿي سگهندي ۽ وڏن سوالن جي لاءِ ننڍن سوالن کي پوئتي اڇلائڻ سان دائمي حل حاصل ٿي نه سگهندو.

جڏهين جناح صاحب سان هي دردناڪ ملاقات ڪري جاءِ تي موٽيس، ته پنهنجي دوستن ۽ سنگتين کي گهرائي سارو حال پيش ڪيم. جن ڳالهين ۾ صداقت سان اعتبار ٿي ڪيوسون، تن خاطر لڙڻ ڪري گهڻيئي دشمن ڪري وڌا هئاسون. پر سنهنجا ترقي پسند دوست انڪري دلشڪسته نه ٿيا. هنن کي يقين هو ته جنهن صورت ۾ هو حق تي هئا، تنهن ڪري هو ڪنهن وڏيءَ هستيءَ جي مخالفت ڪري يا سخت مشڪلاتن جي باوجود به هٽي نٿي سگهيا. هنن کي صوبي جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ وقت بوقت آواز ڪڍو ڪرڻو هو، پوءِ نتيجو ڪهڙو به نڪري.

”شال ۾ ڇڄي نينهن، گهڙان گهوريو جندڙو“

ٿورن ڏينهن کان پوءِ ۲۴ آڪٽوبر ۱۹۴۵ع تي سسپينڊ ٿيل سنڌ پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن سان گڏ جناح صاحب ۽ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن اڳيان حاضر ٿيڻ لاءِ سر غلام حسين جي بنگلي تي سڏ ٿيو. جتي جناح صاحب ظاهر ڪيو، ته مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جا ميمبر سنڌ اسيمبليءَ لاءِ ليگ جي اميدوارن جي ٽڪيٽن جو فيصلو ڪري چڪا آهن ۽ حڪم ڪيائين ته اسان لکت ۾ انجام ڏيون، ته انهي فيصلي جي مڃڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ لاءِ ٻڌل رهنداسون.

اهو سڀ فيصلو ظاهر ڪرڻ ڪان اڳي ڇيو ويو. مون ان فيصلي ڪي مڃڻ ڪان انڪار ڪيو. اتي جناح صاحب ٿڌي دماغ ۽ حڪمي لهجي ۾ مون کي ڇيو تہ ”انهيءَ انڪار جي نتيجن جو توکي احساس آهي؟ سيدا! توکي صلاح ڏيندس تہ معاملي تي وري بہ خيال ڪري جواب ڏي!“

مون ادب سان ورندي ڏني تہ ”سائين منهنجا! آءٌ انهي معاملي تي گذريل سالن ڪان غور ڪندو رهيو آهيان، ۽ مون کي خبر آهي تہ ڇا ڪري رهيو آهيان. منهنجي پهرين جوابداري صوبي جي جماعت سان آهي ۽ انهي جي اجازت کانسواءِ ٻئي ڪنهن جو فيصلو مڃي نٿو سگهان“.

منهنجي انهي انڪار کي جناح صاحب سندس حڪم جي انحرافي ۽ ليگ ضابطي جي ڀڃڪڙي سمجهي، وري ٻئي دفعي ساري معاملي تي فڪر ڪرڻ، ۽ ان مان نڪرندڙ اگرن نتيجن تي غور ڪرڻ لاءِ ڇيو.

سندن همدردانہ صلاح لاءِ سندس شڪر گذاري ڪندي، مون وري سندس خدمت ۾ عرض گذاريو تہ ”گذريل ملاقات ڪان وٺي جڏهن توهان جدا ٿيڻ کي ويجهو اچڻ جو اشارو ڏنو هو، مون ان مسئلي تي پئي ويچار ڪيو آهي، ۽ آخر ان راءِ تي پهتو آهيان، تہ منهنجي پهرين جوابداري صوبائي ڪائونسل سان آهي ۽ انهيءَ جي منظوريءَ کانسواءِ ڪجهہ ڪري نٿي سگهيس. خصوصاً جڏهن سندن پاس ڪيل ٺهراءَ جي مخالفت ۾ انهن جي مخالفت ۾ انهن جي مقرر ڪيل ڪاميٽي جي مشوري کانسواءِ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ هڪ طرفو فيصلو ڪيو آهي“ منهنجي سياسي زندگيءَ لاءِ اها هڪ نازڪ گهڙي هئي، جنهن جا اگرا نتيجا آءٌ چڱيءَ طرح محسوس ڪري ٿي سگهيس. جنهن وقت آءٌ مسلمانن جي وڏي ليڊر سان هن فيصلي جي گهڙي ۾ منهن مقابل ٿيس. وري منهنجي دل ۾ پهر مختلف وفادارين جي وچ ۾ تصادم پيدا ٿيو.

هڪ طرف جناح صاحب جي شخصيت جي عزت ۽ احترام هو، جنهن سون کي اڳي ڪيترائي دفعا سندس حڪمن اڳيان ڪنڌ نوارائي پنهنجي نوجوان رفيقن طرفان "طبع جي ڪمزور" جو لقب حاصل ڪرايو هوم. ٻي طرف سنڌ جي ماڻهن جي وفاداري ۽ صوبائي مسلم ليگ جي جوابداري هئي، ۽ هينئر انهن جي فيصلن جي انحرافيءَ لاءِ مون کي حڪم ڪيو ٿي ويو. جنهن صورت ۾ اهو سنهنجي خود داريءَ جي برخلاف هو، تنهنڪري ان جي مڃڻ کان انڪار ڪيم.

گذريل ڪائونسل جي موقعي تي ڪائونسل ميمبرن جو هڪاني رجعت پسندن جي برخلاف غم ۽ غصي جو اظهار ۽ سندن حمايتي هائي ڪمانڊ جي بي انصافي تي ناراضپو منهنجي اکين جي اڳيان ڦري رهيا هئا. انوقت مون اگرچه کين حق تي سمجهيو هو، ليڪن منت سماجت ڪري مون کين نرميءَ جو رستو وٺرايو هو. پر ان هوندي به هنن ڏي ڪوبه ڌيان نه ٿي ڏنو ويو، هي ترقي پسند گروهه کي پبلڪ ۾ بدنام ڪرڻ ۽ سندن طاقت کي ختم ڪرڻ لاءِ جڻ هڪ کليل منصوبو رٿيل هو. آءٌ پنهنجي لاءِ جو راهه عمل ڳولي ڪيان، سو ليگ هائي ڪمانڊ سنهن جي لاءِ اڳيئي ڏاهي ڇڏيو هو. انجي ڪري خود دار ۽ ايماندار جي حيثيت ۾ منهنجي لاءِ ٻيو رستوئي ڪونه بچيو هو، سڀڪا ڳالهه اهڙيطرح رٿي ويئي هئي، جو مجبوراً انهي راهه سان رهڻو هو. هاءِ ڪمانڊ کان آخري موڪلاڻي ڪرڻي هئي سا ڪئي ويئي.

وڃان ڪيئن ورو، ڪانڌ جنهن جو ڪاڙهي!

جناح صاحب جي نظر ۾ صوبائي سنڌ مسلم ليگ آل انڊيا ليگ جي شاخ هئڻ ڪري انهي ماتحت هئي، ۽ انکي ڪابه آزادانه هستي ڪانه هئي. آءٌ سنڌ لاءِ اها پوزيشن قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه هوس. جيتوڻيڪ موجوده دستورالعمل موجب قانوناً سندن چوڻ ٺيڪ هو، پر اهڙي حالت ۾ صوبائي ليگ کي مرڪز

کان جدا ڪرڻ بهتر سمجهيم، بنسبت انجي ته مرڪز جي پيچ ۾ انڪي اندروني آزادي ختم ڪري ڇڏجي ۽ انهي طرح سان سنڌ جي مستقبل لاءِ ترقي ۽ بهتري جا سڀ خواب بنا تعبير جي رهجي وڃن. هاڻ ته صاف ظاهر ٿي چڪو، ته جدا ٿيڻ جو وقت سچ پچ نزديڪ اچي پهتو هو.

اڳين سال جڏهن جناح صاحب بمبئي ۾ سنڌ وزارتي معاملي لاءِ مونکي گهرايو هو، تڏهن تجربيڪار ۽ جهوني ليڊر جي حيثيت ۾ مونکي صلاح ڏني هئائين، ته جيڪڏهن دنيا ۾ مونکي ڪاميابي حاصل ڪرڻ جو خيال هو ته مونکي سمجهوتي (Compromies) ۽ صبر کان ڪم وٺي سکڻ گهرجي هن جي صلاح مون جهڙي غير تجربيڪار ۽ انتهاپسند ماڻهو لاءِ دانشمندانه تدبير هئي، پر ان وقت جواب ۾ مون ادب سان عرض ڪيو هو ته "حق ۽ ناحق جي خبر پوڻ بعد صرف عارضي ڪاميابي لاءِ حق کي ڇڏي ناحق سان صلح ڪرڻ مون کان نه ٿي سگهندو، اهڙيءَ بيڪار ۽ ردي شيءِ کي ڇڏي ڏيڻ، ته هلندي رهي ۽ صبر ڪري ويهڻ، بہ منهنجي فطرت جي ئي برخلاف آهي.

بي صبري ۽ ناحق سان لڙڻ جو مادو ئي آهي، جنهن مان هر هڪ جي انقلابي اجتهادي رجحان جو پتو پئجي سگهي ٿو. انهن جي ئي وسيلي ردي شين کي ڪڍي بهترين شين کي آڻي سگهبو.

اگرچه صبر ۽ صلح زماني جي دستور موجب عارضي ڪاميابي کي پهچائين ٿا، پر بهتر اهو آهي ته مشڪلاتن کي منهن ڏجي، بجاءِ انجي ته اصولن تي سودو ڪري وقتي فائدو حاصل ڪجي. انهي ڪري ئي جڏهن ڪانگريس کي غلط پاليسي تي ڏٺم، ته ان کي صبر سان سهڻ جي عيوض ان سان بغاوت ڪيم. ليگ ۾ به انهي ارادي سان آيس، ته انجي ذريعي سنڌ جي غريب ۽ مظلوم طبقي جو ڀلو ڪري سگهندس. پر جڏهن خود ليگ وزارت خرابين جو اڏو بنجي پيئي؛ تڏهن ڪهڙي طرح سان ان تي صبر

ڪري بي انصافين سان صلح ڪريان ها. منهنجي نظر ۾ اهو بهتر هو، ته اصول ۽ ضمير تي هلي اڪيلو رهجي وڃجي، بجاءِ ان جي خودي ۽ خود داري کي ختم ڪري ڪاميابي ۽ طاقت هٿ ڪجي.

اها سياسي ترقي منهنجي لاءِ ڪابه دلچسپي نٿي رکي، جا خلق خدا جي ڀلي ۽ بهتريءَ لاءِ ڪتب نٿي اچي. اهي ويچارا غريب هئا، جن تقريرون ٻڌايون. اسان جي چونڊ تي وڏا سرڪس ڪيا، جيلن ۾ ويا، تڪليفون سٺائون ۽ ووٽ ڏنائون. ليڪن اها ڪهڙي سياست چئبي، جنهن ۾ "ڪم لٿو ڪاغذ ڦاٽو" وانگر عارضي ڪاميابي يا وقتي مصلحتن خاطر انهن جي فائدي کي قربان ڪري ڇڏجي. صحيح سياست ڪو واپار ڪونه آهي، جنهن ۾ هرڪا شي نفعي ۽ نقصان جي نظر سان ڪرڻ گهرجي. سياست کي ڪاميابي يا شڪست جي نقطہ نگاهه سان ڏسڻ جو نتيجو اهو ٿيندو، ته ان جو بنياد اخلاق کان هٽائي خود مطلبي تي رکيو ويندو، سو ان وقت جي سموري واقعات کي انهي نقطي نگاهه کان پئي ڏٺو.

هيءَ ملاقات، جا ليگ پريزيڊنٽ سان منهنجي آخري ملاقات هئي، مون لاءِ آزمائش جو وقت هو. پريزيڊنٽ جو رعب ۽ شان، ۽ سندس زبردست جماعت، لکها پوئلڳ ۽ انهن جي ڪٺي طاقت منهنجي سامهون هئي. جيڪڏهن سندس اڳيان سر نمايان ها ته ڪيترن طرحن شخصي فائدا ۽ عارضي ڪاميابيءَ جي اميد هئي. پر اهو سڀ ضمير خود داريءَ کي وڪڻي پوءِ ڪريان ها، لکن ڳوٺاڻن جون مصيبتون، ترقي پسند گروهه جون گذشته محنتون منهنجي اکين اڳيان پئي ڦريون. اهي ڇا چوندا؟ پويان نسل ڪهڙي راءِ ڏيندا ته سنڌين ۾ ڪوبه اهڙو ڪونه هو، جو سنڌ جي شان برقرار رکڻ لاءِ مشڪلاتن جو مقابلو ڪري ها؟ آخر مون فيصلو ڪيو. مون کي خبر هئي، ته ڪهڙين زبردست طاقتن جو مقابلو ڪري رهيو هوس. نه صرف جماعت جي ليڊر، مسلم ليگ

هائي ڪمانڊ، انهن جي مددگارن ۽ ساري آل انڊيا مسلم ليگ جو غصو پاڻ تي کڻي رهيو هوس، پر لکها مسلم عوام جي ڪاوڙ به وهائيم ڏي. جيڪڏهن هيڪر ليگ مان ٻاهر ڏي ويس ته ممڪن هو ته ڪيترا ترقي پسند نوجوان، جن هن وقت تائين مون سان محبت ۽ پيار پئي ڏيکاريو، سي به ناراض ٿي پون. منهنجي لاءِ اها سڀ کان وڏي ڏک ۽ ارمان جي ڳالهه هئي، آءٌ پنهنجي قوم جي نوجوان طبقي کان به جدا ٿي وڃان، پوءِ کڻي اها جدائي عارضي وقت لاءِ هجي.

ترقي پسند نوجوان طبقي کان جدا ٿيڻ جن جي خوابن ۽ خيالن جي دنيا منهنجي ارادي ۽ عمل جي زندگي هئي، رواجي ڳالهه ڪانه هئي. هو جن ڳالهين جي فڪر ۾ هئا، تن جي حفاظت ڪندي رجعت پسند مونکي صدقي جي ٻڪري بنائي رهيا هئا ۽ هائي ڪمانڊ باغي قرار ڏئي رهيو هو. آءٌ اهو سمجهي سوچي ڪري رهيو هوس، جو هو صرف اڏوڳابرو محسوس ڪري رهيا هئا. مونکي خبر هئي ته انهي واسطي ڪيتري قيمت ادا ڪرڻي هيم. دل جي ابتدائي خلش، ظاهري شڪست، ماڻهن جون گلائون ۽ طعنا دڙڪا دهمان سڀ سهڻا هئا. صرف انهي لاءِ، ته "مرسان مرسان پر ڊپ نه ڇرسان" موجب اصول نه ڇڏبا. مونکي خبر هئي، ته غريبن لاءِ لڙي رهيو هوس، سي به پنهنجي مونکي ڀلائي ڇڏيندا ۽ قومي غدار سمجهڻ لڳندا.

آءٌ اهو سڀ ڪجهه سهڻ لاءِ تيار ٿي ويس، ڇاڪاڻ ته مونکي خبر هئي هئي ته حق جي راهه ۾ لڙندڙ هرهڪ مجتهد ۽ مجاهد کي هميشه کان اهڙين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو آهي. ٻاهه ۾ همٿ وجهڻ وارا سڙڻ پر ڪونه ٻجندا آهن.

جناح صاحب مون لاءِ صرف ٻه رستا ڇڏيا هئا، بنا شرط جي بيعت ڪريان، يا جدا ٿيان. مون جدا ٿيڻ قبوليو. انهي وقت منهنجو همراهه ۽ همدرد، دوست ۽ ترقي پسند مددگار آغا غلام نبي خان پٺاڻ (جو ڏهستائين سهني هيٺ مٿاهين ۽ مشڪلاتن

۾ اسان سان پاڻهن پيلي هو) مصلحت ۽ دانشمنديءَ کي مٿو
ڪري جدا ٿي ويو. هن هائي ڪمانڊ جي حڪم کي مڃي،
سنڌ فيصلي کي قبول ڪرڻ جي ڪاغذ تي صحيح ڪئي.

آئڻ ۾ پريان، هو سڀني جيڏين،
مون سيا ڳي ساڻ، ڪير چلندي ڇپرين!

مون کي سنڌس انهي طرح جدا ٿيڻ جو گهڻو ڏک ٿيو،
پر مون کي رضا تي راضي رهڻو هو، منهنجو ڏکيو ۽ ڪٺن سفر
هو ۽ مون کي ڪو به حق ڪونه هو، ته هر هڪ کي سچ ڏي
ساڻ هلايان.

سکن واري سڌ، متان ڪا مون سان ڪري،
اندر جنهين اڌ، ڏونگر سي ڏوريندي مون!

جيئن آءٌ جناح صاحب جي خدمت مان موڪل وٺي اٿي
رهيو هوس، ته وري به ٻيو دفعو مون کي نتيجن تي نگاهه ڪرڻ
لاءِ توجهه ڏياريو ويو. مون وري به ساڳيو جواب ڏنو، ان ڪانپوءِ
مون کي ليگ هائي ڪمانڊ ڪان سنڌ چونڊيل اميدوارن جي
لسٽ ملي ۽ حڪم مليو ته انهن جي مدد ڪريان، جنهن ڪان
مون انڪار ڪيو. انهيءَ تي هنن هڪ بيان پريس ۾ ڪيو،
جنهن ۾ جيڪي ٿي گذريو هو، ان لاءِ سنڌ نقطہ نگاهه پيش
ڪيائون. جنهن تي مون به مناسب سمجهيو، ته پنهنجو طرف
عام اڳيان رکان. جو هڪ ڏگهي بيان رستي ٢٨- آڪٽوبر
١٩٤٥ع تي ظاهر ڪيم. انهي بيان ۾ مون سر غلام حسين وزارت
سان اختلافن جي بنياد ليگ هائي ڪمانڊ جي ان بنسبت روش،
وزيرن مان ڪيترن جي گذشته روايات ۽ سنڌ اينڊڙ اليڪشن
جي سلسلي ۾ سازشون ۽ منصوبه هائي ڪمانڊ جي رجعت پسند
طبقي لاءِ ڪليل طرفداري ۾ صوبائي مسلم ليگ ۽ عام راءِ جي
خلاف، واضح طور بيان ڪئي هئي.

هي صرف جدا ٿيڻ ڪونه هو پر ان ۾ پوري مقابلي جو
سامان سمايل هو.

اسان کي خبر هئي، ته رجعت‌پسند ويهن ننهن جو زور لڳائي ترقي پسند گروهه کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. اسان کي پنهنجي برخلاف سڀني مشڪلاتن جو علم هو. گورنر، وزير، عملدار، سرمائيدار طبقي (زميندار جاگيردار ۽ واپاري) ۽ انهن جا چاڙتا سڀ مقابلي ۾ اچڻا هئا. پر اسان هاڻ پوئتي هٽي نٿي سگهياسين.

"هرچه بادا باد، ما ڪشتي در آب انداختم"

اهڙيءَ طرح صوبائي مسلم ليگ طرفان اميدوار بيهاري، اسان سڀني اليڪشن جي ڪم ۾ مشغول ٿي وياسون.

ان وچ ۾ گهڻيون ئي ڪوششون ٿيون، ته ليگ هاءِ ڪمانڊ ۽ اسان جي وچ ۾ سمجهوتو ڪرايو وڃي. ان لاءِ پنجاب مسلم ليگي ليڊرن طرفان ڪوششون ٿيون، پر سڀ ناڪامياب ٿيون. مونکي ساري هندستان مان تارون ۽ خط دوستن ۽ ليگي ورڪرن نوجوان ڪارڪنن طرفان پهتا. انهن ۾ ساڳيو اڳيون طرز بيان هو جو فيبروري ۱۹۴۵ع ۾ تجربي هيٺ آيل هو.

سڀني منهنجي اخلاق ۽ صداقت جي ساراهه ٿي ڪئي ۽ قبول ٿي ڪيائون ته حق اسان جي طرف هو. هاءِ ڪمانڊ جي پاليسيءَ جي نقطهء چيني ٿي ڪيائون. پر آخر ۾ وري به عرض ڪيل هو، ته مسلم قوم جي فائدي خاطر آءٌ بيا شرط جي هاءِ ڪمانڊ اڳيان پيش پوان.

هاءِ ڪمانڊ جي سخت ڪلاسي، رجعت پسندن جون بدناميون سڀ ڪجهه سهڻ لاءِ تيار هئس. هتي نوجوانن مردن ۽ عورتن جن جي ايمانداري ۽ صداقت ۾ ڪا به گهٽتائي ڪا نه هئي، پر البته هو سنڌ جي روزمره ڪاروبار کان تجربيڪار ۽ اڻ واقف هئا. هنن جون اپيلون اثر کان سواءِ رهي نه سگهيون. ناميشن پيپر پرڻ کان اڳ ۾ نوابزاده لياقت علي خان ۽ قاضي عيسيٰ سنڌ ۾ آيا. مونکي گهرايو ويو ته ڪن ملاقاتن گهڻي گفتگو بعد سمجهوتو ٿيو، پر جڏهين آءٌ ناميشن پيپر

پڻ لاءِ دادو ويس ته اتي مونکي معلوم ٿيو ته هنن باقي رهيل چئن ترقي پسند گروهه جي ميمبرن جي مرڪزي ليگ طرفان ڏنل ٽڪيٽون رد ڪري ڇڏيون، ۽ ترقي پسند گروهه مان صرف منهنجي ئي هڪ ٽڪيٽ قائم رکيائون، سا به انهيءَ شرط تي؛ ته آءٌ هرهڪ ترقي پسند اميدوار جي مخالفت ڪندس. ليگ هاءِ ڪمانڊ جي هن قدم اسان جي جدائي کي مڪمل ڪري ڇڏيو. اهو اشارو سمجهي مون آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽي ۽ ڪاميٽي آف ائڪشن جي ميمبري تان استعفيٰ ڏني ۽ پنهن جي مليل ٽڪيٽ تان هٿ کڻي هيٺيون بيان ڪڍيو:

” افسوس! نيٺ ائين ٿيو؛ جنهن جو اسانکي انديشو هو. رجعت پسند مسلم ليگي ليڊرن بابت اسان جا خطرا صحيح ثابت ٿيا. سموري ترقي پسند گروهه کي مليل ٽڪيٽون به رد ڪري کين مسلم ليگ مان خارج ڪيو ويو آهي. اسان جي گروهه جي هڪ به ميمبر کي مرڪزي مسلم ليگ طرفان ٽڪيٽ ڪانه ڏني ويئي آهي. پڇاڙيءَ جو نوابزاده لياقت علي خان قاضي عيسيٰ صاف لفظن ۾ انهن چئن اميدوارن جي خلاف ڪوبه قدم نه کڻڻ جو واعدو ڪري ڦري ويا. جيتوڻيڪ انهن چئن کي خود سنڌ جي رجعت‌پسند طبقي طرفان به ٽڪيٽون ڏنيون ويئون هيون.

رد ٿيل ٽڪيٽون. انهن ساٿين کي ڏنيون ويئون آهن جيڪي ڪڏهن مسلم ليگ جا ميمبر به نه رهيا آهن. سندن فيصلن جو اندازو ان مان ڪري سگهجي ٿو ته محمد علي شاهه وزير پبلڪ ورڪس جهڙي اعليٰ انسان کان ليگ ٽڪيٽ کي انهي ساٿيو کي ڏني ويئي آهي جو ١١٠ قلم هيٺ ڪيترا دفعا سزاياب ٿيو آهي ۽ جنهن تي هن وقت به ڪورٽ ۾ ١١٠ قلم هيٺ ڪاروائي هلندڙ آهي.

انڪري آءٌ ضروري ٿو سمجهان ته سنڌي پاڻ اڳيان

رجعت پسند گروهه سان پنهنجي اختلافن جي مختصر تاريخ پيش ڪريان.

عام ماڻهن کي خبر آهي ته آءٌ ليگ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳي ڪانگريس جو ميمبر هوس. آءٌ ڪانگريس کان انڪري جدا ٿيس جو انهن صوبي جي مفاد تي آل انڊيا سياسي مصلحتن کي ترجيح ڏني، جا پوزيشن آءٌ قبول ڪري نٿي سگهيس. آءٌ ۽ منهنجا دوست ليگ ۾ داخل ٿياسين. انهي اميد تي، ته انجي ذريعي عوام کي فائدو پهچندو، جن جي ڪثرت مسلمان آهي، پر افسوس جو اسانجي اميد پوري نه ٿي. هندو شاهوڪار طبقي جي چنبي کان غريبن کي آزاد ڪرائڻ جي عيوض زميندار ۽ جاگيردار طبقي جي چنبي ۾ وجهي ڇاڏا آهيون. ڪانگريس ۾ ته ڪجهه اميد هئي، هتي ته ذرو به نه آهي، آءٌ مختصر طرح اسانجي اختلاف جا ڪارڻ پيش ڪريان ٿو:

۱- صوبي جي سوالن تي فيصلا ڪرڻ لاءِ آل انڊيا مسلم ليگ جي پاليسي مسلم اقليت وارن جا ليڊر مقرر ڪري رهيا آهن، اهي صاحب اسان کي هندوستان جي هندن جي غلاميءَ کان آزاد ڪرڻ جي عيوض پنهنجي غلاميءَ ۾ جڪڙي، سنڌ ۾ ابن الوقت ۽ رجعت پسندن کي مدد ڏئي زور وڌائي عوام کي مسلمان وڏيرن جي هٿن ۾ وڪڻي رهيا آهن. جي عوام جي ڪمائي تي سوجون ماڻيندا ٿا رهن.

۲- جماعت جي خود مطلب، عوام جي دشمن ۽ بداخلاق ليڊرن کان پاڪ صاف ڪرڻ لاءِ ڪابه ڪوشش ڪئي نٿي وڃي، بلڪ رجعت پسند طبقي کي زور وڌائي عوام جي بهتري ۽ ڀلائيءَ جي سڀني تجويزن تي پاڻي ڦيرايو ٿو وڃي. عوام جي حقيقي سوالن کان ڌيان ڦيرڻ لاءِ هندن جي برخلاف نفرت ڦهلائي پئي وڃي. نتيجو اهو نڪتو آهي. ته اسان عوام لاءِ ڪجهه ڪري نه سگهيا آهيون. انگريزي حڪومت سان آزاديءَ سان خاطر اڙڻ

جي همت نٿا ڌاريون. ڪانگريس سان سمجهوتو ڪري گڏيل قدم کڻڻ کان جاني واڻي پري رکيا ٿا وڃن.

٣- شاهوڪار طبقي جي مفاد جي حفاظت لاءِ ليگ هاءِ ڪمانڊ وارا منتظر آهن، ته صوبي جي ڪائونسلن ۾ اهڙا بيڪار ميمبر چونڊيا وڃن، جو سنڌن حڪمن پٽاندڙ ايندڙ ڪانسٽيٽيوئنٽ اسيمبليءَ ۾ صرف اهي ميمبر چونڊي موڪلين، جي ملڪ تي هميشه لاءِ رجعت پسندن جو راڄ قائم ڪرڻ لاءِ مدد ڏين. انطرح سان مذهب جي ناليءَ ۾ هندو شاهوڪار ڪي ڪيڏي مسلم شاهوڪارن کي ان جاءِ تي آڻي رهيا آهن. ملڪ جي آزاديءَ کي پاڪستان جي بهاني سان قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن. ملڪ ترقي پسند طبقي هندو خواه مسلم سان ملي ڪم ڪرڻ کان پري پيا ڀڄن. عوام جي همدردن سان خاص مخالفت اٿن مسلمانن جي فرضي مفاد جي نالي ۽ اتحاد جي آڙ ۾ ڪثرت تعداد مسلم عوام کي مسلم شاهوڪار جي غلام بنائڻ جون سازشون پيئون وڃن.

جڏهن ڪنهن کان سوال پڇيو وڃي ٿو، ته ڇا پاڪستان ۾ موجود وزيرن ۽ ميمبرن جي معرفت حاصل ڪري انهن جي هٿ ۾ ڏنو ويندو؟ ته ڪاوڙجيو وڃن، ڇو جيستائين پاڪستان حاصل نه ٿيو آهي، ان وقت تائين اقتصادي مسئلن جي حل ڪرڻ جو سوال نه ڇيڙيو وڃي اهو وساريو ٿا ڇڏين، ته اهو فيصلو هن وقت ئي ڪرڻ ضروري آهي ته پاڪستان جي حڪومت جون واڳون عوام جي دوستن جي هٿن ۾ وڃن يا دشمنن جي هٿن ۾؟ ليگ جي رجعت پسند طبقي کي صوبائي ليگ جي پريزيڊنٽ کي نظر بند ڪرڻ کان ڪوبه ڊپ نٿو ٿئي، جيڪڏهن هو سنڌن طبقي جي مفاد جي خلاف هارين جي حقن لاءِ لڙڻ گهري ٿو. هو نازي طريقو اختيار ڪري پنهنجي مخالفن کي شڪست پهچائڻ گهرن ٿا. باوجود انجي به اسانکي چيو وڃي ٿو، ته اکيون پوري سنڌن پويان هلون!

حقيقت ۾ ليگ هائي ڪمانڊ ڪان جدا ٿيڻ لاءِ حالتون گهڻي وقت کان موجود هيون، ليڪن اسان حتي الامڪان ٻئي ڪوشش ڪئي، ته جيترو ٿي سگهي انکي ٽارجي، ۽ ڪم از ڪم اليڪشن جي معاملي ۾ ڪو سمجهوتو ڪجي. ليڪن اسانکي تجربي مان ثابت ٿيو آهي، ته ليگ هائي ڪمانڊ جو مسلم اتحاد جي نالي ۾ صرف پنهنجي طبقي جو مفاد مقصود هو. انڪري افسوس سان اڄ هيٺيان قدم کڻڻ لاءِ مجبور ٿيو آهيان:-

(۱) ليگ هاءِ ڪمانڊ طرفان جيڪا مونکي ٽڪيٽ ڏني ويئي هئي، انکي ڦٽو ڪريان، ته هو ان رهيل هڪ ٽڪيٽ کي به پنهنجي مرضي مطابق ورهائين. جو اڳيئي پنهنجي هڪ چڙتي کي اپاري منهنجي سامهون بيهاريو اٿن. ته انڪري اڄ کين موقعو ڏيو ڏيان ته اندروني مخالفت ڪرڻ بدران ظاهري مخالفت ڪري پنهنجي دل ٺارين.

(۲) آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽي ۽ ڪاميٽي آف ائڪشن جي ميمبري تان استعفيٰ ڏيو ڏيان.

(۳) مرڪزي مسلم ليگ جي ضابطي مڃڻ کان انوقت تائين، جيسين موجوده رجعت پسند ليڊرشپ ان تي قابض آهي، انڪار ڪريان.

(۴) صوبائي سنڌ مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽي نئين سر مقرر ڪريان.

(۵) صوبائي ليگ جي مقرر ڪيل ڪاميٽيءَ جي مشوري سان صوبائي ليگ طرفان مرڪزي ليگ جي اميدوارن جي برخلاف اميدوار بيهاريان ٿو.

هن بيان جي نڪرڻ بعد ليگ هائي ڪمانڊ جي طرفان ظاهر ڪيو ويو، ته منهنجي برخلاف انتظامي قدم کڻي مونکي ليگ مان خارج ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ اهي رواجي ڳالهيون هيون، ليڪن هائي ڪمانڊ جي ذهنيت جو ان مان پتو پئجي

سگهي ٿو، ته ڪاميٽي آف ائڪشن ۽ آل انڊيا ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبر کي پڇڻ کانسواءِ چند ميمبر پاڻ ۾ ويهي خارج ڪري ڇڏين. هي جهيڙو هڪ شخص جي برخلاف نه هو ليڪن ساري صوبائي مسلم ليگ جي برخلاف هو. انهن صوبائي مسلم ليگ کي مرڪزي ليگ کان ڪري هڪ "هٽ ٺوڪي" ڪاميٽي مسٽر گذدر جي سهاري هيٺ قائم ڪئي، جنهن لاءِ بقول گذدر سندس مرضيءَ جي برخلاف ڪيس ڏاڍيو ويو هو، ليڪن هائي ڪمانڊ وٽان ٺڪيت ملڻ جي حالت ۾ ماٺ رهيو. انهي موقعي تي ليگ هائي ڪمانڊ جيڪي جابرانه طريقا اختيار ڪيا، تن جو اسانکي شروعاتي تجربو ڏيو.

هڪ والنٽيئرن جو جٿو موڪليو ويو، ته اچي اسان جي صوبائي ليگ آفيس مٿان زوريءَ قبضو ڪري. اسان جيڪڏهن گهرون ها، ته ساڳيا طريقا اختيار ڪري سگهون ها، ليڪن اسان اهڙا ذليل طريقا اختيار ڪري فساد ڪرائڻ لاءِ تيار نه هئاسون. اهڙا طريقا اهي ئي اختيار ڪندا آهن، جن جو طرف سچ تي نه هوندو آهي، سندن انهن طريقن مان پورو پتو پئجي ٿي سگهيو ته، نوابن جاگيردارن لقب بردارن جي ڪشتيءَ کي ترقي پسندن کان ڪافي خطرو محسوس ٿي رهيو هو، ۽ انکري اسان کي شڪست ڏيڻ لاءِ هنن هرڪو ذليل طريقو اختيار ڪرڻ دريغ نٿي ڪيو.

انهن کي معلوم هو ته سندن طاقت صرف زور زبردستي ۽ ۽ فرقيوار اختلاف ڦهلائڻ رستي قائم رهي سگهندي. تنهنڪري انهي هٿيارن کي پوري طرح ڪتب آندائون.

اسان انجي مقابلي ۾ شرافت کي مدنظر رکندي صرف عوام کي بيدار ڪري حق ۽ ناحق سڃاڻڻ جو رستو اختيار ڪيو. اسان جو سنڌي عوام (هاري ۽ مزدورن) جي پنهنجي مفاد لاءِ آخر بيدار ٿي مقابلي ڪرڻ ۾ مڪمل ايمان هو اسانکي يقين

هو ته جيڪڏهن عارضي طرح هو ٿڳجي يا گمراهه ٿي به وڃن، يا هنن کي همسائي ڪم ڪيو وڃي، ته به ڪڏهن نه ڪڏهن "ستل شير" ضرور ننڊ مان جاڳندو.

---

# فصل سورهون

## ڪوئليشن پارٽيءَ جو وجود ۾ اچڻ

مون ڪي مون پرين، ٻڌي وڌو ڪوهه ۾،
ايسا ائين چون، ته متان پاند پسائون!

اسان جملي ١٦ اميدوار چونڊن ۾ ڪڙا ڪيا. چونڊ ٢١ جنوري ١٩٤٦ع تي ٿي. ڪيترن جڳهن تي مرڪزي ليگ جي ڏاڍيل اميدوارن سان سڌو مقابلو هو ۽ ڪٿي ته نيشلسٽ مسلمانن حاجي مولا بخش جي ليڊريءَ هيٺ پنهنجا اميدوار بيهاريا ويا هئا. مرڪزي ليگ جي خلاف اسان ۽ نيشلسٽ گروهه جي وچ ۾ وقت جي ٿوري هئڻ ڪري سمجهوتو نه ٿيڻ ڪري، آفيسرن جي دٻاءَ جي خلاف متحده محاذ پيدا ٿي نه سگهيو.

منهنجي تڪ ۾ ٻه هڪ اميدوار ڪڙو ڪيو ويو هو، پر اهو چونڊن کان هڪ ڏينهن اڳي هٽ ڪٽي ويو. ٻين تڪن ۾ سخت مقابلي ڪي منهن ڏيڻو پيو.

جڏهن نتيجا ظاهر ٿيا، ته اسان جي اميدن جي خلاف اسان جا صرف چار ميمبر اليڪشن ۾ ڪامياب ٿي، اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيا. اسان جي اندازي کان هي نمبر گهڻو گهٽ هو، جو اسان چونڊ ماڻهو بيهاريا هئا. پر گذريل تجربن جي بنا تي اسان کي معلوم هو، ته عملدارن جي دست اندازي ڪري بيقاعدگيون اليڪشن ۾ ڪيئن نه چونڊن کي هڪ ناٽڪ بنايو ڇڏين.

ووٽر اڪثر غريب ۽ اڻ‌ڄاڻ هاري آهن، جن تي زميندارن

جو گهڻو اثر رهي ٿو، جي وري ڪامورن جا غلام آهن. هن دفعي رجعت پسندن ۽ ڪامورن يڪمشتي ڪئي، تنهنڪري اسان جي اميدوارن لاءِ حالتون مشڪل ٿي پيون.

رجعت پسندن هن دفعي مذهب جي نالي کي به گهڻو ڪتب آندو، ۽ ائين ظاهر ڪرڻ لڳا ته جي اسان جا اميدوار چونڊجي ويا ۽ سندن اميدوار جن مان ڪيئي ١١٠ قلم وارا هئا، ڪري پيا، ته اسلام کي شڪست اچي ويندي. ان جو گهڻو اثر شهرن تائين محدود رهيو. ڳوٺاڻا عوام ليگ وزارت جي ڪارنامن کان بخوبي واقف هئا، جن ان ڪري گهڻو ساٿ ڏنو هو. شهرن مان پارٽي تي گهڻا مبلغ ڪاهي پيا ۽ اسان کي اسلام جو دشمن ۽ هندن جو چاڙتو سڏيو ويو. اسان به صوبي جي هر گوشي ۾ سندن ڪارناما پڌرا ڪيا. ليگ وزارت ۽ انهن جي حامين کي، جي اسلام جي نالي ۾ ماڻهن کي گمراه ڪندا هئا، تن جا پول پڌرا ڪرڻ کان نه رهياسون. انهن ماڻهن جن اسلام جي حفاظت ڪرڻ جو ٺيڪو کنيو هو، تن جا افعال ۽ اخلاق ظاهر ڪياسون.

باوجود ان جي، مخالف ڌر وارا سنڌ جي پڙهيل مسلم طبقي کي اخبارن رستي غلط پروپئگنڊا ذريعي اسان جي خلاف ڪري سگهيا. اسان انهن کي پنهنجي طرف ان سبب ڪري نه ڪري سگهياسون، جو سنڌي قوميت جي نالي ۾ ڪين ايندڙ مشڪلاتن ۽ مصيبتن جا احوال پيش ڪرڻ لاءِ پورو وقت ڪونه مليو.

ڄانسواءِ انگريز سرڪار جي وزارتي وفد هندستان ۾ جلد اچڻ جو فائدو وٺي ماڻهن کي ٻڌايو ويو، ته صوبن ۾ مسلم ليگ جي ڪاميابيءَ تي ئي مسلم قوم ۽ پاڪستان جو مدار آهي. ان به ڪين گهڻي مدد ڏني.

انهي ٿوري وقت اندر اسان مسلم ليگ جي گهر پاڪستا ۽ ان ۾ سنڌين جي حيثيت ۽ پاڪستان اندر آزاد ۽ خودمختيا ڪرڻ بابت صفرڻي سان ماڻهن کي سمجهائي ڪين سگهياسون پر اسان به بنا سمجهه جي پاڪستان جو نالو اچاريندا رهياسون.

انهي وقت ڪيترا ترقي پسند سنڌي مسلمان، جن جي اگرچه آسان سان ڪيترين ڳالهين ۾ همدردي هئي، سي به مستقبل جي آئيني سوالن کي نظر ۾ رکي، ترقي پسند ۽ رجعت پسند جي مڪاني مسئلن جو جهڳڙو مهمل ڪرڻ جي فائدي ۾ ٿي ويا. اسان کي پورو وقت ئي ڪونه مليو. ته هن اليڪشن جو حقيقي مفهوم سنڌي نقطه نگاه کان ماڻهن کي ذهن نشين ڪرائي، سندن خدشا ۽ ڊپ دور ڪري سگهون.

آخر وقت تي ڪن مکيه ڪارڪنن (جي هن وقت تائين ترقي پسند گروه ۾ شامل هئا) جي ڇڏي وڃي ٽڪيٽن خاطر ليگ سان شامل ٿيڻ به برو اثر ڪيو.

انساني طبيعت ۾ ڪي ڪمزوريون آهن، جي جيتري قدر سياسي ميدان ۾ نمايان صورت اختيار ٿيون ڪن، اوتري قدر ٻي ڪنهن هنڌ نٿيون وٺن.

جيستائين اسان آخري طرح ليگ هائي ڪمانڊ سان تعلق نه ٽوڙيا هئا، تيستائين اهي دوست اسان وٽ انتها پسند هئا ۽ ليگ هائي ڪمانڊ سان مقابلي ڪرڻ لاءِ ٻي زور رکيائون. نه صرف ايترو، پر هو مون کي ڪمزور ۽ صلحجو پاليسي تي هلندڙ سڏيندا هئا. پر ليگ کان ٽڪيٽ جي لالچ ملڻ بعد هنن اهڙي جلدائي سان رنگ بدلايو، جو عجب ٿي لڳو. اهي ئي ماڻهو هئا، جي هاڻ قائد اعظم جي نالي تان قربان ٿي ويا، ۽ اسلام جي نالي ۾ هرڪا قرباني ڪرڻ جا ڏڪ ٿي پريائون. آءٌ انهي پاڇڙ کان دلشڪسته نه ٿيس. ڇاڪاڻ ته مون کي خبر هئي، ته ههڙي سخت ۽ ڪٺن رستن ۾ جتي عمدار ۽ سڀ رجعت پسند طاقتون گڏجي مقابلي ڪرڻ واريون هيون، اتي ڪيترا سکيو سولو ڪاميابيءَ جو رستو اختيار ڪري، اسان کي ڇڏي وڃن. اهي جيترو جلد وڃن ها، اوترو اسان لاءِ بهتر هو. زور زبردستيءَ جي مائٽي ته ڪانه هئي. اسان سان صرف انهن کي رهڻ جو حق هو جن جي تصور

۾ آزاد ۽ خوشحال سنڌ ھئي ۽ انهي راھ ۾ پاڻ پتوڙي رهيا هئا.
اسان ڪيتريون جايون ٿورن ووٽن تان وڃايون.
چونڊن جو نتيجو هيٺين طرح بيٺو.

| | | | |
|---|---|---|---|
| مسلم ليگ | ٢٧ | ڪانگريس | ٢١ |
| ترقي پسند گروهه | ٤ | قوم پرست مسلمان | ٤ |
| يورپين | ٤ | مزدور | ١ |
| | | ڪل | ٦١ |

نئين اسيمبليءَ جي جوڙجڪ اهڙي هئي، جو ڪابه پارٽي صاف اڪثريت ۾ ڪانه هئي.

جيتوڻيڪ اسان جي گروه جي پوزيشن اهڙي هئي، جو ڪانگريس ۽ قومي مسلمانن سان گڏجي ميجارٽي ٺاهي سگهياسون ٿي، تڏهن به اسان مناسب سمجهيو، ته سنڌ جي ڀلي خاطر ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾ سمجهوتي ٿيڻ ڪري وزارت مضبوط ۽ ڪارائتي ٺهي سگهندي. جيئن ته اسان جو گروه ننڍو هو، انڪري ٻن وڏين پارٽين جي وچ ۾ سمجهوتو ٿيڻ ۾ خوش هئاسون. بلڪ انهيءَ لاءِ هر طرح جي مدد ڏيڻ لاءِ تيار هئاسون ڇاڪاڻ ته اسان جي گروه جي سياسي جدوجهد جو مقصد طاقت هٿ ڪرڻ يا عهدا وٺڻ نه، پر اسان جي سموري ڪوشش صوبي جي سڌاري ۽ ترقي لاءِ حالتن درست ڪرڻ طرف رڌل هئي. اليڪشن جي نتيجن نڪرڻ کان اڳ مسٽر محمد هاشم گذدر ليگ جي نئين ٿاڦيل پريزيڊنٽ اسان جي گروه ۽ ليگ هائي ڪمانڊ جي وچ ۾ سمجهيو ته ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي.

اسان ان شرط تي ٺاهه ڪرڻ لاءِ تيار هئاسون، ته سنڌ وزارت جو چونڊڻ ۽ انهيءَ تي ضابطو سنڌ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي هٿ ۾ هوندو ۽ اسان جي گروه کي ليگ اندر فارورڊ بلاڪ جي صورت ۾ رهڻ ڏنو ويندو. ليڪن هائي ڪمانڊ اڻين ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ اسان جي غيرمشروط

پيش پوڻ تي زور ڏنو، جنهنڪري ڳالهيون ٽٽي پيون.

انهي وقت ڌاري مولانا ابو الڪلام آزاد ۽ سردار پٽيل سنڌ ۾ آيا. مسٽر گزدر مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ سمجهوتو ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. انهي ارادي سان، ته سنڌ اندر فرقيوار مسئلي جو خاطرخواهه حل نڪري اچي، اسان جي گروه سمجهوتي لاءِ جو رويو اختيار ڪيو، اهو مسٽر گزدر جي اسيمبليءَ اندر ڪيل تقرر مان معلوم ٿي سگهندو.

هيٺ مسٽر گزدر جي اسيمبلي اندر ڪيل تقرير مان ڪي ٽڪرا ملاحظ لاءِ پيش ڪجن ٿا.

"منهن جي دهلي کان ڪراچي ايندي مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ مسٽر آصف علي سان دهلي ايئرپورٽ روم تي اتفاقاً ملاقات ٿي ويئي. فطرتاً اسان سنڌ جي متعلق گفتگو ڪئي.

اهو مناسب نه ٿيندو، ته سندن اجازت کان سواءِ گفتگو جو سمورو احوال ظاهر ڪريان. پر انصاف کي مد نظر رکندي هائوس کي ايترو ٻڌائڻ کان رهي نٿو سگهان، ته مولانا ۽ مسٽر آصف علي ٻنهي اسيمبليءَ اندر مسلمانن ۾ اتحاد آڻڻ جي ڪوشش ۾ مون کي مدد ڪرڻ لاءِ انتظار ڏيکاريو، ۽ اهڙي ڪابہ ڳالهہ هو ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا، جنهن مان سنڌ اندر ڪانگريس ۽ ليگ جي سمجهوتي ۾ رخنو پوڻ جو امڪان هجي. مولانا آزاد مون کي چيو ته جيڪڏهن ڪراچيءَ ۾ پنهنجي دوستن سان صلاح ڪري، آءٌ هن کي ملندس، ته هو ڪانگريس، ليگ، ڪوئليشن لاءِ مون کي هرڪا مدد ڏيندو.

اسان ڪراچيءَ هوائي جهازن جي اڏي تي ٢- فيبروري ٻنپهرن جو پهتاسون. شام جو جڏهن آءٌ شهر ۾ ويس ته مون کي معلوم ٿيو ته ڪانگريس پارٽي ۽ ٻن مسلم گروپن مسٽر جي ايم- سيد ۽ حاجي مولا بخش جي وچ ۾ ڪوئليشن ٿي ويئي هئي. منهنجو مولانا سان ٻئي ڏينهن صبح جو ملڻ لاءِ انجام رکيل هو. انهيءَ خبر ملڻ کان پوءِ مولانا سان رات جو ملي،

مون خبر پڇي، مولانا چيو ته جيتوڻيڪ ڪوئليشين هن ڪان اڳي ئي ٽهي ويئي هئي. تڏهن به هو ڪانگريس جي طرفان سڄي سوال تي وري غور ڪرڻ لاءِ تيار هو، بشرطيڪ آءٌ ڪيس ليگ اسيمبلي پارٽي طرفان ڪا تجويز پيش ڪريان. ٻئي ڏينهن آءٌ سر غلام حسين وٽ ويس. جتي خانبهادر کهڙو، مير غلام علي خان، پير الاهي بخش، يوسف هارون ۽ ڪي ٻيا حاضر هئا، جن سان ڳالهه ڪري صلاح مصلحت ڪرڻ بعد آءٌ مولانا صاحب وٽ ڪوئليشن لاءِ تجويز کڻي ويس. ان کان اڳ جو مولانا سان ٽيلي گفتگو پيش ڪريان، هائوس کي هن ڳالهه کان واقف ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان، ته سر غلام حسين ۽ سندن دوستن مون کي جن تجويزن سان مولانا ڏي موڪليو هو، انهن تي هنن جناح صاحب جي منظوري ورتي هئي. اسان اهو انهيءَ ڪري ضروري ڄاتو جو سمجهيوسون ته اهڙي ڳالهه نه ڪرڻ گهرجي، جو متان انهيءَ تي جناح صاحب کي اعتراض ٿي پوي. تنهنڪري اڳ ۾ ئي ٻڌائي منظوري وٺڻ بهتر سمجهيوسون.

مسٽر يوسف هارون کي اهو ڪم سونپيو ويو. جناح صاحب سان ٽيليفون تي ڳالهائڻ بعد هن اسان سان حقيقت ڪئي، ته جناح صاحب صوبي جي پلي جي پروگرام جي بنياد تي مڪاني ليگ اسيمبلي پارٽيءَ کي آزاد ڇڏڻ لاءِ تيار هو، ته آل انڊيا مسلم ليگ جي اصولن ۽ پروگرام کي مدنظر رکي ڪانگريس سان سمجهوتو ڪري سگهن. البت اهڙي ناهه جي اڳواٽ هن کان منظوري وٺڻي هئي.

جناح صاحب هي به صاف ٻڌايو ته ڪوئليشن مان سندس مطلب ليگ طرفان چار مسلمان وزير ۽ ڪانگريس طرفان ٻه هندو وزير هو. ان مان اهو ظاهر هو ته ليگ کان ٻاهر مسلمانن سان ڪوئليشن ڪرڻ جو هن کي خيال ڪونه هو. اها اختياري ساڻ ڪري آءٌ ۶ تاريخ فيبروري سومر ڏينهن مولانا وٽ ويس، ان ظاهر ڪيو ته جيتوڻيڪ ڪوئليشن اڳ ۾ ٽهي ويئي آهي.

پر ان ڪري ليگ ۽ ڪانگريس جي سمجهوتي ۾ ڪا رڪاوٽ نه پوندي.

پر ساڳي وقت هن هي به پڇيو ته ڇا، اهو ممڪن نه ٿي سگهندو، ته سنڌ لاءِ هڪ آل پارٽيز وزارت ناهجي؟ اهو ان ڪري ٿي چيائين، ته مولانا صاحب مسٽر جي-ايم-سيد ۽ حاجي مولابخش کي اڌ ۾ ڇڏڻ لاءِ تيار نه هو.

هن مون کي ٻڌايو ته مسٽر سيد ۽ حاجي مولابخش ڪانگريس ۾ اچڻ لاءِ تيار نه هئا. جيڪڏهن ڪانگريس ۾ اچن ها ته معاملو درست ٿي پوي ها. ان ڪري هن مون کي صلاح ڏني ته نئين سر گفتگو ڪرڻ کان اڳي مون کي مسٽر سيد ۽ حاجي مولابخش سان ملڻ گهرجي. بخت وڏائڻ ڪري مون کي مسٽر سيد ۽ حاجي مولابخش کي ملڻ لاءِ پري نه وڃڻو پيو ۽ مولانا وٽ اچڻ کان اڳي ڪين ملي آيو هوس. انهن صاحبن سان آءٌ گهڻا دفعا ته شامل راءِ نه ٿيو آهيان، ۽ ڪيترا دفعا ته سندن مخالفت به ڪئي اٿم، ليڪن سائن انصاف ڪيو ۽ بنا لڪ ڇپ جي هي ظاهر ڪرڻ کان رهي نه ٿو سگهان، ته هنن صاف ظاهر ڪيو ته ڪانگريس ليگ سمجهوتي ۾ رنڊڪ نه وجهندا ۽ ان ڪري هو وزارت کان ٻاهر رهڻ لاءِ تيار هئا. حاجي مولابخش ليگ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ تيار نه هو، پر هن قبول ڪيو ته ڪانگريس ۽ ليگ جو ٺهڻ سنڌ جي فائدي ۾ هو. جڏهن هي خبر مولانا کي ٻڌايم ته تمام خوش ٿيو. حقيقت ۾ هو يڪدم ڪنهن ٺهراءَ تي اچڻ لاءِ منتظر هو، پر اهو ٺهراءُ مون سان ٿي نه ٿي سگهيو. ڇاڪاڻ ته مون کي ليگ اسيمبلي پارٽيءَ طرفان ڪانگريس سان ٺاهه ڪرڻ جي ڪابه اختياري ڪانه هئي، آءٌ صرف صوبائي مسلم ليگ جو اڊهاڪ ڪميٽي صدر هوس.

مولانا مون کان پڇيو ته اسان جي ليگ پارٽيءَ جو ليڊر ڪير هو؟ جنهن تي مون کيس ٻڌايو، ته اسان جي پارٽيءَ

اڳيا ليڊر ڪونه چونڊبو هو، ليڪن نئين ليڊر چونڊڻ تائين اڳوڻو ليڊر سر غلام حسين ڪم هلائي رهيو آهي. ان تي مولانا صاحب سر غلام حسين ۽ سنڌس وچ ۾ ملاقات ڪرڻ جو خيال ڏيکاريو، جو ان جي معرفت ڏي سمجهوتو ٿي سگهي ها.

ان ڪري آءٌ موٽي سر غلام حسين وٽ آيس. مون کي خبر نه آهي، ته ليگ پارٽيءَ اندر گذريل رات جي ميٽنگ کان پوءِ ڇا وهيو واپريو هو. جڏهن آءٌ سر غلام حسين جي جاءِ تي پهتس، ته مون کيس غير فيصلي ڪن متذبذب ڏٺو. آخر حاضر صاحب ان راءِ تي بيٺا ته سر غلام حسين پنهنجي جاءِ تي مولانا کان پنهنجي جي مانيءَ لاءِ گهرائي، هن سان اتي هن معاملي تي گفتگو ڪري. سنڌس صلاحڪارن مان هڪ ته اٺين به ظاهر ڪيو، ته مولانا صاحب ڪجهه به ڪونه هو ۽ سر غلام حسين کي پنهنجي عزت برقرار رکڻ لاءِ صرف مولانا کي پاڻ وٽ گهرائڻ گهرجي، پر وٽس هرگز نه وڃڻ گهرجي. انهيءَ تي سر غلام حسين به چپ رهيو ۽ مخالفت نه ڪيائين. مون کي ان ڳالهه تي عجب ٿيو، ۽ ٻڌايومان ته جڏهن مهاتما گانڌي جناح صاحب وٽ ڪيترا دفعا ملاقات لاءِ وڃي سگهي ٿو ته سر غلام حسين کي مولانا سان ملڻ ۾ ڪوبه اعتراض نه هئڻ گهرجي، ۽ کين ٻڌايم ته سر غلام حسين اڳي به ڪيترا دفعا مولانا سان ملڻ ويو هو ۽ ساڳي طرح مولانا پڻ کيس ملڻ ويو هو.

ان جي باوجود نين تيل پيچيدگين کي گهٽ ڪرڻ لاءِ مون قبول ڪيو، ته سر غلام حسين جي دوستن مان هلي هڪ مولانا کي پنهنجي جي ماني جي دعوت ڏني. بدقسمتي سان جڏهن اسان مولانا وٽ پهتاسون، ته مولانا ماني کائي رهيو هو. آخر ۾ مون کي وري پيغام سان موڪليو ويو، ته مولانا کي نوابزاده لياقت علي خان جي ڊ تاريخ اچڻ تائين ترسڻ گهرجي.

مولانا جواب ڏنو ته هن کي ترسڻ ۾ اعتراض ڪونه

هو، پر ٻين ضروري ڪمن سبب اڳ ۾ پروگرام مقرر ڪري ويٺو هو، تنهنڪري هو وڏيڪ ترسي نه ٿي سگهيو.

ڪانگريس پريزيڊنٽ وڌيڪ وقت ترسي نه سگهيو، ۽ هو هليو ويو. مون کي ارمان آهي، ته جو ڪم مون ڪنيو هو سو انهن سببن ڪري جن تي مون کي قبضو ڪونه هو، پورو ٿي نه سگهيو. آءٌ هي ظاهر ڪرڻ کان رهي نه ٿو سگهان، ته جناح صاحب جيترو ڪه سمجهيو ٿي ويو، ان جي اڌ جيترو به صلح جي رستي ۾ حائل نه رهيو.

تازو جڏهن صاحب هڪ بيان ۾ چيو ته سنڌ اندر ليگ وزارت ناهڻ ۾ ڪانگريس رنڊڪون وجهي رهي آهي، ته مون کي ڪوبه شڪ نه هو ته هن جيڪي چيو آهي سو ايمانداريءَ سان سچ سمجهيو هجيس، ممڪن آهي ته اهي ماڻهو جن پويان سچي نهيل معاملي کي ختم ڪري ڇڏيو. (جنهن ڪري هندو مسلمانن جو سمجهوتو ٿي پوي ها) تن ڪيس صاف لفظن ۾ اهو ٻڌائڻ جي توفيق نه سمجهي هجي، ته اهي هئا، جن ڪانگريس کي مسلم ليگ سان سمجهوتو ڪرڻ ۾ رنڊڪ وڌي- (مسٽر گذدر جي تقرير ختم)

انهيءَ وچ ۾ ڪي سنڌ کان ٻاهر ۽ گهڻو ڪري پنجاب جا ڪرائيدار مبلغ مقرر ڪيا ويا ته هو رجعت پسند طبقي جا گيت ڳائين ۽ عام ۾ نه صرف اسان جي خلاف نفرت ڦهلائين، جن اڳي ئي ليگ ڇڏي هئي، پر خود انهن وفادار ليگين جي برخلاف به، جن سنڌ جي مفاد جي خاطر ٻنهي جماعتن جي وچ ۾ صلح جي ڪوشش ٿي ڪئي. خود مسٽر گذدر مرڪز طرفان مقرر ڪيل صوبائي ليگ جي پريزيڊنٽ جي برخلاف پڻ نفرت ۽ جوش ڦهلائيو ويو، هتي ان بنسبت مسٽر گذدر جي اسيمبليءَ جي تقرير مان هڪ ٽڪڙو ملاحظه لاءِ پيش ڪجي ٿو-

”انهيءَ صلح جي سلسلي ۾ جي افسوسناڪ حقيقتون

پيش آيون، انهن جي دردناڪ ڪهاڻي ظاهر ڪرڻ جو ڪم اچي مون تي پيو آهي. آءٌ ان ڪري ليگين جي مخالفت جو نشانو بڻجي پيس، جن جو مفاد صوبي ۾ فرقيوار اختلاف کي جاري رکڻ ۾ هو.

ڪجھ ڏينهن ٿيا، ته عيدگاه ميدان تي هنن ذليل ۽ بدنام مقررن منهنجي سياسي مخالفن جي چوڻ تي عام ماڻهن کي پڙڪايو، ته يا مون کي گولي هڻي ماري وجهن يا ڇريءَ سان پيٽ ڦاڙين.

منهنجو ڏوهه ڪهڙو هو؟ ڇاڪاڻ ته ليگ پارٽيءَ مان ڪن دوستن فرقيوار مسئلي حل ڪرائڻ جي خدمت جي اعتراف ڪندي مون کي صلاح ڏني، ته اسپيڪريءَ لاءِ اميدوار بيهان. مون اهو مجبور ٿي قبول ڪيو، پر جڏهن کين معلوم ٿيو ته شايد آءٌ بنا مخالفت جي چونڊجي وڃان، جو ڪوئليشن پارٽي به مون کي ووٽ ڏيئي ها ۽ مخالفن جڏهن محسوس ڪيو، ته رواجي طرح منهنجي چونڊجڻ ۾ رنڊڪ وجهڻ آسان ڪم نه هو، تڏهن هنن عيدگاه ميدان تي ذليل تقريرن ذريعي دپائي مون کي هٽ ڪڻائڻ جي ڪوشش ڪئي."

اهو ان وقت صاف ظاهر ٿي چڪو هو ته هو ڪانگريس ۽ ليگ جي گڏيل وزارت جو امڪان ختم ٿي چڪو هو، جيئن مسٽر گذدر جي بيان مان ظاهر آهي.

اسان جي مسلم گروپ سان مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي رويي ڪري ليگ پارٽيءَ جو سمجهوتو ناممڪن هو. جن اسان کي قومپرست مسلمانن جي قطار ۾ شمار ڪري، سلام ۽ ڪلام کان بائڪاٽ ڪري ڇڏيو هو.

اسان جو ڏوهه صرف ايترو هو، ته اسان ۾ اصولن تي بيهڻ جي جرئت هئي ۽ هنن جي بي واجبي حڪمن اڳيان ڪنڌ نمائڻ کان انڪار ٿي ڪيوسون. اسان هن راءِ تي محڪم هئاسون، ته صوبي جي قسمت جون واڳون ڪنهن به

صورت ۾ خوشيءَ سان بدنام وزيرن جي هٿن ۾ وڃڻ نه ڏيندا سون.
اسان کي اهي مسلمانن جي اتحاد جي نالي ۾ بيوقوف بنائي
نه ٿي سگهيا.

سر غلام حسين جي ليگ وزارت مان ۱۹۴۲ع کان وٺي
اسان کي ذهن نشين ٿي چڪو هو، ته غريبن جي حقن جي
خلاف، سنڌ جي راه ۾ رڪاوٽ، نه رڳو هندو شاهوڪار هئا،
پر خود اسان جي قوم ۾ به غريبن جا دشمن موجود هئا. ظالم
زميندار ۽ رشوتي ڪاموري مسلم ليگ جي جهنڊي هيٺ اچي
پناهه ورتي هئي. هن جمهوريت جي زماني ۾ هنن پنهنجي سياسي
پوزيشن درست ڪرڻ لاءِ مسلم ليگ کي صرف هٿيو بنايو هو.

جيتوڻيڪ هو مسلمان قوم جي اتحاد جي آڙ ۾ ليگ
هاءِ ڪمانڊ جي مدد ۽ همدردي سان هلي رهيا هئا، تڏهن به
سندن افعال ۽ اخلاق خصوصاً عوام جي دشمني، ڪنهن به
انصاف لاءِ لڙندڙن کان ڳجها نه هئا.

اها ڳالهه ضروري هئي، ته عوام اڳيان سندن عيبن جي
اپٽار ڪجي، هندو مسلم اختلاف جي ڍڪ ۾ سندن عام کي
ٻرغلائڻ جي منصوبي کي کولي پڌرو ڪجي. ان قومي ناسور
جي جراحيءَ جو ڪم قدرت اسان جي ذمي ڇڏيو، ۽ اسان
اهو ڪم جرئت سان سرانجام ڏنو.

قرعه فال بنام من ديوان زدند.

سنڌ جي ماڻهن سان اسان جي جوابداريءَ جي تقاضا
اها هئي، ته عوام جي بهتريءَ جي پروگرام کي عمل ۾ آڻڻ
لاءِ سامهون بهتر ۽ ترقي پسند وزارت پيش ڪريون. انهيءَ لاءِ
ڪانگريس ۽ قومي مسلمانن گڏجي اسيمبلي اندر ڪوئليشن
وزارت (پارٽي) ٺاهي.

هن ڪوئليشن ۾ ۲۹ ميمبر سڀني قومن ۽ مفادن جهڙوڪ
هندو، مسلمان، پارسي، مزدور، واپاري ۽ زميندارن جا عيوضي
هئا، ڪوئليشن (سواءِ ٽن يورپين جي)، جي هن وقت تائين

وزارتن ناهڻ ۽ ڊاهڻ ۾ غير جانبدار ٿي رهيا) ميجارٽي ۾ هئي.
اسان ڪانگريس سان ڪوئليشن صرف صوبن جي مفاد جي
نقطہ نگاه تي ناهي هئي. آل انڊيا آئيني مسئلن ۾ هرهڪ گروپ
آزاد هو. اسان سڀني جو متو اهو هو تہ مڪاني مسئلا اول
فيصل ٿيڻ گهرجن.

گذريل ڏهن سالن جي تجربي اسان کي سيکاريو هو،
تہ سڀ کان وڏيڪ جنهن ڳالهہ جي سنڌ کي ضرورت هئي
سا ترقي پسند، ايماندار ۽ بي رشوت وزارت جي هئي، جا عام
سان جوابداري محسوس ڪري ملڪ جي ترقيءَ لاءِ قدم کڻي.
ڪانگريس پارٽي هن وقت تائين سنڌ جي وزارتن ۾ اڳي ڪڏهن
بہ شامل نہ ٿي هئي، تنهن ڪري عملي طرح سندس سياست
نتيجہ خيز ثابت نہ ٿي هئي. هن وقت تائين هن آزاد هندو گروه
جي مقابلي ۾ پنهنجي هندو ووٽرن کي راضي رکڻ لاءِ پئي
ڪوشش ڪئي، تنهن ڪري اهڙو پروگرام جنهن مان سندس
ووٽرن جي مفاد کي نقصان پهچي (جنهن ڪري ووٽرن ۾
بدنام ٿين) کي هٿ ۾ کڻڻ کان پس و پيش ڪئي.

١٩٤٢ع تائين انگريزن جون سختيون سهي جيل کان
ٻاهر نڪرڻ بعد هنن کي ڪافي تجربو ٿيو هو، ۽ آزاد هندو
گروه جو سندن مقابل هو، سو بہ ختم ٿي چڪو هو. اسيمبليءَ
۾ هندن طرفان هي ئي هڪ پارٽي آيل هئي. سندن رقيب
مهاسڀا اليڪشن ۾ ختم ٿي چڪي هئي. گذريل واقعات جي
بنياد تي سنڌ جي عوام ۽ انهن جي مسئلن بابت کين وڌيڪ
واقفيت ٿي هئي. ڪانگريس پارٽي جو اسان جي گروپ سان
ڪوئليشن ڪرڻ، باوجود انهي جي تہ اسين پاڪستان جا
حامي هئاسون. انهي ڳالهہ جو دليل هو، تہ هنن جي ذهنيت
۾ گهڻو ڦيرو آيل هو.

ڪانگريس وارن هاڻ آل انڊيا آئيني اختلافن جو صوبي
جي معاملن ۾ خيال نہ رکيو. هنن سمجهيو تہ وقت جي تقاضا

اها هئي، ته صوبي جي سوالن کي آل انڊيا آئيني مسئلن جي ماتحت نه بنائجي. گذريل سالن ۾ سنڌ آل انڊيا سوالن ڪري گهڻو نقصان سٺو هو.

هن وقت خود سڄي صوبي جو مستقبل خطري ۾ هو، جنهن لاءِ سنڌي هُئڻ جي ڪري سيني کي احساس هو.

ڪوئليشن نهڻ سنڌ جي سياست ۾ هڪ خاص ڦيرو آندو، انهي ۾ هندن ۽ مسلمانن مان بهترين خادم گڏ ٿيا هئا، شيخ عبدالمجيد ۽ ڊاڪٽر چوئٿرام جي قربانين کان ڪير واقف نه هو. اسان جي گروپن جي اڪثر ماڻهن جون حياتيون ڌارين حڪومت جي عملدارن ۽ انهن جي چاڙتن سان وڙهندي گذريون هيون. جيتوڻيڪ ڪجهه سالن کان آل انڊيا آئيني سوالن جي ڪري اسان ۾ اختلاف رهيا هئا، پر هاڻي اسان وري ڪامورن ۽ رجعت پسندن جي مقابلي لاءِ ڪٺا ٿيا هئاسون. مسٽر نهچلداس پڻ ڪانگريس ۾ شامل ٿي چڪو هو ۽ حالتن موافق صوبي جي ڀلائي ۽ بهتري لاءِ ڪوشان ٿي رهيو.

ڪانگريس هاڻ ڳوٺن ۾ اقتصادي پروگرام کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ تيار هئي، ۽ اهو ئي هڪ طريقو هو، جنهن سان ليگ جي زهريلي فرقيوار پروپيگنڊا جو جواب ڏيئي سگهجي ها.

سنڌ جا ماڻهو صلح پسند ۽ غير فرقيوار ذهنيت جا آهن، ڪو به گروه جيڪڏهن سنڌن حقيقي خدمت ڪندو، ته هرويرو مذهب جي نالي ۾ غلط پروپيگنڊا جو متن اثر نه ٿيندو. ڪوئليشن پارٽي جي ڪانفرنس ۳ فيبروري، سن جي ڳوٺ ۾ شيخ عبدالمجيد جي صدارت هيٺ گڏ ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي مختلف طرفن کان هزارها هندو ۽ مسلمان گڏ ٿيا. اتي سنڌ جي عوام جي ڀلي جو پروگرام پارٽيءَ جي رهبريءَ لاءِ ٺاهيو ويو، جنهن پٽاندر اسيمبلي اندر يا ٻاهر اسان کي ڪم ڪرڻو هو.

ڪوئليشن ليبر پارٽيءَ جي ميمبر سميت ۲۹ ميمبرن جي هئي، مسلم ليگ پارٽيءَ جا جملي ميمبر ۲۸ هئا جن مان

هڪ اسپيڪريءَ لاءِ اميدوار هو. اها ڳالهه ظاهر ٿي چڪي هئي، ته ليگ پارٽيءَ مان عهدن خاطر ڪيترا ميمبر پارٽي ڇڏڻ لاءِ تيار هئا، اها ساري پارٽي چون چون جي مربي مان ٺهيل هئي جنهن جا ميمبر پاڪستان جي پوش هيٺ پنهنجي ذاتي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا هئا.

جڏهن سر فرنسز موڊي سنڌ جي نئين گورنر مون کي ملڻ لاءِ گهرايو، مون سنڌس اڳيان سنڌ اسيمبليءَ ۾ پارٽين جي سچي تصوير پيش ڪئي، پر هن سارو وقت مون کي ليگ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ پئي چيو ۽ هن جي راءِ ۾ اسان جي ليگ کان ٻاهر رهڻ، مسلمانن جي اتحاد کي نقصان پهچايو ٿي، هي ٻهريون دفعو هو جو هن گورنر کي مون ڏٺو.

مون کي عجب پي لڳو، ته هن پنهنجي فرض ادائي کي ڇڏي ليگ جو ايجنٽ ٿي پي مون کي ستايو ۽ سمجهايو.

اسان جي عجب جي حد ئي نه رهي، جڏهن گورنر اقليت هئڻ جي باوجود سر غلام حسين کي وزارت ناهڻ لاءِ گهرايو ۽ انهي لاءِ دليل اهو ڏنائين ته سر غلام حسين کي وزارت ناهڻ لاءِ ان ڪري چيو اٿس جو ان جي پارٽي ۾ گهڻا ميمبر چونڊيا آهن.

هي هڪڙو ڪل جهڙو دليل هو. آئين کان هرهڪ واقفڪار کي اهو معلوم آهي، ته وزارت صرف اها پارٽي ناهي سگهي ٿي، جنهن کي سنڌ اسيمبلي اندر ووٽن جي اڪثريت هجي، ۽ ان ڪري جمهوري طريقي تي اها حڪومت هلائي سگهي. هي ته اجا شروعات هئي ليڪن ايندڙ مهينن ۾ اسان کي هن انگريز عملدار جي آئيني تشريحن جا گهڻا تجربا ڏسڻا هئا، ۽ چڻ اسان هن جي بيقاعدگين ۽ سازشن تي هري وياسون.

سنڌ ۾ صوبائي اختيارات ملڻ جي شروعات کان وٺي سر غلام حسين انگريز جي نظر عنايت کان محروم نه رهيو هو، سنڌس گذريل ڏهن سالن جي سياسي طاقت جو مکيه ڪارڻ

اهو ٿي پيو رهيو. انهي ڪري هي جماعتن ڪان ڦري گهري ٻه انهن کي پنهنجي راءِ مطابق هلائي سگهيو ٿي. تنهن ڪري اها ڳالهه سمجهڻ مشڪل نه هئي ته خود جناح صاحب چڙو ترقيءَ پسند گروه تي هن کي ترجيح ٿي ڏني. اسان اسيمبليءَ جي اينڊڙ ڇيشن لاءِ وزارت خلاف بي اعتباريءَ جو نوٽيس ڏنو، ان وچ ۾ اسان جي مسلمانن ميمبرن کي آفيسرن طرفان سر غلام حسين سان ملڻ لاءِ گهٽائي زوربار پيا. پر اهي ڀڃاڙيءَ سوڌو استقلال ۽ همت سان بيٺا رهيا ۽ ذرو به پوئتي نه هٽيا.

هڪ نئون طريقي جو ليگ وارن اختيار ڪيو، سو هو منهنجي در تي بک هڙتال ڪرائڻ جو.

اسان ڳم نام خطن جي ذريعي خون جي دڙڪن جا عادي ٿي ويا هئاسون، پر هي عدم تشدد واري بک هڙتال، نئين ڳالهه هئي. اسان کي خبر هئي ته هي طريقو اسان تي اخلاقي اثر وهارڻ لاءِ اختيار ڪونه ڪيو ويو هو، پر عوام جي جذبات کي ايارڻ جي نيت سان ورتو ويو هو.

اسيمبلي هلندي قاضي مجتبيٰ جيڪو ڪميونسٽ جي نالي سان مشهور هو، پر هن وقت هارون خاندان جي اثر ڪري ليگ جي دامن ۾ اچي لڪو، تنهن کي منهنجي دروازي تي مرڻ تائين بک هڙتال لاءِ مقرر ڪيو ويو.

ان ڪانسواءِ هر رات عيد گاهه ميدان تي تقريرن رستي اشتعال ڏياري، ماڻهن ۾ نفرت ڦهلائي پي وئي، آخرڪار قاضي صاحب کي سمجهه آئي ۽ هن نارنگين جو رس ۽ گلوڪوس پي بک هڙتال ختم ڪري، اسان جي جان آزاد ڪئي. جڏهن اسيمبلي جي سيشن بجيٽ پاس ڪرڻ لاءِ گڏ ٿي، تڏهين اسان جي پارٽيءَ وزارت برخلاف بي اعتباريءَ جي رٿ پيش ڪئي. اسيمبليءَ ۾ بحث هلندي، مون هيٺيون بيان پنهنجي پارٽيءَ جي پوزيشن صاف ڪرڻ لاءِ ڏنو.

”هن ڳالهه کان ڪوبه انڪار ڪري نه سگهندو، ته

مون پاڻ کي مسلم ليگ مان ٻي شمار ڪيو آهي. در حقيقت سنڌ ۾ مسلم ليگ کي زور وٺائڻ ۾ منهنجو گهڻو حصو آهي. جيڪڏهن مون کي مجبور ڪري هن حالت ۾ آندو ويو آهي، ته اها جوابداري انهن جي ڪلهن تي آهي جن گذشته اليڪشن ۾ ترقي پسند گروه کي مسلم ليگ مان خارج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن منهنجي ترقي پسند گروه جي ميمبرن کي هڪ هڪ ڪري خارج ڪيو ويو، تڏهن مون احتجاج طور ليگ ٽڪيٽ ڇڏي ڏني، ۽ اهو منهنجو قدم ناقابل معافي گناه سمجهي مون کي ليگ مان خارج ڪيو ويو.

اليڪشن جي دوران اسان جي خلاف هر طرح جي غليظ پروپئگنڊا ڪئي وئي. اسان کي اسلام ۽ مسلم قوم جو دشمن سڏيو ويو، ۽ ڇيو ويو ته اسان پاڻ کي هندن وٽ وڪڻي ڇڏيو آهي.

پر باوجود انهيءَ جي چوندون پوري ٿيڻ بعد، اسان هر ان شخص، جنهن اسان کي بدنام ڪيو هو، يا نقصان پهچايو هو، معاف ڪرڻ ۽ اڳيون ڳالهيون وسارڻ لاءِ تيار هئاسون، پر اسان کي ڇيو ويو ته بنا شرط شروت جي پيش پئو.

جيڻ ته اسان کان ڪو وڏو گناه سرزد ٿيو هو. ۽ جن اسان کي مجبور ڪري ليگ مان ٻاهر ڪڍيو ۽ اسان جي برخلاف هرڪا مخالفت ڪئي، سي پاڪ ۽ صاف هئا.

تنهن هوندي به اسان جڏهين ڏٺو ته اسان جي گروه ۾ صرف چار ميمبر آهن، تڏهين مون هڪ بيان رستي مکيه پارٽين ڪانگريس ۽ ليگ کي پاڻ ۾ ملي، ايماندار ۽ سنڌ جي ڀلي لاءِ دلچسپي رکندڙ وزارت ناهڻ جي اپيل ڪئي، ۽ ان ڪم ۾ ڪين مدد ڪرڻ جو وعدو ڏنم. پر آفيشنل مسلم ليگ ڪانگريس يا اسان مان ڪنهن سان وزارت ناهڻ واسطي ڪابه ڀچار ڪانه ڪئي.

مسلم ليگ پارٽيءَ جي انهي رويي ڪري، اسان لاءِ ٻيو

ڪوبہ طريقو ڪونہ بچيو، سواءِ هن جي، تہ باقي پارٽيون پاڻ سمجهوتي تي اچي، آئين کي سسپينڊ ٿيڻ کان بچائين. ڪوئليشن پارٽي ٺاهڻ وقت مون بيان ڪري صاف ظاهر ڪيو هو، تہ آءٌ مسلم ليگ جي بنيادي اصولن جو مڃيندڙ آهيان ۽ انهي وقت جيڪي چيو هوم ان تي اڄ بہ قائم آهيان.

آنريبل مسٽر گزدر تڏهن ڪوشش ڪئي، جڏهن ڪوئليشن پارٽي منهنجي ليڊري هيٺ اڳ ۾ ٺهي چڪي هئي، انهي وقت صرف آل پارٽي وزارت ٺهي سگهي ها، جنهن جو ليڊر اتفاق يا ڪثرت راءِ سان چونڊجي ها. پر مسلم ليگ وارن ڪابہ تجويز قبول نہ ڪئي، جنهن جا سبب ڪين معلوم بہ هوندا. ان کان پوءِ موجوده وزارت ٺهي ۽ باوجود ان جي، جو اسيمبلي ميمبرن جي يورپين ميمبرن کان سواءِ ڪثرت مون سان هئي ۽ هن وقت نہ آهي.

اهو صحيح آهي تہ وزير اعظم ٿيڻ کان پوءِ سر غلام حسين رکيو ڪانگريس پارٽيءَ کي دعوت ڏني، تہ ڪيس بہ هندو وزير چونڊي ڏيئي، وزارت ۾ شامل ٿئي. پر هڪ جهونو ۽ تجربيڪار سياستدان ٿي ڪري ڪيس معلوم هئڻ کپندو هو، تہ جڏهين ڪانگريس اسان جي گروپ ۽ قوم پرست مسلم گروپ سان ڪوئليشن ڪري چڪي هئي، ان حالت ۾ ائين ڪري نٿي سگهيا.

اسان يا ڪانگريس پارٽي مسلم ليگ وزارت کي موجوده صورت ۾ مدد ڪري نٿا سگهون. جيستائين ان کي بدلائي سڀني جي رضامندي موجب نہ ٺاهيو ويو آهي. انهي سلسلي ۾ آءٌ ”هائوس“ کي تازي خبر ٻڌائڻ گهران ٿو، جا مون کي دير سان پهتل آهي.

جڏهين بي اعتباريءَ جو ٺهراءُ پهرين ڏينهن پيش ٿيو هو تہ ڪن وزارت ڌر جي ميمبرن ۽ هڪ يورپين ميمبر، اسان جي پارٽيءَ کي اپيل ڪئي هئي، تہ صوبي جي ڀلائي خاطر اسان کي

ڪنهن سمجهوتي تي اچڻ گهرجي.

انهي ڳالهه کي مدنظر رکي پارٽيءَ جي صلاح سان آءٌ سر غلام حسين سان سندس بنگلي تي ملڻ ويس ۽ مون کي معتبر ذريعي خبر پهتي آهي، ته سر غلام حسين ليڊر ۽ خانبهادر کهڙي مسلم ليگ پارٽيءَ جي ڊپٽي ليڊر، مسلم ليگ هائي ڪمانڊ کي هڪ تار ڪئي، ته صوبي ۽ مسلم قوم جي مفاد خاطر مون تان ۽ منهنجي گروپ جي ميمبرن تان ليگ ۾ داخل ٿيڻ جي بندش لاٿي وڃي. مسلم ليگ هائي ڪمانڊ وٽان جيڪا تار هنن کي جواب ۾ پهتي آهي، تنهن مان ليگ هائي ڪمانڊ جي ذليل ذهنيت جو پتو پئجي سگهي ٿو. ڇا انهي ذهنيت سان هو مسلمانن ۾ اتحاد آڻي سگهندا؟

هو ڪانگريس يا مهاسڀا سان (جي پاڪستان جي ڪليو ڪلاڊيو برخلاف آهن) ڪوئليشن ڪرڻ لاءِ تيار آهن، پر اسان جي خيالن ۽ اخلاق وارن ماڻهن سان جي سندن خون جگر آهيون، اتحاد ڪرڻ جي برخلاف آهن. سندن موڪليل تارون هيٺيون آهن جي مون کي مڪاني ليگ وارن کان مليون آهن ــــ.

تار جناح صاحب کان سنڌ پريمئر جي نالي ــ.

”تنهنجي تار پهتي. منهنجي نظر ۾ سيد ۽ ٻين تان بندش لاهي نٿي سگهجي، هنن کي معافي وٺڻ گهرجي ۽ بنا شرط شروط جي پيش پوڻ گهرجي، ڪوبه شرط يا گفتگو سيد سان ڪري نٿي سگهجي، جيستائين هو دشمن جي ڪئمپ ۾ آهي“.

جناح

ــــ تار نوابزاده لياقت علي خان کان سر غلام حسين ڏي.

”تنهنجي ۽ کهڙي جي گڏيل تار پهتي. سيد کي ضرور بنا شرط جي پيش پوڻ گهرجي ۽ هن کي ليگ جي ضابطي ۽ فيصلي جي انحرافي ڪرڻ بابت معافي وٺڻ گهرجي ۽ مستقبل ۾ وفاداريءَ جو انجام ڪرڻ گهرجي. تنهن کان پوءِ

بندش لاهڻ جي سوال تي غور ڪيو ويندو.

لياقت علي

هي آهي رويو جنهن سان ليگ هائي ڪمانڊ وارا مسلمانن ۾ اتحاد آڻڻ جا خواهان آهن ۽ اسان مان اميد رکي ٿي وڃي ته ليگ وزارت کي مدد ڪريون. ليگ پارٽيءَ جون اخبارون مون کي يا منهنجي گروپ کي بدنام ڪرڻ لاءِ جيڪي وٺين سو ڪن، پر عوام کي معلوم هئڻ گهرجي ته مون کي يا منهنجي گروپ مان ڪنهن کي به عهدي حاصل ڪرڻ جي ذرو به خواهش نه آهي.

آءٌ صرف ايترو پڇڻ ٿو گهران، ته سنڌ ۾ ملڪ جي ڀلي لاءِ بهتر وزارت ٺاهڻ لاءِ ڪوشش ڪو ڏوهه آهي ڇا؟

آءٌ طاقت هٿ ڪرڻ جي پٺيان نه آهيان، منهنجو گذريل رڪارڊ ان لاءِ شاهد آهي، پبلڪ کي وڌيڪ تسلي ڏيڻ جي ضرورت نه آهي. اسان مخالفت نه ڪنداسون، جيڪڏهين ليگي پاڻ مان ئي هن وزارت کي بدلائي عوام جي ڀلي لاءِ ڪا سٺي وزارت ٺاهين، ليگ جي اصولن ۾ اعتقاد رکڻ جي معنيٰ اها نه آهي ته ليگ جي نالي ۾ هرڪا ڳالهه قبول ڪجي، پوءِ ڪٿي اها ملڪ لاءِ نقصان واري ئي ڇو نه هجي.

آءٌ سرڪاري عملي مان رشوت، رسائي ڪڍڻ، بدامني دور ڪرڻ، فرقيوار اتحاد پيدا ڪرڻ ۽ عوام جي اقتصادي ۽ تعليمي ترقيءَ جي فائدي ۾ آهيان.

ٿلهي جماعت جي نالي ڪان مون کي اهي ڳالهيون وڌيڪ پياريون آهن، منهنجي ليگ مان ڪيڻ، بدنامي ۽ سختيءَ جي طريقن سان، مون کي منهنجي اختيار ڪيل رستي ڪان هٽائي نٿو سگهجي.

منهنجو ضمير صاف آهي، آءٌ ڪڏهين به سنڌ ۽ ان جي عوام جي خدمت ڪرڻ ڪان نه گسندس. آءٌ ليگ مان خوشيءَ سان ڪونه نڪتو آهيان، مون کي ليگ مان زوريءَ ڪڍيو

ويو آهي.

آءٌ اهو چوڻ کان رهي نٿو سگهان، ته ڪوبہ ايماندار خوددار ۽ بااصول ماڻهو حق جي رستي کان زور زبردستيءَ ۽ دڙڪن سان ڦيرائي نٿو سگهجي.

جيڪڏهين مسلم ليگي جيڪي ڪجهہ چون ٿا، ان ۾ سچا آهن، ۽ اگر ڪين جماعت جي عزت جو احترام آهي، (جنهن لاءِ مون بہ گهڻو پاڻ پتوڙيو آهي ۽ اڃا تائين ان لاءِ پيار اٿم) ته انهن کي يڪدم وزارت ۾ تبديلي آڻي، نالائق ۽ بي ايمان وزير ڪڍي، ايماندار ماڻهن جي وزارت ٺاهڻ گهرجي. پوءِ منهنجو ساڻن جهڳڙو نہ رهندو. پر جيڪڏهين هو عهدن جي لالچ خاطر ليگ ۾ آيا آهن ته پوءِ پڻ ان کي چنبڙيا پيا هجن ۽ جيترو وقت رهي سگهن. اوترو رهن، اهڙي حالت ۾ هو مون کان مدد جي ڪابہ اميد رکي نٿا سگهن. انهن حالتن هيٺ منهنجي لاءِ ڪوبہ آهو رستو ڪونهي، سواءِ انهيءَ جي، ته هن وزارت برخلاف پيش ڪيل بي اعتماديءَ جي ووٽ جي تائيد ڪريان."



# فصل سترهون

## گورنر جي دست اندازي

کر جا کڌ ڪنئي، پوڻ ڪارڻ پرين جي،
تنهن ۾ پاڻ پئي، غيبتي گار ٿيو!

بي اعتماديءَ جو ٺهراءُ ڪامياب نه ٿيو. وزارت جي پاسي يورپي ميمبرن جي ووٽن سميت ۳۰ ووٽ ٿيا ۽ اسان جي پاسي ۲۹ ووٽ ٿيا.

پر اسان انهي نتيجي تي دل نه هاري ۽ اسان جا ميمبر باوجود زورن بارن ۽ اليڪشن پٽيشنن جي، مضبوطيءَ سان سچار ٿيا بيٺا رهيا. وزارت جي طرف وارن ۾ گهڻو رولو هو، ڪيترا ميمبر مخالفت ۾ اچڻ لاءِ منتظر بيٺا هئا، ڪيترن دڙڪو ڏيئي وزيري ورتي. باوجود مخالفت جي سر غلام حسين جي ميمبرن جيڪا گت ورتي هئي، ان کي ڏسي اسان کي رحم پي آيو. سندس پارٽيءَ وارا ڪيس ذري ذري تي تڪليف ڏيئي رهيا هئا، ان مان دنيا ڏسي ورتو، ته ليگ وزارت ڪهڙن ردي بنيادن تي قائم ڪئي ويئي هئي.

سيشن جي پوري ٿيڻ کان ٿورو اڳ ۾ مير بنده علي خان ٽالپر ليگ وزارت جي برخلاف اعلان ڪيو، ٻي ڏينهن وزارت جي برخلاف ڪٽر جي رٽ تي ووٽ ڪيو. هڪ سچو ڏينهن دنيا کي اکين ۾ ڏوڙ وجهي گهٽائي رنگ رچائي شام جو مير صاحب جي بغاوت، وزارت وٽان سان ختم ٿي ويئي. اهڙي طرح وري ليگ وزارت حال في الحال بچي ويئي. پر هن

مثال مان ليگ هائي ڪمانڊ جي اصول پروريءَ جو وڪو پڌرو ٿي پيو، جو هو چوندا هئا، ته ليگ جا حڪم ۽ ضابطو ٽوڙيندڙ کي سزا ڏيڻ يا معافي وٺڻ کانسواءِ نه ڇڏيو ويندو. هتي ته بغاوت ڪندڙن کي وزارت جو انعام مليو. شايد ليگ ليڊرن جي دستور مطابق سزا ۽ ضابطي صرف ترقي پسندن لاءِ مقرر هو، سندن همجنس رجعت پسندن کي هر فعل جي اجازت هئي.

هن ساري ناٽڪ ۾ حقيقي اڪٽر "سر فرنسز موڊي" سنڌ جو گورنر هو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ته سر غلام حسين کي وزارت ناهڻ لاءِ سيني قانونن ۽ دستورن جي خلاف گهرائڻ بعد هو پاڻ کي وزارت جي طرفدارن مان شمار ڪرڻ لڳو ۽ وزارت جي قائم رهڻ يا ڪرڻ ۾ پنهنجي عزت سمجهڻ لڳو. انهي خاطر هو جمهوريت جا سيئي قانون لتاڙڻ لاءِ تيار هو. جڏهن سر غلام حسين جي وزارت کي اسان جي ڪٽر جي رٿ تان شڪست آئي ته هن کي استعفيٰ ڏياري مون کي وزارت ناهڻ لاءِ گهرائڻ جي بدران گورنر وزير اعظم کي وري موقعو ڏنو ته ڪنهن طرح سان وري ڪي ميمبر هٿ ڪري انهن ۲۴ ڪلاڪن جي عرصي اندر، ڪئي غير شريفانه طريقا ليگ ۽ عملدارن طرفان اختيار ڪيا ويا، جن مان اسان کي پتو پئجي سگهيو ته انگريز گورنر ۽ ان جا ايجنٽ مخالفت کي طاقت ۾ اچڻ کان روڪڻ لاءِ ڪيتري قدر نه منتظر هئا. هڪ طرف نئين باغي ميمبر برخلاف مظاهرا ڪيا ويا، ته ٻي طرف گورنر پنهنجو قادياني سيڪريٽري مير صاحب جي گهولا ۾ موڪليو، ته هن کي سمجهائي باز آڻي. آخر مير صاحب کي وزارت ڏئي ٽڪڙ ۾ قسم کڻائي ساه پٽيائون.

هي هڪ غير معمولي قدم هو، صوبائي سڌارن ملڻ کان وٺي هن وقت تائين ڇهن مسلمان وزيرن کان وڌيڪ نه رهيا، ٻهرين ته مور ڳو ئي هئا. ليڪن ۱۹۳۸ع کان چار ڪيا ويا

هئا. هن ڪتاب جي اول ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ ١٩٣٧ع ۾ ڪيئن نہ گورنر جي وزيرن وڏائڻ جي اجازت نہ ڏيڻ ڪري هڪ وزارت ٽٽي پيئي، پر هاڻ تہ ڪريل وزارت ڪي بچائڻ خاطر وزير وڌائي بہ سر غلامحسين جي وزارت کي بچايو ٿي ويو.

هن قدم عمر رسيده وزير اعظم جي مشڪلاتن کي گهٽايو ڪونہ بلڪ وڌايو. ڪيترا ئي وزارت جا اميدوار نڪري نروار ٿي پيا ۽ بغاوت ڪرڻ جا دڙڪا ڏيڻ لڳا. ٻي ڪنهن بغاوت ٿيڻ کان اڳ سر غلامحسين، پيرزادي عبدالستار کي چپ چاپ ۾ ڇهون وزير مقرر ڪري ڇڏيو. ٻين بہ گهٽڻ کي اميد ۾ رکيو ويو. جيڪڏهن سيشن ترت ختم نہ ٿئي ها تہ شايد وزارت کي وڌائي نوَن تائين آڻڻو پوي ها.

انهي وقت ڌاري برٽش وزارت جي مشن هندوستان ۾ آئي. مون کي مخالف ليڊر جي حيثيت ۾، ان سان ملڻ لاءِ دهلي سڏايو ويو. مون اتي وڃي سندن اڳيان پنهنجي گروپ جو آل انڊيا سوالن تي نقطہ نگاہ پيش ڪيو. اسان هرهڪ صوبي لاءِ حق خود ارادي ۽ انهن جي مڪمل خود مختياري جي گهر ڪئي. اسان کي ان تجويز ۾ هندوستان جي سياسي مسئلي جو صحيح حل ۽ وڌندڙ فرقيوار ڇڪتاڻ جي روڪڻ لاءِ اڪيلو علاج ڏسڻ ۾ آيو.

پر وزارتي مشين ١٦- مئي جي بيان ۾ هڪڙو نئون نقشو ليگ ۽ ڪانگريس کي ملڪ طرفان قبولڻ لاءِ پيش ڪيو. اسان جي نظر ۾ زوري گروپنگ جي تجويز بي انصافي تي مبني هئي ان ڪري سنڌ جي آزادي پنجاب جي وڏي صوبي جي ضابطي هيٺان اچڻ ڪري ختم ٿي وڃي ها.

هي ان سرڪاري تجويز جو بي واجبي ٽڪرو هو، جنهن موجب منصوبن جي خود ارادي جي اصول کي ختم ڪيو ٿي ويو. جناح صاحب جڏهن اها زوري گروپنگ جي تجويز قبولي، اصل لاهور واري پاڪستان جي تجويز کي ڇڏي ڏنو، تہ پتو

پنهنجي ويو ته ليگ سياست ڪيڏانهن وڃي رهي آهي. مسلم قوم جي فرضي نالي ۾ سنڌ جا مفاد ڪيئن نه قربان ڪيا ويا. هي گهڻن سنڌين محسوس ڪيو ٿي، پر ڪيترن ۾ دم نه هو، جو ان جي مخالفت ڪري سگهن.

ان ڳالهه کان انڪار ڪري نٿو سگهجي، ته ٿوري وقت کان وٺي، هن صوبي ۾ غير سنڌي گهڻي تعداد ۾ اچي ويا هئا.

زمين، واپار، نوڪرين ۽ ٻين ڳالهين ۾ مڪاني ماڻهن کي نقصان پهچي رهيو هو. فرقيوار ڇڪتاڻ به گهڻي حد تائين انهن جي پيدا ڪيل هئي. ليگ جا فرقيوار ڇڪتاڻ پيدا ڪرڻ لاءِ تقريرون ڪندڙ ۽ مسلمانن ۾ نفاق ڦهلائيندڙ مبلغ به گهڻو ڪري ٻاهران آيل ماڻهن مان هئا.

سنڌ اندر طاقت اهڙن خود مطلب ۽ ردي ليڊرن جي هٿ ۾ هئي، جن کي هن بيروني سازش جي مخالفت ڪرڻ لاءِ نه هئي دل ۽ نه دماغ هو، تنهنڪري سازشين لاءِ رستو صاف هو.

هو عهدن جي لالچ ۽ مذهب جي نالي ۾ غلط پروپئگنڊا ڪري گمراه ٿي ويا ۽ مان ڪري سڀ ڪجهه ويٺي ڏنائون.

سنڌ جا ماڻهو پنهنجي قديمي روايات مطابق ماٺيڙا ۽ صلح پسند پي رهيا آهن. هندوستان جي ڪنهن به ڪنڊ ۾ سنڌ جهڙي رواداري ۽ فرقيوار ڪم تعصبي گهٽ نظر ايندي.

جيڪڏهن اتفاق سان هندو مسلم فساد پي ٿيا آهن ته ان لاءِ ايماندار سنڌين کي شرم پئي ٿيو آهي ۽ انهن جي سببن دور ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي اٿن.

پر هاڻ ليگ، اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ هڪ منظم طريقي سان ٻاهران ايندڙن فرقيوار نفرت ڦهلائي پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ پي گهريو.

اسان جو گروپ انهي تسلط کي روڪڻ ۽ سنڌ جي

قديم روايات کي زنده ڪرڻ لاءِ هر طرح جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

منهنجي دهليءَ رهڻ واري عرصي ۾ پنجاب جي ترقي پسند ليگين جهڙوڪ ميان بشير احمد ۽ ميان افتخارالدين ڪوشش ڪئي، ته اسان ۽ ليگ هاءِ ڪمانڊ جي وچ ۾ ڏاه ٿي وڃي، پر ليگ هاءِ ڪمانڊ پنهنجو پراڻو راڳ غير مشروط طرح پيش پوڻ جو جاري رکي ان رٿ کي ٺڪرائي ڇڏيو.

اسان ۽ ليگ هاءِ ڪمانڊ جي وچ ۾ اختلافن کي خاص تاريخ هئي، تنهنڪري صوبي جي مفاد سان تعلق رکندڙ بنيادي اصولن بابت ناهه ڪرڻ کان سواءِ، اسان ساڻن شامل ٿي نٿي سگهياسون، ان ڪري اسان جي مخلص دوستن جون ڪوششون ڪامياب نه ٿيون.

برٽش وزارتي مشن جي تجويزن ظاهر ٿيڻ کان پوءِ سنڌ اسيمبليءَ جي خاص سيشن ڪانسٽيٽيوٽ اسيمبليءَ جي ميمبرن چونڊڻ لاءِ ١١- جولائي جي سڏائي ويئي.

اسيمبليءَ جي سيشن کان اڳ ليگ اسيمبلي پارٽيءَ مان ٻه ميمبر هرهڪ خانبهادر فضل محمد لغاري ۽ سردار خان کوسو نڪري اسان جي طرف آيا. هاڻ اسان جي طرف صاف ميجارٽي هئي، ٣١ ميمبر اسان جي طرف، ٢٥ ميمبر ليگ جي طرف ۽ جيڪڏهن يورپين سندن طرف ملائجن ته پوءِ ٢٨ ميمبر هئا ان ڪري اسان وزارت ۾ بي اعتباريءَ جي تجويز ان سيشن ۾ پيش ڪرڻ جو نوٽيس ڏنو. وزارت ڊر ۾ اڳي ئي رولو ٿي رهيو هو، سا ڳالهه ڪنهن کان مخفي نه هئي. مسلم ليگ جي ائڪٽنگ پريزيڊنٽ مسٽر گذدر، مسٽر محمد يوسف چانڊيو پارليامينٽري سيڪريٽري ۽ رئيس حاجي علي محمد خان مري گڏيل بيان ڪڍي وزارت کي سخت ننديو هو.

ليگ وزارت جو خاتمو اکين اڳيان هو ۽ ڪيس رکو ڪا اوچتي ڪرامت بچائي سگهي ها ۽ اها ڪرامت انگريز

گورنر ڪري ڏيکاري، جو بي اعتباريءَ جي رٿ ڪچڻ واري ڏينهن خاص آرڊر موڪلي اسيمبلي بند ڪري ڇڏيا.

هڪ ڏينهن اڳي اسيمبليءَ جي اسپيڪر، هائوس ۾ ظاهر ڪيو هو ته "وزارت کي اڪثريت نه آهي ۽ بياعتباريءَ جي رٿ پئي ڏينهن کچندي." پر جڏهن گورنر جو آرڊر پهتو ۽ هي تڪڙ ۾ ٺهراءُ تي هائوس کي بحث ڪرڻ جي موقعي ڏيڻ کان اڳي اسيمبلي مهمل ڪري هليو ويو.

ان ساري ناجائز رَوَش جي بچاءَ ۾ هڪ عجيب دليل ڏنو ويو، ته جنهن صورت ۾ هي اجلاس صرف ڪانسٽيٽيوٽ اسيمبليءَ جي ميمبرن چونڊڻ لاءِ سڏرايل هو، ان ڪري ان ۾ پيو ڪم تي نٿي سگهيو. اهو سڀ غلط ۽ جمهوري اصولن جي کليل مخالفت هئي. انهي چال مان انگريزن جو پنهنجي منظور نظر اقليت واري ليگ وزارت کي قائم رکڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبه سبب ڪونه هو.

هي ڳالهه ياد رکڻ ضروري آهي ته انهيءَ ساڳئي وقت ۾ ساڳئي مقصد لاءِ پنجاب اسيمبلي جو اجلاس گڏ ٿيو هو، اتي ليگ مخالفت ۾ هئي، جنهن سر خضر حيات جي وزارت برخلاف بي اعتباريءَ جو ٺهراءُ پيش ڪيو، جو ٺهراءُ اتي جي انگريز گورنر بحث هيٺ آڻڻ ڏنو. تفاوت فقط هي هو، هتي ليگ وزارت هئي ۽ هتي ليگ مخالفت ۾. انهي مان پتو پئجي سگهندو ته انگريزن ڪيئن نه پنهنجي ليگ ايجنٽن کي پئي ورسايو. اسان گورنر جنرل ۽ سيڪريٽري آف اسٽيٽس کي گورنر جي غير دستوري ۽ بيقاعدي ڳالهين کان وقت بوقت پئي واقف ڪيو ۽ اطلاع پئي ڏنا ته هو اصول لتاڙي کليو کلايو ليگ جو طرفدار ٿي بيٺو آهي.

ڪوبه دانهن فرياد ڪونه ٻڌو ويو. سنڌ اندر عوام کي واقف ڪرڻ لاءِ تحرڪ هلايو ويو ته ڪهڙي نه بي قانوني طرح اقليت واري وزارت کي گورنر رکيو ويٺو آهي.

ڪراچي شهر واسين جي هڪ ميٽنگ خالقڏني هال ۾ شيخ عبدالمجيد جي زير صدارت ٿي. جنهن ڪراچي ڪارپوريشن جي ميئر ۽ ٻين مکيه شهرين تقريرون ڪيون، ان ۾ گورنر جي روش تي ندا جو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو.

ليڪن عام ماڻهو ڇا ٿي ڪري سگهيا، سرمائيدارانه حڪومت اهڙن طريقن کان سواءِ رهي نه ٿي سگهي. غريبن کي اهڙي غاصب حڪومتن کي ڪيڏڻ لاءِ سواءِ ووٽن جي هٿيار جي ٻيو ڪجهه به هٿ ۾ نه هو. انهيءَ هٿيار کي بيڪار بنائڻ لاءِ اسلام جي آڙ، پئسي جي لالچ عملدارن جو خوف ۽ انگريز حڪومت جي همدرديءَ ڪافي ڪم ٿي ڏنو.

اسان گورنر کي ۳۱ صحيحن سان هڪ ليٽر موڪليو ته جلد سيشن سڏائي اسان کي موقعو ڏنو وڃي، ته بي اعتباري جو ٺهراءُ بحث هيٺ آڻي سگهون. پر گورنر اسيمبليءَ جي سيشن رمضان مهيني جي عذر تي سڏائڻ کان انڪار ڪيو. تنهن وچ ۾ آفيسرن کي ڇيڪ ڇڏيو ويو، ته ليگ کان ٻاهر نڪتل ميمبرن کي ڪيئن به ڪري وري واپس آڻي، سر غلام حسين جي حوالي ڪن. آخر هنن هٺي وڃي هنڌ ڪيو ۽ خانبهادر فضل محمد لغاري کي وري زور مس ڪري موٽائي ويا ۽ خانصاحب سردار خان پنهنجي همت تي قائم رهيو.

آخر گورنر ڪجهه وقت کان پوءِ اسيمبلي سيشن سڏائي، جا ۵ سيپٽمبر ۱۹۴۶ع سپليمنٽري گرانٽون پاس ڪرڻ لاءِ گڏ ٿي.

ليگ وارن عوام کي ورغلائڻ لاءِ ڏاڍي غلط پروپيگنڊا هلائي. جيڪو جهڳڙو اصل ۾ ترقي پسند ۽ آزاديءَ جي دلداده گروپ ۽ انگريز سطلنت جي طرفدار ٽوڙي رجعت پسند گروه جي وچ ۾ هئا، ان کي ڪفر ۽ اسلام جو جهڳڙو مشهور ڪرڻ لڳا. ليڪن سنڌ جي هرهڪ باخبر ماڻهو کي حقيقتن کان پوري واقفيت هئي، ۽ هرڪو منتظر هو ته ڪڏهن ٿو موجوده

وزارت جو دور ختم ٿئي. اها پڪ هئي تہ هڪ دفعو ليگ مخالفت ۾ ويئي تہ ان جي ميمبرن جو تعداد گھٽو گھٽجي ويندو.

ليگ وارن جي لاف تہ مسلمان ميمبرن جي اڪثريت سنڌن طرف هاي، تنهنجو پول پڌرو ٿي پوي ها. جيڪڏهن وزارت ڊاهي ٻي ناهيون ها تہ، نہ رڳو مسلمان ميمبرن جي گھٽائي، اسان جي طرف ٿي پوي ها پر ٿوري عرصي اندر ملڪ ۽ قوم جي ترقيءَ جا ڪم ڪري، ماڻهن کي ليگ وزارت ۽ نئين وزارت جو تفاوت معلوم ڪرائي سگهجي ها، ۽ فرقيوار ڇڪتاڻ کي بہ بند ڪرائي سگهجي ها.

جيئن د سيپٽمبر صبح جون حالتون بيٺل هيون. يورپين ميمبرن هوندي بہ ليگ وارن وٽ اسان کان هڪ ووٽ گهٽ هو. اسان جي ميمبرن کي پنهنجي طرف ڪرڻ جا سڀ طريقا خون جي دڙڪن سميت اختيار ڪيا ويا. ليڪن ڪامياب نہ ٿيا. آخر اسيمبلي سيشن جي ڪلهہ جي ڏينهن اسيمبلي اسپيڪر سيد ميران محمد شاه استعفا ڏيئي وزارت کي عارضي طرح ڪرڻ بچايو. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ اسپيڪر سيڪنهن زور بار پوڻ جي باوجود بہ استعفا ڏيڻ کان انڪار ڪيو. ليڪن جڏهن گورنر ڪيس روبرو گهرايو قاعدي ۽ انتظام جي وزارت ڏيڻ جو واعدو ڏنو، تڏهن هن استعفا ڏني. ادي ميران محمد شاهہ کان سندس عهدي جي روايات جي خلاف غير واجبي قدم کڻايو ويو، پر اسان ان لاءِ مٿس ميار نہ ٿا رکون، هن سياسي دهشت واري درياءَ ۾ جتي ڪُنن جا ڪڙڪا ۽ دلين جا دڙڪا هجن ۽ جتي سيڻاها بہ سٽ نہ جهلين، آتي هھڙو پيلو بدن، جيڪڏهن پر سهي نہ سگهيو ۽ پُري پيو تہ وڏي ڳالهہ نہ آهي.

پڪا رچ ڪنيار جا، پڪي نينهائين،
مون کي ڏيائين، پيلوڙــي ياڳي پيو!

لاچار اسان مس جيئي سپاهيملاڻي کان ڊپٽي اسپيڪر جي عهدي تان استعفي ڏياري. جيئن هن جو ووٽ وزارت جي

برخلاف ڪتب اچي سگهي. انهيءَ ڪري اسيمبلي ۾ ٻنهي طرف ۳۰ ميمبر هئڻ ڪري، آئيني تعطل پيدا ٿي پيو ۽ ڪوبه ميمبر اسپيڪر جي ڪرسي ولارڻ لاءِ تيار نه هو. رواجي طرح يورپين ميمبرن مان اهڙن موقعن تي چيئرمين ٿي ڪم هلائيندو هو پر هن دفعي ته هو ڪليو ڪلايو ليگ جا طرفدار ٿي بيٺا، جنهن مان اها ڳالهه صاف ظاهر ٿي پئي ته انگريز ۽ ليگ هڪ شيءِ هئا، جنهن ڪري ئي هو سنڌس مدد ڪري رهيا هئا. انهيءَ ڪري گورنر وري اسيمبلي مهمل ڪئي ته پيدا ٿيل حالتن تي غور ڪري.

گورنر ڏيکڏهن طرفدار نه هجي ها ته فيصلي ڪرڻ ۾ هن کي وقت نه لڳي ها. تجربي ثابت ڪيو هو ته موجوده وزارت باوجود انگريز ميمبرن جي مدد، وقت بوقت وازرتن وڌائڻ، آفيسرن جي معرفت ميمبرن هٿ ڪرڻ، اسيمبلي مهمل ڪري، بي اعتباري جو ووٽ پاس ڪرڻ، ۽ شڪست کائڻ کان بچائڻ لاءِ، اسيمبلي جي ميجارٽي حاصل ڪري نه سگهي هئي. هن دفعي وزارت اسيمبلي کان سپليمينٽري گرانٽ پاس ڪرائي نه سگهي، ۽ نه اسيمبلي لاءِ ڪو اسپيڪر يا چيئرمن ڪم هلائڻ لاءِ پيدا ڪري سگهي. انهيءَ حالت ۾ گورنر لاءِ، آئيني رستو صرف اهو رهيل هو، ته اسان جي پارٽيءَ کي وزارت ناهڻ لاءِ وجهه ڏئي ها. پوءِ جيڪڏهن اسان به حڪومت هلائڻ ۾ ناڪامياب ٿيون ها ته پوءِ جيئن وڻيس ها ائين ڪري ها.

پر اهڙي اميد سرفرانسز موڊي جهڙي طرفدار گورنر کان رکڻ اجائي هئي، جنهن منڍ کان وٺي پئي ليگ جي مدد ڪئي. انهيءَ وچ ۾ ليگ پارٽي اندر وڏو گهوٽالو پيدا ٿي ويو، ۽ ڪيترن ميمبرن اسان جي طرف اچڻ واري ڪئي. ويچاري پرڻي مڙس سر غلام حسين لاءِ اهو ناممڪن ٿي پيو، ته ميمبرن جي لالچن ۽ گهرجن کي پورو ڪري.

ماڻهن کي ليگ جي نسبت کھڙا به سونهري باغ ڏيکاريا ويا هجن، پر هتي عهدن جو حاصل ڪرڻ ۽ شخصي مفاد کي سياسي مفاد تي ترجيح ڏيڻ ئي ليگ ميمبرن جو اصل مقصد هو.

ليگ هاءِ ڪمانڊ جي چونڊيل عيوضين جا سمورا پول پڌرا ٿي ويا. جنهن مان هرهڪ سمجهه وارو ماڻهو سمجهي سگهيو ٿي، ته اهڙن کي هنن ترقي پسندن جي مقابلي ۾ چونڊي پنهنجي عقل جو ڏيوالو ڪڍيو هو. خود وڏيرن ۾ به جهيڙو پيدا ٿي پيو، ته اسپيڪر لاءِ منجهانئن ڪير جاءِ خالي ڪري.

ميران محمد شاه وقت بوقت تقاضا ڪرڻ لڳو ته واعدو پورو ڪري کيس وزارت ڏني وڃي، سر غلام حسين ۽ خانبهادر کھڙو ليگ اندر جدا جدا گروهن جا ليڊر هئا، منجهانئن ڪنهن به ائين نه ٿي چاهيو، ته قرباني صرف ان جو گروه ڪري ۽ ٻيو بچي وڃي.

انهيءَ مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ وزيراعظم چئن وزيرن کان استعفيٰ ڏياري، پر هن مان پاڻ حالتون وڌيڪ مونجهاري وارين پيدا ٿيون، ڇاڪاڻ ته اميدوار وزارتن کان گهڻا هئا. ان وقت سڄي ملڪ ۾ هنن اسلام جي شيدائين ۽ پاڪستان لاءِ جان فدا ڪندڙ ليگي ميمبرن جي افعالن جو مظاهرو ٿي رهيو هو، جي عهدن لاءِ پاڻ ۾ وڙهي رهيا هئا. اهي صرف ان وقت لاءِ ترسيل هئا، ته ڪڏهن ته ليگ وزارت جو غوراب غرق ٿئي ته هو پنهنجا بسترا گول ڪن.

سندن ساري سياست جو محور طاقت هٿ ڪرڻ هو، انهن جوڏن جي آڌار تي پاڪستان ۾ حڪومت الاهي قائم ڪرڻ جا عوام کي دلاسا ڏنا ٿي ويا. عام ماڻهو هميشه لاءِ بيوقوف بنائي ڪين سگهيا، ڪنهن نه ڪنهن وقت ضرور هنن کي حق ۽ ناحق جو پتو پئجي ويندو. انهيءَ موقعي بن وڌيڪ ميمبرن ليگ ارڏي مان نڪرڻ جو اعلان ڪيو، مسٽر محمد يوسف

چانديو ۽ سيد نور محمد شاه پارليامينٽري سيڪريٽرين پنهنجي استعفا جو پريس ۾ اعلان ڪندي، موجوده وزارت جي بداعمالن کي نِنديو. ان ڪري وزارت جي پارٽي سخت ٽي ويئي. سر غلام حسين جي وزارت جي جهاز جو ٻُڙهو نڪري پيو ۽ سندس ٻڏڻ ۾ ڪا دير ٿي ڪانه لڳي ها، پر انگريز گورنر وري به ناڪئو ٿي، ان ٻڏل ٻيڙيءَ کي لهرن مان ٻاهر ڪيڻ لاءِ اسيمبلي ختم ڪري نين چونڊن جو اعلان ڪيو.

هن ساري معاملي ۾ هن اول کان آخر تائين ليگ جي پاسخاطريءَ جي روش قائم رکي. هن جڏهن ڏٺو ته وڏيڪ بچائڻ سندس طاقت کان ٻاهر ٿي ويو هو، ته هڪ ڏڪ سان اسيمبليءَ کي ختم ڪري ڪوئليشن کي پڇاڙيءَ سوڌو آفيس ۾ اچڻ نه ڏنائين.

اسيمبلي جي ختم ٿيڻ بعد اميد هئي، ته گورنر سنڀال لاءِ جيڪا وزارت مقرر ڪندو، ان ۾ پارٽي جي تعداد مطابق هڪجيترا ميمبر مقرر ڪندو، پر ان گورنر ائين نه ڪيو. مورکو ليگ جا چار استعفا ڏنل وزير به وري وزارت ۾ موٽائي رکيائين. اسان ڏٺو ته هڪ وڏي منصوبي ۾ اچي ڦاٿا هئاسين، انگريزن پنهنجي پاليسي مطابق ليگ کي ڪنهن به طرح طاقت ۾ آڻڻ ٿي گهريو. ڇاڪاڻ ته اڳتي هلي عوام جي عيوضين (ترقي پسندن) ۽ سرمائيدارن جي طرفدارن (رجعت پسند) ليگين جي وچ ۾ ٿيڻ واري تصادم تي نظر رکندي، هنن پنهنجي وفادار طبقي کي زور وٺائڻ زياده موزون ٿي سمجهيو. ان حالت ۾ اسان ڇا ٿي ڪري سگهياسون، هرهڪ کي معلوم آهي ته ڪامورن جو سنڌ ۾ ڪيڏو نه وڏو اثر آهي. پر لاچار اسان کي مقابلو ڪرڻو پيو.

ليگ وري پراڻو ناٽڪ ڏکيئن ڏيڻ جو شروع ڪيو، ڪانگريس پارٽيءَ اڳين ساڳين ميمبرن کي اليڪشن ۾ بيهارڻ جو فيصلو ڪيو. ليگ وارن نيون درخواستون اميدوارن کان

گهرايون، عجيب واقعات رونما ٿيا. مير بنده علي خان ۽ نور محمد شاه جن ليگ جي ضابطي کي ٽوڙي، ان سان بغاوت ڪئي هئي، انهن کي وري به ٽڪيٽون ڏنيون ويون. پر محمد يوسف چانڊيو کي ٽڪيٽ ڪانه ڏني ويئي، جو مير غلام علي خان جي مخالف پير عالي شاه کي اها جاءِ ڏيئي مير صاحب کي سهولت مهيا ڪري ڏيئي هئي. ٻئي طرف مير مقبول خان جو سمورو وقت اخلاق ۽ عزت سان ليگ پارٽيءَ سان وفادار رهيو هو، ان جي عيوض سر غلام حسين جي فرزند انور حسين هدايت الله کي ٽڪيٽ ڏني ويئي. اهي ٻئي ڪم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي هٿان مير غلام علي خان ۽ سر غلام حسين کي راضي ڪرڻ خاطر ڪيا ويا. ٻئي طرف ١١٠ قلم وارا ۽ جاهل ميمبر ساڳيا قائم رکيا ويا. ان مان ڏسي سگهبو ته اصول ۽ انصاف تي هلڻ جو ليگ هاءِ ڪمانڊ وارن سبق ڪي ڪونه سکيو هو. اسان حاجي مولابخش سميت (٦١) اميدوار بيهاريا. نئين اليڪشن کي مدنظر رکندي اسان ونسراءِ، سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي درخواستون موڪليون، ته جنهن صورت ۾ موجوده گورنر هن ساري معاملي ۾ هڪ ڌر ٿي ٻئي ڪم ڪيو آهي، تنهنڪري فطرتاً اسان جي ڪامياب ٿيڻ کي هو پنهنجي لاءِ ملامت جو ڪارڻ سمجهندو. اليڪشن ۾ بي‌قاعدگيون ۽ زور زبردستي ۽ ڪوڙن ووٽن ٿيڻ جو امڪان هو. تنهنڪري مرڪزي حڪومت طرفان اليڪشن جي جاچ لاءِ ڪو انتظام ڪرايو وڃي يا گهٽ ۾ گهٽ ليگ وزيرن کي طاقت ۾ نه رکيو وڃي، پر هنن جي طرفان ڪابه ٻڌڻواري ڪانه ٿي.

ڪا جا مام ملن، هن پڻ هئي هن سان.

انهن درخواستن جي داد نه ٿيڻ ڪري، وبتر مڪاني عملدارن جو من وڌي ويو، ۽ هو قانون هٽ ۾ ڪٿي پنهنجون من مانيون ۽ بازيون کيڏڻ لڳا. اسان لاءِ ان حالت ۾ ٻه رستا کليل هئا، يا ته احتجاج طور اليڪشن ۾ نه بيهي ليگ وارن

لاءِ ميدان خالي ڇڏي وڃون، يا ميدان تي قائم رهي غير معمولي مشڪلاتن جي سامهون مقابلو ڪري شڪست کائون. اسان پوئين رستو عزت وارو سمجهيو. اگرچ ڪن اسان جن دوستن، عقل کان ڪم وٺي ميدان ۾ اچڻ کان پاسو ڪيو.

پکو آئون نہ چوان، ماريو تہ و ڻهان،
ڪانڌ منهن ۾ ڏڪڙا، سيڪيندي سونهان،
تہ پڻ لڄ مران، جي هوس پسٺ ۾!

اهڙين حالتن هيٺ اليڪشنون ٿيون ۽ انهن ۾ جيڪي وهيو واپريو، تنهن جو اختصار ڏجي ٿو:

(۱) مکيہ جاين تي ليگ جا طرفدار آفيسر بدليون ڪري رکيا ويا. جن مان ڪي تہ کليو کلايو ليگ لارين ۾ چڙهيو، ليگ اميدوارن لاءِ ورڪ ڪندا مخالفن کي دٻائيندا وتيا.

(۲) فرنٽيئر ريگيوليشن قلم ۱۰۷ ۽ قلم ۱۱۰ هيٺ اسان جي مکيہ ماڻهن کي ڪيسن ۾ اٽڪائي، عام ماڻهن ۾ هراس پيدا ڪيو ويو ۽ ڪيترا اسان جا مکيہ ڪارڪن بي واجبي طرح سان جيل ۾ رکيا ويا.

(۳) گذريل اليڪشن، جيڪا ڏهہ مهينا اڳ ٿي هئي، ان ۾ يا آن کان اڳي مقرر ٿيل پولنگ اسٽيشن کي، هن وقت بدلائي، ليگ اميدوارن جي سهوليت وارين جاين تي مقرر ڪيو ويو ۽ ڪيترن جاين تي تہ پولنگ اسٽيشنون ليگي اميدوارن جي ايجنٽن جي بنگلن ۽ جاين ۾ مقرر ڪيون ويون هيون، جتي ووٽن ڏيڻ مهل اسان جي طرفدار ووٽرن کي اندر اچڻ بہ نٿي ڏناڻون. انهيءَ لاءِ پوليس کان گهڻو ڪم ورتو ويو.

(۴) پولنگ ۽ پرزائيڊنگ آفيسرن ووٽن جون پيتيون ۽ ڪتاب ووٽن شروع ٿيڻ کان اڳي ۽ پوءِ، ليگي اميدوارن جي حوالي ڇڏيا، تہ هو پنهنجي مرضي مطابق انهن کي ڪتب آڻين.

(۵) بئلٽ پيپر رات جو آڱوٺا هڻي ڪتابن مان ڦاڙي گهڻي تعداد ۾ ليگ- اميدوارن جي حوالي ڪيا ويا، جن صبوح جو پنهنجي ڪنهن ووٽرن هٿان ووٽ ڏيڻ جي بهاني سان پيتي ۾ وجهارايا ٿي. جڏهن انهن ووٽن وارا سچا ماڻهو ووٽ ڏيڻ ٿي آيا، ته ڪين چيو ٿي ويو ته اوهان جا ووٽ اڳي ٿي ويا آهن. ڪٿي ته رات جو پيتيون پري صبوح جو مخالف ڌر جي ووٽرن کي چيو ته اوهان جا ووٽ اڳيئي ٿي ويا آهن. ڪٿي اميدوارن جي ماڻهن هٿان وزيرن روبرو ويهي هٿرادو ووٽ ڏياريا ۽ اهڙيءَ طرح ڪٿي ته هرهڪ اهڙي جعلي ماڻهوءَ ٦٠ يا ٧٠ ووٽن کان به مٿي ووٽ ڏنا. ڪٿي ووٽن جي گذرڻ بعد رات جو ووٽ پيتين ۾ وڌا ويا، ٽينڊر ووٽن وٺڻ جون درخواستون اڇلائي يا ڦاڙي ڇڏيون ويون. اسان جي ايجنٽن جا اعتراض نه ٻڌا ويا.

(٦) ١٤٤ قلم- سنڌ جي گهڻي ڀاڱي سان لاڳو ڪري ليگ جي مخالفن تي تقريرن يا ميٽنگ ڪرڻ کان روڪ وڌي ويئي، پر ليگ وارن کي هرڪا اجازت هئي. خود عملدار سندن ورڪ ڪري رهيا هئا. اسان جي طرف وارن کي پاڻ بچاءَ لاءِ جهنگلن ۾ به هٿيار کڻڻ جي اجازت نه هئي. ليگ وارن کان ڪو پڇا ڪرڻ وارو ئي ڪونه هو.

(٧) اليڪشن مخفي رکڻ جو اصول ٽوڙي وزير عملدار ۽ ليگ جي مکيه ڪارڪنن کي پولنگ بوٿ (ووٽ جي جاءِ) ۾ ويهڻ ڏنو ويو، جي يا ته ووٽرن کان بئلٽ ڪسي پاڻ منديٽڙا ڏيئي پيتين ۾ وجهي رهيا هئا، يا زوري هنن کان ليگ اميدوارن لاءِ ووٽ ڏياري رهيا هئا.

(٨) پولنگ ۾ پرزائيڊنگ آفيسر، انهن ماڻهن کي ڪر رکيو ويو، جي يا ته ڪليو ڪلايو ليگ جا طرفدار هئا، يا ته انهن ماڻهن يا عملدارن جا زيردست هئا، جي اميدوارن جا عزيز يا چيف ورڪر هئا. ڪن حالتن ۾ ته ٻين ضلعن مان ته ا_

جي اميدوارن جي عزيزن کي آڻي، سندن تڪن ۾ پولنگ يا پرزائيڊنگ آفيسر مقرر ڪري رکيو ويو هو، ته هنن کي مدد ڪن. جڏهن اهڙين ڳالهين بابت اختياري وارن کي پڪاريو ٿي ويو ته ان لاءِ ڪجهه نه ڪيو ويو. ڪن غريب عملدارن آهستي سان چيو ٿي ڏنو ته ڇا ڪريون، هي حڪم مٿان نازل ٿيل آهن.

(٩) ليگ اميدوارن کي جڏهن اهو ڊپ ٿي ٿيو، ته ڪن جاين تي عام رايو سندن سخت برخلاف هئڻ ڪري ڪين اهڙيون بي قاعدگيون ڪرڻ نه ڏيندو، ته سنڌ پوليس رينجرس يا ملٽري کي انهن جاين تي موڪلي پرزائيڊنگ ۽ پولنگ آفيسرن ۽ ليگ جي ايجنٽن کي مدد پهچائي ٿي ويئي ته هنن کي پنهنجي ڪارستانين ۾ سهوليت ٿئي.

(١٠) ڪي غنڊا يا ڪوڙا ووٽر سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ خود هندستان جي ڪن طرفن کان هزارن جي تعداد ۾ گهرائي زور زبردستيءَ سان ڪوڙا ووٽ ڏياريا ٿي ويا، خود پوليس کان به ڪيترن جڳهن تي اسان جي حقي ووٽن کي پوئتي روڪي جهلڻ ۾ ڪوڙن ووٽرن کي اندر موڪلڻ جو ڪم ڪرايو ٿي ويو. اهڙين حالتن کي روڪڻ لاءِ ڪوبه سرڪاري انتظام نه هو.

(١١) جتي هنن ڏٺو ته مڪاني ماڻهن جي سجاڳيءَ ڪري اهڙي ٺڳيءَ جو قطعاً امڪان ڪونه هو، ۽ ليگ وارن کي ووٽ ملڻ جي ڪابه اميد نه هئي، ته اتي پرزائيڊنگ آفيسرن جي صلاح سان ليگ جا ايجنٽ ۽ رنڊڪن وجهڻ جا اهڙا طريقا اختيار ڪرڻ لڳا، جو اسان جا سوين ووٽر ۽ ووٽ ڏيڻ کان رهجي ويا.

(١٢) مثلن، جيل ۾ ويل ۽ غير حاضر ماڻهن جا ووٽ اعتراض جي باوجود ڏياريا ويا. چئلينج ووٽن جون درخواستون ڪونه ٿي ورتيون وييون، نه ان قانون تي عمل ٿي ڪيو ويو.

(١٣) جڏهن ڪن ماڻهن کي ڪوڙي ووٽ ڏيڻ وقت

جهلي ڏاٻني سميت پرزائيڊنگ آفيسر جي حوالي ڪيو ويو، ته هنن، انهن ليگ اميدوارن جي سفارش تي ڇڏي ڏنو.

(١٤) وڏي وزير، ٻين وزيرن، ڪليڪٽرن، ڊپٽي ڪليڪٽرن پولنگ اسٽيشنن جو گشت ڪيو ۽ کليو کلايو ماڻهن کي ترغيب ڏني ته ڪوڙا ووٽ ڏئي به ليگ کي ڪامياب ڪرائين، بلڪ خود پاڻ ۽ پنهنجي پٽيوالن کان پڻ ڪوڙا ووٽ ڏيارياڻون.

(١٥) ليگ وارن ڪوڙا فوٽا ڇپارايا، نفرت جا ڪارٽون ڪيرائي وراهيا ۽ مذهبي جوش اپارڻ لاءِ جوشيليون تقريرون ڪيون. اسان جي طرف وارن جون ميٽنگون زور سان ڇڙ و ڇڙ ڪرايائون ۽ اسان جي اميدوارن کي مارون به ڪيرايائون. ان ساري معاملي تي عملدار ۽ پوليس چشم پوشي ڪندا رهيا.

(١٦) جن ماڻهن کي بندوقن جا ليسن يا ڪنٽرول جا دوڪان هئا، ليڪن ليگ وارن جڏهن ڏٺو ته هنن سنلس طرف ڪم نٿي ڪيو ته انهن جا ليسن ڪسارايائون جيئن ماڻهو ان ڳالهه کان ڊڄي نقصان جي انديشي کان ليگ جي مخالفت ۾ نه وڃن.

(١٧) اهڙي طرح اسان جي طرفدارن کي گهڻن مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو، انهن جي آباديءَ لاءِ هلندڙ پاڻيءَ جا منهن بند ڪيا ويا، مليل زمينون رد ڪيون ويون.

(١٨) ٻي پاسي ليگ ياران ڪم ڪندڙن کي بندوقن جا نوان ليسن ۽ ڪنٽرول جي دڪانن جا ليسن ڏنا ويا. آباديءَ لاءِ نوان پاڻيءَ جا نل ڏنا ويا، نيون زمينون ڏنيون ويون، نندن سرڪاري نوڪرن کي اضافو ڏنو ويو يا پروموشن جو دلاسو ڏنو ويو. خونن ۽ ڌاڙن وارا قيدي سزا پوري ڪرڻ کان گهڻو اڳ ڇڏيا ويا، ڪورٽن مان هلندڙ ڪيس ڪڍايا ويا، عملدارن جون بدليون ڪيون ويون. لوڪلبورڊن ۽ ميونسپالٽين ۾ پريزيڊنٽ، ائڊمنسٽريٽر رکيا ويا ۽ انهن جا مُدا وڌايا ويا.

(١٩) ووٽن جون پيٽيون ڀڃي يا کولي، انهن ۾ ڪوڙا ووٽ وڌا ويا يا اسان جي پاسي پيل ووٽن کي خراب ڪيو ويو.

(٢٠) ووٽن ڳڻڻ جي ڏينهن ٿي ڪيترين جاين تي بئلٽ پيپرن جا پڌل بنڊل پيٽين مان لڌا ويا. اهڙين حالتن هيٺ اليڪشن جي نتيجن جي خبر اڳي ئي پڌري هئي، اسان جا صرف ٻه اميدوار چونڊجي سگهيا. هڪ حاجي مولا بخش، هندو ۽ مسلمان ووٽرن جي گڏيل ووٽن تي چونڊيو ۽ ٻيو خانصاحب سردار خان کوسو، صرف ١٦ ووٽن تي چونڊجي سگهيو ٻئي سيني شڪست کاڌي. ڪن ته ڊپازٽون به رد ڪرايون. هن اليڪشن هٽلر جي نازي طريقن سان ووٽن ڪرائڻ کي مات ڪري ڇڏيو. صوبي سنڌ کي انگريزن جي جاري ڪيل جمهوري طريقن، حڪومت ۽ انهن جي اليڪشن جو پورو پورو تجربو حاصل ٿيو.

پولنگ اسٽيشنون، پولنگ ۽ پرزائيڊنگ آفيسر ووٽرن جون لسٽون، ووٽرن جون پيٽيون، سڀڪجهه هٿا پر ووٽ يا ته مئلن قبرن مان اٿي اچي ڏنا، يا مسڪين، مرضن ۾ مبتلا، قرضن ۾ ٻڌل ڪامورن ۽ زميندارن جي ظلم جي ستايل، چورن جي ڦريل ماڻهن، جن پنهنجا عيوضي بدلائي، موجوده حڪومت ۾ تبديلي آڻڻ ٿي گهري، تن کان ووٽ ڪونه ورتا ويا.

ماڻهن کي عجب لڳو ته جيڪڏهن ليگين پاڻ کي عوام ۾ مرغوب ٿي ڄاتو، ته پوءِ ڇو مٿين ڪڌن طريقن اختيار ڪرڻ جي کين ضرورت محسوس ٿي. انهيءَ جو وچ انهن کان ڳجهو نه آهي، جي ڳوٺاڻن جي حقيقي جذبات کان واقف آهن. جيڪڏهن انگريزن جي رائج ڪيل موجوده پارليامينٽري جمهوريت جي برخلاف ڪو به واضح دليل هن اقتصادي ۽ سياسي گهٽ واڌين جي حالتن هيٺ گهربل هو، ته انگريزن جي وڃڻ وقت سندن عيوضي گورنر جي هٿان پوريءَ طرح ملي چڪو.

نئين ليگ اسيمبلي پارٽيءَ ۾ خانبهادر کهڙي کي جملي ٣٥ ميمبرن مان ٢٥ ميمبرن جي وزيراعظم ٿيڻ لاءِ مدد هئي، پر ليگ جي هاءِ ڪمانڊر قائداعظم جناح صاحب، جو ان وقت مير بنده علي خان وٽ مهمان ٿي رهيل هو، سر غلام حسين کي قائم رکڻ جو حڪم ڪيو. سر غلام حسين وري به انگريز گورنر جي مهرباني ۽ قائداعظم جي دعا سان وزيراعظم مقرر ٿيو. ڏهه سال اڳي رڳو مٿس انگريز جي مهرباني هئي، هاڻي ته مسلمانن جي واحد نمائنده جماعت به ڪيس پنهنجو عيوضي مقرر ڪيو. ان کان وڌيڪ ڪنهن ماڻهوءَ جو بخت ٿي سگهندو؟ انگريز وڃي رهيا آهن پر شڪر آهي ته ههڙي جمهوريت جو يادگار اسان وٽ نشانيءَ طور ڇڏي وڃن پيا، ته جيئن اسان جا پوٽڙي پيل ماڻهو ان مان فائدو وٺن.

ڇا اهي سچ پچ وڃي رهيا آهن، يا صرف پردي پٺيان بيهي، دنيا کي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ لاءِ پنهنجي ڇاڙتن کي پٺيان وانگر نچائڻ جو کيل تيار ڪري رهيا آهن؟ ●

# پاڳو تيون
## ( چونڊن کان بعد )

چئن جئن تيي ڏينهن، آئن ائين تالي ٻنڌ ۾،

ڪي اڳاهجو نينهن، پانهنڻ ٻاروچن سين، ( شاهه )

فصل ارڙهون

## چونڊن کان پوءِ

اليڪشن جي نتيجن ظاهر ٿيڻ کان پوءِ اسان يڪدم پنهنجي سنگت جي مکيه ماڻهن کي هڪ ميٽنگ ۾ ڪراچيءَ گهرايو، جتي سنڌجهانئن ڪيترا حاضر ٿيا. آن ميٽنگ ۾ سموري سرگذشت تي نئين سر ويچار ڪيو ويو. اسان جي سموريءَ گفتگو ۾ هيٺين ٽن سوالن تي غور ڪيو ويو:

١- سنڌ ۾ باوجود تازي شڪست کائڻ جي، دل نه هاري، وري مسلم جماعت کي زور وٺائي، رجعت پسندن جو مقابلو ڪجي.

٢- سنڌ ۾ وري غيرفرقيوار ۽ اقتصادي بنيادن تي صوبائي مسئلن لاءِ هڪ نئين جماعت ٺاهي عوام کي منظم ڪجي، يا

٣- ليگ کان ٻاهر ساري هندستان جي مسلم جماعتن کي هڪ دستورالعمل ۽ ڪن مقصدن جي بنياد تي گڏ ڪري ليگ جي رجعت پسند پاليسيءَ جي برخلاف متحده محاذ برپا ڪجي.

گهڻي تبادلهء خيالات بعد رايو اهو بيٺو، ته جنهن صورت ۾ آل انڊيا آئيني سوالات اهڙيءَ منزل تي اچي بيٺا آهن، جو هن وقت ماڻهن جو گهڻو توجهه انهن مسئلن ڏي ڇڪجي ويو آهي. تنهنڪري زياده مناسب اهو ٿيندو، ته ليگ کان ٻاهر ترقي پسند مسلم جماعتن کي گڏ ڪري، اهڙي ڪوشش ڪجي، جيئن ڪانگريس ۽ ليگ جي اختلافن جي باوجود هڪ صحيح ۽ مفيد عام تجويز سوچي، ملڪ جو سياسي تعطل دور ڪري سگهجي.

انهيءَ تجويز کي مدنظر رکي، هندستان جي مکيه مسلم جماعتن جهڙوڪ جمعيت علماءِ هند، آزاد ڪانفرنس، نيشنلسٽ مسلمان، احرار جماعت، خاڪسار جماعت، مومن ڪانفرنس، شيعا جماعت ۽ سنڌ مسلم جماعت، جي مکيه ڪارڪنن سان خط و ڪتابت شروع

ڪئي ويئي ۽ ان لکپڙه ذريعي اهو فيصلو ٿيو ته جنوري ١٩٤٧ع ڌاري دهلي ۾ سڀني جماعتن جي عيوضين جي هڪ گڏيل ميٽنگ سڏائي وڃي، جا آخر دهلي ۾ جمعيت علماءِ هند جي دفتر ڪوشڪ بليماران ۾ گڏ ٿي، جنهن ۾ مٿين جماعتن جا گهڻا مکيه عيوضي شريڪ ٿيا. هڪ ٻن ميٽنگن بعد سڀني جماعتن جي آيل عيوضين اهو محسوس ڪيو، ته ليگ جي هن وقت طاقتور هئڻ ڪري ان کان ٻاهر سڀني جماعتن کي هڪ دستورالعمل ۽ مقرر مقصدن پٺاندڙ گڏ ڪري منظم ڪرڻ کان سواءِ مقابلو ٿي ڪونه سگهندو. تنهنڪري سڀني جماعتن کي متحد ٿي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي. ڪهڙن بنيادن تي گڏ ٿجي، ان لاءِ مختلف رايا هئا، جن جو اختصار هيٺ پيش ڪجي ٿو:

١- ڪن جي راءِ هئي، ته جنهن صورت ۾ ليگ ۽ ڪانگريس هن وقت آل انڊيا آئيني مسئلن جي ڪري خاص اهميت ۽ طاقت حاصل ڪري ويون آهن، ته انهن مسئلن جي عين فيصلي ٿيڻ تائين ڪابه نئين جماعت زور وٺي ڪانه سگهندي. تنهنڪري انهن ٻنهي مان هڪ ۾ داخل ٿي، انهن جي ترقي پسند گروهن سان گڏجي، حالتن کي درست ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي. ۽ جنهن صورت ۾ ليگ اندر انگريزن جي ڇاڙتي ٽولي قبضو ڪري، ترقي پسندن لاءِ داخل ٿي ڪنهن به ڪم ڪرڻ جا سڀ دروازا بند ڪري ڇڏيا آهن، تنهنڪري ڪانگريس ۾ داخل ٿيڻ گهرجي.

٢- ڪيترن جي راءِ هئي، ته جنهن صورت ۾ گڏ ٿيل سڀني جماعتن ملڪ جي تاريخ ۾ ڪو خاص پارٽ ادا ڪيو آهي ۽ انهن کي پنهنجا روايات آهن، تنهنڪري انهن کي قائم رکي، سندن هڪ فيڊريشن ٺاهي، ملڪ جي موجوده مسئلن کي منهن ڏيئي رجعت پسندن جي اقتدار کان ملڪ کي بچائڻ واسطي گڏجي ڪم ڪجي.

٣- گهڻا هن خيال جا هئا، ته ليگ کان ٻاهر سڀ جماعتون ٽوڙي خاص مقصدن ۽ پروگرام جي بنياد تي هڪ گڏيل جماعت

تاهي، ملڪ جي آئيني خود اقتصادي مسئلن لاءِ گڏجي ڪم ڪجي.
آن وقت هندستان جي مستقبل آئين جا مسئلا نازڪ درجي جي گفتگوءَ تي پهچي چڪا هئا. ڪانگريس ۽ ليگ پنهنجي مخصوص مطالبن ڪري خاص اهميت حاصل ڪري چڪيون هيون. ڪانگريس هندستان کي انگريزي اقتدار کان آزادي ڏيارڻ لاءِ جدوجهد ڪندڙ هئي ۽ مسلم ليگ پاڪستان جي صورت ۾ مسلمانن لاءِ جدا رياست جي طالبو هئي. ليگ جي رجعت پسند طبقي سان مڪاني. انتظامي ۽ اقتصادي مسئلن بنسبت سنڌن ملڪ جي ترقي جي پروگرام نه هئڻ ڪري اسان جو اختلاف صاف ظاهر ٿي چڪو هو. ليڪن آن وقت ملڪ جا آئيني مسئلا ايتريقدر ماڻهن جو توجهه ڇڪي چڪا هئا، جو انهن تي راءِ رکڻ کان سواءِ صرف مڪاني ۽ اقتصادي سوالن ذريعي عوام کي پاڻ ڏي راغب ڪري نٿي سگهياسون.
انهي واسطي ضروري هو ته ملڪ جي آئيني مسئلن بنسبت ٽنهي پنهي جماعتن کان جدا تجويز پيش ڪريون. مسلم جماعت جي صدر شيخ عبدالمجيد صاحب ڪي تجويزون ڪتابي صورت ۾ ڇپائي ملڪ اڳيان پيش ڪيون هيون. ڪم و بيش سا ڳين تجويزن تي ان ميٽنگ ۾ غور ڪري هيٺين تجويز پيش ڪئي ويئي: "اسان جي نظر ۾ هندستان جو عام طرح ۽ مسلمانن جو خاص طرح فائدو هن ۾ آهي ته ملڪ جي جملي جماعتن طرفان هيٺين بنيادن تي سمجهوتو ڪري، انگريز حڪومت جي سامهون متحده محاذ پيش ڪجي:
الف- ملڪ جو نصب العين مڪمل آزادي ۽ خودمختياري هئڻ گهرجي.
ب- هندستان جي آزاديءَ سان مسلمانن ۽ اقليت وارن قومن جي مذهب، تهذيب ۽ تمدن جي حفاظت ۽ آزادي شامل سمجهڻ گهرجي ۽ ڪو به آئين جو انهن ڳالهين جي ضمانت پيش نه ڪندو هجي سو قابل قبول نه ٿيڻ گهرجي.

ت- زباني لحاظ پٽاندر صوبن کي حق خودارادي ملڻ گهرجي، مرڪز کي صرف اهي اختيارات ملڻ گهرجن جي صوبا پنهنجي رضا خوشيءَ سان ملڪ جي گڏيل معاملات بنسبت سونپڻ گهرن.

ث- ملڪ جي مسئلن جو بهترين حل خودمختيار علائقن جي فيڊريشن جي تجويز ۾ آهي ليڪن ان ۾ نؤ ڪروڙ مسلمانن کي سڄي يا اڻ سڌيءَ طرح اڪثريت واري ترقي جي رحم ۽ ڪرم تي نه ڇڏڻ گهرجي، ان لاءِ هيٺين تحفظن جو هئڻ ضروري آهي:

(١) مرڪزي حڪومت ۾ هندن ۽ مسلمانن کي هڪجيتري نمائندگي ٤٠-٤٠ هئڻ گهرجي باقي ٢٠ سيڪڙو ٻين اقليتن کي ڏيڻ گهرجي.

(٢) اها ساڳي نمائندگي وزارتن عهدن، نوڪرين وغيره ۾ قائم رکڻ گهرجي.

انگريزن جو مسلم ليگ کي مسلمانن جي نمائنده جماعت تسليم ڪرڻ ڪري اسان جي ان وقت اها پوزيشن وڃي رهي هئي جو هڪ طرف اسان سان هندستان جي آئيني مسئلن تي مسلمانن جي سوال بنسبت ڪانگريس ڪنهن سمجهوتي تي پهچڻ سان ڪو به فائدو نٿي سمجهيو ته ٻئي طرف مسلم ليگ وارن ڪيترن سببن ڪري اسان سان ڪو به تعلق يا گفتگو نٿي ڪرڻ گهري. تنهن هوندي به اهڙو نهراءُ پاس ڪري اسان ملڪ جي اڳيان پنهنجو نقطهِ نگاه پيش ڪري سياسي تعطل دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ان لاءِ ڪيترا دفعا سيني مذڪور جماعتن جي عيوضين جون ميٽنگون ٿيون ۽ هرهڪ گروهه پنهنجي جماعت سان نون اصولن جي بنياد تي گڏجڻ جو مشورو ڪيو، ليڪن آخر ۾ ڪو خاطرخواه نتيجو ڪونه نڪتو. اسان جا ترقي پسند مسلم گروه باوجود اخلاص، قرباني ۽ گذشته خدمات جي روايات جي ليگ جي رجعت پسند طبقي سان مقابلو ڪري نه سگهيا، تنهن لاءِ منهنجي سمجهه موجب هيٺيان سبب هئا:

(١) مٿين جماعتن جي جداگانه مقاصد ۽ اصولن هئڻ ڪري
گڏجي ڪم ڪري نه سگهڻ.

(٢) ملڪ جي آئيني مسئلي تي واضح ۽ چٽو نظريو نه
رکڻ يا جي رکڻ ته عوام کي ذهن نشين ڪرائي نه سگهڻ ڪري
عوام جو توجهه ڇڪجي نه سگهڻ.

(٣) جيتوڻيڪ انهن جماعتن ۾ ڪيترا مخلص قربانيون
ڏيندڙ ۽ باهمت ڪارڪن هئا پر سمجهه تي، جوش ۽ جذبي کي
ترجيح ڏيڻ ڪري، هنن ملڪ جي حالت ۽ مجبورين ڏي گهٽ
توجهه ڏني.

(٤) منجهانئن ڪيترن جا ڪانگريس سان لاڳاپا هئا. ليڪن
باوجود خاص قربانين ۽ صداقت جي ملڪي معاملن ۾ ڪانگريس
جي پاليسيءَ ۾ هو ڪو نمايان ڦيرو آڻائي نه سگهيا، ۽ انتها پسند
فرقيوار ذهنيت رکندڙ هندن جي مقابلي ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيا.
مٿي ذڪر ڪيل جماعتن بنسبت مختصر طرح تبصرو هيٺ پيش
ڪريان ٿو ته ناظرين کي ان بنسبت ڪجهه احوال معلوم ٿي سگهي.

**(١) جمعيت احرار**

اگرچه هو ڪانگريس سان گڏ هندستان جي آزادي لاءِ لڙي
رهيا هئا، ليڪن ان جا اڪثر ڪارڪن پنهنجي تقريرن ۽ تحريرن
۾ حڪومت الاهي ۽ قرآني آئين جاري ڪرڻ تي زور ڏئي رهيا هئا.
عوام کي سندن قربانين ۽ خلوص دل لاءِ گهڻي عزت هئي،
ليڪن هو سمجهي نٿي سگهيا ته متحده هندستان ۾ قرآني ۽ خدائي
حڪومت ڪيئن برپا ٿي سگهندي. انهيءَ لاءِ وٽن ڪو خاطرخواه
جواب موجود نه هو.

**(٢) خاڪسار جماعت**

هن تحريڪ جي بانيڪارن جرمنيءَ جي نازي تحريڪ جي
اصولن تي مسلمانن کي منظم ڪرڻ ٿي گهريو. ظاهر ۾ سندن
چوڻ موجب هيءَ تحريڪ غيرفرقيوار جماعت هئي، ليڪن ان جو

سارو مدار اسلامي عقائد تي ٻڌو ٿي ويو. هنن جو آئيني طريقن ذريعي مقصدن حاصل ڪرڻ ۾ اعتبار نه هو. تنهنڪري هنن ان وقت جي مکيه مسئلن جهڙوڪ ملڪ جي مستقبل جي آئيني سوالن يا موجوده قانون ساز اسيمبلين جي ڪاروبار ۾ خاص دلچسپي نه پئي ورتي. هنن جو سارو توجهه عسڪري نظام جي وسيلي مسلمانن جي حڪومت برپا ڪرڻ طرف رڌل هو. ڪافي طاقت ۽ محض ڪارڪن پيدا ڪرڻ بعد هنن کي انگريزي حڪومت، ڪانگريس ۽ لوگ جي مخالفت برداشت ڪرڻي پيئي. هنن جي ليڊرشپ صحيح تدبر ۽ طريقا ڪتب نه آڻي ڪري سموري گڏ ڪيل طاقت کي غيرضروري ۽ معمولي ڳالهين تي صرف ڪري ان کي ڪمزور ڪري ڇڏيو ۽ ٻين ملڪي جماعتن کي درست بنائڻ ۾ سندن پاليسي بيڪار ثابت ٿي. جيتوڻيڪ سندن نظام، اخلاص ۽ قربانيءَ جو مادو اعليٰ قسم جو هو، ليڪن سندن سياسي تدبر ۽ حالات جو اندازو ڪرڻ صلاحيت وارو نه هو.

(۳) جمعيت العلماءِ هند

هيءَ جماعت قديم ديوبند جي انقلابي گروه، جنهن سيد احمد بريلوي، شاهه اسماعيل (شهيد) ۽ مولانا محمودالحسن جهڙا مجاهد پيدا ڪيا هئا، جي شاخ هئي. ابتدا ۾ سندن انگريزن سان اختلاف ٻئن اسلامزم جي بنياد تي هو. ڪانگريس جي تحريڪ آزادي ۽ خلافت تحريڪ ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ ڪري هن جي ڪارڪنن جو ڪانگريس سان سينڌ ٿي ويو. سرمائيدار مسلمان ۽ سرڪاري نوڪر مسلمان سر سيد احمد خان جي ليڊرشپ هيٺ انگريزن جي نظر عنايت حاصل ڪرڻ واري پاليسيءَ کي قبول ڪري مسلمانن جي جداگانه جماعتي هستي قائم رکڻ ۾ پنهنجو مفاد سمجهڻ لڳو، تنهنڪري اهو سمورو گروه هنن کان جدا ٿي وڃڻ ڪري سندن برخلاف ٿي پيو. ازانسواءِ هن جماعت جي ڪارڪنن جو سارو ماحول مذهبي ۽ مشرقي هو، جنهن کان مسلمان

عملدار پري کان پيو چرکندو هو. آئيني مسئلن تي سواءِ انگريزن جي ملڪ مان ڪيڻ جي بي ڪا خاص تجويز وٺن ڪانه ڪئي جو مسلمانن جا شڪوڪ دور ڪري سگهن.

نئين طريقي جي پروپيگنڊا جا وسائل، اخبارون پئسو وغيره وٽن غربت ڪري موجود ڪونه هو، ان ڪري سواءِ چند خاص حلقن جي هو عوام تي گهڻو اثر پيدا ڪري نه سگهيا.

(۴) آل انڊيا شيعا جماعت

هن جماعت کي هندستان جي آئيني مسئلن، هندو مسلم سمجهوتي يا اندروني اقتصادي مسئلن بابت ڪو خاص نظريو ڪونه هو. هن جو مطمع نگاه جيتري قدر آءٌ سمجهي سگهيو آهيان سني مسلمانن جي غيرالتفاتي ۽ مخالفت جي ڪري شيعا فرقي جي مسلمانن لاءِ حقوق حاصل ڪرڻ هو. اصولي طرح ملڪ جي سياسي معاملات ۾ هن جي ڪارڪنن کي ڪا اهميت حاصل ڪانه هئي، ڪانگريس ۽ ليگ جي اختلاف سبب هن جماعت جا ليڊر عارضي اهميت حاصل ڪري ويا هئا.

(۵) مومن ڪانفرنس

هي جماعت گهڻو ڪري گڏيل ۽ وچن علائقن جي غريب جي ڪورڪو ڪم ڪندڙ مسلمانن جي هئي جن سان اتي جي شاهوڪار مسلمانن سهڻو سلوڪ نه ٿي ڪيو. ان ڪري ان جي ڪارڪن اڇوت هندن وانگر آل انڊيا آئيني اخلاقن جي آڙ ۾ پاڻ کي منظم ڪري پنهنجي حقوق جي حفاظت ڪرڻ ٿي گهري، هنن وٽ خاص سياسي نظريو ڪونه هو، جو ملڪ جي مکيه مسئلن جي حل ۾ مدد ڪري سگهي ها. البت سندن تعداد جي ڪثرت سندن اهميت کي خاص طرح وڌائي ٿي ڇڏيو. ليڪن انهن جي پٺتي پيل حالت سبب ڪانگريس ۽ ليگ جي ڪارڪنن هنن کي يڪسان ڪم آڻي سندن محاذ کي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو.

### (٦) نيشنلسٽ مسلمان

هن گروهه ۾ آزاد ڪانفرنس، ڪانگريس ۽ ليگ کان ٻاهر جا ڪيترا آزاد خيال مسلمان اچي ٿي ويا. هنن جي سموري ڪوشش ڪانگريس جي وسيلي مسلمانن جي حقوق حاصل ڪرڻ، فرقيپرست مسلمانن جي مخالف پروپيگنڊا کان پاڻ بچائڻ ۽ مسلمانن کي فرقي پرست ذهنيت کان ڪڍي جمهوري ۽ اقتصادي مسئلن طرف ڇڪڻ ۾ صرف پئي ٿي. جنهن صورت ۾ هنن جي ڪوشش ڪانگريس اندر ۽ غيرفرقيوارانه هئي، ان ڪري مسلمانن کي جدا منظم ڪري انهن جي همدردي حاصل ڪري نه سگهيا. هنن جي خيال موجب ڪانگريس جي طاقت سنڌن طاقت هئي. ليڪن انگريزن، مسلم ليگ ۽ مهاسڀا جي مخالفت ڪري هو ڪمزور ٿي پيا، ۽ ڪانگريس جي پاليسي کي مسلم عوام جي خواهش پٽاندر درست ڪرائي نه سگهيا.

انگريزن سنڌن جذبه حريت جي ڪري سنڌن مخالفت ڪئي. مسلمليگ وارا انهن جي غيرفرقيوارانه نظريي واري سياست ڪري مخالف هئا، مهاسڀا وارن کين ڪانگريس ۾ مارآستين مشهور ڪري بدنام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. نتيجو اهو نڪتو ته اهو گروهه باوجود سياسي سمجهه، اخلاق، همت ۽ قربانيءَ جي ناموافق حالتن ڪري گهڻو ڪجهه ڪري نه سگهيو، رواجي طرح هن گروهه کي شڪست پهتي، ليڪن ملڪ جي سياست ۾ هنن هڪ اهڙو اهم پارٽ ادا ڪيو آهي جو ان جو پتو مستقبل ۾ ئي پئجي سگهندو.

### (٧) مسلم جماعت

هن جماعت جي سياست جو واسطو سنڌ سان هو. هن گهڻو ڪري اهي ماڻهو شامل هئا جي ڪجهه وقت اڳي مسلمليگ خاص ڪارڪن هئا. ليڪن مسلمليگ جي ليڊرن جي غلط پاليسيءَ ڊڪٽيٽري، رجعت پسند روش ۽ پروگرام جي عدم موجودگي ڪري ان کان الڳ ٿي ويا هئا. سنڌ سان واسطي رکندڙ ڳالهين ۾ سنڌ

پروگرام ترقي پسند هو. آل انڊيا آئيني مسئلن ۾ هو صوبن جي حق خود ارادي جي بنا تي هندستان ۾ برابري واريءَ حيثيت جي بنياد تي فيڊريشن جي هڪ ڪانفيڊريسيءَ جا حامي هئا. ڪانگريس کي سنڌين گذشته روايات ۽ هڪ مرڪزي حڪومت جي مخالف هئڻ سبب منجهن هڪ طرف شڪ هئا ته ٻئي طرف مسلم ليگ جي ليڊرن کي سنڌين تازي بغاوت سبب ساڻس خاص دشمني هئي.

سنڌ ۾ اگرچ تازي ٿيل اليڪشن ۾ انگريز گورنر ۽ مسلم شاهوڪار طبقي جي ماڻهن جي منظم سازش ڪري ڪين شڪست اچي چڪي هئي، ليڪن دل نه هاري هئن سڄي هندستان اندر ليگ کان ٻاهر مسلم جماعتن جي متحد ڪرڻ جو ذمو سر تي کنيو هو، مگر مٿي ذڪر ڪيل سببن کان سواءِ هيٺين سببن ڪري کين ڪاميابي نه ٿي.

١- مٿي ذڪر ڪيل جماعتن جو اتحاد ٿي نه سگهيو.

٢- هندستان جا آئيني مسئلا فيصل ٿيڻ کي ويجها هئا، انهي ڪري هنن کي پنهنجو نقطه نگاه عوام اڳيان پيش ڪرڻ لاءِ ڪافي وقت نه مليو.

٣- ڪانگريس ۽ ليگ جون واڳون گهڻو ڪري انتها پسند فرقيوار ذهنيت جي ماڻهن جي اثر هيٺ هئڻ ڪري هنن جا معتدل حل وٽن قابل قبول نه پيا.

٤- هندو سرمايه دار ڪانگريس جو ۽ مسلم سرمايه دار مسلم ليگ جو طرفدار هئڻ ڪري عوام وٽ پروپيگنڊا ذريعي پنهنجو نقطه نگاه پيش ڪرڻ لاءِ وٽن گهربل وسيلن جي کمي هئي.

مٿين ڪوشش ۾ ناڪامياب ٿيڻ بعد آءٌ ڪجهه وقت اچي ڳوٺ سن ۾ ويٺس، جتي گذريل سالن جي سموري سياسي سرگذشت کي قلمبند ڪري انگريزيءَ ۾ 'سٽرگل فار سنڌ' جي نالي سان ڪتاب لکيم، سنڌ ترقي پسند گروه (جو هاڻ مسلم جماعت جي نالي سان سڏجڻ لڳو) جي مستقبل راه عمل لاءِ غور ۽ ويچار ڪيم.

انهي وچ ۾ ڪانگريس ۽ ليگ طرفان ڪا متحده تجويز پيش نه ٿيڻ ڪري برٽش ڪيبنيٽ مشن هندستان کي گروپن ۾ ورهائڻ جو فيصلو ڏنو، جو ٻنهي ڌرين قبول ڪيو.

ان موجب هندستان کي ٽن گروپن ۾ ورهايو ٿي ويو. هڪ پنجاب، سنڌ، فرنٽيئر ۽ بلوچستان جو گروپ هو ۽ ٻيو آسام ۽ بنگال جو گروپ ۽ ٽيو ساري هندستان جي رهيل ملڪ جو گروپ هو.

آسام صوبي جو ٻي گروپ ۾ داخل ٿيڻ ڪري، اهو فيصلو بيڪار ٿي پيو ۽ لاچار ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي هندستان جي ورهاڱي تي راضي رهڻو پيو. انهيءَ تجويز مطابق پنجاب، بنگال ۽ آسام کي ورهائي ٽڪرا ڪرڻو پيو ۽ هندستان ۽ پاڪستان جون ٻه ٻيئڪون بنيون. مٿين جماعتن جي ان فيصلي تي پهچڻ بعد برطانيه سرڪار جي طرفان هڪ اعلان ۳ جون ۱۹۴۷ع جي شايع ٿيو جنهن جا مکيه اصول هي هئا:

۱- موجوده انڊيا جو هندستان ۽ پاڪستان جي حصن ۾ ورهاڱو.

۲- انهن ٻنهي حصن ۾، آئين، سنڌن جدا آئين ساز اسيمبليون ٺاهينديون.

۳- صوبي سرحد جي رهاڪن لاءِ استصواب راءِ ورتو ويندو ته هندستان جي حصي سان گڏجڻ گهرن ٿا يا پاڪستان سان.

۴- اتر الهندي سرحد جي صوبي ۾ نون چونڊون ڪونه ٿينديون باڪ اتي ماڻهن کان هندستان يا پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ رايو ورتو ويندو.

۵- پنجاب ۽ بنگال جي صوبن کي ورهايو ويندو.

۶- آسام صوبي جي ضلع سلهٽ جي رهاڪن جي راءِ وٺڻ بعد کين سندن راءِ ظاهر ڪيل ٻيئڪ سان گڏيو ويندو.

۷- ڪلڪتو الهندي بنگال کي ڏنو ويندو جو هندستان سان شامل هوندو ۽ لاهور الهندي پنجاب سان شامل ٿيندو جو پاڪستان ۾ ايندو.

٨- ورهاڱي بابت حدن مقرر ڪرڻ لاءِ هڪ ڪميشن مقرر ٿيندي.

٩- پيسو، سامان، اسلح وغيره ورهائڻ واسطي جدا ڪميشنون مقرر ڪيون وينديون.

١٠- ڏيهي رياستن تان انگلنڊ جي شهنشاهه جي تسلط لهڻ بعد هرهڪ ڏيهي رياست کي فيصلو ڪرڻو پوندو ته ڪهڙي حصي ملڪ سان شامل ٿئي. انگريز سرڪار انهن کي هندستان ۽ پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ترغيب ڏيندي.

١١- آگسٽ ڌاري انگريز سرڪار سموريون واڳون مٿين حڪومتن ۾ سندن مکيه ٻن جماعتن جي حوالي ڪندي.

انهي اعلان ۽ گذشته چند مهنن جي سرگذشت تي غور ۽ فڪر ڪرڻ لاءِ سنڌ مسلم جماعت جي مکيه ڪارڪنن جي ميٽنگ ٢٣-٢٤ جون ١٩٤٧ع سن ۾ سڏائي، جا ميٽنگ شيخ عبدالمجيد صاحب جي صدارت هيٺ گڏ ٿي ۽ ان ۾ شرڪت ڪندڙ ماڻهن مان مکيه صاحب هيٺيان هئا:

| | | |
|---|---|---|
| ١- | رئيس غلام مصطفيٰ خان ڀرڳڙي | حيدرآباد سنڌ |
| ٢- | سيد محمد علي شاهه (مرحوم) | ڏيرو — نواب شاهه |
| ٣- | سيد حسين بخش شاهه | محرابپور " |
| ٤- | سيد غلام حيدر شاهه | ميرپورخاص |
| ٥- | سيد پير علي محمد شاهه راشدي | ڪراچي ۽ لاڙڪاڻو |
| ٦- | مير علي احمد خان ٽالپر | حيدرآباد |
| ٧- | مولوي عبدالحق رباني | نصرپور |
| ٨- | مولوي محمد معاذ حڪيم | نواب شاهه |
| ٩- | پير احمد شاهه راشدي | سکر |
| ١٠- | مولوي خير محمد خان نظاماڻي | حيدرآباد سنڌ |
| ١١- | پير حجت الله شاهه راشدي | سکر ميهڙ |
| ١٢- | محمد سليمان مگسي | دادو |

| | |
|---|---|
| ١٣- سيد جهنڊل شاه | آراضي |
| ١٤- سيد حاجي اسدالله شاه | باجارا |
| ١٥- محمد هاشم بلوچ مستوئي | نواب شاه |
| ١٦- حڪيم محمد يعقوب قادري | ڪراچي |

ڪانفرنس ۾ ڏيڍهن هلي. ان جو افتتاح ڪندي، آيل صاحبن کي مون هيٺين طرح خطاب ڪيو:

اسان کي گذريل واقعات ڪري دلشڪسته نه ٿيڻ گهرجي، حقيقت ۾ سنڌ جي بهترين دوستن جي آزمائش جو هيءَ وقت آهي. اڄو سنڌ جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ اسان کي گڏجي هلڻو آهي، گڏجي تڪليفن ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو آهي ۽ متحده محاذ سان مقابلا ڪرڻا آهن.

مسلم جماعت سنڌ جي مفاد جي سوالن تي، مسلم ليگي رجعت پسند ليڊرن جي خلاف بغاوت ڪري، سنڌي حب الوطنيءَ جو بنياد وڌو آهي، پر اڃا سرزمين سنڌ تي گهڻن خطرن جو مقابلو ڪرڻو آهي. موجوده آئيني مسئلن بابت اسان ڪهڙا به خيال رکيا ٿي، ليڪن جڏهن هندوستان جو ورهاڱو ملڪ جي مکيه جماعتن جي رضامندي سان وجود ۾ اچي چڪو آهي، تڏهن اسان ان سوال تي نڪته چيني ڪرڻ مناسب نٿا سمجهون، هندوستان جي آئيني طاقت هٿ ڪرڻ جي سياست جي هاڻي پڄاڻي سمجهڻ گهرجي.

ڪانگريس ۽ مسلم ليگ عارضي ۽ هنگامي مقصدن لاءِ برپا ڪيون ويون هيون. تنهنڪري ڌارين کان مڪاني ماڻهن جي هٿن ۾ اختيار تبديل ٿيڻ بعد اهو ضروري ٿيندو، ته انهن پارٽين کي ختم ڪري، سندن عيوض اقتصادي ۽ معاشي مفاد جي نقطه نگاه کان نيون پارٽيون بنائجن.

هندوستان جو هن نموني طرح ورهاڱو هڪ افسوسناڪ امر آهي. پر هندو-مسلمانن جي وڏي ويل اختلافن جي خاطرخواه نموني حل نه ٿي سگهڻ جو هي لازمي نتيجو هو. پاڪستان جي تحريڪ ۾ اگرچه مسلم عوام جي جذبه خودارادي گهڻو ڪم ڪيو،

ليڪن مسلم سرمايه دار طبقه جو ان تحريڪ ۾ پوري زورشور سان حصي وٺڻ سان جدا مقصد هو، سندن ڪوشش ۾ مسلم عوام کي هندو سرمايه دار جي چنبي کان آزاد ڪري غلاصو پنهنجي اقتدار هيٺ آڻڻ جو راز سمايل هو. انگلو آمريڪي بلاڪن به ان ۾ جا خاص دلچسپي ورتي، آن ۾ سندن مقصد رجعت پسند مسلمان جي وسيلي سوشلزم جي وڌندڙ سيلاب کي روڪڻ جو هو. اڄ ڏسي رهيو آهيان، ته اهو بلاڪ مستقبل ۾ پئن اسلامزم جي نالي هيٺ مشرق وسطيٰ جي شاهوڪار ۽ نواب طبقي کي گڏجي ترقي جي راهه ۾ رڪاوٽ وجهڻ جو منصوبو سٽي رهيو آهي. ان سڀ جي باوجود عوام جي خود ارادي جي جذبي هيٺ ٿيل فيصلي جي هينئر مخالفت ڪرڻ. غلط ٿيندو.

هندوستان ته ڇڏيو، پر خود ايشيا جو اتحاد هاڻي صرف معاشي بنيادن تي ٿي سگهندو. عوام جي بهتر ۽ انصاف واري زندگي گذارڻ جي جذبي ۾ ايتري طاقت آهي، جو جيڪڏهن ان جي صحيح رهنمائي ڪجي، تـه سرمايه دار طبقي جي سمورين سازشن کي شڪست ڏيئي سگهجي ٿي. هينئر وقت آيو آهي، ته عوام کي ٻيهر اسلامي اتحاد جي نالي ۾ بيوقوف بنائڻ جي عيوض کين اقتصادي ۽ معاشي بنيادن تي بيدار ڪري منظم ڪجي.

موجوده وقت جي رشوت، ظلم ۽ خود مطلبيءَ جي حالتن هارين ۽ مزدورن ۾ بيداري پيدا ڪري کين اتحاد لاءِ آماده ڪيو آهي، صرف سندن صحيح رهبري ۽ اخلاقي مدد جي ضرورت آهي. موجوده وقت ۾ قوميت جا گرافيائي حدن، اقتصادي مفاد، زبان، تهذيب ۽ قديم روايت تي شمار ڪئي وڃي ٿي. انهي معيار جي بنياد تي صفحه هستيءَ تي نيون قومون بنجي وجود ۾ اچي رهيون آهن. سنڌي به هڪ جداگانه قوم جون سڀ وصفون رکن ٿا، انهن جي قوميت کي تسليم ڪري حق خودارادي ڏيڻ جي ضرورت آهي. انهن جي آزادي ۽ ترقي جي جذبي کي ڪچلڻ طاقت گهٽي وقت تائين خودساخته نظرين ۽ حڪومت جي

زور سان روڪي نہ سگهندي. تنهنڪري جيترو جلد انهيءَ حقيقت کي تسليم ڪيو ويندو، اوترو ملڪ جي امن امان ۽ مضبوطيءَ جو باعث ٿيندو. اڄ ڏسي رهيو آهيان تہ منهنجي سنڌ مٿان ڪارا ڪڪر ڇانئجي رهيا آهن. هرهڪ سچي سنڌيءَ جو فرض آهي، تہ تہ کيس هيٺ ذڪر ڪيل پيش ايندڙ خطرن کان بچائڻ جي ڪوشش ڪري:

۱- سنڌ جي زمين، تجارت، نوڪرين ۽ تعليمي مرڪزن تي قابض ٿي سنڌ کي سياسي، اقتصادي ۽ ذهني غلامي هيٺ آڻڻ لاءِ منظم منصوبا سٽي رهيا آهن.

۲- پيداوار جا سڀ ذريعا چند شخصن يا هڪ مخصوص طبقي جي هٿ هيٺ آڻي عوام کي مفلس ۽ مجبور رکڻ لاءِ گهاٽ گهڙجي رهيا آهن.

۳- ملڪ جي سياست کي صحيح ۽ عقل جي بنيادن تي هلائڻ جي بدران جذباتي يا خوف ۽ خطري جي طريقن تي هلائي عوام جو ڌيان ملڪ جي حقيقي مسئلن کان ڦيرائي، هڪ غاصبن جو ٽولو حڪومت ڪرڻ گهران ٿو.

۴- اگرچ ظاهر ۾ انگريز ويندا ليڪن پنهنجا جاءِ نشين اهي ماڻهو ڇڏي ويندا جي سڄي عمر سنڌن ڇاڙتا ۽ هميشہ عوام جا دشمن رهيا آهن. هيئنر وقت آيو آهي جڏهن اسان جا بهترين ڪارڪن انهن خطرن کي دور ڪرڻ لاءِ غور ڪري ڪري رستو ڳولي ڪڍن؛ جنهن ڪري اسان جي سنڌ تان ڪارا ڪڪ ٽري وڃن ۽ آزادي ۽ ترقيءَ جو سج ابري روز روشن ڪري. مون گذريل چند مهينن ۾ جيڪي سوچيو آهي ان مطابق هيٺين مقصدن جي حصول لاءِ پاڻ پتوڙڻو آهي:

۱- سنڌين ۾ قوميت جو احساس پيدا ڪري ملڪ ڪ ڌارين جي سياسي، اقتصادي ۽ ذهني غلامي کان آزاديءَ لاءِ تيا ڪرڻ گهرجي.

۲- عوام جي معاشي هڪجهڙائي حاصل ڪرڻ لاءِ منجهو

اهڙو سياسي شعور پيدا ڪجي جو اسيمبلين يا وزيرن هٿان ذميوار سوسائٽيءَ جي نظام کي تبديل ڪرڻ جي عيوض هو ازخود پنهنجا مفاد پنهنجي طاقت وسياي حاصل ڪري سگهن.

۳- سنڌ اندر يا ٻاهر جملي ترقي پسند جماعتن سان گڏجي مٿين خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪ محاذ بنائجي.

هندن کي هتان لڏي نه وڃڻ گهرجي بلڪ ٻين سنڌين سان گڏجي ملڪ جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ گهرجي.

(از مسلم جماعت جي ڇپيل ڪارروائي)

مسلم جماعت جي ساري ڪارروائي مان اهو معلوم ٿيو ته سنڌ جي آزاديءَ ۽ ترقي جي سوالن لاءِ سڀئي رفيق متحد هئا. ليڪن جڏهن اقتصادي پروگرام جا سوال پيش ٿيا ته ان ۾ ڪي جاگيرداري ۽ زمينداري سرشتا ختم ڪرڻ جي فائدي ۾، ته ڪي مخالف هئا، انهيءَ وقت مون کي محسوس ٿيو ته آئنده سياست ۾ جيڪي ضروري سوال حل ڪرڻا آهن تن جو بنياد ٻن اصولن تي هئڻ لازمي آهي: ۱- سنڌي قوميت ۲- سوشلزم پر ڪيترا منهنجا رفيق باوجود صداقت، خلوص ۽ عام ترقي پسند خيالن جي، سوسائٽيءَ جي موجوده نظام کي سراسر تبديل ڪرڻ لاءِ تيار نه هئا.

انهي ميٽنگ ۾ هيٺيان ٺهراءَ پاس ڪيا ويا:

ٺهراءَ نمبر ۱

”ملڪ جي موجوده سياسي مسئلن تي، جي برطانيه سرڪار جي ۲ جون ۱۹۴۷ع اعلان جي صورت ۾ آخرين طرح ظاهر ٿيا آهن، مسلم جماعت غور ڪيو آهي وري پنهنجي تجويز “(۱) هندستان ۾ هڪ مرڪز هيٺ هندو مسلم برابر عيوضيءَ جي بنيادن تي گڏيل حڪومت ناهجي، جنهن ۾ زباني لحاظ تي ٺهيل سڀ صوبا (ٽڪرا نه ڪيل) آزاد ۽ خودمختيار حيثيت ۾ خوشيءَ سان شامل ڪيل هجن. (۲) ڏهه ڪروڙ مسلمانن کي عزت واري

زندگي گذارڻ ۽ ترقي لاءِ ملڪ جي معاملات ۾ مناسب موقعا ۽ حق ڏنا وڃن." ڪي گهڻو بهتر ۽ مفيد سمجهندي حالتن جي لحاظ سان ان تجويز کي قبول ڪرڻ کان سواءِ ڪو ٻيو رستو نٿو سجهي. جماعت اميد ٿي ڪري ته من ان ڪري ملڪ جي پنهنجي فرقن جي وچ مان شرمناڪ ڪشمڪش بند ٿي وڃي، جنهن ان کي دنيا جي نظرن ۾ کِلڻ هاب بنايو آهي.

هن تجويز جون جملي خاميون درگذر ڪري سگهجن ٿيون جيڪڏهن ان ڪري امن، خوشحالي ۽ سلامتي پيدا ٿين، پاڪستان ۽ هندوستان جي وچ ۾ وڏيڪ منظم طريقي خونريزيون ۽ فساد نه ٿين.

مسلم جماعت پنهنجي طرفان مسلم ليگ کي (جا هن وقت مسلمانن جي ڪمن جون مکيه جوابداريون ڪلهن تي کنيو بيٺي آهي) يقين ٿي ڏياري ته اها هن نئين مسلم بينڪ کي مستحڪم، مضبوط ۽ متحد ڪرڻ واسطي مدد ڏيڻ لاءِ تيار آهي، جنهن ڪري ان جي حفاظت ۽ ترقي ٿئي ۽ ڌارين جي محڪومي ۽ اثر کان آزادگي ملي سگهي. انهيءَ ڪري نئين حڪومت کي ڪاميابيءَ سان هلائڻ واسطي هيءَ جماعت ڪي تعميري تجويزون مسلمانن لاءِ عام طرح ۽ مسلم ليگ ۽ آئين ساز اسيمبليءَ لاءِ خاص طرح غور ڪرڻ واسطي پيش ڪري ٿي:

١- پاڪستان جو نئون آئين ۽ قوانين، جمهوريت ۽ سوشلزم جي بنيادن تي قرآن جي بنيادي اصولن مطابق ٺاهڻ گهرجي.

٢- نئين حڪومت کي پوري طرح هلائڻ واسطي انصاف، مساوات ۽ اخوت جي بنيادن تي (١) هيٺ ڪريل عوام ۽ سرمائيدار ۽ صاحب اقتدار طبقي جي درميان (٢) هن نئين بينڪ جي مختلف زباني لحاظ تي ڍيل مختلف صوبن جي وچ ۾ توازن قائم ڪيو وڃي. جيستائين ائين نه ڪيو ويندو ته ممڪن آهي ته طاقتور شخصيتون، طبقا ۽ وڏا صوبا، عوام ۽ ننڍن صوبن کي پنهنجي مفاد لاءِ ناجائز طور ڪتب آڻين، جنهن ڪري طبقاتي

۽ صوبائي تعصبات پيدا ٿي نئين پيٽڪ جي سلامتي ڪي خطري ۾ وجهي ڇڏين. انهي ڏس ۾ سنڌ، فرنٽيئر ۽ بلوچستان جي اقتصادي ۽ سياسي حقن ۽ فائدن خاص ڌيان لهڻو.

٣- هندوستان سان خاطرخواه (الف) ٻنهي ملڪن ۾ اقليتن جي حفاظت (ب) تواريخي تهذيبي يادگارن، مذهبي مرڪزن ۽ تعليمي درسگاهن جي حفاظت ۽ بنا روڪ جي ڪتب آڻڻ جي اجازت بابت سمجهوتو ڪرڻ گهرجي. آخر ۾ هي جماعت مسلم ليگ کي عموماً ۽ ان ۾ رهيل ترقي پسند ماڻهن کي خصوصاً درخواست ٿي ڪري ته مٿين تجويزن تي آزادانه ۽ غيرمتعصبانه طور غور ڪري انهن کي پايه تڪميل تي پهچائڻ لاءِ ڪوشش ڪن.

هن جماعت کي اميد آهي ته جنهن صورت ۾ مسلم ليگ کي ان ملڪ ۾ حڪومت جون واڳون ملڻ واريون آهن. ان حالت ۾ هن جا ڪارڪن تنگ ظرفي ۽ پارٽي بازيءَ جي خيال کان مٿي چڙهي ملڪ جي نون مسئلن ۽ جوابدارين کي فراخدلي ۽ اعلى خيالن جي نظر سان سرانجام ڏيندا جيئن پاڪستان نه صرف ملڪ جي اندروني معاملن بلڪ دنيا جي امن ۽ ترقي لاءِ ڪارائتو ٿي سگهي.

ٺهراءُ نمبر ٢:

”مسلم جماعت جي هن ميٽنگ جي راءِ مطابق هرڪو صوبو هڪ جدا ملڪ جي حيثيت رکي ٿو. انهيءَ اصول کي نظر ۾ رکندي سنڌ ڪو به اهڙو آئين قبول ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيندي، جنهن جي ڪري اڃا ان جا رهاڪو ڪن وڏن صوبن جي سياسي، اقتصادي ۽ ذهني غلاميءَ هيٺ اچي وڃن. اهڙيءَ هرهڪ ڪوشش جو سنڌي سموري قوت سان مقابلو ڪندا.

هيءَ ميٽنگ تنهنڪري سڀني سنڌ سان محبت رکندڙ سنڌين کي اپيل ٿي ڪري ته ايندڙ خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ هو تيار ٿين. جيڪڏهن هنن خاموشيءَ سان سنڌ جي موجوده خودمطلب

ليڊرن کي پنهنجي مرضي مطابق هلڻ تي ڇڏي ڏنو ته سنڌن قومي ۽ ملڪي هستيءَ کي وڏي نقصان پهچڻ جو انديشو آهي. سنڌ جي آزادي ۽ ٻين صوبن سان برابري ۽ سنڌن مالي وسائل کي مڪاني باشندي جي مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ واسطي جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار ٿيڻ گهرجي. هيءَ جماعت اهو اصول هرهڪ صوبي سان لاڳو ڪرڻ جي تائيد ٿي ڪري".

انهي ڪانفرنس ۾ هڪ نئين سب ڪاميٽي ناهي وئي (جنهن ۾ ڪثرت تعداد سنڌ جي بهترين عالمن جو هو) ته گڏجي پاڪستان جي مستقل آئين بابت اسلامي نقطه نگاه کان ڪو مسودو ناهي ملڪ اڳيان رکن ليڪن باوجود ڪيترن ميٽنگن جي اها ڪاميٽي ڪا مستقل تجويز تيار ڪري نه سگهي.

ڇاڪاڻ ته موجوده دنيا جي ضروريات مطابق آئين ناهڻ اهڙو مشڪل مسئلو هو جنهن جي باوجود وڏين دعوائن جي مذهبي عالم اهڙا تائين ڪو به خاطرخواه حل سوچي نه سگهيا آهن.

مسلم جماعت جي ٺهرائن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ اسان جي گروپ طرفان قرباني اخبار جي مضمونن، پوسٽرن ۽ پترا ڇپائي ورهائڻ ۽ ڪتاب ڇپائي ڳوٺن ۾ موڪلڻ وسيلي سنڌين ۾ قومي احساس ۽ بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي وئي. سنڌين ۾ بيداري آڻڻ لاءِ ڪي بنيادي نقطا مقرر ڪيا ويا، جن مان مکيه نقطا هيٺيان هئا:

"١- پاڪستان جي مضبوطي ۽ حفاظت سڀ کان مقدم ڳالهه سمجهڻ گهرجي.

٢- هارين جي معاشي (Economic) ۽ معاشرتي (Social) معاملن جي حفاظت ۽ ترقي لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

٣- سنڌ جي سرڪاري نوڪرين، زمين، واپار، ڪارخانن، مقاطعن ۽ ٻين پيدائش جي ذريعن کي صرف سنڌين جي مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ ۽ محفوظ رکڻ گهرجي.

انهيءَ واسطي سنڌ اندر غيرسنڌين کي نوڪري يا زمين

ڏيڻ ممنوع ٺهرائڻ گهرجي. واپار ۽ ڪارخانن ۾ سنڌين کي خاص مدد ڪرڻ گهرجي.

۴- پاڪستان جو آئين اسلام جي بنيادي اصولن ۽ علم سان انصاف ۽ برابريءَ جي مطابق ٺاهڻ گهرجي.

۵- آئين ساز اسيمبلي ۾ سنڌ جي عوضين کي حڪم ڏنو وڃي ته هو اهڙو ڪو به آئين قبول نه ڪن، جنهن موجب سنڌ جي آزاديءَ کي محدود ڪيو وڃي، يا ان ۾ بيروني دست اندازيءَ کي دخل هجي. ان ۾ هڪ خاص فقرو موجود هئڻ ضروري آهي ته ڪنهن به وقت جيڪڏهن سنڌ جا باشندا محسوس ڪن ته مرڪزي حڪومت سندن لاءِ نقصانڪار ثابت ٿي آهي ته عام ووٽ جي بنياد تي هو مرڪز کان جدا ٿي جدا گانه آزاد حڪومت ٺاهي سگهن. وڌيڪ ان آئين ۾ صاف ڄاڻايل هجي ته مرڪزي اسيمبلي ۽ وزارت ۾ سنڌ کي ٻين صوبن جيترا عيوضي ملڻ گهرجن. جيئن وڏا صوبا سنڌ مٿان قابض ٿي نه وڃن. اهڙيءَ طرح سان مرڪز جي جملي نوڪرين، ملٽري، ريلوي، ڪسٽمس، پوسٽ ٽيليگراف ۽ سفارتي کاتن ۾ سنڌ کي ٻين سان برابري جيترو حصو ملڻ گهرجي.

۶- سنڌ جو ڪو به خطئہ زمين ان کان جدا ڪري مرڪز جي ماتحت نه آندو وڃي.

۷- سنڌي تهذيب کي قائم رکڻ لاءِ سنڌي زبان کي ترقي ڏيارڻ لاءِ خاص اپاءُ ورتا وڃن.

۸- پاڪستان سرڪار کي ٻين ملڪن کان ڪو به اهڙو قرض نه کڻڻ گهرجي جو ڪيس ڏارين جي اقتصادي ضابطي هيٺ آڻي."

انهي وقت ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي ڪارڪنن جي پاڻ ۾ آئيني سوالن تي سمجهوتي جي باوجود ساري هندستان جي جدا جدا حصن ۾ هندو مسلم فساد شروع ٿي ويا. نوڪالي، ڪلڪتي، بمبئي، پنجاب ۽ صوبي سرحد جا فرقيوارانه فساد خاص سان شرمناڪ صورت اختيار ڪري ويا، جن ۾ هزارها بي گناه

جن جون حياتون ضايع ٿيون، ڪيئي ڳالهون زوري ڪچي جانورن وانگر وڪامڻ لڳيون، ڪروڙن جي ملڪيت تباهه ۽ برباد ٿي. وري به مهاتما گانڌي کي خدا روح ۾ رحم ڏنو، جنهن زور ڪي نوکالي ۾ رهي حالتن ۾ ڌاپر آڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪجهه وقت لاءِ سانت آندي.

هندن ۽ مسلمانن کي دهلي واري گڏيل مرڪزي حڪومت جي عارضي سرڪار ۾ برابريءَ جي حصي تي وزارتون ڏنيون ويون. مسلمانن جي طرفان انگريزن صرف مسلم ليگ کي نمائندگي ڏني جنهن ڪري ١- نوابزاده لياقت علي خان ٢- محمد اسماعيل چندريگر ٣- راجا غضنفر علي خان ٤- سردار عبدالرب نشتر ٥- جوگيندرناٿ منڊل وزير مقرر ٿيا.

ڪانگريس طرفان ١- پنڊت جواهرلعل نهرو، ٢- سردار ولڀ ڀائي پٽيل، ٣- ڊاڪٽر امبيڊڪر، ٤- مسٽر ڀاڀا، ٥- مولانا ابوالڪلام آزاد مقرر ٿيا.

مرڪز ۾ صلح هئڻ جي باوجود هندستان جي هندو اڪثريت وارن صوبن ۾ اگرچ ڪن مسلمانن کي وزارت ۾ کنيو ويو ليڪن مسلم ليگ جنهن کي اسيمبلين ۾ مسلمان ميمبرن جي اڪثريت هئي وزارت ۾ ڪابه نمائندگي ڪانه ڏني وئي. اهڙيءَ طرح مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ هندن يا ليگ کان سواءِ ٻئي ڪنهن مسلمان کي ڪابه نمائندگي ڪانه ڏني وئي. □

فصل اوڻيهون

## پاڪستان جو قيام

اڄي سو ڏڻوءِ جو ڪپر سو ڪنن سين،
ستي لوڪ لطيف چئي ياد نہ ذرو ڪيوءِ،
سيد ساٿ سنڌوءِ، پر بندر پهچائين. (شاه)

آخر هندستان جو سياسي تعطل حل ٿيو ۽ برطانيہ سرڪار هندستان کي ٻن ٽڪرن ۾ ورهائي، پاڪستان جي حڪومت مسلم ليگن جي هٿ ۾ ۽ رهيل هندستان جي واڳ، ڪانگريس جي حوالي ڪرڻ لاءِ ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ع جي تاريخ مقرر ڪئي. سنڌ جي ليگي ليڊرن مان غلام حسين (مرحوم) خانبهادر کهڙي ۽ يوسف هارون ازخود يا مٿان اشاري ملڻ تي، پاڪستان جي مرڪزي حڪومت جي گادي ڪراچي ۾ ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني. بغير عوام کان دريافت ڪرڻ جي "پرائي گهر مهمان اچن تہ اسان جي دل لوڏو ئي نہ کائي" مطابق دعوت ڏيڻ واسطي هن کان سواءِ ٻيو ڪوبہ سبب ٿي نٿو سگهي تہ اها سخاوت نئين مال غنيمت مان حصي ملڻ جي اميد تي ڪئي ويئي هئي. دعوت ملڻ شرط ليگ هاءِ ڪمانڊ جي ڪراچيءَ ۾ اچ وڃ شروع ٿي. بنگلن جو چونڊڻ، انهن کي درست ڪرائڻ، اسيمبلي ۽ سيڪريٽريٽ جون جايون هٿ ڪرائڻ، سيڪريٽريٽ جي عملي جي رهائش لاءِ جايون ٺهرائڻ جو سمورو ذمو سنڌ سرڪار کنيو، ليگ جا ڪارڪن خوش تہ اجهو ٿا انهن خدمتن ڪري نوازجن. پر دوربين نظرون محسوس ڪري رهيون هيون تہ—

اگڻ مٿي اوپرا جڏهن ڏناءِ ڌوڏا،
ونگيءَ نہ وارن سين تن گورن جا گوڏا،
تہ لڪن جا لوڏا، هوند نہ سٺاءِ سسئي. (شاه)

جيئن وقت نزديڪ ايندو ويو، تيئن حڪومت جي واڳ وٺڻ جي خوشيءَ ۾ هي مسلمانن جي حقن جا رکپال ۽ اسلام جا علمبردار پنهنجي مکيه عملي سميت طوطا، پليون، ڪتا ساڻ ڪري اچي پنهنجي دارالسلطنت ۾ وارد ٿيا. ساڍن ڇهن ڪروڙ هندستان جي زهيل مسلمانن جي قسمت جو معاملو هن حڪومت جي خوشيءَ ۾ شايد ڪين وسري ويو. فرقيوار نفرت جي باهه جا دکائي هئائون ان جي نتيجن جي سدباب لاءِ ڪو به خاطرخواه انتظام نه ڪيو ويو. مسلم ليگ جو ليڊر جناح صاحب انگريزي بادشاهت طرفان پاڪستان جو گورنر جنرل مقرر ٿيو. ليڪن ساڳئي وقت ۾ مسلم ليگ (مسلمانن جي واحد نمائنده جماعت) جي صدارت ۽ آئين ساز اسيمبليءَ جي پريزيڊنٽيءَ جون واڳون به سندس حوالي رهيون، انگريزن جي ملازمت ۽ مسلمانن جي ليڊري هڪ شيءِ ٿي ويون. پاڪستان اسيمبليءَ جي ميمبرن جناح صاحب کي ”قائد اعظم“ جو لقب اسيمبليءَ ۾ ٺهراءُ پاس ڪري ڏنو.

آخر ١٢ آگسٽ ١٩٤٧ع تي آئين ساز اسيمبليءَ جو افتتاح ٿيو ۽ جناح صاحب ان ۾ پنهنجي پهرين تقرير ڪئي، جنهن جا مکيه ٽڪرا ملاحظه لاءِ هيٺ ڏجن ٿا:

آءٌ سمجهان ٿو ته هينئر گذشته کي درگذر ڪري اوهان مان هرهڪ باشندي کي پوءِ اهو ڪهڙي به فرقي جو هجي يا اڳي اوهان سان ڪهڙا به اختلاف هجن يا ڪهڙي به رنگ، ذاتي ۽ متن جو هجي، ساڳئي ملڪ جو شهري هڪجهڙن حقن ۽ جوابدارين سان شمار ڪرڻ گهرجي.

آءٌ ان ڳالهه کي وڌيڪ دهرائڻ نٿو سمجهان. اسان کي اهڙي جذبي سان ڪم ڪرڻ گهرجي جو هيءُ سڀ تفاوت اقليت واري فرقي ۽ اڪثريت واري فرقي، هندو فرقي ۽ مسلمان فرقي جا. ڇاڪاڻ ته خود مسلمانن ۾ اوهان وٽ پٺاڻ، پنجابي، شيعا، سني، کوجا ۽ ميمڻ وغيره آهن ۽ اهڙيءَ طرح هندن ۾ اوهان وٽ برهمڻ، وئش، کتري، بنگالي ۽ مدراسي وغيره آهن سي سڀ

گم ٿي ويندا. مون کان جيڪڏهن پڇو ته سچ پچ اها هندستان جي آزاديءَ جي راهه ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. هيءَ نه هجي ها، ته اسان هن کان گهڻو وقت اڳ آزاد هجون ها. ڪو به چاليهه ڪروڙ ماڻهن جي قوم کي غلام رکي نٿو سگهي ۽ نڪو اوهان کي فتح ڪري سگهي ها، پر جي ڪٿي فتح ڪري ها ته گهڻي دير نائين قابو ۾ رکي ڪين سگهي ها. تنهنڪري هن مان اسان کي سبق سکڻ گهرجي، اوهان هن پاڪستان جي حڪومت ۾ آباد آهيو ته پنهنجي مندرن ۽ مسجدن ۾ وڃي سگهو.

اوهان جي مذهب يا فرقي يا متن کي ملڪ جي ڪاروبار سان ڪو به واسطو ناهي. تاريخ ڏيکاري ٿي ته ڪجهه وقت اڳ انگلنڊ جون حالتون هندستان جي هن وقت جي حالتن کان گهڻو خراب هيون. جيڪڏهن اوهان تاريخ پڙهي آهي ته اوهان کي معلوم ٿيندو ته رومن ڪئٿولڪ ۽ پراٽسٽنٽ (عيسائين جا فرقا) هڪٻئي کي تڪليف پهچائيندا هئا. خود هينئر به ڪي حڪومتون آهن جتي ڪن طبقن تي بندش وڌي وڃي ٿي يا تفاوت رکيا وڃن ٿا. خدا جو شڪر آهي ته اسان انهيءَ وقت شروعات ڪئي آهي جڏهن هڪ فرقي ۽ ٻئي فرقي يا هڪ جاتي ۽ ٻئي جي ماڻهن ۽ ٻئي جي ماڻهن جي وچ ۾ ڪو به تفاوت ناهي.

اسان انهيءَ بنيادي اصول سان شروعات ٿا ڪريون ته اسان هن ملڪ جا هڪجهڙا شهري آهيون. انگلنڊ جي ماڻهن جيئن وقت گذرندو ويو، وقت جي حقيقتن کي مدنظر رکي پنهنجي ملڪ جي حڪومتي فرائض کي سرانجام ڏيڻ تي ڪيو. اڄ اهي رومن ڪئٿولڪ ۽ پراٽسٽنٽ رهيا ئي ڪونهن. اهي سڀ گريٽ برٽن جا هڪجهڙا شهري هڪ ئي قوم جا فرد آهن.

هاڻي اسان کي اهو مثال سامهون رکڻ گهرجي ته هتي ٿوري وقت اندر نه هندو، هندو رهندا ـــ نه مسلمان، مسلمان رهندا. مذهبي نقطهءِ نگاهه کي ڇڏي ڇاڪاڻ ته اهو سندن شخصي عقيدو آهي پر سياسي نقطهءِ نگاهه کان سڀ، ماڻهو هڪ قوم جا فرد ٿي ويندا."

آخر ۱۴ آگسٽ ۱۹۴۷ع يوم آزاديءَ جي جشن جا ڍول وڄڻ لڳا، توبن جون سلاميون ٿيون، لارڊ مائونٽ بيٽن ۽ قائد اعظم جناح جون شاهي سواريون نڪتيون جن مغل شهنشاهن جي طمطراق کي به مات ڪري ڇڏيو. پوءِ آئين ساز اسيمبلي ۾ گڏ ٿيا. جناح صاحب کي ڪم حوالي ڪندي، لارڊ مائونٽ بيٽن جا تقرير ڪئي ان جا ڪي جملا ملاحظہ لاءِ پيش ڪجن ٿا.

”ڪيترنيءَ جفاڪشي بعد ورهاڱي بنسبت اٿيل مسئلا فيصل ٿيا آهن. اهو سڀ محنت ۽ پگهر وهائڻ بعد حاصل ٿيو آهي. اڃا هوند ڇوڻ گهران ته روئڻ ۽ رت هارڻ کان سواءِ اهو حاصل ٿيو آهي، ليڪن ان جي ڪري نهايت خوفناڪ ڏوه ٿيا آهن ۽ شايد اڃا به وڌيڪ خون خرابيون ٿين ها جيڪڏهن ماٿهو سندن ليڊرن مهاتما گانڌي ۽ مسٽر جناح جي اپيل تي ڌيان نه ڏين ها. انهي اپيل مطابق ورهاڱي جي ڪائونسل هڪ بيان ڪڍيو آهي. آءٌ ان بيان جا ڪي فقرا اوهان کي ياد ڏياريندس.

”اهو سندن ارادو آهي ته هرهڪ شهري جي حقي واجبي مفاد جي حفاظت ڪندا بنا امتياز، مذهب، ذات ۽ جنس جي“.

پنهي ملڪن ۾ سڀني باشندن کي شهري حقوق جي ادا ڪرڻ ۾ هڪجهڙي آزادي حاصل هوندي. اظهار راءِ ۽ جماعت سازي جي هرهڪ کي اجازت هوندي. پنهنجي طريقي موجب عبادت ڪرڻ جي سوڪل هوندي. هرهڪ جي زبان ۽ تهذيب جي حفاظت ڪئي ويندي. پوءِ سرڪاريون وڌيڪ انجام ٿيون ڪن ته اهي ۱۰ آگسٽ ۱۹۴۷ع کان اڳ پنهنجي سياسي مخالفن سان ڪوبه امتيازي برتاءُ نه ڪنديون. انهن لفظن کي پاڙي ڏيڻ انسان ذات جي پنجين حصي جي آزاديءَ جي چارٽر برابر ٿيندو.“

مسلم ليگ ليڊرن سان اسان جا ڪيترا به اختلاف هئا ليڪن جناح صاحب جي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ مذڪور بالا ڪيل تقرير ۽ لارڊ مائونٽ بيٽن جي تقرير اسان ۾ نيون اميدون پيدا ڪيون.

۲۱- آگسٽ ۱۹۴۷ع جي سون هڪ بيان ڪيو پنهنجي گروهه طرفان اظهار راءِ ڪيو ان بيان جا ڪي ٽڪرا ناظرين جي معلومات لاءِ پيش ڪجن ٿا:

”ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته پاڪستان جي حاصل ٿيڻ بعد جناح صاحب جي خيالن ۾ گهڻو ڦيرو اچي ويو آهي ۽ هو حقيقتن کي سندن سچيءَ صورت ۾ ڏسڻ لڳو آهي. گذريل ڏهن سالن اندر هل ۽ هنگاما جي پاڻ يا سندس حوارين پيدا ڪيا هئا، انهن کي وسارڻ گهري، ٿو ان ڪري حالتون روشن ۽ سازگار ٿيڻ جي آسيد پيدا ٿي آهي. مسلم ليگ وارن جي ڪوڙا نعرا ۽ اعلان غريب ۽ ابوجهه مسلمانن کي پنيلائي ووٽ وٺڻ لاءِ هنيا ٿي اسان ان جي مخالف هئاسون. جناح صاحب جو تازو بيان ان جي تصديق ٿو ڪري. هي جو ان ۾ چوي ٿو ته-

”اوهان جي مذهب يا فرقي يا متن کي ملڪ جي ڪاروبار سان ڪوبه واسطو ناهي“ تنهنڪري ان موجب پاڪستان سرڪار کي مذهب سان ڪوبه واسطو نه هوندو.

هڪ دهريو اهڙوئي پاڪستان جو پڪو شهري هوندو جهڙو پرهيزگار مسلمان. ڇا هي سڀ جيڪي نسلم ليگ وارن هن وقت تائين پئي چيو آهي ان جي برخلاف ناهي! مسلم ليگ جو بنياد ئي مذهب تي پڌل هو ۽ ”اسلام خطري ۾“ سندن مکيه نعرو هو. سون کي قائد اعظم جي بيشمار تقريرن جي حوالي ڏيڻ جي ضرورت ناهي، جنهن ۾ هن پاڻ کي اسلام جو محافظ ۽ مسلمانن کي وطن وٺي ڏيڻ جا ذڪر ڪيا آهن. هن خود اسلامي حڪومت قرآن تي پڌل جي گفتگو ڪئي هئي، شايد هي سڀ مسلمانن تي اثر وجهڻ لاءِ ڪيو ويو هو ۽ انهن ڳالهين عوام ۾ ڇڱي تعصب جي هوا ڦوڪي. باوجود ان جي اها خوشيءَ جي ڳالهه آهي ته مسٽر جناح طاقت ۾ اچڻ بعد پهرئين موقعي تي مٺين نعرن ۽ اعلانن کي ڇڏي ڏنو آهي ۽ خود مذهب کي سياست کان الڳ ڪري ڇڏيو اٿس.

انگلنڊ جو مثال پيش ڪندي هو چوي ٿو ته:

”هاڻ اسان کي اهو مثال سامهون رکڻ گهرجي ته ڪٿي پڻ ٿوري وقت اندر نه هندو هندو رهندا ۽ نه مسلمان مسلمان رهندا. مذهبي نقطہ نگاهہ کان نه، ڇاڪاڻ ته اهو سندن شخصي عقيدو آهي پر سياسي نقطہ نگاهہ کان سڀ ماڻهو هڪ قوم جا فرد ٿي ويندا“. هاڻ اهو جناح صاحب جي پوئلڳن تي منحصر آهي ته سندن صلاح وٺي، انگلنڊ جي پوئلڳي ڪندي، پنهنجي جداگانه هستي جنهن لاءِ گذشته وقت ۾ نهايت شدت سان اصرار ڪندا آيا مٽائي ڇڏين. هو مڪيه نقطو سندس تقرير ۾ قوم جو نئون نظريو آهي. سندس ٻن قومن وارو نظريو مشهور آهي جنهن لاءِ حوالن ڏيڻ جي ضرورت ناهي. هن هميشه ائين پئي چيو آهي ته هندو ۽ مسلمان ٻه جدا قومون آهن. سندس پاڪستان لاءِ گهر پڻ انهي نظريي جي بنياد تي ٻڌل هئي. پر هاڻ هن جي ٻن قومن واري نظريي عيوض نئين راءِ قائم ٿي آهي ته هندن ۽ مسلمانن ۾، شيعا ۽ سني، پنجابي ۽ پٺاڻ کان وڌيڪ فرق ناهي.

ڪيڏي نه تبديلي!!

اهڙيءَ تبديليءَ جي اسان مرحبا ٿا ڪريون، بشرطيڪ جيڪي چيو اٿس سو سچ هجي ۽ ٻاهرين ملڪن جي پروپئگنڊا خاطر نه چيل هجي.

فيڊريشن بنسبت اسان هميشه اهو اصول پئي رکيو آهي ته سنڌ سنڌين لاءِ ۽ پنجاب پنجابين لاءِ وغيره-

ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته جناح صاحب جي تقرير ۾ اهو اصول قبول ڪيو ويو آهي. فيڊرل اسيمبليءَ جي معنيٰ ئي اها آهي ته هڪجيترن آزاد رياستن ازخود ڪن گڏيل مقصدن خاطر، هڪ مرڪز قائم قبوليو هجي. ان جو لازمي نتيجو اهو ٿيندو ته هرهڪ صوبي جي ذرعي پيداوار ۽ آباديءَ جي باوجود ٻين صوبن سان برابريءَ جهڙو برتاءَ ورتو ويندو. اسان کي اميد آهي ته ان تبديليءَ بعد جناح صاحب هاڻ بي‌ايمان، بيڪار ۽ رشوتي پوئلڳن مان جان

آزاد ڪرائيندو، جن مسلمانن جي سوسائٽيءَ جي معاشرتي زندگي کي ناپاڪ بنائي ڇڏيو آهي“.

هندستان جي بيٺڪ ۾ اتي جي ڪانگريسي ڪارپردازن مهاسڀا، ڊاڪٽر امبيڊڪر ۽ سرڪار ٽوڊين کي به نئين حڪومت ۾ اڳيان اختلاف وساري پاڻ سان شريڪ ڪيو. هتي به اميد هئي ته ورهاڱي جي ڪائونسل جي اعلان ۽ لارڊ مائونٽ بيٽن جي اظهار ڪيل دلاسي مطابق مسلم ليگ جا اڳواڻ فراخدل ٿي سڀني پارٽين کي شامل ڪري حڪومت هلائيندا. پر هتي انهن اعلانن ۽ وعدن کي پورو ڪرڻ بدران ٽوڙيو ويو. اڳواڻن مخالفن کي نه صرف حڪومت ۾ شامل نه ڪيو ويو بلڪ انهن کي هر ڳالهه ۾ بائيڪاٽ ڪيو ويو. ڪانگريس ۽ مهاسڀا جي ڪارڪنن کي عام دعوتن يا پبلڪ جلسن ۾ گهرايو ويندو آهي، ليڪن اسان جهڙن سياسي مخالف مسلمانن کي دشمن سمجهي بائيڪاٽ ڪيو ٿو وڃي. اخبارن تي بندش وجهڻ، اعلان ڪرڻ ته مسلم ليگ کان سواءِ ٻي ڪنهن جماعت کي برداشت نه ڪيو ويندو، اسان لاءِ سندن ابتدائي انعام هو. پاڪستان جا اصل رهاڪو، مخلص ڪارڪنن، عوام ۽ ملڪ لاءِ قرباني ڪندڙ، سڄي عمر غريبن جي حقن لاءِ لڙندڙ، تن کي غدار ملت جو لقب عطا ٿيو ۽ ڇهن ڪروڙ مسلمانن کي رڻ ۾ رلائي ۸۰ لک مسلمانن کي وطن کان بيوطن ڪري ڪتا ۽ ٻليون ڪٽي اڇي محلاتن ۾ مزا مائيندڙ فخر ملت ۽ محافظ دين ٿي ويا.

اسان کي ان تي ارمان ڪونه ٿيو. اسان عهدن جا بکيا ٿورا هئاسون جو هوا بدلجڻ ڪري وڃي سندن ڪنجڪ پڪڙيون ۽ لئين سداورت مان ٻخري جا طالب ٿيون.

غني ترسيم گرچه مفلسيم ما
ڪه بر سفره حاتم نه نشيند مگسي ما

شڪ نون حاڪمن کي پيرن هٿا ئي ڪونه هر ڳالهه ۾ ڪين خطرو نظر ٿي آيو. ان ڪري هنن سندن پاليسي خلاف هر نڪته چينيءَ

کي اسلام ۽ پاڪستان خلاف بغاوت سان تعبير ڪيو ۽ عوام کي ڀڙڪائڻ لڳا ته ”مسلمان ڪري صديون کان پوءِ مسلمانن کي هندستان جي هڪ ٽڪري ۾ حڪومت حاصل ٿي آهي ته ان تي به هي غير جا ڇاڙتا خوش نه آهن ۽ چاهين ٿا ته وري ان کي تباهه ڪن“. نفرت ۽ جوش جي حالت ۾ سمجهه ۽ دماغ سالم نه رهندو آهي ان ڪري اسان چپ ۾ رهياسون ته ماڻهن کي پاڻهي تجربو سيکاريندو.

ملڪ جي ورهاڱي حالتن ۾ ڏاپر نه آندي ويتر منظم طريقي تي خونريزيون ۽ فساد شروع ٿي ويا. گذريل ڪيئي هزار سالن ۾ اهڙي وڏي پيماني تي انسان ذات جي تباهي، شرمناڪ ڪارناما، ماڻهن جو دربدر خاڪ بسر ٿيڻ، هڪٻئي کي بنا تميز زال، مرد، ٻار، پوڙهي جي وحشيانه طور قتل ڪرڻ، ڪروڙها رپين جي ملڪيت تباهه ڪرڻ يا ڦرلٽ ڪري کڻي وڃڻ جا مثال تاريخ ۾ ملي نه سگهندا. جهڙا اسلام جي علمبردارن تهڙا هندو ۽ سک ڌرم جي رکپالن هٿان سرزد ٿيا.

چوڻ ۾ اچي ٿو ته انهي طوفان نوح ۾ اٽڪل ڏهه لک بيگناهه مسلمان شهيد ٿيا، پنجاهه هزار کن مسلم عورتن کي زوريءَ کنيون ويون ۽ آهي لک کن مسلمان وطن کان بيوطن ٿي پاڪستان ۾ آيا، هندن ۽ سکن انهيءَ جانڪاهه حادثي ۾ ڇا سٺو انهن جي خبر انهن کي. جيتوڻيڪ اسان کي خبر هئي ته ان ساري تباهيءَ لاءِ ٻنهي قومن جي موجوده ليڊرن جي نفرتانگيز پاليسي گهڻي قدر جوابدار هئي، ليڪن حالتن جي تقاضا ڪري اسان خاموش رهڻ مناسب سمجهيو ۽ اهو ضروري ڄاتوسون ته اهڙي نازڪ وقت ۾ بنا شرط شروط جي حڪومت جو ساٿ ڏيون، ته هو حالتن کي درست ڪري سگهن،

انهي ڪري پنهنجي گروهه طرفان شيخ عبدالمجيد صاحب صدر جماعت ۽ مون سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ هڪ خط نوابزاده لياقت علي خان وزير اعظم پاڪستان کي موڪليو ۽ ان

ڪاپي اخبارن ۾ ڇپارائي جا ملاحظہ لاءِ هيٺ ڏجي ٿي:

"پيارا وزير اعظم، اوهان جي ٢٠ سيپٽمبر ١٩٤٧ع لاهور واري تقرير منجهہ هيٺين اپيل ڪيل آهي:

مصيبتون قومن تي اڪثر ايندڀون آهن، اسان هر طرح جي ڪوشش ڪري مشڪلاتن کي منهن ڏيئي رهيا آهيون. اسان جي اڳيان اڄ صرف پاڪستان کي مضبوط ڪرڻ جو سوال ناهي پر برصغير ۾ اسلام جو شان دوبارا اعليٰ ڪرڻ آهي. اهو تڏهن حاصل ٿي سگهندو، جڏهن اسان سڀئي پاڪستان جي خدمت لاءِ آماده ٿي وڃون. اسان کي هرهڪ مسلمان جي خدمت جي ضرورت آهي خواه اها خدمت شخصي حيثيت ۾ يا جماعتي حيثيت ۾ ملي. آئون هرهڪ مسلمان کي دعوت ٿو ڏيان تہ اسان سان پاڪستان جي مشڪلاتن دور ڪرڻ ۾ مدد ڪري.

"ڊان" ٢١ سيپٽمبر ١٩٤٧ع

هيستائين اوهان جو مطلب، مدد لاءِ صرف مسلم ليگ پارٽيءَ طرف ئي رهيو آهي. پر هاڻي جڏهن اوهان جي اپيل جو دائرو وسيع ٿي پارٽيءَ جي حدن کان ٻاهر نڪتو آهي تہ اسان شخصي طرح ۽ جماعت جي طرف کان پنهنجون خدمتون ۽ وسائل بنا ڪنهن پس و پيش جي پوريءَ سچائيءَ سان اوهان جي سپرد ٿا ڪريون. اهو اوهان تي ڇڏيل آهي تہ توهان جي تقرير جي بيان ڪيل مقصدن لاءِ اسان جي خدمتن کي ڪهڙي نموني ۾ ڪتب آڻيو. جيڪڏهن اوهان گهرندا تہ پنهنجي دوستن ۽ گڏجي ڪم ڪندڙن جي لسٽ بہ اوهان کي موڪلي ڏيون. اسان کي اميد آهي تہ هيءَ اسان جي عقيدت ڀري آڇ قبول ڪئي ويندي.

اوهان جا وفادار:

شيخ عبدالمجيد

جي. ايم. سيد

اسان اخبارن ذريعي خط سان گڏ هي به صاف ڄاڻايو ته هي آچ ڪنهن عهدن وغيره جي لالچ تي ڪانم ڪيل آهي. اما صرف وزير اعظم جي ڪيل اپيل جي جواب ۾ پاڻ کي ملڪ جي خادمن جي لسٽ ۾ داخل ڪرائڻ جي نيت سان ڪيل هئي. پر هنن انگريزن جي جاءِ نشينن ۽ بنا محنت جي بنيل نون حاڪمن کي ايڏو فخر دماغ ۾ ويٺل هو جو خط جي پهچ به ڪانه موڪليائون.

پاڪستان وزارت ۾ اڳين هنن وزيرن کان سواءِ سر ظفرالله، مسٽر غلام محمد، خواجه شهاب الدين، عبدالستار پيرزاده به رکيا ويا. سر غلام حسين سنڌ جو گورنر مقرر ٿيو ۽ سرفرانسز موديءَ کي سنڌ ۾ سرانجام ڪيل خدمتن جي عيوض وڏائي پاڪستان جي مکيه صوبي پنجاب جو گورنر مقرر ڪيو ويو. خانبهادر کهڙو سنڌ جو وزير اعظم ٿيو.

انهي وقت ڌاري هندستان ۽ پاڪستان جي مختلف صوبن ۾ فساد ۽ خونريزيون جاري رهيون. لکها مسلمان اوڀرندي پنجاب ۽ ديسي رياستن مان لڏي تباه حال ۾ پنجاب ۽ سنڌ ۾ اچڻ لڳا. سنڌ ۾ نوابشاه ضلع، حيدرآباد شهر ۽ ڳاڙهين ۾ ڪن هندن جي خونريزي ۽ ڦرلٽ جا حادثا شروع ٿيا، ان ڪري هندن ۾ لڏپلاڻ شروع ٿي ويئي. سرڳواسي ڄيٺمل پرسرام ۽ شيخ عبدالمجيد جي ڪوشش سان هڪ اقليتن جي لاءِ حفاظت ڪاميٽي ٺاهي ويئي، جنهن جون شاخون پنهي پيڙڪن ۾ بنائيون هيون جنهن جا مکيه مقصد هيٺيان هئا:

۱- هندستان ۽ پاڪستان اندر اقليتن جي حياتي ۽ ملڪيت جي بچاءَ، تهذيبي، مذهبي، شهري حقوق جي حفاظت لاءِ ڪو حقن جو چارٽر تيار ڪرائي پنهي ملڪن ۾ انهي تي عمل ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

۲- هندن ۽ مسلمانن مان موجوده پکڙيل نفرت کي دور ڪري سندن تعلقات ڳهاٽا ڪرائڻ.

٣- پناهگيرن کي هتي الامڪان يا سلامت موٽائي پنهنجي وطن موڪلجي ۽ ڪين سندن جڳهيون ۽ ملڪيتون موٽائي ڏجن، پر ان جي ناممڪني جي حالت ۾ پنهي ٻنهڪن اندر انهن جي رهائش لاءِ سٺو ۽ سٺو انتظام ڪرڻ.

اها تحريڪ ٻاهران آيل معزز پناهگيرن ۽ هتي جي اقليت واري قوم جي مدد سان شروع ڪئي ويئي هئي. انهيءَ ڪاميٽيءَ جي ڪم جا ٽي مکيه صيغا رٿا ويا:

١- ٻاهران آيل مصيبت زده پناهگيرن جي مدد ۽ همدردي.

٢- هتان جي هندن کي لڏي وڃڻ کان روڪڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

٣- ٻنهي ٻنهڪن ۾ جماعتون ٺاهي انهن جي ذريعي عام راءِ پيدا ڪري "اقليتن جا حقوق" حڪومت کان تسليم ڪرائڻ.

مٿي ڏيکاريل پهرئين مقصد لاءِ هڪ سب ڪميٽي ٺاهي ويئي، جا ڪئمپن ۾ وڃي مهاجرن جو معائنو ڪري، ڪين طبعي مدد ڪرڻ، سنڌ جي مختلف ڀاڱن ۾ رهڻ لاءِ خبرچار مهيا ڪرڻ، سرڪار ۽ سندن وچ ۾ تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ انتظام ڪرڻ واري هئي. ليڪن اڳتي هلي معلوم ٿيو تہ حڪومت جي ڪارڪنن ۾ اسان جي طرفان اهڙي ڪوشش مان شڪ شبها پيدا ٿيڻ لڳا ۽ مهاجر ڪارڪنن کي چيو ويو تہ جيڪڏهن هن تحريڪ سان هو تعلق رکندا تہ ان حالت ۾ حڪومت کان مدد جي اميد نہ رکن. ان ڪري ان ڪم کي وڌيڪ نہ هلايو ويو، جو اسان مناسب نہ سمجهيو تہ اسان جي سياسي اختلافن ڪري مدد جي بجاءِ مورڳو ٻاهران آيل ڏتڙيل مهاجرن کي ڪو نقصان نہ پهچي.

مٿي ڏيکاريل ٻئي مقصد لاءِ ٻہ هڪ سب ڪاميٽي سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن جي طرفان مسٽر چيئمل پرسرام ۽ شيخ عبدالمجيد صاحب جي سهاري هيٺ ٺاهي ويئي، ان ۾ مسٽر شهيد سهروردي کي دعوت ڏيئي گهرايو ويو، جنهن خانبهادر محمد ايوب

کهڙي ان وقت جي وزير اعظم کي ڪاميٽيءَ جي سرپرستي ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو، جنهن بعد خانبهادر آن ڪاميٽيءَ جو چيئرمين ٿيو ۽ ان ۾ ڪي مسلم ليگ جا ميمبر به کنيائين. آخر انهيءَ لاءِ هڪ وفد مقرر ٿيو ۽ هندن کي دلداري ڏئي کين سنڌ نه ڇڏڻ لاءِ آماده ڪري، ان واسطي صاحبزاده عبدالستار جان سرهندي مسٽر چيٺمل پرسرام، مسٽر نارائڻ داس ملڪاڻي، ڪامريڊ عبدالقادر صدر هاري جماعت ۽ آئون حيدرآباد ضلعي جي ڪجهه حصي ۽ نوابشاهه ضلعي طرف ويٺاسون، اتي تقريرون ڪيون ويون، مڪاني هندن سان ملاقاتون ڪري انهن جا اهنج ۽ شڪايتون ٻڌيون ويون. گشت جي دوران معلوم ٿيو ته ڪن عملدارن هندن کي ڊيڄاري لٽڻ جي تحريڪ ۾ خاص دلچسپي ورتي هئي جن ۾ نوابشاهه جي ڪليڪٽر مسٽر مسعود ۽ اپر سنڌ جي ڊپٽي ڪمشنر مسٽر خان جا عام طرح نالا ورتا پئي ويا.

خانبهادر کهڙي جي گهري دلچسپي وٺڻ جي باوجود به افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي ته سنڌ مسلم ليگ جي مکيه ڪارپردازن ان ۾ دلچسپي نه ورتي جيتري هڪ مکيه جماعت جي ڪارڪنن جي حيثيت ۾ کين وٺڻ گهرجي هئي. ڪن جاين تي ته خود مسلم نئشنل گارڊ جي نالي هيٺ هندن کي تنگ ڪيو ٿي ويو. مٿي ذڪر ڪيل عملدارن جي ڪمن تي ترت روڪٿام پوڻ يا بدلي نه ٿيڻ ڪري، ماڻهن ۾ اسان جي ڪوشش ۽ دلاسن گهڻو اثر نه ڪيو. ان مان اسان کي سنڌ وزارت جي ڪاروبار تي پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ مرڪزي حڪومت جو ازخود عملدارن جي بدلي ڪرڻ ۾ به خاص طرح ڏسڻ ۾ آيو.

ان ساري وقت ۾ ”قرباني“ اخبار باوجود نون حاڪمن جي حڪومت ۽ طاقت جي بي ٻڌائيءَ سان حق جو آواز بلند ڪندي آئي ۽ سنڌ جي حقن جي حفاظت لاءِ لڙندي رهي. آخر ان کي خانبهادر کهڙي جي وزارت بند ڪيو، جا اڃا تائين نه نڪري سگهي آهي.

مٿي ذڪر ڪيل ٽئي مقصد لاءِ مسٽر نارائڻ داس ملڪاڻي
جي توسط سان هڪ ڪاميٽيءَ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ارادو
هو ته سنڌ جو گشت پوري ڪرڻ بعد هڪ وفد مٿين مقصد
جي حصول لاءِ هندستان موڪليو ويندو.

هندستان ۾ اها ڪيترن جاين تي فساد پئي ٿيا. دهليءَ
وارو فساد مرڪزي حڪومت جي اکين اڳيان خاص طرح نمايان
هو جنهن هند سرڪار جو نالو گهڻو بدنام ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ
ڏس ۾ سنڌين جي گهٽي هاڪ هئي جو اتي سواءِ رواجي واقعن
جي هندستان ۽ پاڪستان جي ٻين صوبن وانگر خونريزي ڪانه
ٿي هئي. پر ٦ جنوري ١٩٤٨ع جي ٻنپهرن جو جڏهن اسان
اليڪشن ٽربيونل جي سلسلي ۾ چيف ڪورٽ ۾ حاضر هئاسون
ته اسان جي اکين آڏو پاڪستان سيڪريٽريٽ جي هيٺين عملي
۽ ڪن ٻاهران ستايل پناهگزينن طرفان چند ڪلاڪن لاءِ
عام هندن جي گهرن جي ڦرلٽ شروع ٿي، جنهن ۾ سندن گهٽي
ملڪيت لٽي وئي ۽ ڪي خونريزي جا واقعا به ٿيا. خانبهادر
کهڙي جي وزارت پاڪستان جي گورنر جنرل جي مدد سان ملٽري
حاصل ڪري حالتن تي ترت قبضو ڪري ورتو. ٻه ڏينهن ڪرفيو
آرڊر جاري هئڻ بعد حالتون ٺاپر هيٺ آيون. انهي سلسلي ۾
ڪيترا ماڻهو گرفتار ٿيا، جن ۾ ڪي پاڪستان سيڪريٽريٽ جي
هيٺين عملي جا نوڪر به هئا. خانبهادر کهڙو ان ڳالهه تي
محڪم هو ته ڏوهه ڪندڙن کي سخت سزائون ڏيون وڃن پر
مٿان زوربار پوڻ ڪري حالتون اهڙيون پيدا ٿيون، جنهن ڪري
هو گهڻو ڪجهه ڪري نه سگهيو، ڇو ته آخر به مرڪزي سرڪار
مٿان ويٺي هئي.

مٿين واقعي ڪري اسان جي هندن کي رهائڻ واري
ڪوشش ختم ٿي وئي ۽ هندن کي اسان سنڌ ۾ انهن حالتن
هيٺ رهڻ لاءِ ڪهڙي منهن سان چئي سگهياسين ٿي. اهڙيءَ طرح
هندستان طرف وفد موڪلڻ جي ڳالهه به رهجي وئي. ڀلا اسان

جا ماڻهو هندستان وڃي اهڙين حالتن هيٺ ڪهڙو اثر پيدا ڪري سگهن ها؟

پڊڻ ۾ آيو ته ان فساد برخلاف سخت قدم کڻي ترت بند ڪرڻ، تلاشيون وٺائڻ ۽ گرفتاريون ڪرائڻ ڪري خانبهادر کهڙي جي برخلاف مرڪز ۾ رسوخ رکڻ وارو ڪو گروپ ناراض ٿي پيو ۽ سندس مخالفت لاءِ اهو پهريون ڪارڻ بڻيو.

هندستان ۾ وري فساد ٿيڻ لڳا، ازانسواءِ پاڪستان جا ڪي مکيه ڪارڪن اعلانيه چوڻ لڳا ته هندستان جي جملي مسلمانن جو هي قومي وطن آهي ۽ اهڙي طرز گفتگو اختيار ڪرڻ لڳا جنهن ڪري لکن جي تعداد ۾ مسلمان لڏي پاڪستان ۾ اچڻ لڳا ۽ انهن جي رهائش جو سوال جاڳيو. سنڌ ۾ اڳي ئي گهڻو تعداد مهاجرن جو اچي چڪو هو. ڪراچيءَ جي آبادي ٻه حصا وڌي ويئي هئي، حيدرآباد، ميرپورخاص، نواب شاهه، سکر، شڪارپور، جيڪب آباد، لاڙڪاڻي ۽ ٻيا ڪي تعلقن جا مکيه شهر اڳي ئي ٻاهران آيلن سان ڀرجي ويا هئا، ڳوٺن ۾ به، چڱو تعداد زمين تي موڪليو ويو هو. جيئن ته پاڪستان جي مرڪزي حڪومت سنڌ ۾ هئي ۽ سنڌ ٻين رياستن جي نزديڪ هئي، مرڪزي سيڪريٽريٽ جي عملي عزيزن ۽ لڳ لاڳاپن، سنڌ جي وڏيڪ شاهوڪار ملڪ هئڻ. پنجاب ۽ سرحد ۾ پوري خاطرتواضع نه ٿيڻ ۽ هتي جي ليڊرن ۽ ماڻهن جي ڪمزوري سبب مهاجرن جي آمد جو رخ هن طرف زياده ٿيڻ لڳو. پڊڻ ۾ آيو ته خانبهادر کهڙي مڪاني هارين جي بيدخل ٿيڻ جي پڪارن، شهري دڪاندارن جي شڪايتن ۽ تعليم يافته نوڪرين واري طبقي جي عام راءِ کان متاثر ٿي وڏيڪ مهاجرن کي سنڌ ۾ وٺڻ تي پس و پيش ڪئي. ان ڪري ملڪ جي مرڪزي حاڪمن جي مٿس ناراضگيءَ جو ٻيو سبب پيدا ٿيو.

اسان کي ته ان وقت کان معلوم هو ته جڏهن سنڌ جي ليگي ليڊرن ڪراچيءَ ۾ مرڪزي پايه تخت ڪرڻ جي دعوت

ڏني هئي ته مرڪزي حڪومت کي هٿ ڪرائڻ جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو ته ڪراچيءَ جي بندرگاهه شهر کي سنڌ کان جدا ڪري مرڪز جي تسلط هيٺ آندو ويندو. پر انهن جا ليگي دوست اسلام جي عشق ۾ ايترو رڱجي ويا هئا جو دور تائين پر ويجهو به پنهنجي عينڪن کان سواءِ ڏسي نٿي سگهيا، تن نه مڃيو.

آخرڪار اها مهل آئي جو خانبهادر کهڙي کي گهرائي چيو ويو ته ڪراچي حوالي ڪر. ٻئي طرف مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ ۽ صوبي سنڌ مسلم ليگ، سنڌ اسيمبليءَ جي اجلاس طرفان ۽ سنڌ جي هر هڪ گوشي مان ڪراچيءَ کي مرڪز جي حوالي نه ڪرڻ جا ٺهراءُ پاس ٿيڻ لڳا. سنڌ ڪاليج جي شاگردن مظاهرا ڪيا. پر پير الاهي بخش جهڙن ميمبرن اسيمبلي اندر گجگوڙون ڪيون، آغا غلام نبي خان پٺاڻ جهڙي نوجوان صوبي ليگ جي جنرل سيڪريٽري جي رهنمائي هيٺ صوبه سنڌ مسلم ليگ ٺهراءُ پاس ڪري ڪراچيءَ کي زوري مرڪز ۾ کڻڻ جي برخلاف سخت مخالفت ڪري قانوني انحرافي تائين وڃڻ لاءِ هڪ مجلس عمل مقرر ڪئي. انهن سڀني واقعات اهڙي اميد افزا فضا پيدا ڪئي جو خانبهادر کهڙو پاڻ به پيو ۽ پڌرڻ ۾ آيو ته قائد اعظم جهڙي هستيءَ کي چئي آيو ته جنهن صورت ۾ سنڌ جي عام راءِ ڪراچيءَ کي مرڪز جي حوالي ڪرڻ جي برخلاف آهي ان ڪري هو خوشيءَ سان ڪراچي مرڪز جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. ان ڳالهه مقدس برخلاف نون حاڪمن وٽ ناراضگيءَ جو نيون ڪارڻ پيدا ڪيو. سر غلام حسين سنڌ جو گورنر ٿيڻ تي ڪيس خوشي ڪانه ٿي، هن بمبئي سرڪار جي ڏينهن ۾ گورنرن جا رعب ڏٺا هئا، خود صوبي جي سڌارن کان پوءِ سنڌ جي گورنرن سر لانسيلاٽ گراهام، سر هيوڊائو ۽ سر فرانسز موڊي جا اثر ۽ اختيارين سندن اکين اڳيان هيون، جي ڪم و بيش صوبي جا مالڪ هئا. هن جي گورنر ٿيڻ بعد ڪيس ڪراچيءَ ڪلب ۾ روز پنهنجي سنگتين جي ڪچهري ۽ دربار تان هٿ کڻڻو پيو، جنهن

جو وڏپڻ ۾ هو عادي ٿي چڪو هو ۽ ٻئي طرف وري خانبهادر کهڙي کي حڪومتي ڪاروبار ۾ ڪيس صفا ڏلهو ڪري ڇڏيو هو. مطلب ته گورنمينٽ هائوس ۾ هو پاڻ کي نظربند سمجهڻ لڳو. حڪومتي ڪاروبار جي وڏين ڳالهين کي ڇڏي خود ننڍين شخصي معاملات ۾ به هن کي خانبهادر کهڙي اڳيان هٿ ٽنگڻو ٿي پيو. آخر اهو ساڳيو کهڙو هو جنهن کي بمبئي ڪائونسل ۾ ڪيڙيو هٿائين. سنڌ جي پهرين وزارت پيري خانبهادر کهڙي کي پارليامينٽري سيڪريٽري مقرر ڪرڻ بعد اسيمبليءَ ۾ "منهنجو کهڙو" ڪان سواءِ سڏ نه ڪندو هوس. خانبهادر کهڙي جي عمر ۽ هن جو آزمودو ٻئي برابر هئا. پوءِ وقتي طاقت جي گهمنڊ ۾ اچي خانبهادر سندس جذبات کي ڇو ٿي ڏکويو؟ انهن ڳالهين ڪان سواءِ سندس هم جايس، جي روز ونس ويهي سندس آسانيءَ ۾ پيا پلبا هئا، تن جا ڏينهن به ڏکيا گذرڻ لڳا ۽ انهن به ڪيس خانبهادر جي برخلاف شڪايتن جا ڪيئي داستان ٻڌائي سندس برخلاف ڪرڻ ۾ ڪسر ڪانه ڇڏي.

پير الاهي بخش ۽ مير غلام علي خان جي روايات ڪان پڙهندڙ اڳي ئي واقف آهن. هنن کي به خانبهادر کهڙي جي خلاف ڪي شڪايتون پيدا ٿيون. باوجود سياسي بي اعتباري ۽ انتظامي ناهوشياريءَ جي هنن جا حرص ۽ طمعون مري ڪونه ويون هيون. سر غلام حسين جي مخالفت ۽ مرڪزي حڪام جي ناراضگيءَ هنن جي ستل مڏن کي جاڳايو ۽ اشاري ملڻ تي هنن پنهنجي ليڊر خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيو.

جنهن وقت انهن سڀني سر منڌلن پي سانداڻو ڪيو ته خانبهادر کهڙو ان وقت دعوتن کائڻ، دفتري ڪاروبار جي نيڪال ڪرڻ، حڪومت جي معاملات فيصلا ڪرڻ ۽ نئين آيل رنگين سوسائٽيءَ جي سرڪل ۾ اهڙو مشغول هو جو پردي پٺيان جيڪي وهيو واپريو پي تنهن جي ڪيس ڪابه خبر ڪانه ٿي پيئي، ان وقت ڏاري اتفاق سان شيخ عبدالمجيد، سيد علي محمد راشدي ۽ منهنجي

ساڻس ملاقات ٿي. شيخ صاحب مرڪزي حڪومت جي پاليسيءَ، وزارتي خلفشار ۽ سنڌ ملڪ جي مکيه مسئلن جي طرف ڏانهن ڪم توجهه ڏئي ڏيان ڇڪايو. ميان راشدي ان وقت ڪيلي شيخ صاحب کي مخاطب ٿي چيو ته جناب خانبهادر کهڙي سان مون ساري عمر گذاري آهي هن جا فيصلا هميشه وقت کان پوءِ ٿيندا آهن. خانبهادر جيڪڏهن "دريش" (الهه بخش مرحوم واري خون جي ڪيس ۾ خانبهادر کهڙي خلاف مکيه شاهد) بابت ڪو ترت فيصلو ڪري سگهي ها ته مرحوم الله بخش جي خون جي منصوبي واري ڪيس ۾ ڦاسي ٿي نه ها. □

فصل ويهون

# سنڌ جي سورن جي شروعات

ستيون ۽ سنجهيون، منهن ويڙهي مُئن جئن،
اوجاڳا اکين کي، ڄاتئي نه ڏيئي،
هٿان تو پيئي، ٿي ڪچو ڪيچين ڪرئين. (شاه)

آخر ڳجهي ڳوڙهي وسيو. مير غلام علي خان ۽ پير الاهي بخش، سر غلام حسين (مرحوم) ۽ مرڪز کان اشاري ملڻ تي بغاوت تي آماده ٿي سنڌ جي گشت تي روانا ٿي ويا. سر غلام حسين سڪيم پورت فوليا وزير اعظم جي صلاح جي برخلاف بدلائي مٿين وزيرن جي حوالي ڪيا، ٻي طرف انهن وزيرن خلاف انتقامي قدم کڻڻ لاءِ مرحوم حاجي علي محمد مري جي چوڻ تي پارٽيءَ جي ميٽنگ سڏائي ويئي. گشت ۾ گهڻي ڪوشش جي باوجود ٻنهي وزيرن کي خانبهادر خلاف ميمبرن جي حمايت ملي نه سگهي. ان ڪري گورنر صاحب کي، جناح صاحب وٽ مدد لاءِ وڃڻو پيو جنهن خانبهادر کهڙي کي وزارت عظميٰ تان معزول ڪري مٿس جاچ لاءِ انڪواري ڪاميٽي وهاري جنهن تي ٻه هاءِ ڪورٽ جا جج جنهن جو چيئرمين جسٽس عبدالرشيد هو مقرر ٿيا.

گورنر، وزارت جي صلاح کان سواءِ پنهنجي اختياري تي ٽربيونل مقرر ڪيو ۽ مسٽر پرمانند وڪيل کي پنج سئو رپيه روزانه في تي مقرر ڪري انڪواريءَ جي جاچ شروع ڪرائي.

خانبهادر کهڙي جي ان طرح ٻسمس ٿيڻ ڪري سنڌ جي هر ڪ سمجهدار رهاڪوءَ کي ارمان ٿيو. خود اسان جي گروه، جن جي ليگ وزارت سان ڪا دلچسپي ڪانه هئي، تنهن به خانبهادر جي اهڙي طرح وزارت عظميٰ تان لاهڻ کي سنڌ جي

بي عزتي تصور ڪيو. اسان کي خانبهادر جي ڪمزورين ۽ خامين جي بخوبي خبر آهي. هن جي ساري سياست شخصي اقتدار ۽ ذاتي طاقت جي محور جي چوڌاري ڦرندڙ آهي؛ ان ڪري هن جو شخصي انتقام ۽ دوستي ضرب المثل ٿي ويون آهن. ڪيترا ئي سنڌس دوست هن جي بدناميءَ جو باعث ٿيا آهن. سياسي نظريي موجب خانبهادر رجعت پسنديءَ جو پرچهلو ٿي رهيو آهي، منجهانئس عوام جي مفاد جي ڪا به اميد رکڻ اجائي آهي ليڪن هن معاملي ۾ هرڪ کي خبر هئي ته هن کي انتظام جي درستي يا اعليٰ اصولن جي خاطر نه ڪڍيو ويو هو. هن سموري قصي پٺيان هڪ گهڙي سياسي ڌانڌ ۽ سنڌ جي بي عزتي مقصود هئي. تنهنڪري هرڪنهن سنڌيءَ کي ارمان ٿيو. ان جي ڊسمس ٿيڻ وقت پاهران آيل اخبار نويسن جنهن ذهنيت جو مظاهرو ڪيو ان پاڻ سنڌين جي زخمي دلين تي لوڻ برڪيو. جيڪڏهن اصول ۽ انتظام جي نقطهءِ نگاهه کان اهو قدم کنيل هجي ها ته خود مرڪزي حڪومت جا ڪيترا ئي مکيه ڏسٽا وائسٽا صاحب ان جي زد کان ٻاهر نه نڪري سگهن ها. پر هي ته سراسر هڪطرفي ڊگري هئي ان مان سواءِ ان جي ٻيو ڪو به مقصد ٿي نٿي سگهيو ته صوبي جي طاقتور ۽ صاحب اقتدار سياستدان کي هيسائي، دٻائي ۽ ڪمزور ڪري پنهنجي ماتحت ڪيو وڃي. پاهران آيل حڪمران طبقي جي دماغ ۾ اها هوا ويٺل آهي ته پاڪستان سنڌن قربانين وسيلي حاصل ٿيو آهي تنهنڪري ان جي حڪومت هلائڻ ۽ فائدي وٺڻ جو حق به کين ئي آهي. بعضي وقت ذهنيت جو اهڙو مظاهرو ڪيو ٿيو وڃي جو هتي جا اصل باشندا رعيت ٿا سمجهيا وڃن ۽ پاهران آيل صاحب فاتح ۽ حڪمران. ڪيترن ڏسٽن وائسٽن کي ائين به چوندي ٻڌو ويو آهي ته هتي جي جاهل ماڻهن جي سڌارڻ لاءِ هو هتي آيل آهن. اها ئي ذهنيت هئي جنهن انگريزي حڪومت جي هزارها خوبين جي باوجود، آخر انگريزن جي برخلاف مڪاني ماڻهن ۾، اها نفرت پيدا ڪري ڇڏي، جنهن جو علاج

سنڌ حڪومت ڇڏي وڃڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ٿي نہ سگهيو.
هي صاحب بہ شايد انهي پيروي تي هلي رهيا آهن.

عوام کي اميد هئي تہ مرڪزي حڪومت جي طرف کان اهڙي بي‌انصافي ۽ بي‌قانوني روش تي سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر ضرور صدائي احتجاج بلند ڪندا. پر اسان جي عجب جي حد نہ رهي جڏهن ڏٺوسين تہ قاضي فضل‌الله ۽ ميان غلام‌نبي خان جهڙا سمجهدار سياستدان ۽ خانبهادر کهڙي جا يار غار بہ متفق راءِ پير الاهي بخش کي پارٽيءَ جو ليڊر چونڊي آيا. گويا جيڪو قدم خانبهادر جي خلاف کنيو ويو هو اهو حق بجانب هو ۽ پير صاحب جي پڻ جي اشاري تي پنهنجي ليڊر سان ڪيل غداري سٺو ڪم هو، جنهن جي عيوض هو وزارت عظميٰ لاءِ متفق راءِ چونڊجڻ جو حقدار هو. اسان کي ليگ جي اڪثر ميمبرن جي اخلاق ۽ ايمانداريءَ جي پوري خبر هئي ليڪن هاڻ تہ ساري سنڌ ان جي ڏيواليپڻي جو مظاهرو ڏسڻ لڳي ۽ اهو ثابت ٿيڻ لڳو تہ ليگ جي مرڪزي پارليامينٽري بورڊ اسان کي شڪست ڏيڻ لاءِ ڪهڙن ماڻهن کي اسيمبليءَ ۾ چونڊي موڪليو هو.

ٻي طرف پير الاهي بخش جي هن قدم کڻڻ بعد ڪيس وزيراعظم چونڊڻ سان اهو ظاهر ٿي ويو تہ ليگ ۾ غداريءَ جي عوض نقصان نہ پر فائدو ملندو آهي.

هنن ميمبرن پاڻ کي سنڌي عوام سان جوابدار نہ سمجهي مرڪزي آقائن کي راضي ڪرڻ لاءِ پير صاحب کي ليڊر چونڊيو ۽ پير صاحب پنهنجي وزارت عظميٰ کي مرڪزي حڪام جي بخشش سمجهي سمورو وقت سندن راضي ڪرڻ ۾ صرف ڪيو.

انهي وچ ۾ ملڪ جون حالتون غير تسلي‌بخش ٿينديون ويون، اسلام ۽ پاڪستان کي بچائڻ لاءِ مسلم ليگ جي لنبين دعوائن جي باوجود حالتون روزبروز ويون خراب ٿينديون. ڪيترن ئي مکيہ مسئلن بنسبت ليگ گورنمينٽ جي پاليسي صفا نہ هئي انهن ڳالهين تي غور ڪرڻ لاءِ چند همخيال دوست خان عبدالغفار خان

جي جاءِ تي ڏارٽ ويسٽرن هوٽل ڪراچيءَ ۾ گڏ ٿيا، جن مکيه مسئلن بابت اسان پاڪستان سرڪار ۽ ليگ جي بانيڪارن جي پاليسي سمجهي ٿي سگهياسون، سي هيٺيان هئا:

(۱) پاڪستان جي حڪومت مسلمانن جي حڪومت آهي يا پاڪستان ۾ رهندڙن سڀني فرقن جي باشندن جي.

ڇاڪاڻ ته ليگ جي ليڊرن ۽ وقت جي حڪام اهڙيون تقريرون ۽ اعلان ٿي ڪيا جي منجهائيندڙ هئا.

* هڪ وقت پاڪستان جي جملي باشندن کي بنا امتياز هندو مسلمانن جي هڪ قوم سڏيو ٿي ويو انگلنڊ جي مثال کي سامهون رکي ته،

** ٻي وقت وري پاڪستان کي ڏهه ڪروڙ مسلمانن جو قومي وطن سڏي ان کي سندن وطن ۽ حڪومت شمار ڪيو ٿي ويو.

ڏسڻ ۾ آيو ٿي ته ارباب حل و عقد جي دماغ ۾ ڪا هڪ ڳالهه صاف ويٺل ڪانه هئي.

پاڪستان جي سڀني پاڪستانين جو ملڪ هو ته پوءِ طاقت ۾ آيل پارٽيءَ جو فرض هو ته فرقيوار جماعتن کي توڙي اقتصادي بنيادن تي نين پارٽين بنائڻ جي شروعات ڪن ها — "مسلمان علحده قوم آهن ۽ مسلم ليگ انهن جي واحد نمائنده جماعت آهي" جو راڳ ڇڏي ڪري ڇڏين ها — پر جي اهو سڀ مغربي دنيا جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ لاءِ ڏيکاءُ طور چيو ٿي ويو ۽ حقيقت ۾ هنن هندستان جي مسلمانن کي علحده قوم ۽ پاڪستان کي ان جو وطن ڪري سمجهيو ته پوءِ چار ڪروڙ هندستان جي مسلمانن کي ڪيئن وطن کان ٻاهر ٿي ڇڏيو ويو. انهن جي رهائش لاءِ ٻه هٿ انتظام ڪرڻ گهرندو هون. منجهن اهڙو موهنجارو پنهنجي

---

* قائد اعظم جي ۱۲- آگسٽ ۱۹۴۷ع واري تقرير آئين ساز اسيمبليءَ ۾.

** لياقت علي خان ..........

ويو هو جو هڪ وزير اعلان ڪري ته "*داڻ پاڪستان ۾ هندستان کان وڌيڪ اينڊڙ مسلمانن لاءِ جاءِ ڪانهي آهي" ته ٻيو وزير اعلان ڪري ته:

"⁑هي ڏهه ڪروڙ هندستاني مسلمانن لاءِ وطن آهي ۽ هر ڪو اچي سگهي ٿو" جيتوڻيڪ کين اها خبر هئي ته چئن ڪروڙ مسلمانن لاءِ پاڪستان ۾ جاءِ ڪانهي آهي.

انهي وچ ۾ هتي جي ڪن آفيسرن ۽ سازشي ماڻهن جي روش ۽ ڪن ڪانگريس ڪارڪنن جي منظم تحريڪ هندن کي الهندي پاڪستان مان لڏائڻ جي ڪري، هندن پنهنجو پاڪستان ۾ رهڻ غيرسلامتي وارو سمجهي لڏڻ شروع ڪيو. جنهن صورت ۾ هندن جي هتان لڏي وڃڻ جو اثر هندستان جي مسلمانن تي پوڻو هو ته به هندن جي رهائڻ لاءِ پاڪستان طرفان ڪا خاطرخواه ڪوشش ڪانه ڪئي ويئي جيستائين ڪه تمام گهڻو تعداد هندن جو الهندي پاڪستان مان لڏي ويو.

(۲) پاڪستان جي حڪومت جمهوري حڪومت آهي يا فاشسٽ ۽ ڊڪٽيٽرانه حڪومت آهي؟ ڇاڪاڻ ته حڪومت جي ڪارڪن جي اعلانن ۽ روزمره جي روش ۽ طريقيڪار مان پتو ئي نٿي پئجي سگهي.

ورهاڱي جي ڪائونسل جي اعلان يا پوءِ جي اعلانن مان مغربي دنيا کي صاف ٻڌايو ويو ته "پاڪستان ۾ جمهوري طريقي جي حڪومت ٿيندي، آتي اظهار راءِ ۽ جماعت سازي جي آزادي هوندي، اقليتن ۽ مخالفن کي هڪجهڙا حق ڏنا ويندا ۽ ساڻن امتياز وارو برتاءُ ورتو ويندو."

ليڪن عملي طرح جڏهن ڏنو ٿي ويو ته "هاٿيءَ جي ڪائڻ جا ڏند هڪڙا ۽ ڏيکارڻ جا ٻيا" وارو مثال ٺيڪ لڳي

---

* غضنفر علي خان.

⁑ نوابزاده لياقت علي خان.

ٿي آيو. ڪي ۱ سربرآورده ليگي ليڊرن بيان ڏيڻ لڳا ته ليگ
کان سواءِ ٻي ڪابه جماعت برداشت نه ڪئي ويندي وغيره.
جڏهن ڪنهن ۲ به ليگ کان ٻاهر مکيه ڪارڪن پاڪستان جي
خدمت لاءِ پنهنجون خدمتون آڇيون ٿي ته انهن کي چيو ٿي ويو
ته جيستائين هو ليگ ۾ داخل نه ٿيا آهن ان وقت تائين منجهانئن
ڪابه اميد رکڻ اجائي آهي."

مخالف ڌر ۳ جون اخبارون بند ڪيون ويون. انهن جي ۴
ميٽنگن تي بندش وجهي اظهار راءِ جي اجازت نه ڏني وئي.

هر پبلڪ موقعي ۵ تي مخالفن جو بائيڪاٽ ڪيو ويو.
ليگ کان ٻاهر ماڻهن کي غدار قوم وغيره جي خطابن سان ياد
ڪيو ويو ڪنهن به مخالف ڌر جي ڪارڪنن کي حڪومتي
ڪاروبار ۾ شامل نه ڪيو ويو. گويا پاڪستان جي حڪومت
مسلم ليگ جي چند ماڻهن کي انگريزن وٽان ورثي ۾ ملي هئي
جنهن ۾ سواءِ انهن جي ٻيو ڪوبه حقدار ڪونه هو.

اسان کي خبر هئي ته هي جمهوريت جا علمبردار ڪنهن
به ٻي جماعت کي قائم ڪرڻ نه ڏيندا، خود ليگ مان به پنهنجي
فرمانبردار ٽولي کان سواءِ ٻي ڪنهن کي حڪومت ۾ شرڪت
ڪرڻ لاءِ لائق نٿي سمجهيو ويو. ته به صلاح پئي ته ڪن
اصولن جي بنياد تي جماعت ٺاهي انهن جي ظاهري دعوائن کي
آزمايو وڃي جيئن سندن مصنوعي دعوائن جو پردو چاڪ ٿي پوي
۽ سچ ڪوڙ جو پتو پئجي وڃي.

---

۱. خان عبدالقيوم وزير اعظم سرحد. ۲. خان عبدالغفار خان
جناح صاحب کي آڇ ڪئي ان ڪين اهو جواب ڏنو.

۳. قرباني اخبار ۽ خان عبدالغفار جي اخبار.

۴. سرحد ۾ سرخپوشن جي ميٽنگ تي.

۵. جشن آزادي تي مسلم جماعت ۽ خان عبدالغفار خان کي نه
گهرايو ويو.

(۳) پاڪستان جي حڪومت جو سرشتو شريعت مطابق هلندو يا جمهوري ڪثرت راءِ نموني دنيا جي ٻين جمهوري حڪومتن جي طريقي هلندو؟ پاڪستان جا حڪومت هلائيندڙ ان مسئلي تي به صاف ڪونه هئا ھڪڙن ۱ چيو ٿي ته ”مذهب جو حڪومت جي ڪاروبار سان ڪوبه واسطو نه آهي“ ۲ ته ٻين هن ڳي قرآن جي قانون مطابق اسلامي حڪومت بنائڻ ٿي گهريو. آخر ڪهڙن تي اعتبار ڪجي! جي حڪومت مغربي طرز موجب غيرمذهبي (سڪيولر) هئي ته پوءِ هي اسلام جي نالي ۾ عوام کي بيوقوف بنائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي پر جي حڪومت سچ پچ اسلامي اصولن مطابق هلائڻ جو ارادو هو ته پوءِ شراب جو عامجام وڪرو، چڪلا خانا، ٻنڪون ۽ وياج، جاگيرداريون، عملدارن لاءِ وڏا پگهار ۽ سندن رهڻ لاءِ بهشت نما بنگلا، ڪيئن ٿي قائم رهي سگهيا، جڏهن عوام جي ڪثرت کي بدن تي ڪپڙو، ڳاڌي لاءِ طعام ۽ رهڻ لاءِ پورو گهر به نه هو؟ انگريزن وارو انڊين پينل ڪوڊ جاري هو. بي‌پردگيءَ جي مظاهري لاءِ مينا بازاريون ڪافي هيون. هڪ طرف وطن ڳان بي‌وطن ٿي صدما سهي، نڪليئون ڪاٽي، ننگ ۽ ناموس کي قربان ڪري آيل مهاجرن دربدر خاڪ بسر ٿيو زندگي پيا گذارين ته هي اسلام جا علمبردار، پاڪستان جا محافظ، ليگ جا ليڊر طرح طرح جا ويس پايو ڳاڏا ڳايو، پيٽ پيو، مفت جا مال هٿ ڪيو، مست ٿي ناچن ۽ شادمانن ۾ مشغول هئا. ڇا اسلام ۽ قرآن جي احڪامن تي هلندڙ حڪومت جا اهي ڪارناما هوندا آهن؟ جي حقيقت ۾ حڪومت اسلامي اصولن موجب هلندڙ نه هئي، ته پوءِ اسلام جي نالي ۾ عوام کي هي ڏوڪو ڇو ٿي ڏنو ويو؟ ان ساري طرزعمل جي معنيٰ ۽ مطلب اسان جي سمجهه ڳان ٻاهر هو.

---

۱. قائداعظم جي ۱۲- آگسٽ واري تقرير.

۲. نوابزاده لياقت علي خان جو نعراءَ.

(ع) پاڪستان جي مرڪزي حڪومت "يونيٽري" نموني جي ٿيندي يا صوبن کي ان ۾ اندروني خودمختياري حق خوداراديت حاصل هوندا؟

لاهور ۾ ۱۹۴۰ع واري آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ پاڪستان واري پاس ٿيل ٺهراءَ يا ان کان پوءِ جي تقريرن ۽ تحريرن موجب پاڪستان آزاد خودمختيار رياستن جو مجموعو ٿيڻ وارو هو. ليڪن حصول پاڪستان بعد حڪام پاڪستان جي قول ۽ فعل مان ائين پئي معلوم ٿيو ته آهستي آهستي ڪري سارا اختيارات مرڪزي حڪومت جي هٿ ۾، موجوده برسراقتدار ٽولو آڻي، ان کي پنهنجي جاگير وانگر ڪتب آڻيندو. اها حقيقت هيٺين علامتن مان معلوم ڪري سگهجي ٿي. غيرپاڪستاني مسلمانن جو هڪ سياسي گروه اسلام جي آڙ ۾ ڪوشش ڪري رهيو آهي ته پاڪستان جي جدا جدا صوبن کي باوجود سندن حدن، زبانن، قومي مفاد، تهذيبي روايات ۽ تاريخ کي گڏي هڪ يڪو ملڪ بنايو وڃي جنهن جو لازمي نتيجو اهو ٿيندو ته هرهڪ صوبي جي بنيادي جداگانه هستي مٽجي ويندي، انهي ڪري جيڪڏهن ڪو ماڻهو سنڌ يا ٻي صوبي جي اندروني سياسي، اقتصادي، ذهني آزاديءَ يا ترقيءَ جو نالو وٺي ٿو ته ان کي اهو ٽولو اسلام ۽ پاڪستان جي دشمن جي نالي مان مشهور ٿو ڪري. اهڙيءَ طرح مرڪز ۾ ٻين صوبن سان برابريءَ جي عيوضيءَ، وزارت، نوڪرين وغيره ۾ حق گهرڻ جي سوال اٿارڻ کي، صوبجاتي تعصب قرار ڏيئي مفاد عام جي خلاف سمجهي ٿو ۽ هرهڪ صوبي جي جداگانه هستي مٽائڻ لاءِ ڪوشش ڪري ٿو. خود هرهڪ صوبي جي جدا قومي هستيءَ کان انڪار ٿو ڪري.

هڪ نئين موهوم قوميت (مذهبي بنيادن تي) جي وجود قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ٿي رهي آهي. مسلم ليگ جو نظريو ته "پاڪستان جا مسلمان هڪ قوم آهن" خاص طرح سان مٿي ذڪر ڪيل بيان جي تائيد ٿو ڪري صوبجاتي اسيمبلين ۾ مرڪزي

اسيمبليءَ طرفان ميمبرن جو نامزد ڪرڻ، صوبي جي وزارتن جو مرڪزي حڪام جي اشارن تي ڊهڻ ۽ ٺهڻ، صوبن ۾ مٿين نظرين جي تائيد ڪندڙ ٽولن کي پيدا ڪري انهن جي همت افزائي ۽ ڪرمفرمائي ڪرڻ، صوبن جي مڪاني زبان کان سواءِ مرڪزي هندستان جي آيل حڪمران ٽولي جي زبان "اردو" کي ملڪ ۾ مروج ڪرڻ تي زور ڏيڻ، ٻاهران آيل مهاجرن کي صوبن جي عام راءِ خلاف زوريءَ صوبن ۾ موڪلي پنهنجي اثر جا اڏا ٺاهڻ، چند اهڙيون ڳالهيون آهن جي ظاهر ٿيون ڪن ته هوا جو رخ ڪهڙي طرف آهي.

(۵) پاڪستان جي حڪومت کي سرمائيدار طرز حڪومت تي هلايو ويندو يا عوام جي مفاد لاءِ سوشلسٽ طريقي تي. مسلم ليگ جا مکيه ڪارڪن هميشه پنهنجي تقريرن ۽ تحريرن ۾ ظاهر ڪندا رهيا آهن ته پاڪستان جي حڪومت عام ماڻهن جي مفاد لاءِ هلائي ويندي ۽ نه ڪنهن خاص طبقي يا چند اشخاص جي نفعي لاءِ. ليڪن حصول پاڪستان کان پوءِ انهن غريبن جي حاسي ۽ همدردن عوام جي حالت سڌارڻ لاءِ ڪجهه به ڪونه ڪيو آهي.

هندستان کان لڏي آيل ۸۰ لک ڪن مسلمانن مان سواءِ چند جي ٻيا سڀ دربدر ۽ تباهه حالت ۾ آهن. جاگيرداريون ساڳيون قائم آهن، بئنڪون ۽ شخصي جائدادون وڏي رهيون آهن، بليڪ مارڪيٽي، رشوتخوري، وڏن پگهارن جو حاصل ڪرڻ، بنگلا، محل، عيش عشرتون بدستور جاري آهن. حالانڪ انهن ماڻهن جو ڪثرت تعداد جن جي نالي ۾ هي حڪومت وئي ان جا مالڪ بنجي ويٺا آهن، مسڪيني، جهالت، بدامني وغيره جي هر مصيبت ۾ مبتلا آهي. ڪڏهن "اسلامڪ سوشلزم" جا دلاسا ڏيون ٿا، ڪڏهن حضرت عمر جي خلافت جا مثال ڏيئي انهي وانگر برابري ڪرڻ جون ڳالهيون ڪيون وڃن ٿيون، ليڪن پاڪستان کان اڳي آزادي وٺڻ تائين جي انهن ڳالهين بابت عوام کي ترسايو

ويو ٿي، تہ ڌاڻ وري اهي حضرت پاڪستان جي مضبوط ٿيڻ جو راڳ ڳائي عوام کي وڌيڪ غيرمحدود عرصي تائين ترسائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن.

آخر سنڌن ايئرڪنڊيشن (ٿڌرادو سرد ٿيل بنگلا) محل، سونهري ۽ روپهري برتن، قيمتي ڪوچ ۽ غاليچا، بهترين موٽرڪارون ۽ وائيڪنگ هوائي جهاز، طرح طرح جون ضيافتون ۽ ڪاڌا پيتا وغيرہ جا خرچ مهمل نٿا ٿي سگهن، ليڪن غريب کي پوکڻ لاءِ زمين ٽڪرو، رهڻ لاءِ گهر، کائڻ لاءِ طعام کي ترسائڻ ضروري ڄاتو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ تہ ان ڪري کين ۽ سنڌن همجنس جي طبقاتي مفاد کي نقصان پهچڻ جو انديشو آهي.

(٦) پاڪستان جي حڪومت اقليتن جي سوال تي هندستان جي حڪومت سان ڪو خاطرخواه سمجهوتو نہ ڪيو آهي ۽ نہ پنهنجي حد اندر اقليتن بابت ڪا پاليسي مقرر ڪئي آهي.

مسلم ليگ جي لاهور واري ٺهراءَ ۾ اقليتن جي حقن جي حفاظت لاءِ خاص فقرو هو. خود پاڪستان جي گهر خاص ڪري اقليتن طرفان ٿيل هئي، ليڪن پاڪستان جي اعلان ٿيڻ بعد حڪومت جي عهدن ملڻ جو وقت جيئن نزديڪ ايندو ويو، تيئن ان جا حاڪم ڇئن ڪروڙ مسلمان اقليتن جي قسمت بنسبت ڪنهن بہ فيصلي ڪرڻ کان سواءِ مڏيون ۽ سال کئي اچي هتي ويٺا. هڪ هزار ورهين جي مسلم اقتدار ۽ تهذيب جا يادگار ۽ ڪروڙها مسلمانن کي بنا ڪنهن فيصلي ڪرڻ جي پوئتي ڇڏي آيا. پوئتي انهن سان جيڪي ٿي گذريو ان جي سدباب لاءِ اڳواٽ ڪا تجويز تہ سوچي هئائون ۽ نہ پوءِ ئي ڪجهہ ڪري سگهيا. انهي حالتن ۾ پنهنجي عقل جي ڏيوالي ۽ خودمطلبيءَ جي حد جو مظاهرو ڪيائون.

ان کان پوءِ جڏهن ڏٺو ويو تہ ڪن شرارتي هندن طرفان اقليتن کي پاڪستان مان لڏائڻ جي منظم سازش هڪ طرف هلي رهي هئي تہ ٻئي طرف ڪن خودغرض ۽ ڪوتاه نظر مسلمانن ۽

آئمسرن طرفان اقليتن جي ملڪيتن ڦٻائڻ جي نيت سان، انهن کي تنگ ڪري لڏائڻ جون ڪوششون شروع ٿيون ته ان جي بند ڪرائڻ لاءِ سواءِ انتظام جي درست ڪرڻ جي ڪابه ڪارگر ۽ سمجهدار ڪوشش ڪانه ڪئي ويئي. نتيجو اهو نڪتو آهي جو هندستان ۾ اڃان چار ڪروڙ کن مسلمان رهجي پيا ته الهندي پاڪستان ۾ ڪي نالي خاطر هندو وڃي رهيا، جنهن ڪري ليڪن جو پراڻو راڳ ته مسلمانن جي عيوض الهندي پاڪستان ۾ غيرمسلم اقليتون اسان وٽ گروي رهنديون غلط ثابت ٿيو.

هاڻ ڪنهن به وقت جيڪڏهن هندستان وارا بڇڙائي تي اچن ته رهيل مسلمانن سان ڪهڙو به سلوڪ اختيار ڪري سگهن ٿا. جڏهن پاڪستان جي حڪام کي خبر هئي ته هندستان جي سڀني مسلمانن لاءِ پاڪستان ۾ رهڻ واسطي گنجائش نه ٿيندي ۽ جڏهن کين اها به خبر هئي ته غيرمسلم اقليت جو پاڪستان مان لڏي وڃڻ هندستان ۾ پوئتي رهيل مسلمانن جي قسمت تي ابتو اثر ڪندو، جڏهن کين معلوم هو ته هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ به ساڳي نفرت جي پاليسي، هڪ ڏينهن جهونا ڳڙهه جي بهاني تي، ته ٻين ڏينهن ۾ حيدرآباد ۽ ڪشمير جي سوالن تان، پاڪستان جي مسلمانن ۾ پرچار ڪرڻ جو لازمي نتيجو جنگ ٿيندي، جنهن لاءِ گهٽي وقت تائين هي ملڪ تيار ٿي نه سگهندو ۽ جنهن مان سواءِ تباهيءَ جي ٻيو ڪجهه به حاصل ٿيڻو ڪونه هو، ته پوءِ ڇو چائي واڻي صرف پاڻ کي طاقت رکڻ لاءِ اها پاليسي اختيار ڪئي ٿي ويئي.

(ج) هن حڪومت جي ڪارڪنن جي خارجي پاليسي به درست ۽ ٺيڪ نه هئي. هنن جيڪي طريقا اختيار ڪيا هئا، انهي ڪري هڪ طرف هندستان ته ٻي طرف افغانستان ته ٽئي طرف رشيا جي حڪومتن جي همدردي وڃائي ويٺا هئا.

هندستان جي ارباب حل و عقد سان پاڪستان ٺهڻ کان اڳ وارو رستو اختيار ڪري ڪيترا مسئلا منجهايا ويا. جنهن ڪري

هڪ ته سال بسال ڪروڙها روپيا ملڪ جي بچاءَ جي بلي خرچ ڪرڻ تي مجبور ٿيڻو پيو ٿي ته ٻي طرف ڪشمير جي سوال، درياءَ جي پاڻي جي ورڇ، واپاري مشڪلاتن، اقليتن جي حقوق ۽ لڏي ويلن جي ملڪيتن جي سوالن تان تعلقات روزبروز خراب ٿيڻ لڳا.

افغانستان سان ويهي سمجهه ۽ ويچار سان فيصلي ڪرڻ جي عيوض آزاد علائقي جي ويران حصي لاءِ ڪيئي ڪروڙ روپيه ساليانو خرچ ڪري، اتي جي رهاڪن کي خوش ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي ويئي، جنهن جي ڪابه انتها نظر نٿي آئي.

اگرچه پاڪستان انگلنڊ جي شهنشاهيت جي هڪ ڀڱڪ هو ۽ ان جو گورنر جنرل بادشاهه طرفان مقرر ڪيل هو، ليڪن اهڙا طريقا اختيار ڪيا ويا جو انگلنڊ وٽ به مانَ گهٽ ٿي پيو ۽ رشيا وٽ به اعتبار نه رهيو، پر هندستان وارن جي انهن ملڪن طرفان وڌيڪ خوشامند ٿيڻ لڳي.

پاڪستان جي اهڙي پاليسيءَ ڪري ايشائي ملڪن جي متحده محاذ جو خواب بنا تعبير جي رهجي ويو.

اسان جي حڪومت پنهنجو سمورو ڌيان وچ مشرق جي مسلمان ملڪن سان تعلقات وڌائڻ طرف لڳايو جنهن صورت ۾ انهن ملڪن جو گهڻو حصو انگلو-امريڪن بلاڪ جو طرفدار ۽ زيرتسلط هو، ان حالت ۾ پاڪستان جي مستقبل سياست جو سمورو مدار انگلو-امريڪن بلاڪ جي رحم ۽ ڪرم تي وڃي بيٺو.

پاڪستان جو فائدو ان ۾ هو ته ايندڙ سرمايه داري ۽ اشتراڪيت جي تصادم ۾ هن کي غيرطرفدار رهڻ جي پاليسي اختيار ڪرڻ گهربي هئي، ليڪن موجوده پاليسي ۽ حالتن مطابق ان کي مجبوراً انگلو-امريڪن بلاڪ جي پوئلڳي ڪرڻي پوندي.

(٨) صوبن سان مرڪزي حڪومت جا تعلقات ٺيڪ نه هئڻ ڪري، موجوده حڪومت پاڪستان جي اصل باشندن جي همدردي گهڻي قدر وڃائي ويٺي هئي.

مسلم ليگ حڪومت جي طاقت ۽ مذهبي نعرن جي آڌار تي ظاهر ۾ ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿي آيو، ليڪن ملڪ ۾ حب الوطني بنيادن تي قوم پرستيءَ جي اها نڪل آگ دکي رهي هئي جنهن جو اندازو صرف عوام سان تعلق رکندڙن کي ئي پئجي سگهيو ٿي.

يورپ ۾ سون ورهن جي ڪوشش جي باوجود وڏا ملڪ جهڙوڪ جرمني، فرانس، روس، پر وارن ننڍن ملڪن، جهڙوڪ هالنڊ، بيلجم، ڊينمارڪ، پولينڊ، هنگري وغيره کي سا ڳي مذهب، لباس، نسل ۽ تهذيب هوندي به ملائي هڪ ڪري نه سگهيا. فريڊرڪ گريٽ، نيپولين، اليگزينڊر گريٽ، وليم، هٽلر وغيره مين جون ڪوششون رائگان ويون. تاريخ جي اهڙن مثالن هوندي اهو خام خيال پيو معلوم ٿئي ته هن وقت سوڙهي پائجامي پائڻ ۽ پانن کائڻ وارا پنهنجي نوايجاد اسلام ۽ تهذيب جي ذريعي پنجابين، پٺاڻن، بلوچن، بنگالين توڙي سنڌين جي هزارها ورهين جي تهذيبن، روايات، زبانن کي ميٽي پنهنجي رنگ ۾ رنگيندا، اها ايڏي غلط پاليسي آهي، جنهن کي جيڪڏهن گهڻو وقت هلايو ويو ته پاڪستان جا بنياد مضبوط ٿيڻ بدران ڪمزور ٿيندا. اهي چند ڳالهيون هيون جن کي مدنظر رکي چند مخلص ڪارڪن گڏجي هيٺيون اعلان ڪيو.

”گهڻي وقت تائين غور ۽ فڪر ڪرڻ بعد اسان ان نتيجي تي پهتا آهيون ته پاڪستان جي مکيه مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ هڪ جدا جماعت، ”جمعيت عوام“ جي نالي سان ساري پاڪستان لاءِ ٺاهيون.

سڀ کان اول اهو صاف طرح ظاهر ڪرڻ ٿا گهرون ته اسان پاڪستان جي حفاظت ۽ ترقيءَ جا حامي آهيون ۽ ان کي اسان پنهنجي آئنده نسلن لاءِ پاڪ ورثو ۽ امانت ڪري تصور ڪريون ٿا. ان کي شاندار بنائڻ لاءِ اسان خدمت ۽ قرباني ڪرڻ ۾ ڪابه ڪوتاهي نه ڪنداسون.

اسان ان ڳالهه تي به غور ڪيو آهي ته ڇو نه مسلم ليگ پارٽيءَ سان گڏجي وڃون. جيتوڻيڪ اسان گهڻو خواهشمند آهيون ته پاڪستان جي فائدي واسطي ڪم ڪندڙن هن عناصرن سان گڏجي ڪم ڪريون، مگر اسان مجبوراً هن راءِ تي پهتا آهيون ته موجوده حالتن جي ماتحت نه صرف مسلم ليگ جو برقرار رکڻ غيرضروري ٿي پيو آهي، ليڪن اسان جي سڌاريل مقصدن ذريعي به عوام جي فوري ضروريات ۽ مسئلن جو حل ٿي نٿو سگهي. ان ڪري اسان جي ان ۾ داخل ٿيڻ ڪري حالتون پاڻ وڌيڪ منجهنديون ۽ ملڪي مسئلن تي ترقي پسند نقطه نگاه سان نظر ڪرڻ دور پئجي وينديون، جنهن ڪري انهن خرابين جي وڌڻ جو امڪان آهي جن جي ئي ڪري ملڪ تي هيڏي مصيبت آئي آهي.

"جمعيت عوام" بنائڻ سان اسان ملڪ اڳيان جدا نظرين ۽ مقاصدن جي بنياد تي ڪي تجويزون رکڻ گهرون ٿا. جن ۾ اسان ڪي ملڪ جي موجوده مشڪلاتن جو حل نظر اچي ٿو.

اسان پاڪستان کي آزاد (سوشلسٽ) رعيتي راڄن جي حڪومتن جو مجموعو بنائڻ جو تصور رکون ٿا.

اسان ان راءِ جا آهيون تہ انسان ۽ انسان جي وچ ۾ اقتصادي برابري، ترقيءَ عالم لاءِ ضروري شئي آهي ۽ ان راهه ۾ رالبڪ وجهڻ جي هرڪا ڪوشش، عوام جي مشڪلاتن گهٽائڻ بدران پاڻ وڌائيندي.

پاڪستان ۾ اسان غربت، جهالت، طبقاتي اقتدار هڪ هٽي (Monopoly) ۽ استعمال غرضي (Exploitatior) (پوءِ اهو سياسي هجي يا اقتصادي) کي ختم ڪرڻ گهرون ٿا.

اهو ان وقت تائين حاصل ٿي ڪين سگهندو، جيستائين پاڪستان جي هرهڪ باشندي لاءِ هڪجهڙا حق ۽ موقعا مهيا نہ ڪيا ويا آهن. پاڪستان جو استحڪام تيستائين ٿي ڪين سگهندو، جيستائين ان ۾ آيل هرهڪ کي پنهنجي روايات ۽ مفاد مطابق پنهنجو مستقبل پاڻ بنائڻ جي مڪمل آزادي حاصل نہ

هوندي. ڪابه مرڪزي حڪومت طاقت وٺي ڪين سگهندي جتي ان ۾ هرهڪ شامل ٿيل ملڪ ٻاهرين دست اندازي کان پنهنجي سلامتي، تهذيب، زبان ۽ روايات جي حفاظت لاءِ سدائين پاڻ پتوڙيندو رهندو. انهن مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان جي تجويز موجب پاڪستان جو آئين ”آزاد سوشلسٽ“ رعيتي راڄن جو مجموعو بڻائڻ گهرجي.

رعيتي راڄ مان اسان جو مقصد هن حڪومت کي ٻاهرين ڪنهن به طاقت جي سياسي يا اقتصادي تسلط کان آزاد رکڻ آهي. ملڪ جي حالتن جي تقاضا اها آهي ته اسان جي ملڪ کي ٻاهرين ملڪن جي سياسي ۽ اقتصادي چڪتاڻين ۽ سازشن جو ميدان بڻجڻ کان آزاد رکيو وڃي.

اسان جي جماعت، جيئن ان جي مقاصد مان معلوم ٿيندو قومي ۽ غيرفرقيوار هوندي. فرقي پرستي ڪٿي ڪن خاص غيرمعمولي حالتن هيٺ ضروري سمجهي ويئي هجي، پر آن کي هڪ آزاد ملڪ ۾ رائج ڪرڻ، عوام جي ترقي ۽ واڌاري جي جملي اميد ۽ آسرن تي پاڻي ڦيرڻ جي برابر ٿيندو.

موجوده دنيا ۾ اهڙن بنيادن تي هلندڙ حڪومت امن ۽ ترقيءَ جي عيوض دشمنيون، اختلاف، تڪرار ۽ مصيبتون وڌائيندي. اسان هن نئين حڪومت کي ابتدا ۾ئي اهڙي مشڪل ۾ وجهڻ نٿا گهرون، تنهنڪري پنهنجي جماعت جا دروازا هر آن ماڻهوءَ لاءِ بنا تميز مذهب ۽ جنس جي کليل ٿا رکون، جيڪو اسان جي مقصدن ۾ اعتماد رکندو هوندو. گذشته دور جي نفرت انگريز ۽ فرقه پرست پاليسي، جا ملڪ جي هيترن مصيبتن ۽ تڪليفن جو ڪارڻ ٿي آهي، کي ضرور بند ڪرڻو آهي، ان ڪري اسان ملڪ جي ان راهه ۾ رهبري ڪرڻ گهرون ٿا. اسان جي جماعت جي مقصدن مطابق پاڪستان ۾ اقليتن کي سندن تعليمي ۽ تهذيبي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ هڪجهڙا حق ۽ موقعا ڏنا ويندا.

اسان پاڙيسري حڪومتن سان، هندستان سميت امن ۾ رهڻ گهرون ٿا. پنهنجي ملڪ ۾ ڌارين جي دست اندازي ڪنهن به صورت ۾ برداشت نه ڪندي، اسان هر ڪا ڪوشش ڪنداسون ته پاڪستان ۽ هندستان جي وچ ۾ دوستانه تعلقات قائم رهن. ڇاڪاڻ ته هندستان سان اسان جا نازڪ ۽ قديم تعلقات ٻي رهيا آهن ۽ آن سان دوستيءَ ڪان سواءِ هي ملڪ دنيا جي معاملات ۾ اهم حصو وٺي ڪين سگهندو. اسان پنهنجي تجويزن ۾ مهاجرن جي سوال کي خاص ترجيح ڏني آهي. اسان جو مقصد هميشه اهو رهندو ته ماڻهن کي گهر ۽ وطن ڇڏڻ لاءِ ترغيب نه ڏجي، نه صرف ايترو بلڪ اسان گهرون ٿا ته انهن کي موٽائي سندن جڳهن تي امن ۽ سلامتيءَ سان رهائڻ جو انتظام ڪجي.

ان ڪان سواءِ پاڪستان ۽ هندستان گهڻي وقت تائين پناهگزينن جي مسئلن حل ڪرڻ ۾ رڌل رهندا ۽ ڪنهن به قسم جي ترقي ڪري ڪين سگهندا. هن وقت ان مسئلي جي انتها ڏسي نٿي سگهجي. ملڪ جي ترقيءَ ۽ تعمير جي گفتگو ڪرڻ بيڪار پئي ڏسڻ ۾ اچي. جڏهن لکها انسان هجرت ڪري هڪڙين بيٺڪن مان ٻين ڏي وڃي رهيا آهن.

ان هوندي به جيڪڏهن اسان مهاجرن کي موٽائي سندن ملڪ ۾ سلامتيءَ سان پهچائڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهياسون ته هن بيٺڪ ۾ پناهه ورتل ماڻهن جي رهائش ۽ سک لاءِ اسان ڪابه ڪوتاهي نه ڪنداسون.

ان لاءِ اسان جماعت طرفان درمسڪن مدد ڏيڻ لاءِ انتظام ڪرڻ جو ارادو رکون ٿا.

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ١. | خان عبدالغفار خان | سرحد | ٥. | شيخ ظهيرالدين | پنجاب |
| ٢. | جي- ايم- سيد | سنڌ | ٦. | عبدالصمد خان | بلوچستان |
| ٣. | امير احمد خان | سرحد | ٧. | شيخ حسام‌الدين | پنجاب |
| ٤. | شيخ عبدالمجيد | سنڌ | ٨. | منشي احمدالدين | پنجاب |

ان کان پوءِ آخر ۲۸- مئي ۱۹۴۸ع مسلم ڪالونيءَ جي جامع مسجد ۾ خان عبدالغفار خان جي صدارت هيٺ "جمعيت عوام" جي پهرين ساليانه ڪنوينشن گڏ ٿي، جنهن ۾ پاڪستان جي گهڻو ڪري هر صوبي جا عيوضي آيل هئا. انهي موقعي تي ڪنوينشن جو افتتاح ڪندي صدر استقباليه ڪميٽيءَ جي حيثيت ۾ مون جا تقرير ڪئي، ان جا ڪي ٽڪرا ملاحظه لاءِ هيٺ پيش ڪجن ٿا:

"سنڌ جي رهاڪن طرفان آءٌ اوهان جي مرحبا ڪريان ٿو.

سنڌ کي اڄڪلهه پاڪستان جي حڪومت ۾ اهم جڳهه حاصل آهي. هن ملڪ جي سرزمين تي ئي پاڪستان ۾ آيل مختلف قومن جي قسمت جا فيصلا ٿي رهيا آهن. اهو شرف به هن ئي زمين کي حاصل ٿيو آهي ته سنڌن حقيقي ۽ صحيح آواز کي به هتي ئي پيش ڪيو وڃي، جيئن سنڌن مستقبل جي آئين ۾ کين انصاف ۽ دڪجهڙائي ملي پوي.

پاڪستان جي حڪومت ۾ سنڌي جدا قومي حيثيت رکن ٿا جهڙي طرح پٺاڻ، بلوچ، پنجابي ۽ بنگالي آهن.

انهن ذڪر ڪيل قومن مان هرهڪ کي پنهنجي روايتن، بهادري ۽ تهذيب جي جدا تاريخ آهي. انهن مان هرهڪ پاڪستان جي تعمير ۽ مضبوطي لاءِ ڪارآمد ٿي سگهي ٿو، پر ان لاءِ ضروري آهي ته هرهڪ قوم کي اهو ضرور محسوس ڪرايو وڃي ته هن کي پنهنجي قسمت جو پنهنجي حسب منشا پاڻ فيصلو ڪرڻو آهي.

تنهنڪري "جمعيت عوام" کي ان اصول جي حامي رهڻ گهرجي ته هرهڪ صوبي کي مرڪز ۾ اسيمبلي خواه انتظامي عهدن ۽ نوڪرين لاءِ برابري جو درجو ملي.

جڏهن انهن صوبن جي باشندن پاڪستان لاءِ جدوجهد شروع ڪئي هئي ته ان مان سنڌن مقصد انگريزن ۽ هندو شاهوڪار طبقي جي غلاميءَ کان آزادي حاصل ڪري، عوام جي هٿ ۾ حڪومت جون واڳون ڏيڻ جو هو، پر ۱۹۴۵ع کان وٺي آءٌ ۽ اسان جو گروه پاهرين رجعت پسند طبقي جي مسلمانن جي تسلط جو

خطرو محسوس ڪرڻ لڳاسين جن مسلم ليگ جي ناليءَ ۾ سنڌ تي قبضو ڪرڻ گھريو ٿي.

اسان آزاد پاڪستان ۾ سنڌ کي آزاد ڏسڻ ٿي گھريو. خود مسلم ليگ ۾ حاڪمن جي تبديليءَ لاءِ جدوجهد نہ ڪئي ھوندي. اھو ڪو آئت نہ آھي تہ ھندن جي غلاميءَ کان نڪرندي چند مسلمانن جي غلامي ھيٺ اچجي. غلامي آخر غلامي آھي. جيستائين اھا ھوندي غلام جو اھو فطرتي حق آھي تہ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ پاڻ پتو ڙيندو رھي. اڄڪلهہ اھو چوڻ ۾ پيو اچي تہ پاڪستان مسلمانن جي حڪومت آھي تنھنڪري ان کي بنا صوبائي تعصب جي ھڪڙي مرڪز ھيٺ ھلائجي. حالانڪ اھڙو تجربو دنيا جي ڪنھن بہ ملڪ ۾ ڪامياب نہ ٿيو آھي.

ھي حڪومت تہ اسلامي اصولن تي ھلندڙ بہ نہ آھي، جيڪڏھن انھن تي ھلندڙ ھجي ھا تہ ھوند شڪايت جو باعث نہ ٿئي ھا. اسان کي خبر آھي تہ ھن حڪمران ٽوليءَ جا ڪيترا فرد اسان جي ھن قسم جي سوالن کي ناپسنديدگيءَ جي نظر سان ڏسن ٿا ۽ وٽن مخالفن کي بدنام ڪرڻ لاءِ سولو طريقو کين غدار، قوم سڏڻ ۾ سمايل آھي، پر ھيڏي وڏي حڪومت جا معاملات ھميشہ انھي نموليءَ حل نہ ٿي سگھندا. ھن وقت جڏھن خود سندن چوڻ موجب حڪومت نازڪ دور مان لنگھي رھي آھي تہ پاڻ وڏيڪ ضروري آھي تہ ٿڌي دماغ، عقل ۽ سمجھہ کان ڪم ونجي. اسان جي جماعت عام دستور وانگر سياسي جماعت نہ آھي جنھن جو مقصد طاقت ھٿ ڪرڻ يا منصوبي بازي ھجي. اھي ڳالھيون انھن کي نيبھہ ھجن، جن جو ان کان سواءِ جيابو نہ ٿئي. اسان جي مدد ملڪ جي ھر خيرخواہ کي بنا تميز پارٽيءَ جي ملي سگھندي ۽ اھڙي طرح عوام جي ھر دشمن جي خلاف اسان جي ملامت رھندي، پوءِ اھو ڪٿي ڪيڏي بہ درجي وارو ھجي. اسان وٽ عوام جو سوال خاص شخص جي مفاد کان مٿي آھي."

خان عبدالغفار خان اِن موقعي تي صدر جي حيثيت ۾ تقرير ڪئي جنهن ته انهي تقرير جا ٽڪرا اسان جي نقطهء خيال تي روشني وجهندڙ آهن، ان ڪري ناظرين جي لاءِ ملاحظه طور هيٺ پيش ڪجن ٿا:

”دنيا هن وقت نازڪ دور مان گذري رهي آهي ۽ حالتون روز بروز خراب ٿينديون وڃن. دنيا جي ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کان پوءِ اميد هئي ته دنيا جي وڏي طاقت وارا ملڪ سمجهه جو رستو اختيار ڪري دنيا ۾ امن کي آڻي ان کي تباهي کان بچائيندا. آسرو هو ته هاڻ شايد ساري دنيا جي حڪومتن جي هڪ يونين ٿئي ۽ گڏيل قومن جي جماعت امن امان آڻڻ ۾ ڪامياب ٿئي. پر اسان جون اميدون خاڪ ۾ ملي ويون، جڏهن ڏسون ٿا ته، وڏيون طاقتون ٽين لڙائي جي طرف لڙي رهيون آهن، جا انسان ذات جي تباهي آڻيندي. انهن حالتن ڪري دنيا جي هرهڪ سمجهدار مرد ۽ عورت جو فرض آهي ته انهي کان بچائڻ لاءِ ڪوشش ڪري. انهي مقصد لاءِ پنهي پاڙيسري ملڪن جي مسئلن جو صحيح حل گهڻي مدد ڏئي سگهندو. جيڪڏهن پنهي پاڙيسري ملڪن ۾ دوستانه تعلقات قائم ٿي وڃن ته دنيا جي امن جو سوال گهڻي قدر حل ٿي وڃي.

ورهاڱي جي ڪري پاڪستان اڀريو ۽ اهو هاڻ اسان جو ملڪ آهي، جيتوڻيڪ ورهاڱي کان اڳ خدائي خدمتگارن ان کي نقصانڪار سمجهيو ٿي، پر هاڻ ته پاڪستان کي اسان اهڙي طرح پنهنجو ملڪ سمجهون ٿا، جهڙي طرح هرهڪ ملڪ جي محب وطن کي سمجهڻ گهرجي. اها عجب جي ڳالهه آهي ته اڃا تائين پراڻن اختلافن جي بنياد تي اسان جي برخلاف پرچار ڪيو ٿو وڃي ته اسان ان سان وفادار نه آهيون. پرچار ڪندڙن جي روش پاڪستان کي فائدي بدران نقصان پهچائيندي. اسين عدم تشدد جو قائل آهيان، عدم تشدد محبت ۽ سچ جي راهه ڏيکاري ٿو. زورزبردستي، نفرت ۽ ڪوڙ ڏي ڇڪي ٿي. زورزبردستي بيشڪ عارضي ڪاميابي ڏئي سگهي ٿي، ليڪن اها هميشه هلي نه سگهندي.“

”اسان ڪي ڇيو وڃي ٿو ته پاڪستان خطري ۾ آهي ۽ ان کي هر مسلمان جي مدد جي ضرورت آهي. ان ۾ ڪنهن کي به اختلاف نه آهي. اسان علي الاعلان سرڪار کي ان جي بچاءَ لاءِ هر طرح جي مدد ڏيڻ واسطي تيار آهيون. ان جي اها معني نه آهي ته ليگ ۾ داخل ٿيڻ کان سواءِ مدد ڪري نٿي سگهجي. اسان پاڪستان جي فائدي خاطر تعميري نڪته چينيءَ جو حق محفوظ رکندي، هميشه ملڪ جي خدمت ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.“

آخر ۾ آءٌ هي ٻڌائڻ گهران ٿو ته ”جمعيت عوام“ ڏاهڻ مان اسان جو مقصد سرڪار يا ليگ جي مخالفت نه آهي نڪو اسان هڪڙن کي طاقت مان ڪڍي پيا ان جي جاءِ تي آڻڻ گهرون ٿا. جڏهن جي- ايم- سيد مون کي هڪ مرڪزي جماعت ٺاهڻ لاءِ ضرورت ڏيکاري ته مون کيس چيو ته جيڪڏهن ان جماعت جو مقصد صرف اليڪشنون ۽ طاقت هٿ ڪرڻ آهي ته آءٌ اهڙي جماعت سان ڪو به واسطو نه رکندس، پر جيڪڏهن هو ڳوٺن ۾ غريب عوام ۾ بيداري آڻڻ ۽ خدمت ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو ته هو مون کي هميشه اهڙي ڪم لاءِ تيار ڏسندو. سيد جڏهن مون کي اهڙو يقين ڏياريو آهي تڏهن مان هن سان جماعت ٺاهڻ لاءِ شريڪ ٿيو آهيان“.

انهي موقعي تي هيٺيان مکيه ٺهراءَ پاس ٿيا

ٺهراءَ نمبر ۱

”هن جماعت جي مقصدن، بين الاقوامي مسئلن جي نزاڪت، ٻنهي ٻيلڪن جي اڻ وڻندڙ تعلقات ۽ پاڪستان جي اندروني حالتن کي نظر ۾ رکندي، جماعت جي هي ڪانفرنس ظاهر ٿي ڪري ته اها اقتدار ۾ آيل پارٽيءَ سان اسيمبليءَ ۾ اندر خواه ٻاهر سهڪار ڪرڻ لاءِ قبوليل پروگرام ملڪ ۽ ماڻهن جي ترقي ۽ استحڪام جي بنياد تي تيار آهي. وڌيڪ فيصلو ٿي ڪري ته باوجود ڪنهن اهڙي باهمي سمجهوتي نه هئڻ جي پڻ هن جماعت جي پاليسي اها

هوندي ته تعميري نڪته چيني جو حق محفوظ رکندي، پاڪستان جي مرڪز يا صوبن جي موجوده حڪومتن کي قومي تعمير ۽ صحيح سياسي معاملن ۾ مدد ڪندي رهندي، ۽ هو وزارتن کي ڏاهڻ ۽ ٺاهڻ ۾ ڪوبه حصو نه وٺندي.“

”محرڪ شيخ عبدالمجيد مويد امير احمد خان“

ٺهراءُ نمبر ٢-

”هن ڪانفرنس جو اهو زوردار رايو آهي ته پناهگزينن جي مسئلن جو بهترين حل ان ۾ آهي ته ٻنهي ملڪن جي درميان هندو مسلم اقليتن جي مذهبي تهذيبي شهري سياسي ۽ ٻين مفادن ۽ حقن بنسبت هڪ پڪو معاهدو ڪيو وڃي ۽ ان معاهدي ۾ ڪين موٽائي پنهنجي اڳوڻن گهرن ۾ موٽڻ، برداشت ڪيل نقصان جو معاوضو ڏيڻ، فرقيوار امن جي ٽوڙيندڙن کي سزائون ڏيڻ جو به انتظام هجي.

انهي ڪوشش جي ناڪامياب ٿيڻ جي حالت ۾ لڏي آيلن صوبن اندر رهائش، گذر معاش ۽ سلامتيءَ جو انتظام ڪيو وڃي.“

محرڪ سيد غلام حيدر شاهه ميرپورخاص
۽ مويد رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي.

ان کان پوءِ خان عبدالغفار خان ٻن ٽن ڏينهن لاءِ منهنجي ڳوٺ سن ۾ آرام ڪرڻ لاءِ آيو، جتي غور بعد اسان هيٺين فيصلن تي پهتاسون.

١- موجوده حڪومت کي وقت ڏجي ته پلي پنهنجي پاليسيءَ مطابق ڪاروبار هلائي.

٢- اسان پنهنجو سمورو وقت عوام جي سوشل خدمت ڪرڻ ۾ ڪتب آڻيون.

٣- ان جي باوجود به جيڪڏهن سرڪار اسان جي خدمت خلق ڪرڻ ۾ ڪي پابنديون وجهي ته انهن کي مڃجي ۽ سندس حڪمن جي انحرافي نه ڪجي.

انهي پروگرام مطابق جڏهن هو صاحب سرحد پهتو ۽ عوام جي خدمت ڪرڻ لاءِ ماڪ جو گشت ڪرڻ شروع ڪيائين ته ڪيس گرفتار ڪري صوبي کان ٻاهر ڪنهن نامعلوم جڳهه تي موڪليو ويو. ان جي پوئلڳن سان جهڙي وهيو واپريو ان جو احوال اگرچه تمام ٿورو ٻاهر موڪلڻ ڏنو ويو آهي، ليڪن جيڪي ٿورو ڪجهه اسان تائين پهچي سگهيو آهي، ان مان ڪي خاص نڪرا ملاحظي لاءِ هيٺ ڏجن ٿا.

”خان عبدالغفار خان، ڊاڪٽر خانصاحب، قاضي عطاءُالله، امير احمد خان، امين جان، عبدالغني خان وغيره مکيه ليڊرن کان سواءِ انڪل هزار کن خدائي خدمتگار جيل ۾ وڌا ويا آهن، جتي ساڻن طرح طرح جون سختيون ڪيون وڃن ٿيون.

ڪيترن خدائي خدمتگارن جون ملڪيتون ضبط ڪري، کين جيل موڪلي، پوئتي رهيل گهر جي ڀاتين جي گذر معاش لاءِ ڪو به انتظام نه ڪيو ويو آهي، ڪيترن خدائي خدمتگارن جا گهر ساڙيا ويا آهن ۽ انهن جي ملڪيت لٽي ويئي آهي.

سندن زالن، مائرن، ڌيرن جي بيعزتي ڪئي ويئي آهي. گرفتار ٿيلن کي نه صرف جيلن ۾ بيعزتو ڪيو ويو، ليڪن کين شاهي رستن تي بيهاري ايتري مارڪٽ ڪئي پي ويئي جو اڌ ڪلاڪ تائين هو بيهوش پيا رهيا. ڪيترن جا منهن ڪارا ڪري گڏهن تي سوار ڪيو ويو، ڪن خدائي خدمتگارن جي سفيد ريش همدردن جي ڏاڙهين جا اڌ ڪوڙائي منهن تي ڪارنهن جا چٽا لڳارائي گهٽين ۾ گشت ڪرايو ويو. هڪ ماڻهوءَ کي سندس زال جي روبرو اگهاڙو ڪري ميدان تي ويهاريو ويو، ۽ جي عضوي مخصوص ۾ ڪلوئو ڪيو ويو ۽ هڪ کي اتي چيهو وڌو ويو جنهن جي درد کان هو مري ويو.

مردان ضلع جي شموا ڳوٺ ۾ ٻن مخالفن کي مارائي انهن جي زالن کي گهرن کان ٻاهر ڪيئي ٺٺو ڪيو ويو. ١٢- آگسٽ ١٩٤٨ع تي چارسده ۾ هڪ پرامن ميٽنگ تي پوليس جي هٿان

گوليون ڇوڙايون ويون. سرڪاري اعلان مطابق ان ۾ صرف ١٧ ماڻهو مئا ۽ ٧٠ ڦٽيا، ليڪن حقيقت اها آهي جا سرحد جي ماڻهن کي معلوم آهي ته ان ۾ سوين ماڻهو گولين جو شڪار ٿيا. انگريزن جي ڏينهن ۾ جيڪڏهن پوليس گولي بازي ڪندي هئي ته ان لاءِ انڪواري ڪاميٽي مقرر ٿيندي هئي، ليڪن هن اسلامي حڪومت ۾ ان جي ته اميد ڪانه آهي پر انهن خبرن کي صوبي کان ٻاهر به نه موڪليو ويو آهي. نئين آرڊيننس سيفٽي ائڪٽ هيٺ سواءِ ڪيس هلائڻ جي سوين ماڻهن کي جيلن ۾ موڪليو ويو آهي. اهڙي طرح جيل ۾ موڪليل نه ٻاهران ڪپڙا گهرائي سگهن ٿا ۽ نه ڪين رواجي قيدين جهڙا ڪپڙا ملن ٿا. جن ڪپڙن ۾ جيل ۾ وڃن ٿا، انهن ۾ ئي رهڻو پوين ٿو. سندن عزيزن سان ملاقات يا لکپڙهه بند آهي. ڪين سمهڻ لاءِ بسترو ڪونه ٿو ڏنو وڃي، سندن ڪاڏو انسان جي ڪاٺ کان پري آهي. ڪن کي اڪيلائي جي سزا ۾ رکيو وڃي ٿو. هنن قيدين جي روز سختيءَ ۽ بي‌عزتيءَ سان تلاشي ورتي وڃي ٿي. ان کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ئي مصيبتون مٿن نازل ڪيون وڃن ٿيون، جي ظاهر ٿي نه سگهيون آهن.“ □

## جمهوري حڪومت جو مظاهرو

سڄيو ناهه سڄڻن، جو تون پسي هار هرڪئين،
اصل آهي اڳهين، سندو ڪوڙ ڪٿو،
ان گهوڙن هنئي گهٽيون، دوستان دور ڪيون. (شاهه)

اسان جي دل ۾ نه رهي ۽ 'جمعيت عوام' جي اصولن جي پرچار ڪرڻ ۽ خدمت عوام لاءِ حالتون سازگار بڻائڻ واسطي مون سنڌ جو گشت شروع ڪيو.

انهيءَ سلسلي ۾ حيدرآباد شهر، ٽنڊو غلام حيدر، مٽياري، هالا، سعيد آباد، نوابشاهه، قاضي احمد، مورو، پڊعيدن، خيرپور ميرس مان ٿيندو، تاريخ ۳۰ مئي جي رتيديري ۾ پهتس، جتي ساليانه هاري ڪانفرنس ۾ شامل ٿيس. اتي ڪي اهڙا ٺهراءَ پاس ٿيا. جي تاريخي اهميت رکڻ جي ڪري هيٺ درج ڪجن ٿا.

□ ٺهراءَ نمبر ۱.

(سنڌ هاري ڪانفرنس رتوديرو منعقده ۳۰-۳۱ مئي ۱۹۴۸ع)

سنڌ جي هارين جي هي ڪانفرنس پوري زور سان هن راءِ جو اظهار ٿي ڪري ته اگر پاڪستان کي مضبوط ۽ مستحڪم ڪرڻو آهي ته اهو صرف پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ ملڪن جي رضامندي، تعاون ۽ نيڪ نيتي سان حاصل ٿي سگهندو.

پاڪستان جو حصول آل انڊيا مسلم ليگ جي لاهور واري ٺهراءَ مطابق ٿيو آهي. جنهن موجب پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ ملڪ خودمختيار ۽ آزاد ٿي رهڻا هئا. پاڪستان صرف قومن جي مجموعي (يونين) جي حڪومت طرح هلي سگهي ٿو. سنڌي، پنجابي، بنگالي، بلوچي، پٺاڻ سڀ بين الاقوامي قبول ڪيل سياسي

اصولن ۽ دستورن مطابق جدا قومون آهن. جن مان هرهڪ کي پنهنجو وطن، زبان، ادب، تاريخ، تهذيب، روايات، سياسي، اقتصادي ۽ معاشرتي مسئلا، خواهشون ۽ جذبات آهن سي واجبي طرح پاڪستان جي آئين حڪومت ۾ پنهنجي لاءِ اصول حق خودارادي جي فقره داخل ڪرڻ جي تقاضا ڪري سگهن ٿا.

انهن ڳالهين کي نظر ۾ رکندي هي ڪانفرنس راءِ ٿي ڏي ته جنهن صورت ۾ سنڌي هڪ عليحده قوم آهن تنهنڪري هو حق رکن ٿا ته—

الف- ٻاهرين جي هر قسم جي سياسي، اقتصادي ۽ تهذيبي تسلط کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ اميدون آسرا رکن ۽ ڪوششون ڪن.

ب- ملڪ کي سڌي يا اڻ سڌي طرح ورهائي ٽڪرا ڪرڻ جي هر ڪنهن ڪوشش جي مخالفت ڪن.

ت- پاڪستان جي مرڪزي حڪومت ۾ ٻين صوبن سان برابري جي درجي لاءِ گهر ڪري جدوجهد ڪرڻ ۽ صوبي جي اندروني خودمختياري ۽ گهرو آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪن".

□ ٺهراءُ نمبر ٣- (هاري ڪانفرنس رتوديرو)

"سنڌ جي هارين جي هي ڪانفرنس پاڪستان جي مرڪزي سرڪار جي انهن بي ويچار ۽ ڪوتاه نظر قدمن کي انتظاري جي نگاهه سان ڏسي ٿي، جن جي ڪري ملڪ جون سياسي حالتون خراب صورت اختيار ڪنديون ٿيون وڃن. مثلاً ڪراچيءَ کي سنڌ کان زوريءَ جدا ڪرڻ، سنڌي هارين کي سندن ڳوٺن، زمينن ۽ گهرن مان زبردستي بيدخل ڪري اتي پنجابي ۽ ٻيا مهاجر وهارڻ، سنڌ سرڪار کان "مهاجرن کي رهائڻ" جو اختيار کسي مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪرڻ وغيره.

هي ڪانفرنس اختياري وارن کي خبردار ٿي ڪري ته پنهنجي اهڙي روش کي درست ڪن ۽ سنڌي عوام جي خواهشن، جذبات

۽ مفاد جي متفق راءِ ظاهر ڪيل راين ڪي ٺڪرائڻ ۽ بي‌عزتو ڪرڻ جي پاليسي ڇڏي ڏين.

مرڪزي حڪومت جا هي فيصلا ۽ ڪارروايون اخلاق، انصاف ۽ مروت جي تسليم‌شده بين‌الاقوامي اصولن جي متضاد آهن. سنڌ جا باشندا هاڻ هن فيصلي تي پهتا آهن ته ڪراچيءَ جي سوال بابت سنڌن لاءِ صرف ٻه رستا وڃي بچيا آهن هڪ ته ڪراچي موٽائي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي وڃي ۽ ٻيو ته پاڪستان جي پايه تخت کي هتان ڪڍائڻ جي ڪوشش ڪجي. پنجابي مهاجرن کي سنڌي هارين جي زمينن مٿان آئي وهارڻ جو نتيجو اهو ٿيندو ته سنڌي هاري پنهنجي ملڪ ۾ خانه بدوش ۽ بي گهر بنجي پوندا.

هن ڪانفرنس جي راءِ موجب پاڪستان اندر مختلف قومن جو مسئلو ۽ ان مان وقت بوقت پيدا ٿيندڙ تڪرار، اگرائيون ۽ غلط فهميون فقط اهي نموني حل ٿي سگهن ٿيون، جنهن نموني اهو مسئلو سوويت رشيا ۾ حل ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ هرهڪ قوم ۽ ملڪ کي حق خود ارادي حاصل آهي"

رتيدبري ڪانفرنس کان بعد لاڙڪاڻو، شهدادڪوٽ، شڪارپور، جيڪب‌آباد، ٺل، ڳڙهي خيرو ۽ سکر شهر ۽ ضلعي جي مکيه شهرن جو دورو ڪيم. ان گشت جي دوران ۾ ڪيترن جهونن دوستن سان ملي تعلقات کي تازو ڪيم. ان گشت جي دوران ۾ ڪيترن جهونن دوستن سان ملي تعلقات کي تازو ڪيم ۽ مات ميٽ ۾ سنڌ جي ايندڙ مشڪلاتن کان کين واقف ڪيم.

گشت شروع ڪرڻ وقت قوي گمان هو ته اسان جا نوان آيل حاڪم ان منهنجي قدم کي ناپسند ڪري مون کي رستي ۾ روڪين، ليڪن رستي ۾ روڪڻ جي عيوض ڪراچي واپس پهچڻ شرط تي مهينن لاءِ ڳوٺ سن ۾ نظربنديءَ جو حڪم ڪيائون جو قبول ڪري اچي ڳوٺ ۾ ويٺس.

انهي وقت ڌاري مرڪزي حاڪمن پير الاهي بخش کي طاقت ۾ آڻڻ بعد حالتن جو فائدو وٺڻ ضروري ڄاتي، ڪراچيءَ

ڪي سنڌ کان ڌار ڪرڻ جي تجويز کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ تياريون ڪيون. ٻئي طرف صوبائي مسلم ليگ طرفان شايد ماٺهن کي ڏيکارڻ لاءِ انهي تجويز جي مخالفت ۾ هر طرح جون ڪوششون ڪيون ويون. سنڌ جي گوشي گوشي مان ٺهراءَ پاس ڪرايا ويا، صوبائي ليگ ڪائونسل مجلس عمل ڪاهي قانوني انحرافي ڪرڻ لاءِ قدم کڻڻ جي ڌمڪي ڏني. ليڪن دوربين نظرون ڏسي چڪيون هيون ته جڏهن ليگ جو وڏو ۽ پاڪستان جو گورنر جنرل انهي بابت اڳيئي فيصلو ڪري چڪو هو ته ان کي سامهون ٿي انڪار ڪرڻ جي ليگ وارن کي جرئت ڪانه هئي.

آخر انهن سنڌ جي سورمن طرفان لڙندڙ مجاهدن جو هڪ وفد دل جهلي قائد اعظم سان ”زيارت“ ۾ ملاقات ڪرڻ لاءِ ويو. هتان ته ڏاڍي جوش مان ويا، ليڪن موٽڻ بعد سندن ڍيري ڍرا ٿي ويل هئا ۽ شرم کي پرچائڻ لاءِ ڳالهيون ٺهيون ڪرڻ لڳا. جي ”قائد اعظم جي سمجهه صحيح هوندي“ ۽ ”ان جي حڪم ڏي مڃڻ ضروري آهي“ وغيره. آخر اهو عقل اڳي ڇو ڪونه ٿي آين جڏهن کين اصل کان معلوم هو ته قائد اعظم ئي ان تجويز جو باني آهي. پر چوندا آهن ته:

”هرچه کندا دانا، کند نادان، ليکن بعد از خواري بسيار“

آخر ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ جو سوال آئين ساز اسيمبلي اڳيان آندو ويو. خانبهادر کهڙي ان جي گهٽي مخالفت ڪئي پر ٢٦ ميمبرن جي اسيمبلي ۾ ان جو آواز نه هئڻ جي مثل هو، ڪنهن به ڪونه ٻڌو. ساري سنڌ جي مخالفت هوندي سيني جي آکين آڏو ڏاڏن پڙڏاڏن کان ورثي ۾ مليل زمين جو ٽڪر، سون ورهن تائين سنڀاليل شهر، زوريءَ کسيو ويو. انهي درد جي دانهن ڪنهن کي سڻايون.

”هيڏا هاڃا ٿين بري هن ڀنڀور ۾“

شيخ عبدالمجيد صاحب جي نظربنديءَ جي معاملي تي اظهار خيال ڪندي شاهه صاحب جي رسالي جو هيٺيون بيت لکيو.

"ڪراچيءَ جي وچ ۾ (حسن مير حسن) جو جن ۾ هيٺڙي جار،
خالق رب جبار، ڪين مرهيندو تن کي." (شاهه)

اهو سوال اڃا پوري ٽي مس ٿيو ته ۾ لک وڏيڪ پناهگير جن جي ڪري خانبادر کهڙي تي ڪوپ چڙهيو هو، سي پير صاحب جي نظر عنايت سان اچي سنڌين مٿان نازل ٿيا. ڪاني هارين کي بيدخل ڪري انهن کي زمينون ڏيئون ويون، نوڪرين ۾ انهن کي سنڌين تي ترجيح ملڻ شروع ٿي، ڪارخانا ته اڪثر سندن حوالي ٿيا.

چوندا آهن ته "بندي جي من ۾ ٻڪڙي، صاحب جي من ۾ ٻي" پاڪستان جي گورنر جنرل قائداعظم جناح صاحب گهريو ته پنهنجي پيدائش جي شهر ڪراچي کي، سنڌ جي صوبي کان جدا ڪري پنهنجي حڪومت جو پايه تخت بنائي، مرڪزي حڪومت جي ماتحت ڪري حڪومت هلائي. ان ڪري سڀني سنڌين جي ناراضگي نه ڪنيائين پر خدا کي شايد ائين منظور هو ته پاڻ زنده اتي عارضي مڪان بنائڻ جي عيوض دائمي قيام ڪري.

١١- سيپٽمبر ١٩٤٨ع تي اوچتو جناح صاحب جي انتقال جي خبر ٻڌيسون. اهو اسان جي بخت ۾ نه هو ته نظرين جي اختلاف ڪري سندس منظور نظري حاصل ڪري سگهون، ليڪن ان کان انڪار ٿي نٿو سگهي ته سندس شخصيت عظيم الشان هئي. جنهن جي سايه هيٺ ڪيئي ننڍا وڏا پلجي رهيا هئا ۽ جنهن جي شڪار مان ڪيترن کي حصا بخرا مليا. سندس اوچتي انتقال انهن کي حواس باخته ۽ ڇورو ڪري ڇڏيو.

"مري تان! مَ سهار، وٺانءُ ولهو مَ ٿئي"

مسلمانن جهڙيءَ طرح سندس جيتري قدر ڪيو سندس وفات کان پوءِ ۾ اهڙي عزت ڪيائون، جيڪڏهن سندس همشيره

محترم مس جناح سان حڪام وقت سندس شايان شان برتاءُ نه ڪيو ته مسلمانن جي تاريخ ۾ اهو ڪو نئون مثال نه هو.

"اناالله و انا اليه راجعون"

سندن جاءِ تي خواجه ناظم الدين صاحب پاڪستان جو گورنر جنرل مقرر ٿيو.

ڪجهه عرصو مس گذريو ته سنڌ جو گورنر سر غلام حسين هدايت الله به دنيا فاني مان عالم جاوداني ڏي راهي ٿيو. ان صاحب سان باوجود ظاهري اختلافن جي، اسان جو ڪو لڪل لاڳاپو هو جو ايام نظربندي ختم ٿيڻ ڪري سندس ڪلهي ڪانڌي ٿيڻ جو شرف نصيب ٿيوسين. ان جي جاءِ تي جسٽس دين محمد کي پنجاب مان گهرائي مقرر ڪيو ويو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته سنڌين انهي عهدي لاءِ اسان جي وقت جي حاڪمن کي يا ته ڪو لائق ماڻهو نظر نه آيو يا سنڌي پنهنجي افعالن ڪري عزت ۽ وقار وڃائي ويٺا هئا، جن کي سولائيءَ سان درگذر ڪري سگهبو ٿي ويو.

سگهوئي خانبهادر کهڙي جي برخلاف مقرر ٿيل ٽربيونل فتويٰ ڏني، ان کان پوءِ جلد ئي وزير اعظم پاڪستان هڪ خاص بل "ڪيس مرڪزي ۽ صوبائي اسمبلين جي ميمبرن تان خارج ڪرڻ جو" مرڪزي اسيمبليءَ ۾ پيش ڪري پاس ڪرايو ۽ خانبهادر کي ٻنهي هائوسن مان رخصتي ڏياري ويئي.

جلد ئي خانبهادر کي باوجود مرڪزي حڪام جي ڏمرجي، سنڌ جي ماڻهن صوبائي ليگ جو صدر چونڊيو. خانبهادر ڏمريلن کي راضي ڪرڻ لاءِ قائداعظم جي مزار تي ننڍي صاحبزادي سميت گهڻيون دعائون وڃي گهريون، پر نون صاحبن ۽ ان جي طرفدار صاحبلوڪن کي ترس نه آيو ۽ اخبارن ۾ هاءِ گهوڙا مچائي ڏنائون. نيٺ لاچار ٿي صدارت تان ڪائونسل کي استعفيٰ پيش ڪيائين، پر سنڌين اها قبول نه ڪري، ڪيس ساڳئي عهدي تي قائم رکيو. پر صاحب انهن حالتن هيٺ پاڻ کي پڪو سمجهي، ملڪ ۽ ماڻهن سان بي وفائي ڪئي ۽ حڪمران قوم کي راضي

رکيائين. انهيءَ آڌار تي سنڌس دماغ ايتري قدر ته ڦري ويو جو صوبي مسلم ليگ جي جنرل سيڪريٽري آغا غلام نبي پٺاڻ کي سيفٽي ائڪٽ هيٺ گرفتار ڪرڻ جو آرڊر ڪيائين. ”الوحيد“ جي ايڊيٽر ميان عبدالغفور سيتائي کي پهرين جيل ۾ موڪلي پوءِ سنڌس ڳوٺ سيتا ۾ ڇهن مهينن لاءِ نظربند ڪيائين. الوحيد اخبار تي به ڇهن مهينن لاءِ بندش وڌائين وغيره.

سنڌين ان وزارت جي خلاف گهڻو ئي شور ڪيو، ليڪن ملڪ جي حاڪمن سنهي کي لئيءَ مٿي ڪري ڇڏيو. پر ماڻهن کان قدرت جو انتقام وڌيڪ تيز آهي. آخر قدرت جي انتقام رنگ لاٿو ۽ مون واري اليڪشن پٽيشن جي سلسلي ۾ پير صاحب کي ٽربيونل جي رپورٽ موجب بي قائدگين ڪرڻ جي الزام ۾ اسيمبليءَ جي ميمبري ۽ وزارت عظميٰ تان خارج ٿيڻو پيو.

ديدي که خون ناحق پروانه شمع را،
چندين امان نه داد که شب را سحر کند.

پڙهندڙن کي اڳي ئي معلوم ٿي چڪو آهي ته گذريل اليڪشن جي موقعي تي ليگ وارن ڪهڙا ڪهڙا طريقا اختيار ڪري اليڪشن کٽي. ليڪن دنيا کي ڏيکارڻ لاءِ اهو ضروري هو ته ڪم از ڪم هڪ درخواست قانوني طرح ٽربيونل اڳيان پيش ڪري انهن طريقن جو ثبوت ڏجي. اليڪشن جي موقعي تي سڀ کان گهٽ بي قانوني منهنجي حد ۾ ٿي. ته به اها ايتري قدر وسيع هئي جو ان جو ڪو به حصو اليڪشن کي رد ڪرائڻ لاءِ ڪافي هو.

سنڌ اسيمبلي ۾ ان جو ڪاروبار ايترو بيڪار ٿي چڪو هو. جو اسان جي سنگت مان ڪنهن به اليڪشن جي بي قانونين کي ثابت ڪرڻ لاءِ، محنت ۽ وقت صرف ڪرڻ مناسب نه سمجهيو. پارٽي ليڊر جي حيثيت ۾ آخر لاچار اهو ڪم مون کي پنهنجي سر تي کڻڻو پيو. اليڪشن جي درخواست پيش ڪرڻ ۾ مون کي ڪيئي مشڪلاتون سامهون آيون.

ٿوري وقت اندر انگن اکرن سميت ثابتين جو گڏ ڪري ۽ سول وڪيل کان قانوني موجب درخواست لکائڻ، انهن مان مکيه ڳالهيون هيون. سنڌ ۾ نڪو ڪو اهڙي اڳي وسيع پيماني تي بي قائدگيون ٿيون هيون ۽ نڪي ڪي اليڪشن پٽيشنون ٽربيونلن اڳيان هليون هيون؛ تنهنڪري قانوني پيچيدگين کي پوريءَ طرح پيش ڪرڻ لاءِ تڪليفون درپيش آيون، پر بي قاعدگين جي وسعت اسان جي مٿين مشڪلاتن کي ڪجهه قدر گهٽ ڪيو ۽ آخر پٽيشن پيش ٿي جنهن ۾ مکيه ڳالهيون هيٺيون هيون:

١- ڏيان پولنگ اسٽيشن تي پير الاهي بخش سنڌ سرڪار جي ليگي وزير مئلن ۽ جيئرن ووٽرن جا ڪوڙا ووٽ پنهنجي روبرو ڏياريا ۽ آفيسرن ان تي چشم پوشي ڪئي.

٢- عامريءَ جي پولنگ اسٽيشن تي صوبي مسلم ليگ جي آفيس سيڪريٽري ڪوڙا ووٽ ڏياريا ۽ آفيسرن چشم پوشي ڪئي.

٣- اهڙي طرح ڪونڙيءَ جي پن پولنگ اسٽيشن تي ٿيو.

٤- سنڌ جي مسلم ليگ وزارت رشوت ڏيئي منهنجي ووٽرن کي برغلائڻ ۾ حصو ورتو.

٥- منهنجون ڪوڙيون تصويرون ڇپرائي مون کي بدنام ڪيو ويو. اهڙي حالت گهٽ ڪري هرهڪ پولنگ اسٽيشن تي ٿي ليڪن خرچ، تڪليف ۽ ٿوري عرصي اندر تفصيلوار ثبوت جي کٽي ڪرڻ جي تڪليف کان درخواست ۾ صرف چند مثال پيش ڪيا ويا. ٽربيونل تقريباً ٢ سال ڪيس هلائڻ بعد فيصلو ڏنو جنهن جا مکيه جزا هيٺيان آهن:

١- يان پولنگ اسٽيشن تي پير الاهي بخش پولنگ ايجنٽ جي حيثيت ۾ ڪوڙا ووٽ آندا ۽ ڏياريا.

٢- عامريءَ پولنگ اسٽيشن تي مير محمد شاه آفيس سيڪريٽري صوبي مسلم ليگ پڻ ساڳيو ڪم ڪيو.

٣- ڪونڙيءَ ۾ به ائين ٿيو.

٤- سنڌ سرڪار جي ان وقت ليگي وزارت برابر رشوت

جي لالچ ڏيئي ووٽرن کي ڀرغلائڻ ۾ حصو ورتو.

٥- ڪوڙيون تصويرون برابر ڇپائي ورهائڻ سان درخواست ڪندڙ کي بدنام ڪيو ويو.

انهي رپورٽ جي ڪري پير الاهي بخش ۽ قاضي محمد اڪبر کي ڇهن سالن لاءِ اسيمبليءَ مان خارج ڪيو ويو. انهيءَ سان گڏئي معاملي ۾ جوابدارن تي فوجداري ڪيس اچا هلندڙ آهن.

پير الاهي بخش ٽربونل اڳيان بيان ڏيندي ظاهر ڪيو ته هن ٻن جڳهن تي ووٽ ڏنو آهي، جو قانون مطابق ڏوهه آهي. سرڪار جو ان طرف ڌيان ڇڪائڻ بعد سنڌ سرڪار طرفان مٿس ڪيس هلڻ جي منظوري ملي، ڪيس هلڻ شروع ٿيو ليڪن اوچتو معلوم ٿيو ته سنڌ سرڪار شايد پاڪستان سرڪار طرفان اشاري مان تي ڪيس کڻائي ورتو. پڌڻ ۾ اچي ٿو ته ڪين ليگ جي مکيه ليڊرن جي دستاندازي وغيره جا پول پڌرا ٿيڻ جو انديشو نظر آيو. پير صاحب جي وزارت مان نڪرڻ بعد مير غلام علي خان وزير اعظم ٿيڻ لاءِ اميدوار بيٺو. هن صاحب مرڪزي آقائن کي خوش ڪرڻ لاءِ مٿين ذڪر ڪيل سنڌ جي مفاد خلاف پير صاحب جي ڪارنامن سان گڏ گورنر جنرل پاڪستان جي شڪار ۽ خوشامند تي گهڻو ڪجهه صرف ڪيو هو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبرن کي راضي ڪرڻ لاءِ به پاڻ پتوڙيو هو. ازانسواءِ ڪيس اهو به آزمودو هو ته سنڌ ۾ مسلم ليگي ميمبر اڪثر ڪري طاقت جي پٺيان هلندا آهن، جا ڳالهه به سنڌس فائدي ۾ هئي.

ليڪن نوابزاده لياقت علي خان، چوڌري خليق الزمان ۽ خانبهادر کهڙي جي اثرن ۽ مدد ڪري مسٽر يوسف هارون سنڌ جو وزير اعظم چونڊجي ويو ۽ مير صاحب جون محنتون برثواب نه ٿيون. سندس دل جون مرادون دل ۾ ئي رهجي ويون ۽ وزارت عظميٰ جو ديدار حاصل نه ٿي سگهيس.

انهي وقت ڌاري مير علي احمد خان ٽالپر ۽ ٻين دوستن جي مشوري مطابق مون تبديلي هوا، عليل طبيعت جي علاج ۽ مقامات

مقدسه جي زيارت ۽ يورپ جي سفر لاءِ پاسپورٽ ماڻ واسطي گهر ڪئي. ٢٦ نومبر ١٩٤٨ع ڌاري ڪيل درخواست جو ١٧ فيبروري ١٩٤٩ع جي پاڪستان سرڪار جي وزارت خارجه جي آفيس مان هيٺيون جواب پهتو:

”اوهان جي ٢٦ نومبر ١٩٤٨ع انگريزي حڪومت، يورپ جي ملڪن، مشرق وسطيٰ وغيره لاءِ پاسپورٽ ماڻ واسطي ڪيل درخواست جي جواب ۾ ڄاڻائجي ٿو ته پاڪستان سرڪار کي افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي ته توهان کي پاسپورٽ ڏئي نٿو سگهجي.“

**ايس - ايف - فيروز**
پاسپورٽ آفيسر

جواب ۾ انڪار ڪرڻ لاءِ سبب ڄاڻايل نه آهي جو ان جو ڪارڻ معلوم ڪري سگهجي. ليڪن انومان اهو ڪري سگهبو ته يا ته آئي طاقت ۾ آيل مسلم ليگ پارٽي جي پوئلڳن مان نه هئڻ ڪري شهري حقوق لاءِ حقدار نه هوس يا ممڪن آهي ته حڪام وقت جون بداعماليون ۽ سياه ڪاريون انهي درجي کي پهچي ويون هيون جو مون کي ٻاهر وڃڻ کان روڪيو ويو.

وزارت کان ٻاهر نڪرڻ بعد پير الاهي بخش ۽ مير غلام علي خان ويڳاڻا ٿي ويا. سنڌ جي محبت ۽ درد سندن ڪاتو پيتو، ننڊ ۽ آرام وڃائي ڇڏيو هو. هنن مسٽر گذدر سان صلاح ڪري ڪوس آل پارٽيز سنڌ ڪنوينشن سڏائڻ جي ترغيب ڏني. پهرين ميٽنگ ۾ خانبهادر کهڙو، ميان غلام نبي پٺاڻ، مير غلام علي خان، پير الاهي بخش، ڪاليج جي سنڌي شاگردن، هاري ورڪرن، شيخ عبدالمجيد، مير علي احمد خان، سيد علي محمد شاه راشدي وغيره شرڪت ڪئي.

ميٽنگ ۾ ڪيئي تقريرون ۽ وڏا وعدا ٿيا. ڪم زورشور سان شروع ٿي ويو. الوحيد اخبار ۾ مضمون پوڻ لڳا. ليڪن

جلد ئي آل پاڪستان مسلم ليگ جي صدر چوڌري خليق الزمان هڪ اعلان ذريعي اهڙي مجلس لاءِ ميٽنگ ڪرڻ يا مقصدن لاءِ لڏ ٿيڻ کي مسلم ليگ مفاد جي خلاف ظاهر ڪندي پنهنجي پوئلڳن کي تنبيه ڪئي ته ان تحريڪ ۾ حصو نه وٺن، ان جي آواز تي لبيڪ چئي سڀ کان اول ميان غلام نبي خان پٺاڻ توبهه ڪري ان سوال جي مخالفت ڪئي.

اهڙين حالتن کي مدنظر رکندي ميان علي محمد شاه راشدي، جو به ان تحريڪ جي مکيه ڪارڪنن مان هو، هڪ خانگي ميٽنگ سنڌ آبزرور اخبار جي آفيس ۾ گهرائي جتي مسٽر محمد هاشم گذدر، خانبهادر کهڙو، شيخ عبدالمجيد، سيد علي محمد شاه راشدي ۽ جي. ايم. سيد گڏ ٿيا. اتي چوڌري صاحب جي اختيار ڪيل روش ۽ ميان غلام نبي خان پٺاڻ جي مخالفت ڪري پيدا ٿيل حالتن تي غور ڪيو ويو ۽ صوبي مسلم ليگ جي صدر خانبهادر کهڙي کي مٿين حالتن کان واقف ڪري پڇيو ويو ته هو اڃا تائين ان ڪنوينشن جي سڏائڻ جي فائدي ۾ آهي يا هن پنهنجي راءِ بدلائي آهي.

خانبهادر سنڌ جي مصيبتن ۽ مسئلن کي نظر ۾ رکندي ظاهر ڪيو ته سنڌ جي مفاد لاءِ گڏيل محاذ جي سخت ضرورت آهي؛ ان ڪري هو ڪيس جي فتوي ملڻ بعد ڪيترين مشڪلاتن هوندي به ڪلهو ڪلايو ان سوال لاءِ آل سنڌ ڪنوينشن ۾ شامل ٿيندو ۽ ائين به چيائين ته جيڪڏهن مرڪزي ليگ وارن ڪيس ان طرح سنڌ جي سوالن جي پٺڀرائي ڪندي ڪي عتاب ڏنا ته اهي به برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو. گذدر صاحب انهي آسري تي ڪم هلائيندو رهيو.

ڪيس جي فتوي مليو، خانبهادر ڏوهه مان آزاد ٿيو. ان وقت اميد هئي ته هو پنهنجي وعده وفائي ڪندو، ليڪن بجاءِ ان جي هن اعلان ڪيو ته مسلم ليگ وارن کي ان ڪنوينشن ۾ شامل ٿيڻ نه گهرجي. اهو سڀ ان لاءِ ڪيو ويو جو ڪيس

دان ڇٽڻ کان پوءِ ٽن سالن جي بندش لهڻ، وزارت عظميٰ حاصل ڪرڻ وغيره اميدن جو آسرو هو. آخر هي غريب هميشه ڇو مصيبتن جو مقابلو ڪري جڏهن پيا ڪيترا ئي غداري ڪري طاقت هٿ ڪرڻ لاءِ تيار ويٺا آهن.

"چشم تنگ دنيادار را يا قناعت پر کند يا خاک گور"

هوڏانهن پاڪستان سرڪار جي مکيه ڪارڪنن کي وري اسلام جي عشق اچي زور رکيو. باوجود قائد اعظم جي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ تقرير جي نوابزاده لياقت علي خان سنڌس وفات کان پوءِ هيٺيون مقاصدن جو ٺهراءَ آئين ساز اسيمبلي اڳيان پيش ڪري پاس ڪرايو.

"مهربان ۽ ٻاجهه واري الله جي نالي ۾"

جنهن صورت ۾ ساري دنيا جي مٿان حڪومت ۽ اختياري صرف الله جي آهي، جا هن پاڪستان جي حڪومت کي ان جي ماڻهن جي ذريعي سپرد ڪئي آهي ته هوءَ سنڌس مقرر ڪيل حدن جي اندر امانت طور هلائي.

هي پاڪستان جي رهاڪن جي آئين ساز اسيمبلي فيصلو ٿي ڪري ته پاڪستان جي آزاد ۽ خودمختيار رياست جو آئين ٺاهيندي.

جنهن ۾ حڪومت پنهنجون اختياريون ۽ حڪم عام جي چونڊيل عيوضين ذريعي ڪم آڻيندي.

جنهن ۾ جمهوريت، آزادي، برابري، رواداري ۽ معاشرتي انصاف جا اسلامي اصول عمل ۾ آندا ويندا.

جنهن ۾ مسلمانن کي سندن شخصي يا جماعتي زندگيءَ کي اسلام جي تعليمات ۽ گهرن مطابق قرآن شريف ۽ سنت جي طريقن تي هلائڻ لاءِ مدد ڏني ويندي.

جنهن ۾ اقليتن کي سندن مذهب جي آزاديءَ سان مڃڻ،

ان تي عمل ڪرڻ ۽ سندن تهذيب جي ترقيءَ ڏيارڻ لاءِ پورو انتظام هوندو. پاڪستان جون موجوده حدون يا نيون داخل ٿيندڙ يا گڏجڻ واريون حدون هڪ فيڊريشن جي صورت ۾ بڻايون وينديون.

جنهن ۾ داخل ٿيندڙ رياستون صوبائي خودمختياري ماڻينديون. اهڙين حدن ۽ سرحدن اندر جن ڪي سندن اختيارين ۽ حڪم سميت مقرر ڪيو ويندو جتي بنيادي حقوق جهڙوڪ درجي ۽ موقعي جي قاعدي اڳيان برابري، معاشرتي، اقتصادي ۽ سياسي انصاف ۽ خيال، راءِ، اعتقاد، مذهب، عبادت، جماعت سازي جي اظهار جي، عام قاعدي ۽ اختلاف جي حدن اندر آزادي هوندي، جتي پٺتي پيل، هيٺ ڪريل ۽ اقليتن جي واجبي مفاد جي حفاظت لاءِ خاص قانون ٺاهيا ويندا.

جتي عدالتي ڪاتي جي آزادي قائم رکي ويندي. جتي فيڊريشن جي حدن جي يڪ وجودي، ان جي خودمختياري ۽ ان جي زمين، سمنڊ ۽ هوائي حقن جي حفاظت ڪئي ويندي، جنهن ڪري پاڪستان جا باشندا خوشحال ٿين ۽ دنيا جي قومن اڳيان پنهنجو حقيقي ۽ عزت جهڙو درجو حاصل ڪري بين الاقوامي معاملن ۽ انسان ذات جي امن، ترقي ۽ خوشحالي لاءِ پنهنجو حصو پيش ڪري سگهن".

اسان تي ان ٺهراءَ گهڻو اثر نه ڪيو ڇاڪاڻ ته اسان کي انهن منبرن تي جلوه ڪندڙ حضرات جي قول ۽ فعل جي پوري واقفيت هئي. ان ٺهراءَ کان ٿورا ڏينهن پوءِ مينا بازار قائم ڪري ريزوليوشن ۾ ڏيکاريل سنت اسلامي جي مخالفت ڪئي وئي.

آخر مولانا مودودي جهڙو اسلامي اصولن مطابق آئين ٺهڻ جو قابل ماڻهو جيل ۾ موڪليو ويو ۽ اسلام جي علمبرداريءَ جو ٺيڪو اهي کڻن جن جي ساري زندگي اسلامي اصولن جو رد هجي سا ڳالهه ڪيتان تي عوام ۾ اعتبار آڻي؟

"يا ايها الذين آمنوا لم تقولون مالاتفعلون"

مسٽر يوسف هارون کي وزير اعظم ٿئي ڏهه مهينا گذرڻ کي اچي ويجهي ٿيڻ تي هئا ان وچ ۾ هن کي ڪنهن خالي تڪ تان پاڻ کي ضرور چونڊائڻو هو. هن وقت تائين سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبريءَ جون پنج جايون خالي ٿي چڪيون هيون.

هڪ ميان محمد اعظم (مرحوم) جي وفات ڪري نوابشاه ۾ خالي ٿي هئي، ٻي حاجي علي محمد مري (مرحوم) جي وفات ڪري شهدادپور تڪ ۾ خالي ٿي هئي. ٻه جايون قاضي محمد اڪبر ۽ پير الاهي بخش جي اليڪشن رد ٿيڻ جي ڪري خالي ٿيل هيون ۽ هڪ خانبهادر کهڙي جي ڊسڪواليفائيڊ ٿيڻ ڪري خالي ٿيل هئي. ڇهين جاءِ مسٽر پيرزادي عبدالستار جي مرڪزي حڪومت ۾ وزير ٿيڻ ڪري خالي ٿيڻ واري هئي.

پهرين يوسف صاحب نوابشاه جي خالي ٿيل جاءِ لاءِ ڪوشش ڪئي ليڪن اها جاءِ اسان سان گڏ خارج ٿيل ليگ جي قديم ڪارڪن سيد خيرل شاه کي ملي. ان صاحب پاڪستان ٺهڻ وقت خانبهادر کهڙي صدر سنڌ مسلم ليگ جي معرفت جناح صاحب کان معافي وٺي ليگ ۾ شموليت ڪئي هئي.

شهدادپور واري تڪ لاءِ مير غلام علي خان ۽ پير الاهي بخش گڏجي سيد محمد علي شاه (جاموٽ) مٽيارين واري کي اميدوار بيهاريو، ٻي طرف مسٽر يوسف هارون پنهنجي لاءِ ورڪ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو.

انهي تڪ ۾ مخدوم صاحب هالن وارن جو گهڻو اثر رسوخ ۾ آيو ٿي. سيد محمد علي شاه گذشته اليڪشن ۾ پنهنجي عزيز و اقربا کي ڇڏي مخدوم صاحب هالن واري جي چاچي ميان غلام حيدر صاحب جي مدد ڪئي هئي. هن دفعي کيس اميد هئي ته مخدوم صاحب ٻين جي مقابلي ۾ کيس مدد ڪندا. هوڏانهن پير الاهي بخش ۽ مير غلام علي خان کي به مخدومن ڏي سندن صداقتمندي ڪري گهڻيون اميدون هيون، ليڪن هميشه جي دستور موجب مخدومن حڪومت جو ترازو ڳرو سمجهي اوڏانهين لاڙو ڪيو،

جنهن ۾ پنهنجي سببن ڪري ڄاموٽ نه بيٺو. خانبهادر کهڙي ليگ طرفان ٽڪيٽ جان محمد مريءَ کي ڏني ۽ يوسف هارون کي نه ڏني. جيئن ته يوسف هارون جي مخالفت ڪندڙ ڪيس انجام ڏنو هو ته جي هو ليگ جي ٽڪيٽ يوسف هارون کي نه ڏيندو ۽ ٻي ڪنهن کي به ڏيندو ته هو مخالفت ۾ اميدوار ڪونه بيهاريندا. تنهنڪري انهي معاملي لاءِ مون کي به نوابشاه وڃڻ جو موقعو مليو. اتي مسٽر يوسف هارون به آيل هو، هن کي اها جاءِ سنڌس مقابلي ۾ ليگ طرفان هڪ نامعلوم ماڻهوءَ کي ملڻ تي تمام گهڻو ارمان هو. هڪ وقت جوش ۾ اچي چيائين ته "سيد صاحب! مير غلام علي خان جي آذار تي اوهان سيٽ گڏجي مون کان هيءَ جاءِ کسائي آهي سو ٺيڪ نه آهي. اوهان ان ماڻهوءَ تي اعتبار ڪيو آهي (مير غلام علي خان) جو بازار جي مڻائي وانگر ڪنهن به وقت خريد ڪري سگهجي ٿو."

آخر سنڌ مسلم ليگ جي دوستن ڪيس دادو تڪ جا دلاسا ڏيئي ميان جان محمد مريءَ کي بنا مخالفت جي چونڊايو.

يوسف صاحب جي گفتگو جڏهن مون ڪن دوستن سان ڪئي ته مير علي احمد خان ٽالپر فرمايو ته ننڍي محمد خان وارن ميرن سان مياڻيءَ جي جنگ وقت ڪو به ڪونه پڳو هو، ان ڪري مير غلام علي خان جو لالچ يا ڊپ ڪري ميدان مان پڄڻ جو امڪان ڪونه هو. مير غلام علي خان پاڻ يقين ڏياريو ته سنڌ جي ڀلي خاطر هو ڪابه قرباني ڪرڻ کان نه هٽندو.

آخر انهي آذار تي دادو تڪ مان مسٽر يوسف هارون جي مقابلي ۾ سيد علي محمد شاه راشدي بيٺو. پير الاهي بخش ۽ مير غلام علي خان ان جي مدد لاءِ دادوءَ پهتا. آءٌ به اوڏاهين ويس ڏاڍيون زور شور سان مخالفت لاءِ تياريون ٿيون. خانبهادر کهڙي تي وري به زور بار آندو ويو ته ليگ ٽڪيٽ يوسف هارون کي ڏئي. يوسف صاحب اهو احوال ٻڌي گورنر کان چونڊ مهمل ڪرائي ڇڏي.

مسٽر غلام علي خان دادو تائين مسٽر يوسف هارون جي اهڙيءَ طرح ڇڏي وڃڻ کي پنهنجي ڪاميابي سمجهي ڪراچيءَ ڏي موٽر رستي روانو ٿيو، مون کي به پاڻ سان موٽر ۾ وٺي رات جو ١١ بجي ڪراچي پهتو.

امڪان هو ته مسٽر يوسف هارون هاڻ ڪنهن به تڪ نه ماڻ جي ڪري وزارت عظميٰ جي جاءِ خالي ڪري ويندو، ليڪن اسان جي عجب جي حد نه رهي جڏهن ٻي ڏينهن سڄ آيرڻ شرط هن مير صاحب کي خريد ڪري وزيري ڏئي سنڌي محاذ جو سارو مرڪز ٽوڙي ڇڏيو. خانبهادر کهڙي جنهن سارو وقت مير صاحب جي خوشنودي سنڌي محاذ جي نقطه نگاه کان مسٽر يوسف هارون کي باوجود زوربارن جي مسلم ليگ ٽڪيٽ ڏيڻ کان انڪار ڪيو تنهن جي پارٽيءَ جي ٽنهي وزيرن، قاضي فضل الله، مير بنده علي خان ۽ سيد نور محمد شاه کي هن نئين وزارت مان خارج ڪيو ويو ۽ انهن جي جاين تي حاجي مولا بخش صاحب، رحيم بخش سومرو ۽ مير غلام علي خان کي کنيو ويو. سنڌي وڏيرن جي غيرت ۽ اخلاق جي اها حد هئي ته اهڙي بري فعل ڪرڻ بعد به هو بجاءِ شرم جي پنهنجي هوشياري تي خوشي ڪرڻ لڳا. ميمبرن جي ڳالهه ئي ڪرڻ مناسب نه آهي اهي بيجان شيءِ هئا. جيڪا ڌر طاقت ۾ آئي ان جو سلام ڪرڻ تي سندس اڪثريت هريل هئي. اهڙي طرح سنڌي محاذ جي ٽوڙڻ لاءِ هڪڙي کان پوءِ ٻهڙي پاچڙ جو معائنو ڪري مسٽر محمد هاشم گزدر به سلامتي ان ۾ سمجهي ته ڪنوينشن جو دفتر ويڙهي پاڻ به دانشمندي جو رستو اختيار ڪري. اهڙي طرح سان سنڌي مسلم ليگي ليڊرن جي سياست جو ڏيوالو نڪرندڙ ڏسي ڪاليجي شاگردن ۽ هاري ڪم ڪندڙن اهو ڪم پنهنجي سر تي کڻڻ جو خيال ڪيو. ليڪن ڪين مشورو ڏنو ويو ته مرڪزي مسلم ليگ ۽ پاڪستان جا ارباب حڪومت جي گهٽو ڪري سنڌ جي نالي کان چڙڪن ٿا سي، ليگ کان ٻاهر وارن ماڻهن کي ان ڪم ۾ دلچسپي وٺندڙ

ڏسي وري سندن اسلام ۽ پاڪستان کي خطري ۾ پوڻ جو نعرو بلند ڪندا ۽ ملڪ جي امن امان جي خطري جي بهاني سان سختيءَ جون ڪارروايون شروع ڪندا. انهي ڪري جنهن مقصد سان ڪنوينشن ڪئي ٿي ويئي سو ۽ سنڌين جو اتحاد هٿي حاصل نه ٿيندا. اهڙي طرح سان جڏهن مسٽر يوسف هارون جي مددگارن سنڌي وڏيرن کي لالچائي ۽ ڊيڄاري ڪمزور ۽ خارج ڪيو ته مسٽر عبدالستار پيرزادي سکر تڪ مان مسٽر يوسف کي بنا مخالفت جي چوائي چڙهيو. ٿوري وقت گذرڻ بعد مسٽر يوسف هارون محسوس ڪيو ته اها تبديلي اسيمبلي جي سيشن جي وقت سندس وزارت کي مخالفت جي زد کان بچائي نه سگهندي ته هن حاجي مولا بخش ۽ رحيم بخش کي وزارت مان ڪڍي ان جي جاءِ تي قاضي فضل الله صاحب ۽ ميان غلام نبي پٺاڻ کي آندو. مير غلام علي خان جي جان سندس دوست حاجي مولابخش جي قرباني سان بچي ويئي ۽ مير بنده علي خان ۽ سيد نور محمد شاه قاضي صاحب ۽ ميان غلام نبي خان کي وري وزارت ۾ آڻي لاءِ قربان ٿيا. اهڙي طرح سان سنڌ جي اسيمبلي ۽ مسلم ليگ سياست جو هڪ پردو پورو ٿيو.

ان وچ ۾ سيفٽي ائڪٽ جي مخالفت ۾ تقرير ڪندي، مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ميان افتخارالدين صاحب پنجاب مسلم ليگ جي هڪ وقت صدر، ۽ هڪ وقت ليگي وزير کي، ليگ نظام جي انحرافي ڪرڻ جي جرم ۾ مرڪزي مسلم ليگ پارليامينٽري پارٽي وارن مسلم ليگ پارٽيءَ کان خارج ڪيو. ان کان بعد هڪ ڏينهن جڏهن هو هڪ مجلس ۾ سنڌ جي نوجوانن سان مليو ته گفتگو جي دوران ۾ هڪ نوجوان کيس ٻه سال اڳي سندس ڪيل ڳالهه ياد ڏياري ته ان وقت هو نوجوانن کي مسلم ليگ ۾ داخل ٿي ان جي ذريعي ملڪ ۽ قوم جا مسئلا حل ڪرائڻ جا مشورا ڏيندو هو ڇا اڃا به هو ان ڳالهه تي قائم آهي؟ جنهن

تي جواب ڏنائين ته سالن جي تجربي مسلم ليگ ذريعي ڪنهن مفيد ڪم تيڻ جون اميدون غلط ثابت ڪيون.

ان وقت ڏاري دنيا جي انقلابات ڪي نظر ۾ رکندي ۽ سنڌ ۾ هارين جي تحريڪ کي زور وٺندو ڏسي مرڪزي ليگ ۽ مرڪزي حڪومت جي ڪن مکيه نمائندن ۽ ان جي پوئلڳن ڪن سنڌي وزيرن به جاگيردارين ۽ زميندارين کي ختم ڪرڻ جو آواز بلند ڪيو. ويچارا هاري نهايت خوش ٿيا ته اجهو ڏهو سنڌن پاو ٿئي، جاگيرداريون به ختم زمينداريون به ڇٽ. تجربيڪار سياستدانن کين ٻڌايو ”ته هنن غريبن جي ازلي دشمنن مان خير جي اميد ”ٻيرن ڪان ٻير گهرڻ“ جي برابر آهي، تنهنڪري سواءِ پاڻ تي ڀاڙڻ ۽ پنهنجي قوت وڌائڻ جي هنن ۾ اميد رکڻ اجايو وقت وڃائڻو ٿيندو“. ليڪن ڪيترا دوست مڃين ئي ڪون. ڇو ايڏا سارا ليڊر ۽ ايڏي جماعت ڪو ڏوڪو ڏئي سگهيا ٿي. انهن ۾ ڪي نوجوان هئا. هنن کي مسلم ليگ ليڊرن جي ملڪ ۽ قوم کي گذشته اٺ پوري ڏيل وعدن جا واقعات معلوم نه هئا. آخر جڏهن سنڌن ٻن ڪارڪنن کي سيفٽي ائڪٽ هيٺ قيد ڪري جيل ۾ موڪليو ويو تڏهن مس سنڌن اکيون کليون. مارچ جي اول ۾ سنڌي هاري ڪانفرنس جو ساليانو اجلاس دادو شهر ۾ گڏ ٿيو. هن دفعي هميشه کان وڌيڪ ماڻهن ان ۾ غيرمعمولي دلچسپي ورتي. سنڌ جي گوشي گوشي مان هاري ورڪر اچي منجهس شريڪ ٿيا. ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو ته ماڻهن کي اقتصادي بنياد تي جماعت سازيءَ جو احساس ٿيڻ لڳو آهي. جيڪڏهن هاري ڪارڪنن پنهنجا شخصي اختلاف ۽ سڌون بند ڪري جماعت جي بنيادي اصولن تي متحده محاذ سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ته اهو وقت پري نه آهي جڏهن هن عوام جي واحد نمائنده جماعت اڳيان ٻي ڪا طاقت مقابلو ڪري نه سگهي.

ان کان پوءِ جلد ئي سنڌ اسيمبليءَ جي سيشن گڏ ٿي جتي ”نڪريءَ کي سور ٿي ۽ جاٽي ڪوٺي“ وانگر هڪ بيڪار

ٽيننسي بل پاس ڪري اجلاس ختم ڪيو ويو. جاگيرن جي ختم ڪرڻ جو سوال اتي ئي رهجي ويو. زميني ختم ڪرڻ جو نه ڪنهن ڳالهه ئي ڪونه ورتو.

انهي وقت ڌاري خانبهادر کهڙي جي، پاڪستان سرڪار برخلاف ڪيس بيقاعدي اسيمبليءَ مان خارج ڪرڻ جي ڪيل دعوا جو فيصلو ٿيو. هائي ڪورٽ جي فاضل جج آغا حسن علي خان جي فتويٰ موجب خانبهادر کهڙي کي اسيمبلين مان غيرقانوني طور ڪيو ويو هو، ان ڪري هو وري پنهنجي جڳهه تي موٽي آيو. عام ۾ اها اميد هئي ته جنهن صورت ۾ ڪيس وزارت عظميٰ تان بيواجبي طرح ڪن سياسي سوالن جي ڪري ڊسمس ڪيو ويو هو ته مناسب اهو هو ته کيس موٽائي وزيراعظم ڪيو وڃي ليڪن ارباب حڪومت کي شايد اها ڳالهه منظور نه هئي. خانبهادر کي باوجود سنڌن اڳيان سر تسليم ختم ڪرڻ ۽ مستقبل ۾ سنڌن پوئلڳ ٿي هلڻ واري پاليسي اختيار ڪرڻ جي به يڪدم وزارت عظميٰ حاصل ڪرڻ ۾ رنڊڪون وڌيون ويون.

سنڌ سرڪار جا ان ساري معاملي ۾ ڪيئي لک روپيا خرچ ٿيا سڄا سارا ٻه سال خانبهادر کي مختلف خرچن ۽ تڪليفن مان لنگهڻو پيو. ان جو آخري حشر اهو ٿيو جو سڀني ڏٺو. ليڪن اڄڪلهه جي پاڻ کي هن نڍڙڪي ملڪ جا مالڪ سمجهي ڪاروبار هلائي رهيا آهن، تن کان ڪو پڇڻ وارو ڪونه آهي ته سنڌ اسيمبليءَ ۾ وزارت جي منظوري ۽ اجازت کان سواءِ هيترو سارو وقت ۽ پيسا سنڌ جو صرف سنڌين کي هيسائڻ ۽ ذليل ڪرڻ لاءِ خرچ ڪيو ويو سو ڇو؟ پر ”وڪاڻن گهوڙن جا ملهه ڪونه ٿيندا آهن“ غلامن جي قسمتن ۽ عزت سان اڇهو اهڙي طرح کيل کيڏبا آهن. سنڌ جي ساري سياست تي شاه صاحب جو هيٺيون بيت ٺهي اچي ٿو:

اڇو پاڻي لڙ ٿيو ڪالوڙيو ڪنگن،
ايندا لڄ مرن تنهن سر مٿي هنجهڙا. (شاه)

نيٺ مسٽر يوسف هارون کي آسٽريليا جو هائي ڪمشنر ڪري موڪليو ويو ۽ ان جي جاءِ تي قاضي فضل الله کي وزير اعظم ڪيو ويو.

خانبهادر کهڙي جي دوباره طاقت ۾ اچڻ کان شايد ايترو دل ڀڄي پئي هئي جو باوجود جملي مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي ميمبرن جي عرض ڪرڻ جي به هن صاحب حال سنڌ کان ٻاهر هوا کائڻ کي ترجيح ڏني.

آخر پاڪستان ۽ هندستان جي وزيرن اعظمن کي سمجهه آئي ۽ دهليءَ ۾ گڏ ٿيا ۽ ڪن ڳالهين تي سمجهوتو ڪيائون، ان کان پوءِ نهرو صاحب ڪراچيءَ ۾ تازي لڳايل نمنهن کي تازو ڪرڻ آيو.

نهرو صاحب جي دهلي ڪانفرنس ۾ ڏنل بيان ۽ اسان جي وزير اعظم صاحب جي آمريڪن گشت جي موقعي تي ڪيل تقريرن مان اها بوءِ اچي ٿي ته مذهبي حڪومت مان اسان جي حڪام جو مطلب کهڙو آهي.

”پلي پلي پاڻ آئي ما به نه پلي“

هي چند واقعات پاڪستان قائم ٿيڻ کان بعد جا ناظرين جي اڳيان انهي لاءِ پيش ڪيا ويا آهن ته سلسله واقعات جاري رهي. البت ان ساري قصي ۾ سواءِ ڪنڌ هيٺ ڪري بي عزتين سهڻ، سنڌي وڏيرن جي ليڊرشپ جي ڏيوالي نڪرڻ، اسان جي سياسي، اقتصادي ۽ ذهني آزادي ۽ ترقي جي راهه ۾ بي شمار رنڊڪن پوڻ جي ٻي ڪا به ڳالهه مذڪور نه آهي.

پکي سر ۾ هيڪڙو پار پهڙن پنجاه،
سندس آس الله، ٿو لڏي لهرن وچ ۾. (شاه)

پر اسان اميد نه لاٿي آهي ”چور جا سؤ ڏينهن ڀاڳئي جو هڪ ڏينهن“ اهو ڏينهن نيٺ ايندو.

جهڙي طرح سنڌ ورهين جي ڪمائي هندو شاهوڪار ٿوري عرصي ۾ ڦٽي ڪري وڃائي ويا، اهڙي طرح انشاءالله انهن انگريزن جي ايجنٽن ۽ انهن جي مڪاني ڇاڙتن جو حشر به ساڳيو ٿيندو.

خدا جي غضب جي ديگ دير سان تپندي آهي پر تپندي ضرور، ”خدا وٽ دير آهي پر انڌير نه آهي“.

متو آهين ميچ، ٿلها ٿــو ٿونسا هٿين،
تو جا پانئي اپچ، تنهن پاڻي پنئي ڏينهڙا ! □

# ڀاڱو چوٿون
## ( آخري نتيجو )

سڪو سڀ سرتيون سڀن ملان سيد
ڀيو ڀڳائي نيسر آيون آبر آسري .( شاهه )

فصل ڀاويهون

## اسان جي سياسي شعور جو واڌارو

آءٌ ڪيئن سوڙهون سمهان، مون وَر ڳهاري سيج
ور ابـاڻن سين آج، ڪـه شربت تنهنجو سومرا.
(شاهه)

هن ڪتاب جي پهرين ٽن ڀاڱن ۾ مون حتي الامڪان ڪوشش ورتي گذريل ۱۷ سالن ۾ سنڌ جي سياسي صورتحال ۽ ان سان تعلق رکندڙ ڳالهين کي قلمبند ڪري عوام جي اڳيان پيش ڪيو آهي ۽ هن ڀاڱي ۾ انهن واقعات ۽ پنهنجي تجربن کي مدنظر رکندي انهي تي تبصرا ۽ پنهنجا رايا پيش ڪريان ٿو.

اهو سمورو وقت مسلسل جدوجهد ۽ عجيب ڦرندڙ گهرندڙ جدا جدا سياسي واقعات سان ڀريل پئي رهيو آهي.

مون کي پڻ سنڌ اندر يا ٻاهر مختلف نگاهن سان پئي ڏٺو پيو وڃي، ڪن محبت ۽ عقيدت جو اظهار پئي ڪيو آهي ته ڪن نفرت ۽ حقارت جي نظر سان پئي ڏٺو آهي. ڪن محب وطن ۽ قوم پرست پئي سڏيو آهي ته ڪن دشمن جو چاڙتو ۽ غدار قوم سان پئي ياد ڪيو آهي. هن هنگامه خيز سياسي دور ۾ جڏهن سمجهه تي جوش غالب آيل ٿو ڏسجي، تڏهن سياسي ڪارڪنن کي اهڙين حالتن جي منهن مقابل ٿيڻو ٿو پوي.

پنهنجي طرفان سوائي جي پائي حق جي هي ڪابه دعوا پيش نٿو ڪريان. درحقيقت هن پيچيده سياسي رستي ۾ سچ جي سمجهڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ کان زياده ڪوبه ڏکيو ۽ مشڪل ڪم نه آهي.

منهنجي گذشته سالن جي سياسي جدوجهد ۾ پارٽين ۽ شخصي لاڳاپن بدلجڻ جي ظاهري ڦورين گهيرين جا جيڪي واقعات

روشنا ٿيا آهن تن تي جيڪڏهن ڪو گهريءَ نظر سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪندو ته ان مان ڪيس سنڌ جي سياسي، اقتصادي ۽ ذهني آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ هڪ ادنيٰ خادم ملڪ جي جدوجهد ۽ ڪوشش نظر ايندي. غلطيون بيشڪ گهڻيون ٿيون هونديون، پر انهن غلطين ۾ به سنڌ جي پٺتي پيل سياست جي هڪ نمايان جهلڪ نظر ايندي جنهن جي ابتدائي خام پيچرن تي اسان ڪي پيرين پياده سفر ڪرڻو هو. سياست هڪ ترڪڻ بازي آهي، جتي ڪي پڪا رستا، مقرر ڪيل چاڙهيون ۽ ڏاڪا ڪونه هوندا آهن، اتي ماڻهوءَ جي جذبي، ايمانداري ۽ بي طمعي ڪان بهتر ڪو رهبر راهه ٿي نٿو سگهي. ان جي ڏگهي ۽ ڪٺن رستي ۾ لاها ۽ چاڙها، فتحون ۽ شڪستون هميشه شامل هونديون آهن!

ڪڏهن عوام جي همدردي ۽ مدد حاصل رهي ٿي ته ڪنهن وقت مخالفت ۽ ناراضگي. ڪو وقت رواجي پوئلڳ ٿي رهڻو پيو ٿو ته ڪڏهن سوشا سائين جو رهبر راهه. ڪڏهن اڪيلو ته ڪڏهن گهڻن سان. موجوده زماني جي بدليل سياسي حالت مطابق سنڌ ۾ ڪي اڳي تجربا حاصل نه ٿيا هئا جنهن جون روايات اسان جي لاءِ مشعل راهه ٿي ڪم اچن. اڻ ڏٺي ملڪ جو سفر هو جتي سياسي رهگذرن اڃا پيچرا ۽ ڏگ نه ڏاهيا هئا.

صوبائي سڌارن ملڻ بعد جڏهن سنڌ بمبئي ڪان جدا ٿي تڏهن ان ۾ سياسي سفر لاءِ سهوليتون پيدا ٿيون. ان ڪان اڳي جا ڪي دستور، ۽ تجربا اسان ڪي سياسي سفر شروع ڪرڻ لاءِ رهبري ڪندڙ ڪونه هئا. ان ڪري اسان جي جملي سياسي جدوجهد جو مرڪز سنڌ اسيمبلي بنجي پيئي ۽ ان سان واسطو رکندڙ ڦيريون گهيريون، صلح ۽ مخالفتون، لاڳاپا ۽ تعلق، جماعت بنديون ۽ پروگرام ٺي صوبي جي سياست جو مکيه جزو ٿي پيا. انهن جي اثر ۽ تجربن هيٺ اسان جي سياسي خيالات ۽ خواهشات، اميدن ۽ آسرن جي نشونما ٿي. قسمت سان آءٌ پهرين اسيمبليءَ ۾ شروعات ڪان ٺي چونڊجي آيس ۽ پنهنجي پڇندي آهر مون به سنڌ جي تعميري

ترقيءَ لاءِ ٻي پاڻ پتوڙيو. جوانيءَ جي جذبي ۾ اهو ڪم مون جوش خروش سان ڪيو.

هن ساري عرصي اندر منهنجي اها ڪوشش پئي رهي آهي ته سنڌ جي سياسي صحرا مان آزاديءَ جي واديءَ ۽ ترقيءَ جي خيابان ڪي پهچڻ لاءِ ڪي پنڌ ۽ پيچرا پيدا ڪجن جن تي هلي اسان جي قوم جا نوان نسل منزل مقصود تي پهچي سگهن.

سادو ۽ اميدن سان ڀريل ٿي مون اسيمبليءَ جي سياست ڪي عهدن ۽ شخصي مفاد حاصل ڪرڻ جي تنگ دائري مان ڪڍي ملڪي آزادي ۽ قومي ترقيءَ جي ڪشادن رستن ڏي وٺي وڃڻ جي ٻي ڪوشش ڪئي آهي، پر ڪڏهن ته سنڌي سياست جي غير معمولي وهڪري ڪي مون ۾ پنهنجي بلند خيالي ۽ متاهين مڪان تان گهلي حالتن جو پابند ڪري جڳ سان جڳ جهڙو ڪري ٻي هلايو آهي.

سياست ۾ مون شروعات جمهوريت پسند، آئيني، سياستدان جي حيثيت ۾ ڪئي. جنهن جي ابتدا خلافت جي جذبه آزادي واري زماني ڪان ٿي ۽ واڌارو ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي پريزيڊنٽيءَ جي وقت انگريز عملدارن سان مخالفت جي ڪري ٿيو.

هن وقت آءٌ پڪو سوشلسٽ آهيان ۽ منهنجو عوام جي سچي جمهوريت آڻڻ لاءِ سندن طاقت ۾ پورو ايمان ۽ ڀروسو آهي.

ابتدا ۾ منهنجو اعتماد هو ته انگريزن جي مروج ڪيل آئيني دستور سياست ذريعي عام ماڻهن جي بهتريءَ ۽ ترقيءَ لاءِ گهڻو ئي ڪجهه ڪري سگهبو، پر ڏهن سالن جي تجربي بعد آءٌ هن راءِ تي پهتو آهيان ته اسيمبليءَ ڪان وڌيڪ عام ماڻهن، مزدورن، هارين ۽ نوجوانن جي طاقت ۽ آواز ۾ اثر آهي ۽ آخري فيصلو انهن کي ئي ڪرڻو آهي. شروعات ۾ مون کي خيال ويٺل هو ته اسيمبلي ميمبرن جي همدردي ۽ اتحاد مان صوبي جي ترقيءَ ۽ تعمير لاءِ گهڻو ئي حاصل ٿيندو ليڪن تجربي ثابت

ڪيو تہ مظلومن جون دانهون ۽ ستايلن جو سڏڪار ئي انهي شاهوڪار ۽ بااثر و اقتدار طبقي جي منصوبي کي ٽوڙڻ لاءِ واحد علاج آهي.

عوام جي مشڪلان ۽ مصيبتن، رنج ۽ الم، چورين ۽ ڌاڙن غربت ۽ مسڪيني جهالت ۽ بيعلمي جو حل سندن استقلال ۽ همت ۽ عمل ۾ لڪل آهي. منهنجي ابتدا جويائي حق سان ٿي ۽ هميشه سچ جي ڳولڻ ۽ انهي عمل جو ارادو رکان ٿو.

هينئر روشنيءَ جو ترورو نظر اچڻ لڳو آهي. هڪ جزيا شخص جو سياسي شعور ترقي ڪري ڪل يا قومي شعور ۾ سمجهائڻ شروع ٿيو آهي ۽ آئنده لاءِ نئون راهہ عمل ڳولي ڪڍيو اٿم.

هن ساري قصي ۾ نہ صرف منهنجا شخصي سياسي تجربا بيان ڪيل آهن پر ان مان صوبي جي سياسي ارتقا جو پتو پئجي سگهي ٿو، مٿاڇري نظر سان ڏسندڙ کي صرف وزارتن جي ڪرڻ ۽ انهن جي شڪل ۾ پيو ڏسڻ ۾ ايندو.

سنڌ جي جدائي کان پوءِ گهڻيون ئي تبديليون رونما ٿيون آهن. زبردست سياسي طاقتن ۽ اثرن صوبي جي ماڻهن کي هڪ يا ٻي طرف پي ڌوڏيو آهي، منهنجو پڪو ايمان آهي تہ مشرق جي گهڻن وڏن مسئلن جو حل بہ هتي سنڌ مان ئي پيدا ٿيڻ وارو آهي. هتي جا ماڻهو آخر صحيح ڳالهہ سمجهندا جيتوڻيڪ اڄ هو ڪمزور ۽ بيزبان آهن.

سنڌ جي آبادي ١٩٤١ع آدمشماري مطابق ٤٥ لک آهي، جن مان ٣٢ لک مسلمان ۽ تيرهن لک غيرمسلمان هئا. (پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ حالتون بدلجي چڪيون آهن، ١٠ لک هندو سنڌ ڇڏي ويا آهن ۽ ١٥ لک کن ٻاهريان مسلمان سنڌ ۾ آيل آهن) اٽڪل ٢٠ لک ماڻهو شهرن ۾ رهن ٿا باقي ٣٠ لک ماڻهو ٻهراڙين ۾ رهن ٿا، جن مان تقريباً اڌ ماڻهن کي پڪي طرح جاءِ رهائش ڪانہ آهي ۽ سدائين سانگي آهن. تنهنڪري سياسي تعليم ۽ تمدن جي فائدي کان اي ٻهرا رهن ٿا. اهڙيءَ طرح شهرين ۾ بہ اڌ

ڪان ٿئي حصي تائين بي گهر آهن. تقريباً سيني ماڻهن جي ٢/٣
حصي جو کيتي تي گذران آهي، اٽڪل ٢٤ لک ماڻهو زمين جا
هاري آهن. باقي ڇهه لک ٻهراڙين جا رهندڙ وڏا زميندار، جاگيردار
۽ ننڍا کاتيدار آهن.

زمين جو ٽيون حصو وڏن زميندارن ۽ جاگيردارن جي هٿ
۾ آهي. هندن کي سندن آدمشماريءَ مطابق زمين مليل هئي جا
داڻ اڪثر بدلجي ٻاهران آيل مسلمان مهاجرن کي ملي آهي.

نوڪرين ۾ هندو ۽ مسلمان اڌواڌ هئا پر هندن جي
نڪري وڃڻ ڪري انهن جي خالي ٿيل جاين جو گهڻو حصو
ٻاهران آيل مهاجرن کي مليو آهي. واپار ۽ ڪارخانا اڪثر هندن
جا، هٿن ۾ هئا، جن جي وڃڻ ڪري انهن جو تمام گهڻو حصو
ٻاهران آيل مهاجرن جي هٿن ۾ ويو آهي. انهي پس منظر مطابق
سنڌ جي سوالن تي غور ڪرڻو ۽ سمجهڻو آهي. انهيءَ ۾ وڏاءُ
نه ٿيندو جيڪڏهن چئجي ته سنڌ بمبئي کان جدا ٿيڻ کان اڳي
سياسي طرح پٺتي پيل هئي. جمهوري حڪومت هلائڻ لاءِ منجهس
گهربل عام راءِ عدم موجود هئي. عام ماڻهو بي علم ۽ خواب غفلت
۾ ستل هئا. ڪاسورن، زميندارن ۽ وڏن ماڻهن جي هٿ هيٺ
هئا، کين تازي مليل ووٽ جو قيمت ۽ قدر معلوم نه هو، انگريزن
جي راڄ ۾ هندن گهڻي ترقي ڪئي هئي، آهي شهرن ۽ ننڍن
ڳوٺن ۾ رهندا هئا، انهن کي پنهنجون پنچائتون هيون جن جي
ذريعي هو پنهنجي حقن جي حفاظت ڪندا هئا.

دڪانداري، واپار، ڪارخانا، وياج خوري ۽ گهڻي حصي
تائين سرڪاري نوڪريون به هنن جي هٿ ۾ هيون. مطلب ته
صوبي جي اقتصاديات تي هنن جو گهڻو قبضو هو. هنن ۾ علم
به گهڻو هو ۽ پنهنجو رايو اخبارن ذريعي (جي گهڻو ڪري سندن
قبضي ۾ هيون) ظاهر ڪري سگهيا ٿي. انهن جا ليڊر سمجهدار،
چالاڪ ۽ منظم هئا. هنن ۾ مقصد حاصل ڪرڻ جو پورو شعور
هو. سنڌ ۾ گذشته خدمات، قرباني جي ڪارنامن ۽ مخلص ڪارڪنن

سان ڀرپور صرف هڪ جماعت هئي، جا هئي ڪانگريس.

ليڪن ان جو اثر گهڻو ڪري هندن تي هو. ڀهرئين عام چونڊن ۾ ڪانگريس طرفان اسيمبليءَ لاءِ صرف هندو اميدوار بيٺا. ست جايون کٽيائون پر هنن جي هندو ووٽرن تي مدار ۽ آزاد هندو گروه سان مقابلي، هنن لاءِ فرقيوار ذهنيت کان مٿي چڙهي، مسلم عوام جي لاءِ ڪي ڪجهه ڪري انهن کي پاڻ ڏي راغب بنائڻ، مشڪل ڪري ڇڏيو.

سنڌ جي مسلمانن خلاف تحريڪ ۾ گهڻو حصو ورتو هو پر ان ڪري ڪا اهڙي محڪم ۽ پائدار جماعت مخلص ڪارڪنن جي پيدا ڪانه ٿي سگهي جا سنڌ جي مسلم سياست جو رخ بدلي ڇڏي. عام ماڻهو ساڳيءَ طرح زميندارن ۽ جاگيردارن جي قبضي ۾ هئا.

خلافت واري وقت جي ڪارڪنن مان صرف شيخ عبدالمجيد صاحب هو جنهن هڪ ننڍو گروهه ڪارڪنن جو پيدا ڪري الوحيد اخبار ذريعي مسلمانن ۾ پروپيگنڊا ڪرڻ سان سجاڳي پيدا ٿي ڪئي. آءٌ اڳيئي لکي چڪو آهيان تہ ڪانگريس ميمبر ۽ شيخ عبدالمجيد ٿي هئا جي عوام جي همدرديءَ سان اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آيا هئا.

سنڌ اسيمبليءَ ۾ ٽن جدا جدا قسمن جا سياستدان موجود هئا.

۱- اهي خود مطلب ۽ ابن‌الوقت ميمبر هئا جن جو مقصد صرف ذاتي ۽ شخصي فائدو حاصل ڪرڻ هو ۽ سندن وفاداري هميشه طاقت ۾ آيل ڌر سان ٿي رهي.

۲- اهي گروهہ جي هندو يا مسلمان شاهوڪار طبقي جا عيوضي هئا جن جي سياست جو مدار فرقيوار ذهنيت پيدا ڪري پنهنجي طبقي جي مفاد جي حفاظت ڪرڻ تي بيٺل هو.

۳- اهي آل انڊيا جماعتن سان واسطو رکندڙ گروه جن جي سياست انگريزن جي طرفداري يا مخالفت تي مبني هئي ۽ جن جا مقصد هڪٻين جي مخالف هئا.

سنڌ جي بمبئي کان جدا ٿيڻ کان پوءِ اسان ضرورت سمجهي ته ان جي پڻتي پيل ماڻهن جي خاص حالتن کي نظر ۾ رکي هڪ جمهوري پارٽي هيٺين اصولن تي ٺاهجي.

۱- سياسي ڪارڪنن مان ابن‌الوقتي ۽ شخصي مفاد جي ذهنيت کي بند ڪرڻ لاءِ سنڌ جي بهترين ڪارڪنن کي هڪ ضابطي ۽ پروگرام هيٺ گڏ ڪري صوبي لاءِ هڪ جماعت ٺاهجي.

۲- صاحب اقتدار طبقي جي فرقيوار سازشن کي بند ڪري صوبي جي بهتري واسطي اها جماعت اقتصادي بنيادن تي ٺاهجي.

۳- سنڌ ۾ سياسي ناپختگي ۽ ناتجربيڪاريءَ کي مدنظر رکي اهو مناسب سمجهيو ويو ته ان جماعت کي آل انڊيا آئيني مسئلن جي ڪشمڪش کان دور رکي صرف صوبه سنڌ جي اندروني مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻجي.

ان مان اهو مطلب ڪيڻ غلط ٿيندو ته مٿين اصولن مان اسان جو مقصد صوبائي تنگ نظري سبب ملڪ جي اهم مسئلن کان صفا قطع نظري ڪرڻ هو. اسان کي هندستان جي آزاد ۽ خوشحال بنائڻ جا خاص خيال هئا. پر پنهنجي ماڻهن جي مجبورين ۽ سنڌ کي بمبئي سان شامل ٿيڻ بعد رسيل نقصانن جو احساس رکندي اسان مناسب ڄاتو ته اوائل ۾ سنڌ جي سياست کي آل انڊيا اختلافن جي ڇار ۾ ڦاسائڻ کان پاسي رکي ضروري مڪاني مسئلن طرف رجوع ڪيو وڃي.

سنڌ جون حالتون نياريون هيون ۽ انهن صوبي جي سياست کي هڪ خاص رنگ ڏنو ٿي. هيٺيون حقيقتون انهايت خاص روشني وجهنديون.

۱- اسان وٽ بنسبت ٻين صوبن جي زمين وڌيڪ ۽ ماڻهو گهٽ هئا. ان ڪري سنڌن معيار زندگي ٻين صوبن جي رهاڪن کان ٿورو مٿي هو، جنهن ڪري سياسي بيداريءَ لاءِ مواد گهٽ هئو.

۲- سنڌ جي ڇوڏاري ديسي رياستون هيون. انهي ڪري هن جو هندستان جي ٻين صوبن ۾ پيدا ٿيل فرقيوار ڇڪتاڻ سان

گهٽ تعلق هئڻ ڪري هتي هندو مسلم ڪشيدگي گهٽ هئي.

سنڌ ۾ درويشن جي دعا، تعليم ۽ قديم روايات جي بنا تي مذهبي ڪٽرپڻو گهٽ ئي رهيو آهي. هتي مذهب جو مفهوم انسان ذات جي محبت ۽ فلاح جو ئي ورتو آهي نه نفرت ۽ ڌڪارڻ جو.

۴- سنڌ جي ماڻهن کي جمهوري طريقه حڪومت جو گهٽ تجربو هئڻ ڪري سندن لاءِ جدا سياسي پاليسي جي ضرورت هئي.

۵- سنڌ ۾ زراعتي ۽ معدني پيداوار جي ترقيءَ لاءِ وسيع ميدان کليل هو، ليڪن پئسي ۽ هنري مهارت جي گهٽتائي سبب گهڻو ڪجهه ٿي نٿي سگهيو.

انهن سڀني سببن ڪري اسان ضروري ڄاتو ته ساري مسئلي تي صوبي جي مفاد جي نقطه نگاه سان غور ڪريون ۽ اهڙي پارٽي ٺاهيون جا صوبي جي مفاد کي هر ڳالهه تي ترجيح ڏئي ان جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪري.

انهن ڳالهين کي مدنظر رکندي سنڌ جي چند مخلص ماڻهن "سنڌ اتحاد پارٽي" ٺاهي جنهن جا دروازا هندو مسلمانن لاءِ کليل هئا ۽ آل انڊيا سياسي اختلافن جي جهڳڙن کان پري هئي. انهيءَ جي پروگرام تي نظر ڊوڙائڻ سان پتو پوندو ته اها پارٽي عام ماڻهن ۽ صاحب اقتدار طبقن جي وچ ۾ راڏاويڻ (Compromise) اصولن پٽاندر ٺهيل هئي.

اهو پروگرام سنڌ جي سياسي حالتن ۽ اسيمبلي ميمبرن جي ذهنيت کي نظر ۾ رکي ڪيو ويو هو جي گهڻو ڪري شاهوڪار طبقي جا رڪن هئا.

مٿي بيان ڪيل قصي ۾ مون ڏيکاريو آهي ته ڪيئن سنڌ اتحاد پارٽي اسان جي آسرن ۽ اميدن کي سرانجام ڪرڻ ۾ ناڪامياب ٿي ۽ ان جو خاتمو سندس ئي ليڊر هٿان ٿيو، ڇاڪاڻ ته ڪانگريس پارٽي ۽ آزاد هندو گروهه، جي هندو سرمائيدار طبقي جون عيوضي ۽ نهايت طاقتور ۽ اثر واريون جماعتون هيون سي

کين به وزارت کي ڇڏي ڏيڻ ڏاهي سگهيون ٿي، تن اتحاد پارٽيءَ جي راءِ جي برخلاف خانبهادر الهه بخش جي وزارت کي طبقاتي مفاد ۽ آل انڊيا مسئلن خاطر طاقت ۾ رکڻ ٿي گهريو.

انهن جي مقابلي ۾ مسلمان ميمبر غيرمنظم هئا ۽ سندن دلچسپي حڪومت کان ذاتي يا شخصي مفاد حاصل ڪرڻ تائين محدود هئي. انهن حقيقتن مان پڌرو ٿي ٿيو ته عوام (جن جي اڪثريت مسلمان هئي) جي حقوق جي حفاظت ڪرڻ ۽ هندو سرمائيدار طبقي (جو حالتن ۾ ڦيري آڻڻ جي برخلاف هو) جي مقابلي ڪرڻ لاءِ ڪو به گروهه ڪونه هو. اهڙيءَ حالتن هيٺ مسلمان ميمبرن (جن ۾ خودداري، اتحاد ۽ عام ماڻهن جي ڀلائي لاءِ دلچسپي عدم موجود هئي) جي معرفت عوام جي فائدي جا قانون پاس ٿيڻ ناممڪن پئي نظر آيو. هن وقت تائين آءٌ ڪانگريس جي تحريڪ آزادي سان دلچسپي هئڻ ڪري شامل هوس. سن جي گوٺ ۾ مون هڪ ڪانگريس ڪاميٽي ٺاهي هئي جنهن جو مون کي پريزيڊنٽ چونڊيو ويو هو. آءٌ ان لاءِ به تيار هوس ته ڪانگريس اسيمبليءَ پارٽيءَ ۾ شامل ٿيان پر انهي وقت جي ڪانگريسي ليڊرن مون کي صلاح ڏني ته اهو وڌيڪ بهتر ٿيندو ته ڪجهه مسلمان اسيمبلي ميمبر همراهه ڪري پوءِ گروهه سان ڪانگريس ۾ شامل ٿيان. تنهنڪري مون کي نهايت ارمان ٿيو جڏهن مون ڏٺو ته منهنجون ڪانگريس بنسبت خلافت جي وقت کان وٺي خوش فهميون زائل ٿي ٿي ويون.

ڪانگريس ميمبرن کي هندو سرمائيدار طبقي ۽ هندو ووٽرن جي راءِ جو گهڻو خيال ڪرڻو ٿي پيو، جنهن ڪري هنن مسلم عوام ۽ سندن عيوضين جي همدردي وڃائي ڇڏي، سندن انهي پاليسيءَ کي آءٌ قبولي نه ٿي سگهيس.

شايد صبر جي گهٽتائي يا ممڪن آهي عوام جي پست حالي ۽ ملڪ جي افسوسناڪ حالتن جي احساس ڪري، مون ڪانگريس جي انهي پاليسي سان ڪڪ ٿي، هندو سرمائيدار طبقي جي خلاف،

مسلم عوام ۾ اتحاد ۽ خود داري پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تہ سن ان جي وسيلي سندن درد دفع ٿين. انهن آسرن ۽ اميدن، مقصدن ۽ مرادن واسطي اسان مسلمانن کي فرقيوار جماعت جي ماتحت منظم ڪرڻ جو پهہ پچايو تہ شل انهي ذريعي منجهن بيداري پيدا ٿئي ۽ اسيمبليءَ جي ممبرن تي اثر پوي. ان وقت اسيمبليءَ کان اندر يا ٻاهر جنهن فرقيوار جماعت کي زور وٺائي طاقتور ڪري ٿي سگهجاسون سا مسلم ليگ هئي ليڪن ان بنسبت مون کي هيٺيان شڪ هئا:

۱. مسلم ليگ مسلمانن ۾ اتحاد ۽ نظام هندو مسلم نفاق جي بنياد تي ڪرڻ ٿي گهريو، جنهن جو لازمي نتيجو هندن ۾ ساڳي قسم جي ردعمل جي صورت ۾ نڪرڻ وارو هو.

۲. ليگ ليڊر گهڻو ڪري نواب ۽ زميندار هئا جي انگريزي نظر عنايت تي پليا. انهن وٽ ملڪ ۽ قوم جي بهتريءَ لاءِ ڪو عملي پروگرام ڪونہ هو ۽ نڪو منجهن قربانيءَ جو مادو هو، سندن مطمع نگاه صرف شخصي ۽ ذاتي مفاد ۽ اقتدار حاصل ڪرڻ تائين محدود هو.

ڪانگريس ڪارڪنن جي جذبي آزادي ۽ قربانيءَ ۽ ليگ بنسبت شڪ شبهن کي مدنظر رکندي (مرحوم) سر حاجي عبدالله هارون کي گهڻو اڳ يعني ۱۹۳۸ع جي آگسٽ ۾ جو خط لکيو هوم تنهن جو ٽڪرو ملاحظہ لاءِ هيٺ پيش ڪريان ٿو.

”آءٌ هوند گهڻيءَ خوشيءَ سان مسلمانن کي مسلم ليگ اندر گڏ ٿيڻ لاءِ مدد ڪريان، ليڪن انگريزي سلطنت جي برخلاف مون ۾ تمام گهڻي تلخي ويهي ويئي آهي، خصوصاً جڏهن مون کي معلوم ٿئي ٿو تہ هندستان کي غلاميءَ ۾ رکڻ خاطر باقي آزاد مسلم ملڪن کي بہ وڃن ٿا روزبروز پنهنجي قبضي هيٺ آڻيندا. انهي جذبي هيٺ مون کي هندو قوم جون ننڍيون ننڍيون شڪايتون وسري وڃن ۽ دل ۾ اچي ٿو تہ ڪم از ڪم مشرق وسطيٰ جي باقي رهيل مسلم ملڪن جي آزاديءَ خاطر

ڪانگريس کي غيرمشروط مدد ڪري انگريزن کي هندستان مان ڪڍجي" ليڪن باوجود اهڙن خيالن جي سنڌ اسيمبلي جي سياست ۽ ملڪي ضرورتن مون کي مجبور ڪري، هندو سرمائيدار طبقي جي مقابلي لاءِ مسلم ليگ ۾ وڃڻ واسطي راغب ڪيو.

انهن ڏينهن جا مکيه سياستدان، جن خلافت جي ڏينهن کان وٺي ملڪ ۽ قوم جي خدمت پئي ڪئي، شيخ عبدالمجيد ۽ سر حاجي عبدالله هارون هئا، انهن پنهنجي مسلم ليگ لاءِ پي ڪم ڪيو. انهن کي ڏسي مون خيال ڪيو ته جيڪڏهن هنن سان شامل ٿي ڪم ڪيم ته ممڪن آهي ته سنڌ جي مسلمانن کي منظم ڪري صوبي جي حالتن کي بهتر بنائي سگهجي. آءٌ ليگ ۾ ان ارادي ۽ اميد سان داخل ٿيس ته عوام کي منظم ڪري ليگ ۾ آڻي سان سندس موجوده ليڊرن، پروگرام ۽ پاليسيءَ کي بدلائي، ان کي عوام جي حقيقي جماعت بنائي سگهنداسون. ان کان وٺي منهنجي دوستن ۽ مون سنڌ ۾ ڪيترن سالن تائين مسلم ليگ کي طاقتور بنائڻ لاءِ سرتوڙ ڪوششون ڪيون.

انهي ۾ اسان کي گهڻن مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو. ڪو وقت هو جو اسيمبلي اندر اسان صرف اڌ ڊزن ميمبر وڃي رهياسون ته به دل نه هاريسون ۽ عوام ۽ ليگ کي مقبول بنائڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪندا رهياسون.

اهو ڪم ڪندي اسان کي ديهاتي زندگي جي گهڻي واقفيت ٿي. جيتوڻيڪ اسان کي گهڻي خواهش هئي ته مسلم عوام ۾ خود داري ۽ جذبه ترقي پيدا ٿئي، پر ڏينهون ڏينهن فرقيوار نفاق کي وڌندڙ ڏسي مون کي ارمان به ٿيو ٿي. مون کي ڪانگريس جي آزاديءَ جي اصولن سان اڃان تائين همدردي هئي ۽ مون کي ويساهه هو ته ڪانگريس ۽ ليگ جي سمجهوتي تي اچڻ ۽ گڏجي ڪم ڪرڻ ڪري ملڪ کي وڏو فائدو پهچندو. انهي جذبات هيٺ مون جناح صاحب کي ٻارهين فيبروري ١٩٤٠ع ۾ هڪ خط لکيو جو ملاحظه لاءِ پيش ڪجي ٿو.

□ "مسلم ليگ اندر داخل ٿيڻ ۾ مون گهڻي پس و پيش ڪئي. چاڪاڻ ته جماعت جي اهم فرائض جي جوابداريءَ جو مون کي ڪافي احساس هو. هيڪر داخل ٿيڻ بعد مون ان جي انتظام ۽ شان کي برقرار رکڻ لاءِ حتي الامڪان پنهنجو پاڻ پتوڙيو آهي. مون کي فخر سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي ته ليگ اڄ منهن مٿي ڪرڻ جي لائق ٿي آهي. مون کي ليڊر ٿيڻ لاءِ ڪا سڌ نه آهي ۽ نڪو عهدن لاءِ مون کي ڪا لالچ ٿي رهي آهي. مون تي ملڪ ۽ قوم جي آزاديءَ ۽ بهتريءَ جي جدوجهد ۾ جوابداريون ۽ فرائض عائد ٿين ٿا، ها ۽ آهي. خط انهي جذبات جي ماتحت موڪلي رهيو آهيان. ان کي هڪ سپاهي جي سالار ڏي عرضداشت ڪري سمجهڻ گهرجي. مون کي ڪافي احساس آهي ته هندستان جي مسلمانن کي متحده ڪرڻ ۾ اوهان گهڻي ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. مسلمانن کي هاڻ اڳي وانگر حقارت جي نظر سان نٿو ڏسي سگهجي جيئن ڪجهه وقت اڳي ڏٺو ويندو هو. ان ۾ اوهان جي رهنمائي جو گهڻو حصو آهي، ليڪن مون کي يقين آهي ته هن اتحاد ۽ نظام جي حصول کي اوهان مقصد حاصل ڪرڻ جو ذريعو ڪري سمجهندا هوندا ۽ نه خود مقصد.

تنهنڪري منهنجو عرض آهي ته هينئر وقت اچي ويو آهي جڏهن صرف اتحاد جا راڳ ڳائڻ جي عيوض اسان پنهنجي سموري طاقت عوام جي بهتريءَ ۽ ترقيءَ جي راهه ۾ صرف ڪريون

آءٌ سمجهان ٿو ته وقت جي تقاضا اها آهي ته هاڻ پنهنجا طريقهء ڪار (هندن جي برخلاف نفرت ڦهلائڻ) جا بدلائي ساري ڪوشش ملڪ جي خدمت ۾ صرف ڪريون. انهي لاءِ ضروري آهي ته ملڪ جي ٻي وڏي جماعت ڪانگريس سان ڪنهن سمجهوتي تي اچڻ گهرجي. اوهان کي تازو سنڌ ۾ منزل گاهه جي سلسلي ۾ ٿيل افسوسناڪ واقعن جي بخوبي خبر آهي. مون کي معلوم آهي ته فسادن لاءِ مسلم ليگ ئي جوابدار آهي. پر مون کي ان غلط پروپيگنڊا جو ڪو به خيال نه آهي. سياست ۾ اڪثر ائين

ٿيندو آهي اسان جون دليون صاف آهن ان ڪري اها پروپيگنڊا اسان کي دلشڪستو نٿي ڪري سگهي.
مٿين افسوسناڪ واقعات جو ذڪر هڪ سنڌي جي حيثيت ۾ ڪيو اٿم. چاڪاڻ ته درد دل رکندڙ جي حيثيت ۾ آءٌ مٿين واقعات کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهان. مون کي گمان آهي ته جيڪڏهن اختلافن کي ائين ڇڏيو ويو ته مستقبل تاريڪ ٿيندو ويندو. مون کي اهو به معلوم آهي ته هندن ۽ ڪانگريس جي تنگ نظريءَ سنڌ جي سياست کي انهي درجي تي پهچايو آهي. ليڪن هي تهمتن ڏرڻ جو وقت نه آهي، پر ايترو چوڻ کان رهي نٿو سگهان ته جيڪڏهن ليگ ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ اختلاف نه هجن ها، ته ڳالهيون هيتري حد تائين نه پهچن ها. جيڪي سنڌ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو يا جنهن جو مستقبل ۾ امڪان آهي انهي سان ڪم و بيش ساري هندستان جون حالتون لاڳو آهن.
بئي جماعتون هن وقت وڏيون طاقتون ٿي پيون آهن ۽ بئي ساڳي مقصد لاءِ جدا جدا طريقن سان ڪم ڪري رهيون آهن. ليڪن افسوس جي ڳالهه هي آهي ته بئي گڏجي ڪم ڪرڻ جي عيوض، سموري طاقت باهمي جهڳڙن ۾ صرف ڪري رهيون آهن. جنهن جو لازمي نتيجو ملڪ ۽ قوم لاءِ تباهي ۽ بربادي ٿيندو. صوبه سنڌ بنهي جماعتن واسطي گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ بهترين ملڪ آهي. هتي بنهي جو پروگرام ساڳيو ٿي سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح ڪانگريس جي ”عوام جي پلي“ جي دعوي جو به آزمودو ٿي ويندو. سنڌ ۾ ڪثرت مسلمانن جي آهي ان ڪري انهي اتحاد جو لازمي فائدو انهن کي ئي حاصل ٿيندو. آءٌ پنهنجي سموري جذبات کي هن خط جي محدود دائري ۾ پوريءَ طرح پيش ڪري نه سگهيو آهيان وڏيڪ اوهان جي عميق نظر ۽ وسيع فڪر تي ڇڏيان ٿو ته حالات جو معائنو ڪري مناسب رهبري ڪريو“.
انهي خط جي جواب ۾ مون کي جناح صاحب کان هيٺيون خط ۸ فيبروري ۱۹۴۰ع جي پهتو.

"منهنجي خط ۾ اظهار ڪيل ڳالهين سان گهڻي ڀاڱي مان شامل راءِ آهيان. پر توهان جي "ڪانگريس واري عوام جي حالت سڌارڻ جي دعويٰ" ۾ اميد جو برڦواب ڏيڻ سولي ڳالهه نه آهي. توهان گهڻو آسروند (oPtimist) آهيو. آءٌ گهران ٿو ته توهان وڌيڪ غور سان ڪانگريس ۽ ان جي هاءِ ڪمانڊ جي ارادن کي نظر مان ڪڍو ۽ هنن جي ظاهري دعوائن تي ڀاڄي نه وڃو. هندو مسلم سمجهوتي جو سوال آل انڊيا سوال آهي ۽ منهنجي خيال موجب جيڪي مسلمان هرهڪ صوبي جي جداگانه صلح جا خواهشمند آهن سي غلطيءَ ۾ آهن. اهو طريقو مسلمانن جو متحده محاذ ختم ڪري ڇڏيندو".

١٩٤٢ع جي پڇاڙيءَ ڌاري اسيمبلي اندر مسلمان ميمبرن جو اتحاد قائم ٿيڻ بعد صوبائي مسلم ليگ وزارت قائم ٿي چڪي هئي. اهو ظاهر هو ته هاڻي هندو سرمائيدار طبقو اڳيئن وانگر حڪم هلائي نٿي سگهيو ڇو ته انهن جي مقابلي ۾ محاذ قائم ٿي چڪو هو. پر افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي ته اهو محاذ عوام جي ڀلي لاءِ فائديمند ثابت نه ٿيو، پر اهو محاذ مسلم شاهوڪار طبقي جو سندن طبقاتي مفاد جي حفاظت لاءِ قائم ٿيو. اهي به هندن جهڙا ئي رجعت پسند هئا ڪين به پنهنجا مقصد ۽ مرادون هيون.

جيڪڏهن مسلم عوام کي هندو سرمائيدار طبقي هٿان ڪو انصاف ملڻي نٿي پيو ته اهڙي طرح سر غلام حسين جي ٽن سالن جي وزارت به ثابت ڪيو ته انهن کي مسلم ليگ ليڊرن هٿان به ڪجهه فائدو ڪونه پهتو، هو مسلم ليگ ۽ پاڪستان جي نالي ۾ سيڪجهه پاڻ ڏانهن سوريندا ٿي ويا. اسان جي صوبي ۾ مسلم ليگ ليڊرن پاڪستان جي نالي ۾ وڏيون ڳالهيون هڏايون پر جڏهن عوام سان انصاف ڪرڻ ۽ حڪومتي انتظام پاڪ ۽ صاف ڪرڻ جو موقعو ڪين ماهو تڏهن پول پڌرا ٿي پين.

جنهن صورت ۾ هي سمورو وقت ڪانگريس ميمبر جيل ۾ هئا تنهنڪري انهي عرصي ۾ سنڌ جي بي انصافين ۽ خرابين لاءِ انهن کي جوابدار ٺهرائي نٿي سگهياسون.

منهنجو گهڻو وقت گهمڻ ۾ گذري ٿو ان ڪري عام ماڻهن جي اهنجن ۽ ايذائن، ڏکن ۽ ڏولائن جي پوري پتي پوڻ جو موقعو ملي ٿو. عوام ملڪ جي آباديءَ جو گهڻو حصو آهن ۽ سندن معيار زندگي ۽ ڏک سک مان حڪومت جي چڱائي ۽ برائي جو پتو پئجي سگهي ٿو. وڏن شهرن ۽ صاحب اقتدار طبقي جي ماحول جي زندگي پُرفريب ۽ مصنوعي آهي، ملڪ جي صحيح حالت جي خبر پٽن ۽ ٻانن، جهنگن ۽ جهرن، ٻهڻ ۽ جهوپڙين، قافل ڪپڙن ۽ سڪل چهرن، جيل جي ڪوٺڙين ۽ اسپتالن اندر پئجي سگهندي.

وزارتن جي برخلافي ۽ جماعتن جي نقطه چيني جيڪڏهن شدت سان ڪرڻ جو جرم ڪيو اٿم ته ان جي جوابداري منهنجي حساس دل تي آهي. آخر—

”آءُ ڪيئن سو ڙهين سمهان، مون ور گهاري ولهه“

جڏهن مون کي معلوم ٿيو ته مسلم شاهوڪار طبقي جي نئين بلا مسان مقابلو ٿيو آهي، جي اڌڙائي بيرحم ۽ ظالم هئا، تڏهن ان ڳالهه منهنجي دل تي وڏو صدمو پهچايو. ڇا اسان هي ساريون ڪوششون هندو شاهوڪار طبقي برخلاف صرف ان واسطي ڪيون هيون ته هڪ ڇٽيءَ کان نڪري ٻيءَ ۾ پئون؟ آيا اڳين سب جدوجهد رائگان ويئي. انهن حالتن کي سامهون رکي اسان کي آخري فيصلو ڪرڻو هو. انهي ۾ منهنجي اڳيان ٽي رستا کليل هئا.

۱- انهن حالتن هيٺ دلشڪسته ٿي سياست کان گوشه نشيني ڪري آرام جي زندگي گذاريان.

منهنجي ضمير اهڙي گيدڙپڻي جي طريقي اختيار ڪرڻ کا انڪار ڪيو. ڇاڪاڻ ته اهو فرض ادائي ۾ ڪوتاهي ۽ عوا جي اميدن ۽ آسرن تي پاڻي ڦيرڻ جي برابر هو.

٢- اُهي به جڳ سان جڳ جهڙو ٿي انهيءَ عام خودمطلبيءَ ۽ ڪمزورين جو مريض ٿي ويا آن، پر اهو طريقو ذليل نظر آيم. پڻ وانگر عوام کي سهوليت سان اڳڀي سگهوس ٿي، پر پنهنجي ضمير کي اُهڙو مناسب نه سمجهيم.

"ايءَ نه مارن ريت، جو سيڻ مٽائين سون تي."

٣- ٽيون رستو اهو هو ته همت ۽ بي ڊپائي سان هن نئين بلا جو مقابلو ڪريان، جو رستو ملڪ ۽ قوم جي حقيقي نجات ۽ صحيح پاڪستان طرف ويندڙ هو.

مون آخري تجويز تي عمل ڪيو. ڇاڪاڻ ته ان ۾ عوام جي ڀلائي ۽ بهتريءَ جو راز سمايل هو ۽ انهي رستي سان ايمان کي تازو ۽ روح کي زنده رکي ٿي سگهيس.

مون کي جلد ئي معلوم ٿيو ته هن جدوجهد ۾ نه صرف مڪاني صاحب اقتدار طبقي جي مخالفت کي منهن ڏيڻو هوم، پر ان سان گڏ سندن وڏي برادري (جي سڀ وچي ليگ هاءِ ڪمانڊ ۾ گڏ ٿيا هئا) جي غصي جو بڻ پاڻ کي نشانو بنائي رهيو هوس. هنن مسلمانن جي اتحاد ۽ مسلم ليگ جي ضابطي جي نالي ۾ منهنجي صحيح جمهوري جدوجهد کي بند ڪرڻ گهريو ٿي جنهن ۾ سنڌ جا بهترين ڪارڪن مون سان شامل هئا.

اسان عوام جي وفاداري ۽ ضمير جي ضابطي هيٺ رهڻ کي ترجيح ڏني ۽ عوام کي هندن جو هائو بڻجي، مسلمان شاهوڪارن جي تابع بنائڻ جي سازش کي دڪ ايمانداريءَ جو رستو نه سمجهيوسون.

هندن جي منصوبن کي پنهنجي گهر درست ڪرڻ سان منهن ڏئي سگهياسون ٿي. آخر هو به سنڌ اندر اقليت ۾ هئا.

ليڪن ليگ هاءِ ڪمانڊ جي ڊڪٽيٽرانه پاليسيءَ ترقي پسند گروهه کي مجبور ڪري، مسلم ليگ کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو.

هاڻ اسان عوام کي حالتن کان واقف ڪرڻ شروع ڪيو،

ان ۾ گهڻين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو.

رجعت پسندن (جي طاقت ۾ هئا) سڀڪنهن طرح سان اسان کي بدنام ڪرڻ جا حيلا هلايا. اسلام، مسلمانن جو اتحاد ۽ پاڪستان جي هٿيارن کي عوام جي برغلائڻ لاءِ خوب ڪتب آندائون.

سنڌ جي سياست ۾ نظرين جي بنيادن تي غيرمساوي طاقتن جي وچ ۾ اڳي اهڙو مقابلو ڪڏهن ڪونه ٿيو هو.

سنڌ جي سياست هن وقت تائين پيسي ۽ سرڪار جي نظرعنايت جي مرهون منت ٿي رهي هئي. اصولن جي بنيادن تي ڪو ٽڪر ڪونه ٿيو هو. باقي صرف شخصي فائدن ۽ عهدن لاءِ ڪشمڪشون پئي ٿيون هيون.

عوام کي سياسي اصولن جي بنيادن تي اڳي آگاهه نه ڪيو ويو هو جنهن ۾ سنڌين روزمره جي زندگيءَ جو واسطو هجي.

عام ماڻهن کي سنڌين سياسي آزادي ۽ حقن جي حفاظت لاءِ تعليم ماڻ شروع ٿي، فڪر نه آهي جيڪڏهن بي واجبي طريقن سان عام چوندين وقت مسلم سرمايه دار اسان جو آواز دٻائي سگهيو. پر اهو تاريخي واقعو آهي ته اهڙين زبردست طاقتن جو سمورو وقت همت ۽ استقلال سان مقابلو ڪري، اسان سنڌ جي سياست ۾ اخلاقي جرئت ۽ بي خوفيءَ جو عظيم الشان مثال پيش ڪيو آهي.

اسان لاءِ تڪليف ۽ مشڪلاتن اندر (جي رجعت پسند مخالفن کان سهڻيون پيون) اهو آئٽ هو ته اسان ايمانداريءَ سان جيڪي سڀ سمجهوسين ٿي، تنهن ۾ وڏين طاقتن جو به مقابلو ڪرڻ ۾ پوئتي نه ٿي ٿياسون.

گذريل ڏهن سالن ۾ اسيمبليءَ جي سياسي تجربي مان مون گهڻائي سبق پرايا هئا. حياتي هڪ ڏکي مسافري آهي جنهن ۾ مشڪل مسئلن ۽ حقيقتن سان روشناس ٿيڻ بعد درجي بدرجي سچ ظاهر ٿئي ٿو، ليڪن انهي معلومات لاءِ ضروري آهي ته اسان جو ضمير خودغرضي ۽ تن آساني جي مرضن کان آجو هجي.

سنڌ ۾ زمانہ اصلاحات (پراونشل آٽونامي) جي سياسي تجربي مان نڪتل نتيجا هيٺيان آهن.

١- سياست هروڀرو چونڊن ۽ عهدن حاصل ڪرڻ جي راند نہ آهي جنهن ۾ ووٽن هٿ ڪرڻ ۽ عارضي ڪاميابيءَ جي حصول لاءِ ناجائز سمجهوتا ۽ راڄاويڙ ڪجن. هندستان ۾ سياست کي انگريزي غلاميءَ جي اثر هيٺ بيجان ۽ مصنوعي ماحول ۾ محدود ڪيو ويو آهي. جنهن ملڪ ۾ جماعتي نظام غيرمساوي طبقن جي بنياد تي ٻڌل هجي، اتي اسيمبلين رستي ملڪ ۽ قوم جي بهتري ۽ ڀلائي جي حاصل ڪرڻ جا خيال پچائڻ هڪ بيڪار مشغلو آهي.

اهڙي جمهوريت جنهن جو اسان کي هن ملڪ ۾ تجربو ٿيو آهي هڪ دوکو آهي. ان ۾ حقيقي طاقت سرمائيدار طبقن جي هٿ ۾ رهي ٿي، جي چونڊن وقت سڀ پروپئگنڊا جا ذريعا، سرڪاري عملو ۽ خود ڪيترن هوشيار ورڪرن کي خريد ڪري ڪتب آڻي سگهن ٿا.

قوم جي ترقيءَ جي اميد انهن ماڻهن مان جي پيسي، طاقت، خانداني اثر ۽ غلط پروپئگنڊا ذريعي پاڻ چونڊائي اچن ٿا رکڻ بيسود آهي. اهڙا ميمبر رجعت پسنديءَ جو اڏو بڻجيو پون. هنجيءان سواءِ ذاتي ۽ طبقاتي مفاد جي عوام جي بهتريءَ ۽ ڀلائي جي توقع رکڻ بيڪار آهي سياسي مساوات ۽ اقتصادي مساوات جو پيدا ڪرڻ ازحد ضروري آهي. جنهن کي صرف، مظلوم عوام سرمائيدار جي خلاف متحده محاذ ۽ وڏي جدوجهد بعد ئي حاصل ڪري سگهي ٿو.

٢- صحيح ۽ عوامي جمهوريت صرف ماڻهن جي جوش ۽ تعصب اڀارڻ سان حاصل نہ ٿي سگهندي. ڪجهہ وقت اڳي مسلم عوام کي سُستي ۽ پستيءَ جي حالت مان ڪڍڻ لاءِ سندن تباه حالي جي خطري ۽ اتحاد جي لالي ۾ ڪين جيڪڏهن گڏ ڪرڻ ضروري ڄاتو ويو هو، تہ هاڻ جڏهن قوم ڪافي بيدار ٿي چڪي

آهي ته اهي سا ڳيا طريقا اختيار ڪرڻ لازمي نه آهن.
سنڌ ۾ مسلمان ته اڳي ئي گهڻي اڪثريت ۾ هئا پر پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ته هندو رهيا ئي ڪونه آهن تنهنڪري هينئر وقت آيو آهي جو مسلمان شاهوڪار طبقي جي ناپاڪ قبضي کان آزاد ڪرڻ لاءِ ڪين معاشي بنيادن تي منظم ڪجي.
سنڌ ۾ مظلوم طبقي جي سولائي سان حالت بدلائي سگهجي ٿي بشرطيڪ صحيح اصولن جي بنياد تي ايماندار ڪارڪن عوام جي رهبري ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيهن.
گذشته ١٥ سالن جي تجربي ثابت ڪيو آهي ته فرقيوار سوالن ۽ مذهب جي آڙ ۾ ڪيئن نه بداخلاق ۽ رجعت پسند ماڻهو ليڊر بنجي ويا جي رواجي طرح هوند عوام جي سامهون منهن به مٿي ڪٽي نه سگهن ها.
اسلام ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ مسلم شاهوڪار طبقي جي روايتي غاصبن وري اچي عوام جي علمبرداري هٿ ۾ ڪئي آهي. اهو ڏينهن پري نه آهي جو عام ماڻهو اسلام جهڙي اعليٰ مذهب کي اهڙن بدنام ڪندڙ ليڊرن جي خلاف بغاوت ڪن. پر خطرو صرف اهو آهي ته انهي وچ ۾ رجعت پسند طبقو پنهنجي طاقت اهڙي مضبوط ڪري ويندو جو ان کي اکوڙڻ تمام ڏکيو ٿي پوندو. تنهنڪري ضروري آهي ته آئنده لاءِ عام ماڻهن کي منظم ڪرڻ جو طريقو بدلي ڪين ضروريات زندگي جي بنياد تي منظم ڪري سندن حقيقي دشمنن کي، جي اسلام جي آڙ يا پاڪستان جي دامن ۾ پاڻ ڇپايو پيا ملڪن کي لٽين، بنا ڊپ جي پڌرو ڪجي جيئن مظلوم ۽ مسڪين طبقا متحده محاذ ٺاهي پنهنجا حق حاصل ڪري سگهن.
٣- اسان جي گذريل تجربي سان ظاهر آهي ته ڪوبه آل انڊيا (هاڻي آل پاڪستان) جماعتن جو هائيڪمانڊ جنهن جون واڳون صوبي کان ٻاهر وارن ماڻهن جي هٿ ۾ آهن سنڌ جي عوام جي ڀلي ۽ ترقيءَ لاءِ فائدو پهچائي نه سگهندو. اهي

هاءِ ڪمانڊ وڏن سوالن، باهمي اختلافن، سياسي اقتدار قبضي ۾ رکڻ جي ڏن ۾ اهڙو مشغول آهن جو صوبي جي مڪاني ضروريات جو ڪين ڪو به فڪر نٿو رهي.

هيستائين سنڌ ڪي آل انڊيا يا آل پاڪستان جي سياسي راند ۾ ڪينهوڙو ڪري ٻي ڪتب آندو ويو آهي ۽ سنڌس حقيقي مفاد عارضي سوالن يا فرضي خطرن جي ٽالي تي قربان ڪيا ويا آهن.

اسان جي مڪاني سياست مرڪزي ڊڪٽيٽري ڪري فنا ٿي ويئي آهي. خودمطلب ۽ خوشامندڙيا هاءِ ڪمانڊن کي راضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن، ايماندارن ۽ ملڪ جي خيرخواهن کي تنگ نظر ۽ صوبائي رنگ ۾ رنگيل سمجهي پوئتي اڇلايو پئي ويو آهي.

گهڻو ڪري سنڌ جي سياست ٻاهرين جي اشارن تي ٻي هلي آهي، اسان جي مڪاني وڏيرن ۽ معتبرن سنڌن دواليءَ بنديءَ ۾ فخر پي سمجهيو آهي.

احساس خودداري ۽ خودارادي اسان جي وڏيري ڪلاس جي موجوده ليڊرن مان ختم ٿي چڪو آهي، خود سنڌي سڏائڻ به عيب ٿو اچين، پنهنجي روايات تي قائم رهندي "جنهن جو کائجي تنهن جو ڳائجي" جي مصداق سنڌي قوم ۽ سنڌي مفاد جي آواز اٿارڻ کان پيا ڇرڪن. حقيقي هائي ڪمانڊ ترقي پسند خيالن جي ماڻهن جو هئڻ گهرجي جو عوام جي دکن ۽ سورن، مڪاني ضرورتن ۽ هر صوبي جي خصوصيات جو اندازو ڪري سگهي. اهو هر ملڪ جي قوميت ۽ ان جي حق خودارادي ۾ اعتبار رکندڙ هجي ۽ انهن جي تهذيب، زبان سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي حفاظت ۽ ترقي ۾ مچيندڙ هجي.

ان کي صوبائي تنگ خياليءَ سان تصور ڪرڻ سمجهه جي ڪوتاهي ٿيندي. جيڪڏهن عوام جي ڀلائي ۽ بهتريءَ جو خيال

رکيو آهي ته پنهنجي سياست جو بنياد حب الوطني جي زرين اصول تي رکيو ويندو.

"کتا لوڏيون پٽون پاتا، نه متحان تي متائيندي"

اهڙي صحيح هائي ڪمانڊ جي عدم موجودگيءَ ۾ سنڌ کي پنهنجي قوميت، تهذيب، روايات، زبان، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي حفاظت ۽ ترقيءَ لاءِ پنهنجو هائي ڪمانڊ پيدا ڪرڻ گهرجي، جو عوام جي حالت سڌاري ڪين آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي رستي تي هلائي سگهي.

ع- اسان انهن سياسي دور مان گذري رهيا آهيون اهو دور حقيقي طرح عام ماڻهن جو دور آهي. هاڻ ڪنهن شخص يا پارٽيءَ جي سياست سرڪاري نوڪرين کي ڪنهن فرقي لاءِ حاصل ڪرڻ، رواجي قانون ۽ قاعدا پاس ڪرڻ، رشوت ۽ رسائي دور ڪرڻ، انتظام پورو رکڻ جي بنياد تي فيصل ڪري نٿي سگهجي.

نڪو هاڻ اسان کي ننڍن سوالن جي نڪته چيني يا هلچل ڪرڻ ۾ وقت وڃائڻ گهرجي. وزيرن جي رشوتي ۽ بيڪار هئڻ ڪنٽرول جي خرابين تي دانهون ڪرڻ، ٽيننسي ائڪٽ هارين لاءِ پاس ڪرائڻ وغيره جهڙن سوالن جي هاڻ اهميت ڪانه رهي آهي. وقت اچي ويو آهي ته انهن ڳالهين کي خيرباد چئي پنهنجي سڌارن واري پراڻي پاليسيءَ کي ڇڏي ڪو نئون ۽ نتيجه خيز طريقو اختيار ڪريون. زماني جي تقاضا آهي ته اسان زندگيءَ جي سمورن مسئلن کي انقلابي نقطه نگاه سان ڏسون جنهن ڪري موجوده غير منصفانه جماعتي نظام، جنهن جو بنياد ڏاڍائي ۽ سوداگريءَ تي ٻڌل آهي، ازسرنو بدلائي مساوات ۽ انصاف تي اڏيو ويندو.

ه- انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ عوام کي معاشي بنياد تي منظم ڪرڻو پوندو جيئن شاهوڪار طبقي کي متحده طور منهن ڏئي سگهجي، جيڪي ملڪ ۽ قوم جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي راهه ۾ رنڊڪ ٿيو بيٺا آهن. هارين، ننڍن ڪاتيدارن، ۽ مزدورن،

نوجوان شاگردن کي منظم ڪرڻ ضروري آهي. اڄڪلهه جي ننڍ وڏائي تي ٻڌل سوسائٽي ۾ اهي طبقا ئي آهن جن کي سڀ کان وڌيڪ ڏکيائي ۽ ڪشالا ڪٽڻا پون ٿا. انهن کي ئي آزادي ۽ ترقيءَ جي گهڻي ضرورت آهي. سنڌ متحده ڪوششون ئي جمهوريت جي تحريڪ کي ڪامياب ڪري سگهنديون.

٦- هن وقت تائين اسان جي سياسي رهبري بهترين ۽ سمجهدار سياستدانن يا ڪارڪنن جي هٿ هيٺ نه پئي رهي آهي. ڪيترا ته اتفاقي اچي انهي ڪم ۾ ڦاٿا ۽ ڪيترا وري شخصي ۽ طبقاتي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ صوبي جي سياست ۾ گهڙيا. سنڌ جي سياست جو منزل مقصود وزارت، طاقت، پيسو ۽ شخصي اغراض حاصل ڪرڻ پئي رهيو آهي. جنهن ڪري هميشه سنڌ ۾ ڇوٽ ۽ ڪرڻ ۾ تفاوت پئي رهيو آهي. تقريرن ۾ ڏکيون ڳالهيون ۽ وڏا واعدا ڪيائون ٿي ليڪن سندن سمورو وقت طاقت يا شخصي مفاد حاصل ڪرڻ جي سازشن ۾ ٿي گذريو. سنڌ ۾ ڪابه منظم راءِ عامه پئي رهي آهي جو انهن کي اهڙين حرڪتن کان باز اچڻ لاءِ مانع ٿئي.

پر ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته سنڌ جي غريب ۽ نوجوان طبقي ۾ گهڻا ئي سمجهدار ۽ مخلص ڪارڪن پيا آهن جي عوام جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ هر ڪا قرباني ڪرڻ واسطي تيار آهن. انهن سڀني کي گڏي منظم ڪرڻو آهي. سنڌ جي سياسي جمود ۾ نئين رت جي داخل ڪرڻ جي ضرورت آهي جن مان اعليٰ مقصدن خاطر پاڻ پتوڙڻ، سياسي ۽ اقتصادي انقلاب آڻڻ جي اميد رکي سگهبي، جن جو چوڻ ۽ ڪرڻ هڪجهڙو هوندو.

٧- اسان جي دور جي سياست هيٺ ڪري خصوص ۽ رواجي درجي کي وڃي پهتي آهي. سياسي ڪاميابيءَ جي شڪا ڳالهه ترت ڪاميابيءَ ۽ نفعي جي نقطه نگاه کان ڏٺي وڃي ٿي. تنهنڪري اها عجب جي ڳالهه نه آهي ته اسان جي سياسي ڪارڪنن ۾ همت، اخلاقي

جرئت ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ جي طاقت ڪانه رهي آهي خود عام راءِ تي به ليڊر جي وڏ ماڻهپي، پئسي ۽ آفيسري رعب جو اثر اڄا تائين گهڻو پيو پوي.

هينئر وقت آيو آهي جڏهن اسان پنهنجي سياست کي بلند درجي تي آڻي ماڻهن کي اخلاقي اصولن جي بنيادن تي گڏ ٿيڻ جي ترغيب ڏيون. انهي ڏس ۾ سنڌ جي بهترين دماغن ۽ ان لاءِ باهمي بحث بعد هڪ پئي کي سمجهڻ ضروري آهي. صرف ان طريقي سان ئي اسان پنهنجي مخالفت ڪندڙن کي ذهن نشين ڪري سگهنداسون ته اسان ان رستي تي هلي رهيا آهيون جو ملڪ ۽ قوم کي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي منزل تي پهچائيندو. □

فصل ٽيويهون

# مسلمانن جي "جدا قوم" هئڻ جو نظريو ۽ سنڌي قوميت

"انبر نہ ايمان، جيئن ڪلمي گو ڪوٺائين،
دغـا تنهن جي دل ۾ شـرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، انـدر آذر آهـين." (شاه)

هندستان جا مسلمان هڪ جدا قوم آهن تنهنڪري کين جدا رياست هئڻ گهرجي" سوال هو جنهن پاڪستان حاصل ٿيڻ کان اڳ هرڪ مسلمان جو توجهه ٿي ڇڪيو. انهي سلسلي ۾ مون به سنڌ اسيمبليءَ اندر هڪ ٺهراءُ پيش ڪيو ۽ ان موقعي تي جا تقرير ڪئي تنهن ۾ ان سوال تي ڪافي بحث ڪيل هو. پاڪستان جي حامي هئڻ ڪري اهو آواز سنڌ جي عوام تائين تقريرن ۽ تحريرن رستي پهچائڻ ۽ انهي بنياد تي مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ لاءِ مون گهڻو ڪجهه ڪيو.

انهن ڳالهين کي مدنظر رکندي ڪيترا ماڻهو عجب کائي رهيا آهن تہ اسان ڇو ان نازڪ موقعي تي جڏهن پاڪستان جو سوال اڃان پوريءَ طرح حل ٿي نہ ٿيو هو تہ مسلم ليگ کان جدا ٿي وياسون ۽ اهڙي طرز عمل اختيار ڪئيسون جنهن مان اسان جي ساري گذريل محنت ۽ مشقت تـي پاڻي ڦري ويو ٿي. اهو سارو رويو اسان جي گذشتہ قول ۽ فعل جـي برخلاف هو. هن فصل ۾ آءٌ ان مسئلي تي پنهنجي نقطہ نگاه کان روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

منهنجي سمجهہ موجب مسئلہ پاڪستان تي چار مختلف نظريہ هئا جن مطابق عوام کي ان سوال تي تيار ڪيو پي ويو. اهي هيٺيان هئا:

١. چوڌري رحمت علي جو نظريه پاڪستان.
٢. آل انڊيا مسلم ليگ جو آفيشل نظريه.
٣. اسلامي حڪومت جو نظريو.
٤. صوبائي حڪومت جو نظريو.
مٿي ذڪر ڪيل نظرين جي مختصر تشريح هيٺ ڏجي ٿي.

**١. چوڌري رحمت علي جو نظريه پاڪستان**

ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته چوڌري رحمت علي پاڪستان جو نظريو ان وقت پيش ڪيو هو جڏهن هو ڪئمبرج يونيورسٽي ۾ پڙهندو هو ۽ جنهن وقت خود جناح صاحب به ان نظريي کي ڪا اهميت ڪانه ٿي ڏني. چوڌري صاحب "پاڪستان" لفظ، موجوده الهندي پاڪستان جي پنجن مکيه مسلم اڪثريت وارن صوبن ڪشمير سوڌو جي نالن جي پهرين اکرن کي گڏي ناهيو. جنهن لفظ کي آسپاس جي ٻين مسلم ملڪن جي نالن سان مشابهت هئي.

ڪجهه وقت کان پوءِ، هن ساري هندستان جي ٻين حصن بابت به ڪي تجويزون ناهيون، جن مطابق هندستان مان مسلمان نڪري انهن مقرر ڪيل خطن ۾ وڃي رهندا هئا. اهڙيءَ طرح سان بانگستان، موپلستان، عثمانستان، حيدرستان ۽ معين ستان جا نالا رٿيائين، چوڌري صاحب جي نظريي مطابق هندستان ڪڏهن به تاريخ ۾ هڪ گڏيل ملڪ ٿي نه رهيو آهي ۽ مستقبل ۾ به ان کي متحد ڪرڻ جي گفتگو ڪرڻ بي‌سود هئي. خود انڊيا جو لفظ انگريزن جو ايجاد ڪيل هو. هندستان هڪ براعظم هو ۽ ان ۾ مسلمان علحده قوم هئا. تنهنڪري هن مسلمانن کي مشورو ڏنو ته هو اقليت جو درجو قبول نه ڪن بلڪ هڪ قوم جي حيثيت ۾، هڪ خطهءِ زمين حاصل ڪري اتي هجرت ڪري وڃي رهائش اختيار ڪن ۽ باقي ڪن خاص نڪرن ۾ گڏجي مضبوط اقليت جي صدارت ۾ رهن. مسلم اڪثريت وارن صوبن جي، هڪ فيڊريشن برپا ٿيڻ گهرجي. آخر ۾ سڄي ايشيا جا مسلمان ملڪ

گڏجي پاڪ ايشيا ٿاهين. مطلب ته چوڌري رحمت عليءَ جو نظريو پين اسلامزم جي نظريي سان مشابهه هو. سنڌس تحريڪ جو مفصل احوال سندس ڇپايل ڪتابن ١. ملت ۽ مشن ٢. فائونڊر آف پاڪستان ٣. "ملت اسلاميه ۽ انڊينزم جا نقصانات" سان پڙهي سگهندو.

٢. مسلم ليگ جو آفيشل نظريو

آل انڊيا مسلم ليگ جي ڊسمبر ١٩٣٠ع واري ڪانفرانس ۾ ڊاڪٽر سر محمد اقبال رحه سندس صدارتي خطبي ۾ ڪجهه ذڪر ڪري هن نظريي جي ابتدا ڪئي، هن چيو ته:

"فرقه بندي اعلى نقطه نگاه کان هندستان جهڙي ملڪ ۾ اتحاد عام لاءِ ضروري جزو آهي. هندستان جي سوسائٽي جا حصا يورپ جي ملڪن وانگر جاگرافي حدن ۾ ورهايل نه آهن. بلڪ هندستان انساني فرقن جو هڪ ڪنڊ (براعظم) آهي جي مختلف نسلن، جدا جدا ٻولين ۽ مذهبن ۾ ورهايل آهن. هنن جو طريقه زندگي نسلن جي امتياز تي ٻڌل نه آهي. خود هندو به هڪ متحد گروه نه آهن. يورپ جي جمهوريت جا اصول هندستان سان فرقن جي جدا هستي قبول ڪرڻ کان سواءِ لاڳاپو ڪري نٿا سگهجن. تنهنڪري مسلمانن جي گهر ته هندستان اندر مسلم انڊيا جو خطو قائم ڪيو وڃي حق بجانب آهي.

شخصي طرح آءٌ (دهلي آل پارٽيز مسلم ڪانفرنس جي ريزوليشن) کان اڳتي وڃان ٿو ۽ آءٌ پنجاب، صوبه سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان کي گڏي هڪ حڪومت ڪرڻ جي فائدي ۾ آهيان.

انگريزي حڪومت ۾ يا ان کان ٻاهر آءٌ اتر الهندي هندستان جي رياستن جو مجموعو ڪم از ڪم اتر الهندي جي مسلمانن جو آخري منزل مقصود سمجهان ٿو."

جيتوڻيڪ ڊاڪٽر اقبال اهي خيالات ظاهر ڪيا ليڪن معلوم ٿو ٿئي ته جڏهن پاڪستان تحريڪ زور وٺڻ لڳي تڏهن

خود ڊاڪٽر صاحب کي انهي تجويز ۾ ڪي شبها پيدا ٿيڻ لڳا. جيئن ته سندس هڪڙي دوست ڊاڪٽر اي ٿامس کي پنهنجي هڪ خط ۾ لکي ٿو ته:

”پاڪستان جي تجويز انگريزي سلطنت، هندن ۽ مسلمانن لاءِ تباه ڪن ثابت ٿيندي.“

چوڌري رحمت علي ۽ ڊاڪٽر اقبال جي تجويزن ۾ هي فرق هو ته ڊاڪٽر اقبال هندستان جي هڪ فيڊريشن قبول ڪري ان ۾ اتر الهندي جي چئن مسلم اڪثريت وارن کي گڏي هڪ رياست بنائڻ ٿي گهري، ليڪن چوڌري صاحب پاڪستان کي هندستان کان الڳ ڪرڻ جي فائدي ۾ هو ۽ هو صوبن جي مڪمل خودمختياريءَ جو قائل هو.

ان کان پوءِ صوبه سنڌ مسلم ليگ ڪانفرنس جا ٩- آڪٽوبر ١٩٣٨ع تي ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿي، انهيءَ ۾ شيخ عبدالمجيد صاحب سنڌي هڪ ٺهراءُ ذريعي آل انڊيا مسلم ليگ کي انهي ساڳي سوال کي وري هٿ ۾ کڻڻ لاءِ سفارش ڪئي. انهي ڊگهي ٺهراءُ جا پاڪستان سان تعلق رکندڙ ٽڪرا ملاحظه لاءِ هيٺ پيش ڪجن ٿا:

”جنهن صورت ۾ اڪثريت واري فرقي جي تنگ دلي ۽ مسلم ڪش پاليسيءَ ڪري متحده هندستاني قوم جو وجود ۾ اچڻ ناممڪن پيو نظر اچي، خصوصاً جڏهن مذهب، زبان، رسم الخط، تهذيب، معاشرتي قانون، زندگيءَ جو نقطه نگاهه ۽ ڪن ڳالهين ۾ ته نسل به مختلف آهن، انهي صورت ۾ هيءَ ڪانفرنس ضروري ٿي سمجهي ته براعظم هندستان جي ٻن قومن، هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ دائمي صلح ۽ امن، سندن تهذيبي ترقيءَ، اقتصادي ۽ معاشرتي فلاح ۽ بهبوديءَ ۽ سياسي حق خودارادي خاطر هيءَ ڪانفرنس آل انڊيا مسلم ليگ کي سفارش ٿي ڪري ته هندستان جي مستقبل آئين جي تجويز کي اهڙيءَ طرح بدلايو وڃي مسلمانن کي ان ۾ عزت وارو ۽ مناسب درجو حاصل ٿئي.

تنهنڪري هيءَ ڪانفرنس آل انڊيا مسلم ليگ کي سفارش ٿي ڪري ته اهڙي تجويز گهڙي ڪڍي وڃي جنهن موجب مسلمانن کي مڪمل خودمختياري حاصل ٿي سگهي.

وڌيڪ هيءَ ڪانفرنس آل انڊيا فيڊريشن جي تجويز جا گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ ١٩٣٥ع مطابق ٺاهي ويئي آهي، جي برخلاف پنهنجي سخت ناراضگي ظاهر ڪندي انگريزي حڪومت کي هدائت ٿي ڪري ته اها تجويز هندستان جي عوام جي عموماً ۽ مسلمانن جي خصوصاً برخلاف آهي تنهنڪري ان کي ڪنهن به صورت ۾ رائج نه ڪيو وڃي."

اها تجويز شيخ عبدالمجيد صاحب پيش ڪئي ۽ ان جي مرحوم حاجي عبدالله هارون تائيد ڪئي.

ان کان ٻه سال پوءِ لاهور ۾ مارچ ١٩٤٠ع واري آل انڊيا مسلم ليگ جي اجلاس ۾ هيٺيون ٺهراءُ پاس ٿيو:

"ملڪ جي انهن حصن کي جي جاگرافي جي لحاظ سان هڪٻئي جي لاڳو هجن، ازسرنو ضروري ڦيرڦار سان ترتيب ڏئي خود مختيار حڪومت بنائجي ۽ جن ايراضين ۾ مسلمان اڪثريت ۾ هجن، جيئن اتر الهندي ۽ اڀرندي هندستان جي ڀاڱن ۾ آهن، تن کي گڏي مسلمانن جي هڪ قومي وطن جي آزاد حڪومت ٺاهجي، جنهن ۾ شامل ٿيندڙ علاقا آزاد ۽ مڪمل خودمختيار هئڻ گهرجن.

(٢) مٿين ڏيکاريل علاقن ۽ حصن جي آئين ۾ اقليتن جي حفاظت لاءِ ڪافي زوردار ۽ قانوني طور عمل ۾ ايندڙ بچاءُ، سندن مذهبي، تهذيبي، اقتصادي، سياسي، انتظامي ۽ ٻين حقن ۽ مفاد متعلق انهن جي مشوري سان ٺاهي آئين ۾ داخل ڪيا وڃن.

(٣) هندستان جي حصن ۾ جتي مسلمان اقليت ۾ آهن، سندن حفاظت لاءِ ڪافي، زوردار ۽ قانوني طور عمل ۾ ايندڙ بچاءَ، سندن مذهبي، تهذيبي، اقتصادي سياسي، انتظامي ۽ ٻين

حقن ۽ مفاد متعلق انهن جي مشوري سان ناهي آئين ۾ داخل
ڪيا وڃن."

انهي ٺهراءَ مطابق پنجاب، بنگال ۽ آسام جا اهي حصا
جن ۾ هندو گهڻائي ۾ هئا جدا ڪرڻ جو اشارو ڪيل آهي، ۽
ان ٺهراءَ مطابق پنجاب، بنگال ۽ آسام جي باقي رهيل حصن،
فرنٽيئر، بلوچستان ۽ سنڌ ۾ آزاد ۽ خودمختيار حڪومتون بنائي
انهن جي بيروني معاملات لاءِ فيڊريشن ناهڻ مقصود هو جناح صاحب
ٻي سال مدراس ۾ آل انڊيا مسلم‌ليگ جي اجلاس جي موقعي تي
ظاهر ڪيو ته:

"اسان ڪنهن به حالت ۾ اهو آئين جنهن مطابق هندستان
جي هڪ مرڪزي حڪومت ٿيندي قبول نه ڪنداسون. جيڪڏهن
اسان اهو قبول ڪيو ته مسلمان جي هستي گم ٿي ويندي ۽
اسان ڪنهن به هڪ مرڪز جي حڪومت يا طاقت جا زيردست
ٿي ڻتا رهڻ گهرون."

اڳتي هلي پڙهندڙن کي معلوم ٿيندو ته ليگ وارن کي
صوبن جي ورهائڻ جي غلطي محسوس ٿي ۽ مهاتما گانڌي سان
بمبئي ۾ ۱۹۴۳ع ۾ گفتگو ڪرڻ وقت جناح صاحب مٿين سڄن
صوبن جي ملڻ جي گهر ڪئي. ان ڪان پوءِ دهليءَ ۾ مسلم‌ليگ
اسيمبلي ميمبرن جي سڏايل ڪنوينشن ۾ آل انڊيا مسلم‌ليگ جي
لاهور واري ٺهراءَ جي برخلاف پاڪستان جي تجويز کي هڪ
مضبوط مرڪزي حڪومت جي صورت ۾ تبديل ڪري صوبن جي
آزاديءَ ۽ خودمختياريءَ جي اصولن کي ختم ڪرڻ جو بنياد
رکيو ويو.

### ۳. اسلامي حڪومت جو نظريو

ان نظريي جا حامي جيتوڻيڪ گهڻو ڪري مذهبي جذبو
رکندڙ سڀ مسلمان هئا ليڪن ليگ اندر انهن ۾ مکيه نواب
بهادر يارجنگ (مرحوم) هو.

انهي نظريي جو بنياد هيٺين متن تي ٻڌل هو:
١- مسلمان "هڪ علحده قوم" مذهبي عقائد جي لقطہ نگاه کان آهن.
٢- انهيءَ ڪري هندستان ۾ ڪين علحده حڪومتون هئڻ ضروري آهن.
٣- اهي حڪومتون اسلامي اصولن مطابق قائم ٿيڻ گهرجن.

جنهن صورت ۾ اسلام بين الاقوامي ۽ فطري مذهب هئڻ ڪري زندگيءَ جي سڀني مسئلن تي حاوي آهي، تنهنڪري اهو ضروري آهي ته اسان جي خانگي يا قومي زندگي ۾ اقتصادي، سياسي ۽ بين الاقوامي سوالن کي اسلامي اصولن مطابق فيصل ڪرڻ گهرجي. مطلب ته اسان جي حڪومت جو سمورو نظام شريعت اسلام موافق هئڻ ضروري آهي. انهي نظريي جي حمايت علامه سيد ابوالاعلي مودوديءَ، ڊاڪٽر قاضي بمبئي واري ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ طرفان جدا جدا نوعن سان ڪئي ويئي.

### ٤. صوبائي قومي حڪومت جو نظريو

ان نظريي جو مکيه حامي مولانا عبدالله سنڌي هو. هو صاحب شيخ الهند محمودالحسن ديوبند واري جو شاگرد هو ۽ شاه ولي الله دهلوي جي فلسفہ سياست، اقتصاديت ۽ روحانيت جو پوئلڳ ۽ عملي طرح سيد احمد بريلوي ۽ شاه اسماعيل شهيد جي انقلابي گروه جو فرد هو.

مولانا عبدالله (مرحوم) کي انهي سلسلي ۾ هندستان ڇڏي ٻين ملڪن ۾ جلاوطن ٿيڻو پيو. افغانستان، ترڪستان، روس، ترڪي ۽ حجاز جي ملڪن ۾ رهي هن گهڻي معلومات ۽ تجربا حاصل ڪيا. هندستان جي انگريزي حڪومت ۽ افغانستان جي امان الله جي حڪومت جي وچ ۾ جنگ، ترڪستان (بخارا) جي مسلمانن جو غازي انور پاشا جي همٿ هيٺ روس جي بواشوڪن سان مقابلو، روس ۾ انقلاب بعد حالات، ترڪي ۾ غازي مصطفيٰ ڪمال جي همٿ هيٺ برپا ٿيل قومي حڪومت، جا سمورا واقعات سندس اکين اڳيان گذريا. گهڻو وقت حجاز ۾ رهڻ ڪري اتي ايندڙ

جملي مسلمان ملڪن جي ماڻهن سان ملي واقفيت حاصل ڪرڻ بعد هن ڪي نتيجا اخذ ڪيا جن جا مکيه جزا هيٺيان آهن:

١- صحيح اسلامي سوسائٽيءَ جو وجود يا ان نسبت ڪو مستقل نظريو اڄڪلهه دنيا جي مسلمانن وٽ نه آهي.

٢- هن وقت ڪابه مسلمان حڪومت صحيح اسلامي اصولن مطابق ڪانه هلي رهي آهي.

٣- هن جي نظر ۾ موجوده بين الاقوامي حالتن ۽ مسلمان ملڪن جي پست حالت ڪري پئن اسلامزم جي تجويز قابل عمل نه رهي آهي. تنهنڪري مسلمان ملڪن جو نظام آئنده لاءِ "نيشنلزم" (قوميت) جي بنيادن تي هئڻ گهرجي.

٤- هندستان اندر جتي پين مذهبن جا ماڻهو به رهن ٿا، اسلامي حڪومت جو هلائڻ ناممڪن آهي.

٥- هن صاحب جي نظريي مطابق هندستان هڪ کنڊ (براعظم) هو ۽ نه هڪ يڪو ملڪ. اهڙي طرح سان ان ۾ رهندڙ ماڻهو به گهڻن قومن جا هئا. انهي ڪري هن صاحب قوم جي شناخت، زبان، اقتصادي مفاد، قديم روايات ۽ جاگرافي حدود پڌاندڙ ڪرڻ تي گهري.

٦- انهي نقطہ نگاه کان مولانا مرحوم سنڌي مسلمانن ۽ هندن کي هڪ علحده "سنڌي قوم" تصور ٿي ڪيو. هن صاحب جي نظر ۾ هندستان جي سياسي مسئلن جو صحيح حل انهي بنياد تي قومن جي تسليم ڪرڻ سان ٿي سگهيو ٿي.

٧- هن جي خيال موجب سنڌو دريا ۽ گنگا جمنا جي ڪجهه حصي جا ماڻهو ہي هندستان کان خاص خصوصيت رکندڙ هئا.

٨- هن جي خيال موجب مسلم ليگ ليڊرشپ مذهبي عقيدن ۽ عمل کان عاري هئڻ جي باوجود جو اسلام جي ڏالي ۾ "پئن اسلامزم" طرف جهڪي رهي آهي سا ناڪامياب ٿيندي ۽ ان جو لازمي نتيجو اهو ٿيندو ته آهستي آهستي مسلمانن مان مذهب جو وقار گهٽجي ويندو ۽ ملڪ ۾ لاديني زور وٺندي.

٩- هو مهاتما گانڌي جي فلسفہ عدم تشدد ۽ سياست تي اخلاقي اثر سان فائدي وٺڻ جو قائل هو ۽ ڪانگريس جي غيرفرقيوار جمهوري طريقي سان جماعت بنديءَ جو طرفدار هو. هن ڪانگريس کي هندستان جي مختلف قومن جي جماعتن جي فيڊريشن بنائڻ ٿي گهريو.

مٿين ڇئن نظرين بنسبت ڪجهہ تفصيلي بيان ڪرڻ کان اڳ پڙهندڙن کي پنهنجي تربيت ۽ اثرن بابت جن منهنجي سياسي خيالن کي رنگ ڏنو آهي ٻڌڻ جي تڪليف ڏيندس. اهو ان ڪري ضروري آهي تہ ناظرين منهنجي اڳوڻي ۽ هاڻوڪي روبي جي ڦيرگهير جا ڪارڻ معلوم ڪري سگهن.

هرهڪ فرد کي ڪي پنهنجا بنيادي جذبات ٿيندا آهن جن جي آڌار تي هو ملڪ ۽ قوم بنسبت خيالات مقرر ڪندو آهي. قوم شخصن سان جڙيل هوندي آهي ۽ اهو هر شخص جي ذهني ۽ جذباتي ساخت تي منحصر آهي تہ منجهس قومي احساس پيدا ٿئي ۽ هو پاڻ کي انهي قوم جو فرد تصور ڪرڻ لڳي. رينان هڪ قومي فلسفي جي ماهر جو چوڻ آهي تہ:

”قوميت، هڪ همجنسيت جو نفسياتي جذبو آهي ان جذبي موجب صرف اهي ماڻهو پاڻ کي هڪ ڪري سمجهن ٿا جي ساڳي قوم جا آهن“.

آءٌ هڪ اعتزي مذهبي قبيلي جو فرد آهيان جو صوفيانہ سادگيءَ جي روايات جو حامل آهي. ننڍي هوندي کان ڳوٺائي حياتي گذارڻ ڪري قديم صوفين ۽ درويشن جي زندگين جو گهڻو معتقد بہ رهيو آهيان. ان حيثيت ۾ اسلام جي بهترين تعليمات کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري زندگيءَ جي اڪثر سوالن کي انهي نقطہ نگاہ کان بہ ڏٺو اٿم.

منهنجي نظر ۾ اسلام ڪن عبادتن ۽ دستورن جو مجموعو نہ بہ رهيو آهي آهو اهو فطرتي ۽ بين‌الاقوامي طريقہ زندگي آهي جنهن جو پيغام ساري انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهتري واسطي آهي،

اهو مذهب کي سياسي ۽ معاشي زندگيءَ کان الڳ ڪونه ٿو ڪري. اسلام جو حقيقي روح قول ۽ فعل جي يڪسانيت ۾ لڪل آهي. مسلمان جي ترقيءَ ۽ تنزل جو راز به انهي ۾ سمايل آهي. جڏهن آءٌ پهرين مسلم ليگ طرف ڇڪجي ويس ته مون کي ان ذريعي ملڪ ۾ مساوات ۽ عدل پيدا ٿيڻ جون اميدون هيون. نواب بهادر يار جنگ جي تقريرن اهو اثر پيدا ٿي ڪيو ته هندستان ۾ مسلمانن جي جدا حڪومتن ٺهڻ بعد اتي اسلامي اصولن جي حڪومت ٿيندي، جنهن ڪري عوام اخلاقي، معاشي ۽ روحاني ترقي ڪري سگهندا. آءٌ به ان اثر هيٺ اچي ويس. مسلم اڪثريت واري علائقي جي باشندي هئڻ جي حيثيت ۾ منهنجي خيال ۾ پاڪستان جي ٿيڻ شرط عوام جي غربت، جهالت، بداخلاقي ۽ پستي ختم ٿي ويندي. ۱۹۴۱ع ۾ جناح صاحب سنڌ اندر مسلم ليگ کي زور وٺائڻ خاطر هڪ آرگنائيزيشن ڪاميٽي ڏاهي ۽ مون کي ان جو چيئرمين مقرر ڪري اهو ڪم سونپيو. ان وقت مون سن جي ڳوٺ ۾ ۲۲ فيبروري ۱۹۴۱ع تي ڪارڪن جي هڪ ميٽنگ سڏائي ان ۾ پاڪستان بنسبت ڪي خيال ان جي اڳيان هڪ سالم جي صورت ۾ پيش ڪيا. انهي مان ڪي ٽڪر ملاحظه لاءِ هيٺ پيش ڪريان ٿو:

”انسان ذات جي تاريخ ۾ نيٺ اها منزل به آئي جتي ملڪي، نسلي ۽ زباني امتيازن جي حد کي ٽوڙي عالم انساني اڳيان هڪ نئون نصب العين رکيو ويو جنهن موجب ملڪ، زبان، رنگ ۽ نسل جي بنياد تي قائم ڪيل ديوارون ٽوڙي انسان ذات جي بهتري ۽ ڀلائي لاءِ ميدان تيار ٿيو. ان نصب العين جو سنگ بنياد مادي بنيادن جي عيوض روحاني اصولن تي رکيو ويو. مسلمان دنيا ۾ ان مقصد لاءِ پيدا ٿيا ۽ اهوئي پيغام کڻي ملڪن ۾ پکڙجي پيا. سندن فتحون ملڪن کي محڪوم بنائڻ جون نه هيون پر دلين کي درست ڪري سچي مساوات ۽ عدل قائم ڪرڻ لاءِ هيون. ساري دنيا هنن جو وطن هو ۽ انسان ذات

جي خوشي ۽ ترقي سندن مقصد هو. دنيا کي هنن "دارالسلام" بنائڻ ٿي گهريو".

ان ڪانفرنس ۾ مرتب ڪيل پروگرام مطابق، پاڪستان جي تحريڪ سان ماڻهن کي روشناس ڪرڻ لاءِ ڪي پترا ۽ پوسٽر ڇپائي ورهايا ويا. ان وقت جي ڇپايل هڪ پوسٽر جو مضمون ملاحظہ لاءِ پيش ڪجي ٿو.

## پوسٽر

"مسلم ليگ جي گهر آهي پاڪستان، پاڪستان جي معنيٰ اسلامي حڪومت.

١. جنهن ۾ قرآن شريف جي اصولن مطابق حڪومت قائم ڪئي ويندي.
٢. جتي سڀني کي سياسي معاشرتي ۽ اقتصادي هڪجهڙائي حاصل هوندي.
٣. جنهن ۾ حڪومت هلائڻ جون واڳون سچن ۽ پرهيزگار مسلمانن جي هٿن ۾ هونديون.
٤. جنهن ۾ غيرمسلمانن جي حقوق جي خاص طرح حفاظت ڪئي ويندي.
٥. جتي حڪومت جو پهريون فرض ملڪ مان غربت، ظلم، بيعلمي، طبقاتي مفاد خاطر عوام کي ناجائز طرح ڪتب آڻڻ کي بند ڪرڻ ٿيندو.
٦. جتي جوا، زنا، شراب خوريءَ ۽ وياج خوريءَ جي قانوناً منع هوندي.
٧. جنهن ۾ عدل ۽ انصاف پيسن تي نه وڪامندو پر هر هڪ کي مفت نصيب ٿيندو.
٨. جنهن ۾ عزت جو معيار طاقت ۽ پيسي تي نه پر چڱن اخلاقن تي مقرر ڪيو ويندو."

مٿين ذڪر ڪيل احوال مان معلوم ٿيندو ته منهنجي نظر ۾ مسلمانن جي جدا قوم هئڻ ۽ پاڪستان جي حاصل ڪرڻ جو بنياد ڪهڙن خيالن ۽ جذبن تي مبني هو، ۽ مسلم ليگ کي ڪهڙن مقصدن جي حاصل ڪرڻ جو ذريعو ڪري ورتو هوم. انهي مقصدن جي حاصل ڪرڻ جي نيت سان ورهن جا ورهيه مسلم ليگ کي سنڌ جي عوام ۾ مرغوب بنائڻ لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪيم.

آل انڊيا مسلم ليگ جي مجلس عمل جي ميمبر جي حيثيت ۾ منهنجي تجويز تي هڪ عالمن جي ڪاميٽي، ڪي رٿون گهولي ڪڍڻ لاءِ مقرر ٿي ته ”مسلمانن ۾ ڪهڙيءَ طرح اسلامي جذبو پيدا ڪري منجهان غيراسلامي رسمون ۽ عقائد ڪڍي ازسرنو صحيح اسلامي جماعت جو نظام ڪجي“ انهيءَ جي ڪوئنائيندڙ جي حيثيت ۾ مون ۹- فيبروري ۱۹۴۴ع تي هڪ سوالنامو هندستان جي مختلف عالمن ۽ فيلسوفن ڏانهن موڪليو ان سان گڏ موڪليل خط ملاحظه لاءِ هيٺ ڏجي ٿو:

”توهان کي معلوم هوندو ته مسلمانن جو موجوده نسل انساني زندگيءَ جي غيرمعمولي تبديلين ۽ انقلاب جي منهن مقابل آهي.

موجوده ۽ آئنده نسلن جي نقطه نگاه کان اسان کي دنيا جي ضرورتن ۽ حالتن کي مدنظر رکي اهڙو لائحہ عمل تيار ڪرڻو آهي جنهن ڪري مسلمان خوشحال ۽ سڌريل زندگي گذارڻ جا لائق ٿي سگهن.

اسان پاڻ کي چوڌاري ڪهڙين حالتن ۾ گهيريل ڏسون ٿا؟ مذهب اڳڪلهه متحد ڪرڻ ۽ ملائڻ جي طاقت وڃائيندو وڃي، نتيجو اهو ٿيو آهي ته وطني ۽ نسلي تعصبات زور وٺندا وڃن. وڌيڪ اقتصادي جهڳڙن انساني زندگيءَ جي يڪجهتي کي ٽوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو آهي. اهو ساڳيو منظر جنهن مغرب کي پاڻ ۾ ويڙهائي تباهي جي دروازي تي آندو سو اڄ هندستان ۾ اسان جي سامهون اچي رهيو آهي.

جيئن وڌيڪ وقت گذرندو تيئن حالتون شايد وڌيڪ نازڪ ٿين ۽ مسلمانن کي به عيسائي قومن جي افسوسناڪ تجربن مان لنگهڻو پوي. انهي ڳالهه لاءِ علاج ڪهڙو آهي؟

ڇا اسان پنهنجي زندگيءَ جي سموري نقطہ نگاه کي بدلائي پنهنجا قديم عقائد، نظريہ ۽ اصول وري زنده ڪري سگهون ٿا، جيئن هن نازڪ دور مان سلامتي سان لنگهي وڃون؟

آيا پنهنجي سياسي، معاشي ۽ معاشرتي مشڪلاتن کي دفع ڪرڻ لاءِ وري قرآن ڏي موٽڻو پوندو؟

جي ها ته اسان انهي طريقي سان زندگيءَ جو سرشتو بدلائڻ بعد موجوده دور جي خاص حالتن ۽ ضروريات مطابق خوشحال ۽ ترقيءَ واري حياتي گذارڻ جي لائق ٿي سگهنداسون؟ هن مان اهو امڪان آهي ته، مذهب جي ذريعي مختلف زندگيءَ جي مسئلن کي فيصل ڪرڻ ڪري شايد وري مذهبي فرقن جي موجوده تعداد ۾ اضافو ٿي وڃي، اتحاد ۽ طاقت هٿ ڪرڻ جي بجاءِ مسلمانن جو قومي شيرازو ويتر ڪمزور ٿئي. پر انهي خوف ڪري هن اهم سوال کي نظرانداز ڪري مغربي قومن جي پوئلڳي ۾ ساڳين مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ ڪيتري قدر مناسب ٿيندو؟ انهن سڀني لفظن تي تفصيلوار غور ۽ فڪر ڪري ڪا مڪمل تجويز بنائڻ جي ضرورت آهي. وقت نزديڪ اچي رهيو آهي، جڏهن اسان کي انهن سوالن جو جواب ڏيڻو پوي. تنهنڪري اهو ضروري آهي ته اڳواڻ ئي انهن سوالن تي غور ڪرڻ شروع ڪجي.“

اسان کي ان بابت گهڻا ئي جواب ۽ قيمتي مشورا پهتا، پر ليگ ليڊر جنهن خاص ماحول ۾ رهيا ٿي ۽ سندن نمونه زندگي اهڙا هئا جو اهڙن سوالن جي تفتيش ڪرڻ بيڪار ۽ ناممڪن هو. مسلم ليگ ۾ ڪم ڪندي جڏهن مون اخلاق ۽ انصاف جي بنياد تي قومي تعمير ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي تڏهن مون کي جماعت جي حامين جو پتو پوڻ لڳو.

جيتوڻيڪ ڪيترا مخلص ڪارڪن مٿي ذڪر ڪيل جذبن جي ماتحت جماعت اندر ڪم ڪري رهيا هئا ۽ پاڪستان جي حصول ۾ پنهنجي خوابن جي تعبير ڏسڻ لڳا. پر ليڊرشپ، ابن الوقتي ۽ حرص و هوس ۾ قائل هئي ۽ عوام جي تڪليفن ۽ ضروريات سان هنن جي ڪا به دلچسپي ڪانه هئي. "پاڪستان" ۽ "مسلم قوم" جي نعرن کي ووٽن ۽ طاقت حاصل ڪرڻ جو هٿيو ڪٺي بڻايو هئائون. "اسلام کي خطرو" جو آواز صرف عوام کي سندن حقيقي مسئلن کان توجهه هٽائڻ خاطر ئي اٿاريو ٿي ويو. اصول پرستي تي ڪليو ٿي ويو. دولت ۽ سرڪاري منظور نظري جو هجڻ ليگ هاءِ ڪمانڊ وٽ خاص لياقتون شمار ٿيڻ لڳيون. ملڪ جي تعمير يا انتظام جي پاڪ صاف ڪرڻ جي سوالن کي (جن ڏي فوري توجهه ڏيڻ جي ضرورت هئي) انهي عذر تي ٽاريو ٿي ويو ته پاڪستان جي حاصل ڪرڻ تائين اهي سوال ترسي سگهن ٿا. جمهوريت ۽ اخلاق جي بنيادي اصولن کي نگهوسار ڪيو ٿي ويو. ڪثرت جي آواز کي (جن حالتن ۾ تبديلي آڻڻ ٿي گهري) بزاري يڪواس سمجهي رد ڪيو ٿي ويو. جيئن وقت گذرندو ٿي ويو تيئن آءٌ وڌيڪ نااميد ٿيندو ويس ۽ انهن حالتن جي برخلاف بغاوت ڪرڻ واسطي پئي آماده ٿيس. مون کي ڪافي وقت ۽ تلخ تجربي بعد ليگ بنسبت صحيح حالات جو پتو پيو. آخر صحيح اسلامي تعليم جي اڻ کٽ محبت مون کي هيٺين نتيجن تي پهچايو.

(۱) اسلامي اصولن پٽاندڙ سياست لاءِ اخلاق ۽ روحاني جذبي جو محرڪ هئڻ ضروري آهي. تنهنڪري هرهڪ مسلمان جي خانگي ۽ سياسي زندگي ان اعليٰ اصولن موجب هئڻ لازمي آهي پر ليگ جي چوديواري اندر مون کي اها ڳالهه عدم موجود نظر آئي. اتي ليڊرشپ جهڙي جوابدار جڳهه لاءِ ڪو اخلاقي معيار ٿيل ڪونه هو. نتيجو اهو نڪتو ته جو گهٽي قدر خود ليڊرن ۾ گهربل ايمانداري ۽ پرهيزگاري قدم موجود هئي. جوا، شراب خوري، زنا، رشوت ۽ ٻين اخلاقي خرابين تي ڪن ٽار

ڪئي ٿي ويئي.

ليگ جو ليڊر طبقو اهڙي ماحول ۾ وڪوڙيل هو جو مون کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته اها جماعت عام مسلمانن جي فلاح ۽ بهبوديءَ لاءِ ڪهڙي طرح ڪارآمد ٿي سگهندي.

(۱) اسلام جي اصولن مطابق اعليٰ مقصدن جي حصول لاءِ ذريعا نيڪ هئڻ گهرجن، پر ليگ ليڊرن جو ان ۾ اعتبار ڪونه هو، بنا تميز بري ۽ ڀلي جي هر طريقي کي، جنهن مان عارضي ڪاميابيءَ جو امڪان نظر ٿي آين جائز ٿي سمجهيائون. آءٌ ان روبي کي قبول ڪري نٿي سگهيس. ڇيڪڏهن بنياد ئي خراب ۽ ردي هوندا ته ان تي پاڪ عمارت ڪيئن برپا ڪري سگهبي.

(۳) اسلام دنيا ۾ امن ۽ صلح جو پيغام آڻي انساني برادري قائم ڪرڻ ٿي گهري. قرآن ۾ آيو آهي ته "آدع اليٰ سبيل ربک بالحڪمت والموعظمت الحسنت وجاد لهم بالتي هی احسن."

"دعوت ڏي ماڻهن کي، راه حق طرف، رواداري سهڻي گفتگو ذريعي ۽ ساڻن اختلاف بهترين نموني فيصل ڪر."

ليڪن ليگ ليڊرنَ جماعت کي منظم ڪرڻ جا طريقا ان جي برعڪس استعمال ڪيا. هر اختلاف رکندڙ، خواه هندو هجي يا مسلمان، برخلاف عوام ۾ نفرت ڦهلائڻ ۽ اشتعال ڏيارڻ سندن روزمره جو ڌنڌو ٿي پيو. ان جو لازمي نتيجو مخالفن ۾ ردعمل طور نفرت ۽ اشتعال جو پيدا ٿيڻ ۽ جماعت اندر آزاد راءِ جو گلو گهٽڻ ۾ ٿي نڪتو. اسلام (تبليغ جو مذهب) اهڙين حالتن هيٺ ڪيئن واڌارو ڪري انسان ذات تائين پيغام پهچائي ٿي سگهيو، سو منهنجي سمجهه کان ٻاهر هو.

(٤) پيغمبر اسلام مسلمانن کي ٻڌايو ته هڪ اخلاق وارو مومن ڏهن ڪافرن (جي انهي صفتن کان عاري هجن) جو مقابلو ڪري سگهي ٿو. پر ليگ ليڊر مسلمانن ۾ هندن جو هائو ٻڌي انهن ۾ خوف ۽ بزدلي پيدا ڪري رهيا هئا. عوام کان علحدگي

۽ انگريزن جي غلامي، سنڌن اهڙي پاليسيءَ جو لازمي نتيجو هئا، ان طريقي سان مسلمانن ۾ اهڙي خواهش پيدا ڪئي ويئي جهڙي هڪ بيمار کي اسپتال ڏي وڃڻ جي ٿيندي آهي.

(۵) اسلام هڪ جمهوري مذهب آهي، ان ۾ آزاد راءِ رکڻ ۽ ان جي اظهار ڪرڻ جي ڪلي اختياري آهي. ايتري قدر جو حضرت عمر رضه خليفه وقت کان هن رواجي بدوي سندس منبر تي چڙهي خطبي ڏيڻ وقت به سوال پڇي سگهيو ٿي ته "مون کي هڪ چادر آهي ۽ توکي ٻه چادرون ڇو آهن؟" پر ليگ ليڊر، ڊڪٽيٽرشپ ۽ ان جي تقليد جا قائل هئا. هڪ ماڻهوءَ کي وڏائي ايڏي درجي تائين پهچايو ويو هو جو اتي سواءِ "جيءَ حضور" ۽ "خوشامدڙين" جي ايمانداراڻي ۽ آزاد راءِ رکندڙ کي پهچڻ جي طاقت نه ڪانه هئي. عوام جي حقوق لاءِ گفتگو يا ڪوشش ڪرڻ جي مخالفت ڪئي ٿي ويئي ۽ ڪن حالتن ۾ ته انهي جرم ۾ جماعت مان خارج ڪيو ٿي ويو. ان ڪري جماعت مان اجتماعي مادو نڪري ويو هو ۽ اها هڪ بيجان قالب مثل ٿي پيئي هئي.

(٦) اسلام انساني اخوت سيکاري ٿو ۽ سندس روايات هميشه ڪري ۽ هيٺين انسان لاءِ مساوات ۽ (برابري) مظلوم لاءِ انصاف جون علمبردار آهن. ليڪن ليگ وزارتن جي حڪومت جو رڪارڊ ڪارو هو، ليگ جماعت تي جاگيردار ۽ شاهوڪارشاهي طبقي جي مخصوص ٽولي جو قبضو هو، جن ان کي پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ پئي ڪتب آندو ۽ ڪين غريب مظلوم عوام جي حالت درست ڪرڻ جي ڪابه ڳالهه پسند نه پئي آئي.

بي انصافي ۽ بي ايمانيءَ جا مثال جڏهن ليڊرن جي سامهون پيش ڪيا ويا ته انهن کي وڏائي يا اڻ ٽر ڳالهه سمجهي رد ڪيو ٿي ويو. اتي معاشي (Economic) برابري ۽ معاشرتي (Social) انصاف ۽ تنظيم کي ڪابه جڳهه ڪانه هئي. جنهن جو هڪ مسلم جماعت ۾ هئڻ ضروري آهي.

(٧) هرهڪ مسلمان فرد، فرقا، قبيلا ۽ قوم کي اسلامي اصولن پٺاندڙ سلامتي ۽ انصاف ملڻو آهي ۽ ان موجب ڪنهن به گروه يا ٽولي کي خاص فوقيت يا اقتدار حاصل ڪرڻ جو حق نه آهي. پر ليگ ۾ ساري طاقت وڃي مرڪز ۾ گڏ ٿي، جنهن کي اقتدار ۾ آيل گروه پنهنجي پورن پنيان پئي هلايو.

اتـي ڪنهن بـه صوبي جـي مڪاني خصوصيات ۽ حالات تي ڪو به ڌيان نئي ڏنو ويو. اڳتي اڳين صفحن ۾ ٻڌائي آيو آهيان تـه سنڌ جي مڪاني معاملات کان بي اتفاقي ڪري جماعت جي ضابطي جي نالي ۾ ڪيترين نه بي انصافيون ٿيون آهن. آخر ڪيتري وقت تائين سگهڻ دلاسن ۽ بي جان آسرن تي ماڻهو انڌا پوئلڳ ٿيو پيا هلندا. جڏهن سندن اکين اڳيان بي انصافين جا ڍنڍار پيا سٽبا.

اهڙيءَ طرح مسلم ليگ انـدر ذاتي تجربا، وزارت جي ڪارناما ۽ مسلم سوسائٽيءَ جي عام حالت کان واقف ٿيڻ بعد مون کي مسلمان علحده قوم" جي نظريي جي عقيدي ۾ شڪ جو پيدا ٿيڻ لازمي هو. تنهنڪري مون کي هر انهي ڳالهه جو مقابلو ڪرڻو پيو جا غلط، غيراسلامي ۽ بي انصافيءَ تي مبني هئي. انهي ڪري لازمي طور ليگ هائي ڪمانڊ ۽ ان جي ضابطي جي غضب جو شڪار ٿيڻو پيم. رڍ واڱر انڌي پوئلڳي ڪرڻ منهنجي فطرت جي برخلاف هو.

انسان آزمودي مان گهڻو پرائي ٿـو ۽ ان مان هن جي معلومات ۾ بـه اضافو ٿئي ٿو. مون کي ويساهه هو تـه مسلمان هڪ علحده قـوم آهن. ليڪن تجربي مان معلوم ٿيو تہ اهي مختلف خيالن، عقيدن، ارادن، عملن جو جم غفير هئا. جنهن جي ڪثير تعداد کي ڪي متحده مقصد دستورالعمل ۽ طـريقہڪار ڪونہ هئا. انهن کي اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ بي ايمان ۽ بدعتي ماڻهن جو ٽولو ذاتي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ هڪ وهمي خوبصورت تصور جي دلاسي تي اهڙي طرف ڇڪي رهيو هو

جنهن جو صحيح تصور نه ڪين هو ۽ نه ان جو موجوده مسلماني دنيا ۾ ڪو حقيقي وجود ئي آهي.

مون ڪي جنهن "مثالي" (Ideal) پاڪستان (جو اسلامي زرين اصولن جو مخزن هجي ها) لاءِ ويساهه هو، تجربي ثابت ڪيو ته ان لاءِ جدوجهد ۾ خود آهي اصول ختم ڪيا پيا وڃن ۽ ان جي آڙ ۾ منهنجي سنڌڙيءَ جون واڳون خودمطلب، بي‌اصولن شاهوڪار طبقي جي ٽولي جي هٿن ۾ وڃي رهيون هيون.

مون سمجهيو ته هندستان جي تاريخ ۾ مسلم ليگ سمجهه ۽ صلاحيت، امن ۽ ترقيءَ جو نئون دور آڻيندي ليڪن ان جي بدلي تعصب ۽ نفرت، بي امني ۽ تعطل، ڏپ ۽ گمراهي نصيب ٿيا جنهن جا نتيجا ورهين تائين پيا لوڙيندا سون.

وقت اچي ويو هو ته ساري معاملي تي نئين سر غور ڪري انهي ماحول کي ڇڏيان، ڪٿي مؤثيئي غلطي ٿيل هئي جو اسان جون اميدون ۽ آسرا غلط نڪتا ۽ اتي اسان پاڻ کي ڏاريون ئي سمجهيو. انس ۽ يڪوجودي گم ٿي ويئي هئي، جا ساڳي قوم جي فردن ۾ هئڻ ضروري آهي.

مٿي ذڪر ڪيل ڇهن نظرين تي نظر ڊوڙائڻ مان پتو پوندو ته مسلم ليگ جو آفيشل نظريو چوڌري رحمت علي جي نظريي مطابق نه هو. خود ليگ اندر مختلف رايا هئا. لاهور ريزوليشن ۽ ليگ ليڊرن جي تقريرن ۽ تحريرن ۾ اختلاف هو.

جڏهن پاڪستان ۾ مرڪزي حڪومت کي اختياريون ڏيئي نئين رياست بنايو ٿي ويو ان مان سنڌ کي ڪو خاص فائدو ڪونه هو بلڪ هن جو ذهني، سياسي، تهذيبي ۽ اقتصادي نقطه‌نگاه کان، مستقبل خطري ۾ هو.

مسلم ليگ ليڊرن جي راڄاويڙ ۽ مصلحتن موجب ڦرڻ گهرڻ جي پاليسيءَ جو اسان کي ڪافي پتو هو. هڪ دفعي ساري هندستان جي يڪي ڪانسٽيٽيونٽ اسيمبلي ۽ مرڪز هيٺ گروپنگ جي تجويز کي مڃائون ته بي وقت "ٽڪرا ٿيل ۽ اڌوري ڪاڏل"

پاڪستان، صوبن کي ورهائي قبول ڪيائون. ان ڪري سندن پاليسيءَ جو پتو ڪونه ٿي پوي.

نيءَ اسلامي حڪومت جي نظريي بابت نواب بهادر يارجنگ جي انقلاب بعد، ليگ ليڊرن جا قول ۽ فعل انهي نظريي ۾ اعتبار ڪندڙن جي مخالفت، ليگ جي مکيه ڪارڪنن ۾ ڏسي مون کي يقين ٿي ويو ته انهن حالتن هيٺ ان مقصد جي حاصل ٿيڻ جو گمان ٿيڻ به ڪم عقلي جو ثبوت ٿيندو. آخر ۾ اسان کي مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو نظريو سامهون هو هن جو نظريو علامه اقبال جي قومي نظريي جي عين مخالف هو. علامه اقبال وطن کي نئون بت ڪري سمجهيو ۽ سندس قومي تصور اعتقاد ۽ عمل جي بنياد تي هو.

مولانا "قوميت" جو بنياد زبان، جاگرافي ۽ تهذيب جي اصولن تي رکڻ ٿي گهريو.

هي راين جو اختلاف مسلمانن ۾ تازو پيدا ٿيل ڪونه هو ليڪن خلافت راشده کان پوءِ جيئن شروع ٿيو آهي تيئن جدا جدا نمونن ۽ رنگن ۾ رهندو پئي آيو آهي. بني اميه عربي نسلي بنيادن پنهنجي طاقت کي مضبوط ڪرڻ گهريو ٿي ته ان جي مخالفت بين الاقوامي، اعتقادي ۽ اخلاقي اصولن تي ٿي. اڪبر ۽ عالمگير جي سياست ۾ به ڪم و بيش ساڳي قسم جو اختلاف هو.

اڪبر چشتي بزرگن جي مسئلہ وحدت الوجود ۽ ابوالفضل جي سياسي نظريي کان متاثر ٿي هندستان جي "متحده قوميت" جو بنياد وڌو ۽ ان کي عربي، ترڪي ۽ ايراني سياسي ۽ ذهني اثرن کان آزاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهي جي تائيد ۾ هن اسلام جي بنيادي اصولن کي فروعاتي مسئلن تي ترجيح ڏني. بادشاهه جو روحاني پيشوا هئڻ، آئين اڪبري ڦاهي ان مطابق حڪومت هلائڻ ۽ سڀني هندستانين کي بنا تفريق مذهب جي حڪومت جي ڪاروبار ۾ شريڪ ڪرڻ، سندس پاليسيءَ جا خاص جزا هئا.

اورنگزيب، حضرات نقشبند جي مسنام وحدت الشهود ۽ علماء مذهب (جن مان اڪثر غير هندستاني نسل جا هئا) جي نظرين ڪان متاثر ٿي مسلمانن جي جداگانه هستي ۽ نظام قائم رکڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. جنهن ڪري هن، ديواني ۽ فوجداري امور جي فيصلي ڪرڻ لاءِ شريعت مطابق قانون نهرائي قاضين کي اختيارات ڏنا. مسلمانن جي تنظيم ۽ اصلاح لاءِ خاص طريقا استعمال ڪيا. هندستانين جي "متحده قوميت" کي رد ڪري مسلماني حڪومت قائم ڪئي.

ان ڪان پوءِ به اهڙيءَ طرح سان ٻن راين جا ماڻهو ٿي رهيا آهن. خود ترڪن ۾ هڪڙا "پئن اسلامزم" جا حامي هئا جيئن غازي انور پاشا ته ٻين ترڪي نيشنلزم (قوميت) جا حامي هئا. جيئن غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا.

ڊاڪٽر اقبال (مرحوم) ڪا نئين ڳالهه پيش ڪانه ڪئي هئي اها ان پراڻي سلسلي جي ڪڙي هئي جنهن کي حال ۾ سيد جمال الدين افغاني هٿ ۾ ڪيو هو، ڊاڪٽر صاحب هڪ شاعر هو ۽ هن جي دنيا تصورات ۽ جذبات جي هئي.

مولانا عبيدالله (مرحوم) به پنهنجي ابتدائي حياتي اسلام جي عالمن ۽ درويشن جي صحبت ۾ شروع ڪري "پئن اسلامزم" جي جذبي هيٺ سياست ۾ داخل ٿيو. سندس انقلابي ڪارڪنن ڪري جڏهن هن جو هندستان ۾ رهڻ ناممڪن ٿي پيو ته هو افغانستان ويو. پهرين عالمگير جنگ جي دوران ۾ مغربي ملڪن جا انقلاب هن جي اکين اڳيان گذريا. "پئن اسلامزم" جو آخري ليڊر غازي انور پاشا بخارا ۾ مسلمانن جي غيرمعمولي جوش ۽ مدد جي باوجود هن ناڪامياب ٿيندو ڏٺو.

مولانا افغانستان ۾ ڪجهه وقت رهڻ ڪان پوءِ بخارا ڪان ٿيندو روس جي ملڪ جو معائنو ڪندو ترڪيءَ ۾ اچي رهيو، جتي ڪجهه وقت رهڻ ڪان پوءِ هو گهڻي وقت تائين اچي حجاز ۾ رهيو. اتي ڪيس مسلم ملڪن جي ماڻهن ۽ حڪومتن جي

حالات ۽ حقيقتن جي گهٽ قدر واقفيت ٿي. اٽڪل ويهه سال ملڪ کان ٻاهر بعد هو موٽي پنهنجي وطن ۾ آيو. ان وقت ڪن خاص نتيجن تي پهتو هو جن مان مکيه اهو هو ته "پئن اسلامزم" ناڪامياب ٿي چڪو آهي تنهنڪري آئنده مسلمانن کي جاگرافي حدود، زبان، تهذيب ۽ اقتصادي ۽ سياسي مفاد جي بنياد تي منظم ٿيڻ گهرجي. مولانا پنهنجي سيني نتيجن جو بنياد شاه ولي الله دهلويءَ جي فلسفي تي ٻڌو ۽ پنهنجو وطن "سنڌ" کي مقرر ڪيو. هي اهو ملڪ هو جنهن ۾ شاه ولي الله جي مکيه شاگرد مخدوم معين الدين ٺٽوي جي دوستيءَ ۽ سنگت کان متاثر ٿي سنڌ جي مشهور شاعر ۽ درويش شاه عبداللطيف ڀٽائي عليه رحمت سنڌين کي وطن جي بنياد تي حب الوطنيءَ جو سبق اڳيئي پڙهائي ڇڏيو هو.

"جيها جي تيها سون سارو مجيا"
"ديسي سيڻ ڪجن پرديسي ڪهڙا پرين"
"سائيم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار" (شاه)

انهن مختصر حقيقتن ٻڌائڻ بعد آءٌ وري ناظرين کي پنهنجي راين جي تبديليءَ جي اسباب ٻڌڻ جي تڪليف ڏيندس.

اهو منهنجو اعتقاد آهي ته اسلامي نظريه "ملت" جو اتحاد انسانيءَ لاءِ وحدت خيال ۽ عمل تي ٻڌل، انسان ذات جي جملي مشڪلات جو آخري حل ۽ منزل مقصود آهي. اسلام جي اصولن پٽاندڙ سياست ۽ اقتصاديات مذهبي اثر کان آزاد ڪري نٿا سگهجن. درحقيقت اسلامي تعليمات جي بلندي ان ۾ سمايل آهي ته ماڻهن جي درميان برابري ۽ عدل آڻڻ جي اصولن تي هر مومن عمل ڪري. اسلام دنيا ۾ رنگ، نسل، زبان ۽ جاگرافي حدن جا تفاوت ٽوڙڻ لاءِ آيو. سندس روحاني اثر ڪري مساوات، اخوت ۽ آزادي جي بنيادن تي هڪ نئين جماعت، انسان ذات جي بهبوديءَ ۽

بهتري لاءِ نهڻ واري هئي، جنهن جون سڀ ڪوششون زمين کي ”دارالسلام“ بڻائڻ طرف رجوع ٿيڻ واريون هيون. اسلام دين فطرت آهي، جنهن ۾ بهترين انساني خصلتن موجب تنگ خيالي ۽ تعصب کي ڪا جاءِ نه آهي. اهو ڪن خاص ماڻهن، فرقن يا قومن جي ”هڪ هٽي“ نه آهي. ان جي عالمگيريت کي ڪنهن خاص قوم، لباس، زبان، تهذيب ۽ ملڪ سان محدود ڪرڻ ان جي بنيادي اصولن کي تنگ ڪرڻ ۽ روح کي فنا ڪرڻ جي برابر آهي. اسلام جي تعليم پنهنجو پاڻ مٿ آهي، اها اڳين سڀني انساني تجربن ۽ تعليم جو نچوڙ آهي. صحيح ۽ سچو مسلم ٿيڻ لاءِ ماڻهوءَ کي روحاني ۽ اخلاقي اصولن تي زندگي گذاري قول ۽ فعل ۾ هڪجهڙو ٿيڻو پوندو. صحيح مسلم جي مڃائپ سندس روزمره جي زندگي مان ظاهر ٿيڻ گهرجي ”وجعلنڪم امه وسطا لتڪونوا شهداءَ علي الناس“ (بڻايوسون توهان کي هڪ اهڙي امت، ته اوهان انسان ذات لاءِ مثال ٿيو) جو درجو شراب خورن، زاني، شخصي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ عوام کي ڪتب آڻيندڙن، فرعوني حياتي گذاريندڙن جن جي ساري زندگي اسلامي اصولن جي عين مخالف آهي، جي گروهه کي حاصل نه ٿي سگهندو. مسلمان سڏائڻ سولو آهي ليڪن ان انساني ترقي ۽ ڪمال جي درجي تي پهچڻ لاءِ خاص محنت ۽ قرباني جي ضرورت آهي. خود پيغمبر ۽ ولي به خدا کان دعا گهرندا رهيا ته شل ”مسلمان ٿي مرن.“ مسلمانن جي موجوده تنزل جي حالت ۾ ”مسلماني در ڪتاب مسلمانان در گور“ سندن لاءِ صحيح تشريح ٿيندو.

انهن حالتن کي مدنظر رکي مولانا عبيدالله سنڌي چوي ٿو ته:

هندستاني مسلمان جي ذهن ۾ سندس ”شخصيت“ بنسبت هڪ وهمي تصور ويٺل آهي، جنهن جو عملي دنيا ۾ وجود ئي ڪونه آهي. اسان ڪنهن زماني کان هڪ اهڙي اسلامي جماعت جو نالو وٺي رهيا آهيون جنهن بابت اسان جي ذهن ۾

صحيح نقشو آهي ۽ نه اها دنيا ۾ ڪٿي وجود ۾ آهي. اسان پاڻ کي هڪ اهڙي خيالي دنيا ۾ محدود ڪري ڇڏيو آهي جو نه رڳو اسان پنهنجي مسلمان ملڪن جي تاريخ، ترقي ۽ آزاديءَ لاءِ جدوجهد کان غير واقف رهجي ويا آهيون پر خود پنهنجي ملڪ ۾ اسان جي اڳيان ڪو مقرر ٿيل عملي نظريو موجود نه آهي."

پيا سڀ مسلم ملڪ حالتن کان مجبور ٿي، جاگرافي ۽ زبان جي لحاظ تي قوم جو نظريو قبول ڪري چڪا آهن. هي نظريو اسلامي تعليم جي برخلاف نه آهي. جيتوڻيڪ اسلام هڪ عالمگير مذهب آهي ۽ ساري انسان ذات ان مان فائدو وٺي سگهي ٿي پر قومن جي وجود کان اهو به انڪار نٿو ڪري. قوم، مفاد عام واسطي ساڳي ملڪ، زبان ۽ تهذيب جي ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جو فطري نتيجو آهي. اسلام صرف انسانن جي وچ ۾ قومي بنيادن تي دشمني ۽ مخالفت جي منع ڪري ٿو.

هن وقت تقريباً نوي (٩٠) سيڪڙو مسلمانن کي جنهن اسلام جو تصور سانهون آهي يا جنهن تي هو عمل ڪري رهيا آهن، تنهن ۾ نه دنيا جي تعميرنو ۾ خاص مدد ڏيڻ جي صلاحيت آهي ۽ نه اهو دنيا جي موجوده وڏن نظرين ۽ انهن جي طاقتن سامهون بيهي سگهڻ جي لياقت رکي ٿو. هن وقت طاقت ۾ آيل صاحب، جو اسلام کي دنيا جي ٽين طاقت شمار ڪرڻ لڳا آهن، سو خام خيال آهي. سنڌن اڳيان نه ڪي واضح مقاصد آهن ۽ نڪو دستورالعمل يا طريقه ڪار موجود آهي. اهي شيخ چلي وانگر خيالي پلاءُ پچائي، عوام جو توجهه سنڌن حقيقي مسئلن کان هٽائي پاڻ کي طاقت ۾ رکڻ لاءِ ائين ڪري رهيا آهن. اهو ڪنهن کان ڳجهو آهي ته موجوده مسلمان ملڪن جي اڪثريت آمريڪا ۽ انگلنڊ جي اثر ۽ اقتدار هيٺ نه آهي؟

انهن ملڪن ۾ صرف اسلام جي نالي کان سواءِ ڪهڙي اسلامي خصوصيت باقي رهيل آهي؟

جيڪي صاحب اسلام جو راڳ آلاپي رهيا آهن سي ڪيتري قدر اسلامي راڳ ۾ رنگيل آهن؟

سنڌن "پئن اسلامزم" ائنگلو-امريڪن بلاڪ جي ايجاد ڪيل حرفت ۽ چال آهي.

اسلامي حڪومت جا دلاسا سراسر ڌوڪو آهي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هن ظالم انگريز جي ايجنٽن جي ڏهه لک مسلمانن جي قتل ٿيڻ، پنجاهه هزار بيگناهه مسلمان عورتن جي ڪڄي وڃڻ، چار ڪروڙ مسلمانن کي دربدر ۽ خاڪ بسر ٿيڻ بعد به دل اڃا نه ڀري آهي. شايد باقي رهيل مسلمانان عالم ڏانهن ڪو سنڌن حساب رهيل آهي جنهن ڪري کين وري اسلام جي نالي ۾ گڏ ڪري، نظر ۾ ايندڙ روس ۽ امريڪا جي تصادم ۾ وري قربان ڪرڻ جو ارادو رکن ٿا.

هن وقت اسلام جي سهڻي نالي ۾ رجعت پسند ۽ چالاڪ سياستدان عوام مٿان پنهنجو قبضو ڪري ويٺا آهن. جيتوڻيڪ هنن پنهنجي خانگي يا پبلڪ زندگيءَ ۾ اسلام جي هرهڪ اصول کي پيرن هيٺان لتاڙڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي آهي. هو طاقت مضبوط ڪرڻ خاطر عوام جي آواز کي گهٽڻ لاءِ طريقا استعمال ڪرڻ کان نٿا گسن. سنڌ جي ماڻهن کي به انهن ساري معاملات ۾ ڪجهه قيمت ڏيڻي پيئي آهي ۽ ڪجهه ڏيڻي پوندي.

هن ڪتاب جي پهرين باب لکڻ کان پوءِ پاڪستان ٺهيو ۽ ان کي تقريباً ٽي سال گذري چڪا آهن. ان وچ ۾ اسان جي ماڻهن کي ڪافي تجربو حاصل ٿيو آهي. ڪراچيءَ جو شهر سنڌ جي ورهين جي خرچ ۽ محنت جو نتيجو عام راءِ جي مخالف هئڻ جي باوجود هنن کان زوريءَ کسيو ويو. جنهن جي اڄ اها حالت آهي جو "الوحيد" مسلم ليگ جي نمائنده اخبار کي پنهنجي ٢٠ جون ١٩٥٠ع واري ايڊيٽوريل ۾ جو لکڻو پيو آهي ان جا ڪي ٽڪرا ملاحظه لاءِ پيش ڪجن ٿا.

"اسان نٿا سمجهون ته هينئر شهر ۾ ڪا اهڙي جاءِ به

ڇڏيل آهي جتي پناهگيرن بيقاعده قبضو ڪري پنهنجون جهوپڙيون نه ڏنيون هجن ۽ دوڪان، گدام ۽ ڪارخانا نه کوليا آهن.

"شهر ۾ جيڪي ڪائڻ پيئڻ جون شيون پيون وڪامن سي اهڙيون ته گنديون آهن جو الامان والحفيظ. شهر جي صفائي جي حالت اها وڃي ٿي آهي جو شهر جو ڪوبه اهڙو رستو ۽ گهٽي ڪانه آهي جتي ڪن ڪچري ۽ گند جا ڍير نه لڳا پيا آهن، شهر جو ڪوبه اهڙو رستو ۽ نالو نه آهي جتي اسان جا هي مهاجر ڀائر کلمو ڪلايو ضروري حاجت نٿا ڪن ۽ هنڌ تي ١٥-١٥ ۽ ٢٠-٢٠ پناهگير هڪ ٻئي جي سامهون ضروري حاجت کان فارغ ٿا ٿين ۽ ڪين هڪ ٻئي جي اوگهڙ ڏسندي ڪوبه حيا ۽ شرم ڪونه ٿو ٿئي.

نتيجو اهو نڪتو آهي جو شهر جو ڪوبه رستو ۽ گهٽي ڪانه آهي، جتان ڪرفتي ۽ گند جي بدبوءِ نٿي اچي. اهي ۽ اهڙي قسم جون ٻيون خرابيون ۽ بدانتظاميون اهڙيون آهن جن لاءِ جيڪڏهن ڪي موثر قدم نه کنيا ويا ته هڪ ڏينهن ڪراچي شهر جي صفائي ۽ صحت تي ايترو ته برو اثر پوندو جنهن جو نتيجو ۽ نقصان اسان کي گهڻي وقت تائين ڀوڳڻو پوندو."

هڪ سؤ ورهن جي اندر پيدا ڪيل اسان جا علمي ماهر يعني ڊاڪٽر، انجنير، سائنسدان وغيره وغيره، حالتن جي ناسازگار هئڻ سبب سنڌ ڇڏي هليا ويا.

هندن جي ڇڏي ويل ٽيهه سيڪڙو زمين سٺر سيڪڙو سنڌي هارين کي نصيب نه ٿي ۽ هندن جي خالي ٿيل ٥٠ سيڪڙو نوڪرين جو به گهڻو حصو ڪين حاصل نه ٿيو.

ورهن جي محنت ۽ مشقت کان پوءِ پيدا ڪيل واپار ۽ ڪارخانن جي گهڻي حصي کان به ڪين محروم رهڻو پيو.

سنڌ جي سياست جي اها حالت آهي جو جيستائين اسان جا سياستدان صبح ۽ شام مرڪز جي ارباب حل و عقد جي بوٽ پالش نٿا ڪن تيستائين نه سندن وزارت سلامت آهي نه ميمبري.

ملڪ سان نه مسڪيني گهٽ ڏي آهي ۽ نه ٢٥ لک بي‌زمين هارين کي ٻنيءَ جو ٽڪرو نصيب ٿيو آهي. چاليهه سيڪڙو سنڌ ملڪ جا ماڻهو اڃان به مستقل جاءِ رهائش نه هئڻ ڪري خانه بدوش زندگي گذارين ٿا. بدامني، بي‌عملي، ظلم ۽ رشوت جي بازار ساڳيءَ طرح گرم آهي. سنڌ جي زبان، تهذيب، سياست ۽ اقتصادي مفاد جي حفاظت لاءِ آواز اٿارڻ پاڪستان ۽ اسلام جي مخالفت سمجهيو وڃي ٿو.

غريب بي زمين هاري جي لاءِ زمين جي گهر ڪرڻ يا مزدورن جي حقن جي حفاظت لاءِ ڪم ڪرڻ دهريت ۽ ڪميونزم سان تصور ڪيو پيو وڃي.

اسلامي مقاصد جا نهراءَ ۽ پئن اسلامزم جا نعرا حالتن ۾ ذري ماتر به ڦيرو آڻي نه سگهيا آهن.

هن وقت سنڌ جي رهاڪن کي غور ڪرڻو آهي ته پنهنجي تهذيب، زبان، اقتصادي ۽ سياسي مفاد جي حفاظت لاءِ ڇا ڪرڻو اٿن. سنڌن اڳيان ٻه رستا کليل اٿن.

١- سنڌي قوميت، ان سان گڏ عوام جو ڀلو ۽ آزادي.

٢- پئن اسلامزم، فرقيوار ذهنيت، رجعت پسند طبقي جي حڪومت ۽ اينگلو-امريڪن بلاڪ جي غلامي، ٻنهي مان هڪ کي وٺڻو اٿن. جيڪڏهن پنهنجي روايات ۽ هستيءَ کي قائم رکڻو اٿن ته صاف ۽ صريح الفاظ ۾ سنڌين جي جدا قومي هستيءَ جي اصول ۾ اعتبار ڪرڻو پوندن.

ان ڪري هو ڪوبه گناهه نه ڪندا. جيئن حقيقت کي پهچڻ لاءِ پهرين شريعت، طريقت ۽ معرفت جا درجا لنگهڻا ضروري آهن تيئن اسلامي عالمگير اخوت جي مڪمل ۽ آخري درجي کي پهچڻ لاءِ لازمي آهي ته دنيا جي حالتن کي مدنظر رکي "نيشنلزم" جي درجي مان لنگهڻو پوي.

مسلمانان عالم عام طرح ۽ سنڌ جا مسلمان خاص طرح ڪيترين رسمن ۽ رواجن، ذات ۽ پات، غير اسلامي اصولن ۽

بداخلاقين ۾ وچڙجي ويا آهن. انهن ۾ وحدت خيال ۽ عدل نه رهيو آهي، جنهن لاءِ اسلام دنيا ۾ آيو.

انهي زمين ۾ جتي سمات ۽ بلوچ، پير ۽ ملان، جاگيردار ۽ مخاديم، زميندار ۽ هاري جا تفاوت اجا تائين هليا اچن، جتي هڪڙن وٽ بنگلا ۽ ماڙيون ۽ ٻين وٽ رهڻ لاءِ جهوپڙي به ڪانه، جتي ڪن وٽ لک ايڪڙ زمين ته ٻين وٽ هڪ جريب زمين به ڪونه، جتي ڪي لکن جي آمدني سان موٽر جي سواري ڪن ۽ محلاتن ۾ رهن ته ڪي سڄو ڏينهن پيٽ لاءِ ڌڪا ڪائيندي رات جو رستي جي فٽ پيري تي سمهي رهن. اتي محلاتن ۾ رهندڙ ۽ زربفتن ۾ ڍڪيل ماڻهو اسلامي حڪومت، اسلامي جماعت ۽ پئن اسلامزم جي گفتگو ڪن سو وهم ۽ خيال آهي ۽ منافقي جي حد آهي. حضرت عمر بابت حڪايت آهي ته هڪ ڏينهن منبر تي چڙهي وعظ فرمائي رهيو هو، ڪيس بدن تي ٻه چادرون پيل هيون. ان تي هڪ بدوي ڪيس للڪار ڪري چيو ته توکي ڇو ٻه چادرون آهن ۽ مون کي هڪ آهي. تنهنجو قول ۽ فعل هڪجهڙو نه آهي تنهنڪري توکي اسلام جي گفتگو ڪرڻ جو ڪو به حق نه آهي. ان تي حضرت عمر جواب ڏنو ”ته ٻي چادر پٽ کان آڌاري وٺي عارضي طرح ڪتب آندي اٿم.“

هتي جيڪي اسلام جي نالي ۾ گفتگو ڪري، محلاتن ۾ رهي، هزارين پبلڪ جا پيسا پاڻ تي خرچ ٿا ڪن تن جو ضمير شايد اهڙو ڪند ٿي ويو آهي جو کين اهڙي گفتگو ڪندي شرم به لٿو اچي.“

”آپ سڏائيندا هين فقير،
لڪ لڪ پيندا هين کير
ايڪون لڄ نهين آوندي“

اهو وسارڻ نه گهرجي ته اهڙين ڳالهين ڪري هو اسلام کي فائدي بدران نقصان پهچائي رهيا آهن.

مسلمانن جي موجوده پست پوزيشن ۽ جهالت واريءَ حالت ۾ جڏهن انهن مان اڪثر جو مذهبي مهندار جاهل ۽ پيٽ جو پوڄاري مُلان، روحاني رهبر بداخلاق پير، سياسي ليڊر خودمطلب وڏيرو آهي تڏهن اگر زمينداري يا جاگيرداري کي ختم ڪرڻ، ڪارخانن جي قومي بنائڻ جو سوال قوم اڳيان اچي ته ذڪر ڪيل شاهوڪار طبقو پنهنجي مفاد جي مدد ۾ مُلان ۽ پيرن کان ڇا نه ڪرائي سگهندو!

فتوائون ۽ فرمان حاصل ڪرڻ ڏکيا ڪونه آهن. هن ساري ڪتاب ۾ ڪيترا عملي مثال ڏنا ويا آهن، جن ۾ اسان جي هن صوبي ۾ ڪيئن نه "اسلام خطري ۾" جي نعري کي رجعت پسند طبقو پنهنجي طاقت ۽ اقتدار قائم رکڻ لاءِ ڪتب پيو آندو آهي.

جن جي ساري زندگي عوام جي خون ۽ پگهر جي ڪمائي کي حقيقي حقدارن کان کسي شخصي مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ ۾ گذري ۽ جن جي سيرت نه صورت اسلامي هئي، سي اڄ اسلام جا علمبردار ٿي پيا آهن ۽ ترقي پسند يا حق جي ڪلمي چوندڙ جو آواز غدار ملت جو آواز سمجهي بند ڪيو پيو وڃي. انهي حد تائين اسلام جهڙي مذهب جي هن سرمايه دارانه ۽ تاجرانه سياست جي دور ۾ مسخري اُڏائي وئي آهي.

مولانا عبيدالله جو چوڻ آهي ته—

"جڏهن مذهب، رجعت پسندن جي پشت پناه ٿيو پوي ۽ ترقيءَ جي خلاف طاقتون اچي ان ۾ پناه ٿيون وٺن ۽ جڏهن مذهب صرف دستورن ۽ رسمن جو اڏو ٿي ڪم اچي ٿو ۽ سندس حقيقي انقلابي جذبو مري وڃي ٿو، تڏهن اهو مذهب بي انصافيءَ جي قائم رکڻ لاءِ ارادو ٿي ڪتب اچي ٿو.

جڏهن مذهب پاڻ کي ۽ پنهنجي حالتن موافق ڪارآمد بنائڻ ۽ بدلائڻ جي طاقت وڃائي ويهي ٿو، تڏهن اهڙي مذهب کي حڪومت جي واڳ هٿ ۾ ڏيڻ جو نتيجو رجعت پسنديءَ کي خوفناڪ هٿيار هٿ ۾ ڏيڻ جي برابر ٿيندو. جنهن کي عوام

جي برخلاف ڪتب آندو ويندو“ اهو صاف ظاهر آهي ته اسلامي سوسائٽي (جماعت) ۽ اسلامي حڪومت جي قائم ٿيڻ کان اڳ ۾ وڏ ۽ ننڍائي، شاهوڪاري ۽ مسڪينيءَ جا سنڌا ميٽجڻ گهرجن. زمين ۽ ڪارخانا سمورا هٿ سان ڪم ڪندڙ ماڻهن جي حوالي ٿيڻ گهرجن. اهي ماڻهو ئي حقيقي ۽ انصاف تي ٻڌل جماعت جو بنياد وجهي سگهندا. اهي ئي مظلوم ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آندل ماڻهو آهن. انهن جي دل جلندي ۽ اهي ئي انقلابي جذبي سان آزادي ۽ برابريءَ جي ڪوشش ڪري سگهندا.

انهن ڪي سندن بهتري ۽ ڀلائي لاءِ جدوجهد ۾ مدد ڪرڻ اسلام جي حقيقي روح آهي. هر ڪو مذهب شخصي خودمطلبي کي ڪڍي قوم ۽ انسان ذات جي مفاد عام لاءِ عمل جي تلقين ٿو ڪري. جيڪي مذهب اها هدايت نٿو ڪري، اهو هڪ خوبصورت بيجان پتلي موافق آهي جو ڏسڻ ۾ سهڻو، مگر عمل ۾ بيڪار هوندو آهي. مولانا عبيدالله (مرحوم) هڪ دفعي پنهنجي سمجهاڻين ۾ فرمايو ته هڪ سمجهدار ماڻهوءَ کيس چيو ته ”جيڪڏهن الله ۾ ايمان کي، خدا جي پيدا ڪيل مخلوق جي ڀلائي ۽ بهتريءَ جي نقطه نگاهه کان ڏسبو ته ان ۾ ويساهه رکندڙ روس منجهه پڻ سڀني ملڪن کان زياده آهن.“

مذهب جو مطلب اهو آهي ڇا ته خدا جي مخلوق بي گهر، انگ اگهاڙي، بک ۽ مرض ۾ مبتلا هجي ۽ اسلام جي نالي وارا بنگلن ۽ محلاتن ۾ رهي، زري ۽ زربفت پائي، طرح طرح جا کاڌا کائي، پنهنجي فرض ادائي کان صرف اسلام جو نالو اچاري، پڻ اسلامزم جو راڳ ڳائي، مقاصدي (آبجيڪٽو نهراءَ) ٺهراءَ پاس ڪري آزاد ٿي سگهن ٿا؟

این خیال است و محال است و جنون

سنڌ ۾ اسان کي عوام جي معيار زندگي مٿي ڪرڻ ۽ منجهن امن ۽ خوشي آڻڻ جا ڪافي وسيلا موجود آهن. هتي زمين

تمام گهٽ پيئي آهي، معدني ڪاٺيون به ٿورڙيءَ ڪوشش بعد ڪافي ملي سگهنديون ۽ اسان هن ملڪ کي باغ بهار بنائي سگهون ٿا. هتي جو عوام سمجهدار ۽ ڪشاده دل آهي. فساد ۽ تنگ دلي سندن فطرت ۾ ڪونه آهن، انهن ۾ زندگيءَ کي بهتر بنائڻ لاءِ سڀ خاصيتون موجود آهن. جنهن ڳالهه جي ڪمي آهي سا اها آهي ته سندن "سنڌي قوميت" جو احساس پيدا نه ٿيو آهي، جو هو پاڻ تي پاڙي سگهن ۽ خودمطلب ۽ بي ايمان ماڻهن کي سچائي سندن پاڙ پٽي ڇڏين. جيئن ملڪ ۽ قوم کي هو (ذاتي ۽ طبقاتي مفاد خاطر) غير جي اڳيان غلام بنائي نه سگهن.

سنڌ نه صرف پاڪستان بلڪ ايشيا جي سياست ۾ اهم جاءِ والاري سگهي ٿي بشرطيڪ ان کي سياسي، اقتصادي ۽ ذهني طرح ٻاهرين اثرن کان آزاد ڪرائي سگهجي. پوءِ اهي اثر زور زبردستيءَ سان حاصل ڪيل هجن يا اسلام ۽ پاڪستان جي نالن ۾ پيش ڪيا ويا هجن.

"ڀيلي ڀلائي پسي ڇٽ ڇري ٿي"

اهو وقت اچي ويو آهي، جڏهن هرهڪ سنڌ جو رهاڪو، پوءِ اهو نووارد هجي يا قديم باشندو هجي، پر ان جو مفاد سنڌ ۾ سمايل هجي ۽ نه ڪنهن ٻي هنڌ، سو سنڌي قوم، سنڌي تهذيب، سنڌي تمدن، سنڌي زبان، سنڌي مفاد ۽ سنڌي آزادي ۽ ترقيءَ جي نالي ۾ ڳالهائڻ شروع ڪري ۽ هر ڳالهه کي انهي ڪسوٽيءَ تي پرکي. زمانو زورشور سان پنهنجي انقلابي رنگ ۾ بدلجي رهيو آهي، ان کان اڳ جو اسان پنهنجي سستي ۽ بي همتيءَ ڪري ڇڪيءَ ۾ پيڙجي سيڪجهه وڃائي ويهون، اسان کي پنهنجي ۽ آئنده نسلن جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ ڪجهه ڪرڻ گهرجي.

جيڪڏهن اسان ترت پنهنجي بزدلي، خودمطلبي ۽ غير جي انڌي تقليد کان نڪري پاڻ تي پاڙڻ نه سکياسون ته سنڌي قوم جو مستقبل نهايت تاريڪ نظر اچي رهيو آهي. ترڪيءَ جو

مثال اسان جي سامهون آهي. غازي انور پاشا باوجود سخت محنتن جي پئن اسلامزم جهڙي صرف خيالي تجويز ۾ ناڪامياب ٿيو ۽ غازي مصطفيٰ ڪمال پاشا ترڪي قوم کي دوباره زنده ڪرڻ جي مهم ۾ ڪامياب ٿيو. هي اسان لاءِ غور ڪرڻ جو وقت آهي.

"حب الوطن من الايمان" هرڪنهن کي معلوم آهي. حضور سرور ڪائنات عليه الصلواة والسلام جن پاڻ عرب لاءِ اڪير ڏيکاري آهي. وطن جي شان، آزادي ۽ ترقيءَ خاطر جان تائين قربان ڪري ڇڏڻ انتهائي شاندار ڪم آهي.

عربن، ايران کي اسلام جي نعمت سان نوازيو مگر ان هوندي به فردوسيءَ جي واتان نڪري ويو ته—

"زشير شتر خوردن وسو سمار
عرب راچه جائي رسيد است ڪار
که تاج کيان را کنند آرزو
تفو بر تو اي چرخ گردان تفو" (فردوسي)

ترجمو:— اٺ جي کير پيئڻ وارن ۽ گوهن کائڻ وارن کي ايتري همت ٿي آهي جو ايراني حڪومت جي هٿ ڪرڻ جي سڌ رکن ٿا، اي زمانا توکي صد حيف هجي"

روسي ويڙها رهيا مگر جرمنن جي دخل اندازي قبول نه ڪيائون، جرمنيءَ وارا خود ناس ٿي ويا مگر خوشيءَ سان پنهنجو ديس غيرن جي حوالي نه ڪيائون. انگلستان وارن سڀڪجهه سر تي سٺو مگر پنهنجي ملڪ جو شان هر حالت ۾ برقرار رکيائون. پٺاڻن کي سؤ سال اندر چار جنگيون جوڻيون پيون مگر وطن جي نڪ تي ذرو به مر لائڻ نه ڏنائون. عرب به مسلمان ته ترڪ به مسلمان، پر عربن ترڪيءَ جي خليفته المسلين جي غلامي قبول ڪانه ڪئي ۽ پهرين موقعي تي ترڪن سڳورن جا بوريا ۽ بستر عربستان مان ڪڍي ٻاهر ڪيائون. مصري ساڳي طرح مسلمان هئا، پر ڪين مصر جي آزاديءَ سان اهڙو عشق هو جو

کين ترڪن جي اسلامي بادشاهت کان بہ علحده ڏيٺو پيو. مشرق وسطيٰ جا سمورا ملڪ مسلمان آهن پر ڪو بہ هڪڙو ملڪ ٻئي ملڪ جي تسلط ۽ ضابطي هيٺ رهڻ لاءِ تيار نہ آهي. سوڊان، مصر کان بيزار آهي. يمن، حجاز کان علحده ۽ شام، شرق اردون کان جدا آهي. اسلام خاطر اهي سمورا ملڪ پاڻ ۾ ملي هڪڙو مرڪزي پاڪستان بنائي ٿا سگهن، مگر هرهڪ ملڪ جي رهواسين جي پنهنجي ديس سان ايتري قدر الفت آهي جو هو ڪنهن بہ غيرملڪي اثر کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن.

اهي سمورا واقعا ۽ مثال، مسلماني خواه غيرمسلماني ملڪن جا، هي ثابت ڪري رهيا آهن تہ وطن جي آزادي ۽ شان خاطر ڪو بہ ملڪ ڪنهن جي بہ هٿ هيٺ رهڻ لاءِ تيار نہ آهي. هر ڪو پنهنجي ديس کي آباد ڪرڻ ۽ وڌائڻ پيو گهري. ترڪيءَ جي شهنشاهيت ۽ خلافت ڇو ختم ٿي؟ پئن اسلامزم واري تحريڪ ڇو ناڪامياب رهجي ويئي؟ فقط هن ڪري جو ڪو بہ هڪڙو مسلم ملڪ ٻئي مسلم جي تسلط ۽ ضابطي کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هو.

خود اسلام ۾ بہ ڏاڍو هيٺي کي ڪائي، سا ڳالهہ جائز نہ رکي ويئي آهي. اسلامي جمهوريت جي منشا اها هئي تہ زبردست ڪمزور تي قابض نہ رهي ۽ هرڪنهن انسان ۽ ملڪ کي اندروني آزادي هجي.

ان ساريءَ تصوير مان ظاهر آهي تہ "حب‌الوطني" کي خود اسلام بہ انساني ڪاروبار مان بيدخل ڪري ڪونہ ڇڏيو آهي. ان عام انساني قانون جي عين مطابق سنڌين جا بہ پنهنجي ديس سنڌ: سان انتهائي پيار جا پيچ پيل آهن ۽ اسان کي ان تي فخر آهي.

سنڌ جي ماڻهن جي مهمان نوازي ۽ ڪمزوري اڄ تائين سنڌن تباهي ۽ غلاميءَ جو ڪارڻ بڻي آهي. ٻاهريان ڌاريين مهمان ٿي سنڌ ۾ داخل ٿين ٿا ۽ سنڌ جا رهاڪو اوستائين

سنڌين مهمانداريون ۽ خاطر تواضع ڪندا رهن ٿا، جيستائين هو ٿلها متارا ٿي سنڌين گردن تي چڙهڻ جو ڪم شروع ڪن.

سنڌ جي تاريخ اهڙن مثالن سان ڀرپور آهي. شاهه بيگ ارغون قنڌار مان ڀڄي سنڌ ۾ آيو ۽ سنڌين سندس خوب خاطر تواضع ڪئي. اڳتي هلي ان ساڳي ماڻهو سنڌين سان جنگ جوٽي سنڌ تي قبضو ڪيو.

شجاع الملڪ کي ڪابل مان ڀڄائي ڪڍيائون، هندستان جي ٻئي ڪنهن به صوبي ۾ پناهه ڪانه مليس سواءِ شڪارپور سنڌ جي. ڪجهه وقت ساهه پٽڻ بعد هو آتان لڏي لڏيانه ويو، انگريزن کي چاڙهي سنڌ ۾ داخل ٿيو، ان ارادي سان ته بولان رستي کان افغانستان ۾ داخل ٿي ڪابل فتح ڪندو. ڪابل ۾ ته سندس پير ڪونه کتا، البت سندس ان مهرباني جو نتيجو اهو ضرور نڪتو جو انگريز سنڌ جا واقف ٿي ويا ۽ اڳتي هلي سنڌ سنڌين غلاميءَ ۾ گرفتار ٿي.

خود انگريزن جي تشريف آوري، سنڌين جي پنهنجي مهمان نوازيءَ جو نتيجو آهي. انگريزن جا ڪهڙيءَ طرح سنڌ ۾ پير کتا؟

پهريان بطور مهمان جي اچي بکر ۽ منهوڙي ۾ ترسيا، سنڌ جي ٽالپرن کين سهولتون ڏنيون. دنيا ۽ ڀڪريون ڪهي کين کارايائون. ٿوري وقت کان پوءِ اهي ٽالپرن کي ڪڍي ملڪ جا مالڪ ٻڻجي ويهي رهيا. تازو مثال وٺو اسان جي وڏيرن پنهنجي سرخروئي حاصل ڪرڻ ۽ مهمان نوازيءَ جي مثال قائم ڪرڻ جي لاءِ ڪراچي ۾ دعوت ڏئي پاڪستان جي مرڪز وارن کي گهرايو، ٿوري وقت بعد مالڪن کي ڪراچيءَ مان ڪڍي اهي پاڻ حاڪم ٿي ويٺا ۽ سنڌ جي جهڙي حالت ٿي آهي سا ڪنهن کان مخفي آهي؟ مطلب ته: ”آئي ٽانڊي لاءِ بورچياڻي ٿي ويٺي“.

ڪنهن به ملڪ يا قوم پنهنجي گهر کي مسافرخانو ڪونه

ٻڌايو آهي جو جنهن کي به وڏي سو اچي ان ۾ ويهي ۽ مالڪ پيا هوائون ڪائين، انهي سموري پاليسيءَ لاءِ جوابدار ڪير آهي؟

ذرا به غور ڪندا ته پتو پوندو ته ان لاءِ جوابدار زميندار ۽ جاگيردار طبقي جا خودمطلب ليڊر آهن، جن ذاتي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ ملڪ ۽ قوم جي پرواهه نه ڪئي آهي. آخر هن نتيجي تي پهتو آهيان ته هن طبقي جو گهڻو حصو ايتري قدر هيٺ ڪري چڪو آهي جو هو خودمطلبيءَ لاءِ الاجي ڇا ڇا نه ڪري گذرندا، پر جهڙيءَ طرح الهه بخش (مرحوم) باوجود هندن سان هزار مهربانين ڪرڻ جي وزارت مان سندن هٿان نڪتو هو، اهڙيءَ طرح اميد ته انهن وڏيرن جو حشر به انهن ماڻهن هٿان، جن جي غلامي صبح شام پنهنجو دين ايمان سمجهن ٿا، ساڳيو اهڙو ٿيندو.

هي سنڌ ملڪ ۽ سنڌي قوم بابت خيالات منهنجا هن وقت جا نه آهن، پر خود ۱۹۴۳ع جو آل انڊيا مسلم ليگ جي آخري اجلاس ۾ جو ڪراچي ۾ ٿيو هو، ان وقت به مون چيئرمين استقباليه ڪميٽيءَ جي حيثيت ۾ اهڙا خيال ظاهر ڪيا هئا. ان خطبي جا ڪي ٽڪر هيٺ ملاحظه لاءِ پيش ڪجن ٿا ـ

”قدرت کي منظور هو ته هن سرزمين (سنڌ) جو ماضي شاندار ٿئي ۽ اسان کي اميد آهي ته انشاءَالله ان جو مستقبل به روشن ٿيندو. اها قديم تمدن جو مرڪز هئي، موهن جي دڙي جا نشان ان جي ثابتي ڏئي رهيا آهن.

ڪيئي نسل هتي گذري ويا. دراويڊي، آرين، سامائيٽ ۽ منگول نسلن جا نشان هتي سولائي سان ڏسي سگهجن ٿا.

هتي نه صرف نسلن جو ميلاپ ٿيو آهي، ليڪن فلسفن ۽ مذهبن جو هن ملڪ کان وڌيڪ دنيا ۾ ڪٿي به ڳانڍاپو نه ٿيو آهي. مهاتما ٻڌ جو مذهب جيتوڻيڪ هند ۾ پيدا ٿيو ليڪن ڪيس ترقي هن سرزمين ۾ ئي نصيب ٿي. هن سرزمين جي ماڻهن سنڌس ڏنل نروان (نفيءَ) جو سبق اڃا تائين نه وساريو آهي.

جڏهن اسلام هن ملڪ ۾ پير پاتو ته صرف ان جي تعليمات ۾
(اثبات) جو اضافو ڪيو. ڪٿي به وحدانيت ۽ ويدانيت جي
تعليم هڪٻئي تي ايترو اثر نه ڪيو، هن سرزمين تي، هڪ طرف
هندن مان بت پرستي غائب ٿيڻ لڳي ته ٻي طرف مسلمان درويشن
هندو سنياسين جي راڳ ۽ ڌمال مان ڪافي فائدو ورتو. هندن
۽ مسلمانن جا اعتقاد هڪٻئي جي ويجهو آيا ۽ گرونانڪ جي
سکيا ان جو زنده مثال آهي. هن ملڪ جي مسلم درويشن مان
سنڌ جي سرتاج شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي حب الوطني ۽ اتحاد
لاءِ گهڻي ڪوشش ڪئي. ان جو عملي ثبوت ان مان ملي ٿو ته
ڇوت ڇات جي مرض کان جيترو هي ملڪ آزاد آهي اوترو هندستان
۾ ڪوبه ڪونه هوندو. تجارت ذريعي هڪ ملڪ جو گهڻن ملڪن
جي تمدن سان واسطو پيو. ديبل بندر سمنڊ جي رستي واپار جو
مرڪز هو، ٻي طرف هتي جا قافلا سمرقند ۽ بخارا تائين ويندا
هئا. سنڌو دريا جي زرخيزي، گهڻن ماڻهن ۽ قومن کي پاڻ ڏي
ڇڪيو، جي آخري طرح هتي جا رهاڪو ٿي ويا. ان جو ثبوت
قديم قبرن شهرن جي وسيلي ملي سگهي ٿو.

سياسي نقطه نگاه کان هيءَ زمين گهڻن ئي ماڻهن جي
ڪشمڪش جي جنگ جو ميدان ٿي رهي آهي.

هن زمين جي زرخيزي گهڻن بهادرن کي پاڻ ڏي ڇڪيو آهي. ڪي ته ڦري لٽي موٽي ويا ٿي ته گهڻا هتي رهجي
پيا ٿي ۽ سنڌ ڇڏڻ تي دل نه پي ٿين. انهي طريقي مان هميشه
نئون روح ۽ نئون رت سنڌ جي بدن ۾ پي داخل ٿيو آهي.

بابل، مصر، ايران، يونان، عرب ۽ افغانستان جي سياسي
اثرن جا آثار هتي سولائي سان محسوس ڪري سگهجن ٿا.

مون اهو بيان ان لاءِ هتي پيش ڪيو آهي ته ڪي ماڻهو
ڌارين جي اثر هيٺ اچيو پنهنجي ديس جي شاندار ماضيءَ کي
وساري ٿا ڇڏين، تن کي گذشته روايات جي يادگيري ڏياريان.
جيئن مون گذشته شاندار تاريخ جي ورقن مان ڪي ٽڪرا اوهان جي

اڳيان پيش ڪيا آهن تيئن آءٌ اسان جي مستقبل بابت ڪجهه خيال اوهان جي اڳيان پيش ڪرڻ گهران ٿو.

آدمي ابتدا کان وٺي پنهنجي مقصد "اتحاد انساني" کي وحدت خيال ۽ عمل جي ذريعي حاصل ڪرڻ لاءِ ترقي ڪري رهيو آهي. مذهبي، سياسي ۽ اقتصادي ڪوششون، آيدون ۽ آسرا انهي مقصد کي پهچڻ جا مختلف طريقا آهن.

تاريخ جي هر ورق تي اوهان ان ارتقائي دستور کي نمايان ڏسندا. ابتدا ۾ انسان ننڍين ڪٽنبن ۾ ورهايل هئا. وقت گذرڻ کان پوءِ هنن گڏ ٿي قبيلن جي صورت اختيار ڪئي، جي آخر ۾ گڏجي قومون ٺهجي پيا.

اتحاد عام جي لاءِ مختلف بنيادي ڪارڻ پئي رهيا آهن، جهڙوڪ جاءِ رهائش، زبان ۽ تهذيب ان جا مکيه جزا آهن. جيئن وقت گذرندو ويو اتحاد عام لاءِ مادي ڪارڻ گهٽ ٿيندا ويا. انهي جذبي هيٺ عرب ۾ پيغمبر خدا ماڻهن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

ان موجب اتحاد عام لاءِ اڳين ضروري بنيادن مثلاً نسل، رنگ، تهذيب، جاءِ رهائش، زبان وغيره جي وقعت گهٽجڻ لڳي.

جيتوڻيڪ هن آواز جو اثر ابتدا ۾ دنيا جي گهڻي ڀاڱي تائين پکڙجي ويو، ليڪن دنيا وري پنهنجي پراڻن طريقن تي هلڻ لڳي ۽ ملت ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ لڳي ۽ اهي جدا جدا ڀاڱن ۾ ورهائجي ويا.

"جيتوڻيڪ هن وقت اتحاد عالم لاءِ ڪوششون شروع ٿي ويون آهن، پر انهي واسطي تاريخي روايات جي بنياد تي خاص ماحول ۽ ذهني تربيت جو هئڻ هڪ ضروري شرط آهي.

انهي مقصد پوري ڪرڻ لاءِ سنڌي بهترين قوم آهه گذشته تاريخ جا ورق ان جي گواهي ڏين ٿا.

مشرق ۽ مغرب جي اتحاد ۽ دنيا جي نئين تعمير لاءِ سنڌ کي خاص پيغام آهي، مون کي ان جا آثار محسوس ٿيڻ لڳا آهن. علاج هتان ئي ٿيڻو آهي." □

## هاڻ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

سڪڻ ائين نہ سڏ، جيئن لڪيو لياڪا پائين
پئي پريسان جي نہ ٿئين، مٿي اگڻ اڏ
ايءَ پڻ ڪوڙي سڏ، جيئن ڪليو ڪايو سمهين. (شاهه)

گذريل ۱۲ سالن جي صوبائي سڌارن جي وقت ۾ خواہ پاڪستان ٿيڻ بعد سنڌ گهڻوئي ڪجهہ سٺو آهي. آل انڊيا جماعتن جي ليڊرن سنڌ کي سٺي نظر سان نہ پئي ڏٺو آهي.

ڪن* ننڍو صوبو ۽ سندس ننڍا دماغ ”جي لقب سان ياد ڪيو“ تہ ڪن** ”آئن ۽ گڏهن جي ڪاهڻ وارن جو صوبو“ ڪري ان کي خطاب ڪيو. اهو صحيح آهي تہ سنڌ جي سياست غيريقيني پئي رهي آهي ۽ ڪجهہ وقت کان ڪيترا ڏيي اڏوڻندڙ واقعا اسان جي سياستدانن جي نوآموزيءَ ۽ حالتن کي پوري طرح نہ سمجهڻ ڪري سرزد پئي ٿيا آهن، باوجود انهيءَ جي، سمورو ڏوهہ اسان جي ذمي نہ رکڻ گهرجي. گذشتہ ورقن ۾ بيان ڪيل حقيقتن مان پڙهندڙن کي معلوم ٿيندو تہ سنڌ جي سرزمين تي اگر سنڌي سياستدانن پنهنجو ناموس نہ ڪيايو آهي تہ آل انڊيا جماعتن جهڙوڪ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي ليڊرن بہ جنهن نموني سنڌ جي بهتريءَ ۽ ڀلائي جي سوالن کي نظرانداز پئي ڪيو آهي، تنهن مان سندن مدبري جو ڏيوالو نڪري چڪو آهي.

---

* سردار پٽيل ۱۹۳۸ع ۾ چيو.

** نوابزاده لياقت علي خان ۱۹۴۸ع ۾ چيو.

ڪانگريس ۽ مسلم ليگ عوام ۾ وڃي ڪين اهڙن مختلف مقصدن جا وعدا ڏنا، جي مقصد ماڻهن جي حقيقي مسئلن جي مقابلي ۾ خود عارضي هئا.

”هندستان جي آزادي“ ۽ ”مسلمانن جي پاڪستان جي صورت ۾ آزادي“ جي تحريڪن هندو ۽ مسلمانن ۾ سياسي بيداري بيشڪ پيدا ڪئي آهي، پر حقيقت ۾ اهي ٻئي جماعتون پنهنجي گروهن جي ذاتي مفاد Vested intrests جا اڏا بنجي پيون آهن.

مذهبي خيال کان هڪ يا ٻن قومن جي نعرن هٿان ڪري اصل بنيادي سوالن، جهڙوڪ زبان ۽ تهذيب جي نقطہ نگاهہ کان جدا قومن جي حق خودارادي کي نظرانداز ڪري ماڻهن ۾ تعصب ۽ تنگ دلي جي آگ ڀڙڪائي ويئي آهي. هن جهڳڙي انسان ذات جي بي انداز عورتن، ٻارن ۽ پوڙهن جي خونريزي ۽ قتل عام جو اهڙو يادگار ڇڏيو آهي جو تاريخ ۾ ان جو مثال ملڻ مشڪل ٿي پوندو.

فرقيوار تعصب اهڙو ته زهر هاريو آهي جو بهترين سياسي ڪارڪن، جن سنڌ جي سياست جي شروعات آزادي ۽ انصاف هيٺ ڪئي سي به ان وهڪري ۾ وهي ويا. اهڙيءَ طرح سان آزادي حاصل ڪرڻ کان پوءِ هي ملڪ به وڏا ديواليا ٿي پيا آهن جن کي پنهنجي ڪائڻ لاءِ گهڻون پاڻ ۾ وڙهي رهيون آهن.

ظاهر ته ائين پيو ڏسڻ ۾ اچي ته شاهوڪار طبقي جي منصوبي اهڙيون خوفناڪ نفرت ۽ جهڳڙي جون طاقتون ڇوڙي ڇڏيون آهن، جو خدا پناهه ڏئي. باقي آثار اهڙا ٿا ڏسڻ ۾ اچن جو ٻنهي ملڪن جي تباهي اڃا اڳيان پيئي ڦري.

نواکالي، پنجاب، دهلي، بهار وغيره جا واقعا ٻنهي ملڪن، جماعتن ۽ مذهبن (جن جي نالي ۾ اهي ڪم ڪيا ويا) تي هميشه لاءِ بدنما داغ آهن. ماڻهو ته ڇڏيو ليڪن حيوانن لاءِ به اهي ڪارناما باعثِ شرم ٿيا.

خدا جي لطف سان سنڌ پنهنجي صوفيانه روايات مطابق سواءِ ڪن معمولي واقعن جي (سي به گهڻو ڪري سنڌين هٿان سرزد نه ٿيل هئا) انهي شرمناڪ بدناميءَ کان بچي ويئي.

هن وقت سنڌ جا هندو گهڻو ڪري نڪري ويا آهن، مگر افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي ته سندن هٿان جي ڪانگريس ليڊرن تمام ناجائز نمونو اختيار ڪري سنڌ مان ڪين ڪيڏي ناحق د ربدر ڪيو. ڪراچيءَ، حيدرآباد، نوابشاهه، سکر ۽ گاڏين جا واقعا برابر دهشت انگيز پيدا ڪندڙ هئا، ليڪن اهي سڀ ٿوري وقت لاءِ ۽ ٻاهران ڦرجي لٽجي آيل ماڻهن جي انتقامي جذبي ۽ غير دانشمنديءَ جو نتيجو هئا.

سنڌ جي حڪومت خواه مرڪزي پاڪستاني حڪومت (جا اگرچه پيدائش ئي فرقيوار ذهنيت جي آهي) ان جي بند ڪرڻ ۾ حتي‌الامڪان ڪوشش ۾ ڪين گهٽايو.

جيڪڏهن سنڌي هندو ذرو به صبر ۽ تحمل کان ڪم وٺن ها ته اهو سندن ذات خواه سنڌ لاءِ وڌيڪ بهتر هو.

فرقيوار ذهنيت جا ماڻهو مون کي صاف گوئي چوڻ تي ڀلي ڪيترا به طعنا ڏين، آءٌ انهن جو عادي ٿي ويو آهيان. ليڪن هي چوڻ کان رهي نٿو سگهان ته هندن جي نڪري وڃڻ ڪري سنڌ جي پرگتي گهڻو نقصان سٺو آهي، جنهن جو پورائو ڪيئن ورهن تائين به ڪين ٿي سگهندو.

بهترين سائنسدان، انجنير، ڊاڪٽر، پروفيسر، تاجر سنڌي ادب جا ماهر ۽ صوفي اسان وڃائي ويٺا آهيون. ڪيئي ڪارخانا، اسڪول، ڪاليج، پريسون، ڪتب خانه، ڌرمشالائون اڄ ويران پيا آهن. سنڌ جا ڳوٺ ۽ سندن خوبصورت عمارتون اُجڙي ڊٻون ٿي ويا آهن.

اڏي اڏي اوڏ، ڇڏي ويا ڇپڙين
ڪاٽا ۽ ڏول، پيا آهن پٽ ۾. (شاهه)

شاه لطيف تي شرح لکڻ وارا، سچل ۽ بيدل جي درگاهن تي گهمرا ڪرڻ وارا، شاهه عنايت صوفي ۽ شاه جهانيان تي ميلا لڳائڻ وارا اڄ اسان سان ڪونه آهن.

هنن کان سواءِ سنڌ ٻسي ٻڌي لڳي. جتي هجن اتي شال خوش هجن، پر اسان کان ڪوهه وسرندا ۽ مٿن به فرض آهي ته پنهنجي پياري سنڌڙي کي نه وسارين.

ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾، لوئي هنڌ ۾ لاهه
ڪاڻ اوهان جي ڪر جي آڏ وڏائي آهه
ستي سيل نباهه، مسلير وينديس ۽ مارئي. (شاه)

اگر يهودي ٻن هزار سالن تائين پنهنجي قوميت قائم رکي سگهيا ٿي ته هنن کي اڃا ٽي سال به نه گذريا آهن. من ڪنهن ڏينهن ٻادل برسي ۽ ڏولائي جا ڏينهڙا لوڪ مٿان لهن ۽ هي سوڻي پنهنجي ماڳن تي اچن.

سنڌ جي سامهون جي سکيم مسئلا آهن تن خاص توجهه لهڻو.

سنڌي قوم (جا تاريخي اهميت رکي ٿي) شايد پنهنجي هستي وڃائي ختم ٿي وڃي، جيڪڏهن وقت اندر ان جي مسئلن تي غور ڪري سنڌن حل ڪرڻ لاءِ ڪوشش نه ڪئي ويئي آهي. سنڌ کي هن وقت هيٺيان خطرا درپيش آهن–

(١) سنڌ علائقي ۾ زمين ۽ ٻيا معدني ذرائع پيداوار ايترا آهن جو جيڪڏهن انهن کي چڱيءَ ڪم آڻجي تـه سنڌ جي رهاڪن جي گذاري لاءِ ڪئي پيڙهين تائين ڪافي آهن.

پر ڪجهه وقت کان هندن جي لڏ ڪري وڃڻ ڪري انهي خال ڀرڻ جي عذر تي ٻاهرين جي آمد جي اجازت ڏني ويئي آهي. ابتدا ۾ البت ڪجهه گنجائش هئي پر هاڻ ته انهن جو تعداد حد کان مٿي لنگهندو ٿـو وڃي. اسان جا بيهمت ۽ خودغرض سنڌي سياستدان مرڪزي رئيسن کي خوش ڪرڻ لاءِ بنا حد مقرر ڪرڻ جـي ماڻهن کي اندر اچڻ جـي اجازت ڏئي ويٺا آهن.

جيڪڏهن اها حالت رهي ته اهو وقت پري نه آهي جڏهن سنڌ جي زرخيزي ڀاڄي وڃي. اسان مظلوم ۽ ذليل انسانن کي جاءِ پناهه ڏيڻ ۾ ارنا نه آهيون، پر فطري طرح اهي سوال پڇي سگهون ٿا ـ

الف ـ ڇو نه ٻنهي حڪومتون پاڪستان ۽ هندستان پنهنجي پاليسي اهڙي طرح بدلائين جو هر جاءِ تي اقليتون خوش ويٺيون هجن ۽ هنن کي پنهن ملڪن ڇڏڻ لاءِ وڃڻ جي ضرورت نه پوي.

ب ـ ٻاهران آيل مهاجر ڇو نه ورهاست آخر ٻين صوبن ۾ به موڪليا وڃن.

ت ـ ڇو نه ٿي مرڪزي حڪومت سنڌ سموري خرچ جو بار کڻي.

ث ـ سنڌي هارين کي ڇو زمين تان ڪڍي هنن کي زمين ڏني وڃي ٿي. مهاجرن لاءِ ڇو نه ٿا نوان ڪارخانا کولايا وڃن جن ۾ هنن کي ڪم ڪرايو وڃي.

(۲) قديم زماني کان وٺي سنڌين پنهنجي جدا هستي قائم ٿي رکي آهي، جيتوڻيڪ ڪيترا دفعا ٻاهرين طرفان انهن کي زبردست بنائي سنڌ جداگانه وجود کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ٿي پر خدا جي فضل سنڌ وري به پنهنجي هستي برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿي آهي. اول ۾ ايرانين تسلط ڄمايو، پوءِ يوناني آيا، ان بعد عربن جو اقتدار قائم ٿيو. اهڙيءَ طرح سان پٺاڻن ۽ مغلن جو دور به آيو ۽ آخر ۾ انگريز آيا.

ابتدا ۾ ائين ٿي سمجهيو ويو ته سنڌ جي زبان، تهذيب، شعر، لباس، رسمون رواج، قديم روايات ۽ ذهنيت ختم ٿي حڪمران قوم جي طريقي زندگيءَ سان مشابهه ٿي ويندا، پر انهن سڀني ڇاڙهن مان سنڌ ڇڙهي وئي. ليڪن موجوده وقت جو خطرو سڀ کان وڏو آهي، ڪيئي لک ماڻهو ٻي زبان، لباس ۽ ذهنيت جا هتي اچي ويا آهن جو حڪمران آهن، مڪاني خصوصيات کي ختم

ڪري پنهنجي رنگ ۾ رنڱڻ جي پاليسي ۽ پروگرام رکن ٿا. اسلام جي آڙ ۾ قومن کي مٽائڻ جو هڪ خاص سياسي نظريو وٺن موجود آهي. اسان جي سياستدانن کي ويڙهائي ڪمزور ڪري سگهن ٿا. اسان جي ڪمزورين کان واقف ٿي ويا آهن.

(٣) سنڌ جي سياست جون واڳون ان ڪلاس جي ماڻهن جي هٿ ۾ اچي ويون آهن، جن جڏهن انگريز هئا، تڏهن انهن جي غلاميءَ ۾ چٽاپيٽيون ڪندا هئا، هاڻ وري موجوده حاڪمن جي ڪنجڪ جهاڻ ۾ فخر ٿا سمجهن. اهو طبقو سنڌ خواه ان جي عوام جي مفاد جي ڪم ۾ آزمائڻ بعد نااهل ثابت ٿيو آهي. سنڌ جي ٽيهه سيڪڙو زمين هنن پنهنجي نااهليت ڪري هندو وياج خورن جي هٿ ۾ وڃائي ڇا هندن جي وڃڻ بعد نه پاڻ هٿ ڪري سگهيا ۽ نه مڪاني هارين کي وٺي ڏيئي سگهيا. وزارتن لاءِ وڙهي هڪ سؤ ورهن جي محنت ۽ خرچ جو سرمايو "ڪراچي" سنڌين جي هٿان وڃايائون. نوڪرين ۽ ڪارخانن مان سنڌين سڌو واسطو ڪونه هو، ان ڪري اهي جيڪڏهن سنڌين جي عيوض ٻين کي مليا ته "پرائي گهر مهمان اچي ته اسان جي دل لوڏو ئي نه کائي" وانگر خاموش آهن. ويتر هاڻ جو اعلان ڪري سنڌ جا دروازا بنا حساب جي ٻاهرين لاءِ کليل رکيا اٿن، خدا ڄاڻي ان ڪري سنڌ تي ڇا عذاب نازل ٿيندو. آخر هنن کي ملڪ ۽ ماڻهن جي گهٽتي ڇو ٿئي. لکها ايڪڙ هٿ ڪيو عيش عشرتن ۾ مشغول آهن. جيڪڏهن هزارها هاري ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ بي زمين، بي گهر ۽ اني لٽي کان سواءِ گذارين ٿا ته انهن جي ڪين ڪهڙي پرواهه.

(٤) عنقريب ملڪ جو آئين ٺهڻ وارو آهي، جنهن جي خوبي ۽ خرابيءَ تي اسان جي قوم ۽ ملڪ جي تهذيب، زبان، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جو مدار ٿيندو. هن وقت ٨٠ کن نمائندن مان سنڌ طرفان صرف ٽي نمائنده آئين ساز اسيمبلي ۾ آهن، جن ۾ هڪ پيرزادو صاحب پاڪستان وزارت ۾ هئڻ ڪري وڪالت

سمجهجي. خود صوبائي مسلم ليگ پنهنجي ٺهراءَ ۾ اهڙو اشارو ڏنو آهي. باقي کهڙو صاحب ۽ گذدر صاحب تن جو آواز ”رڍن اڳيان رباب وڄائڻ مثل“ ڪيم ڪونه ٿو پڌي. موجوده آئين ساز اسيمبلي ۾ ڪثير تعداد انهن ميمبرن جو آهي جي مسلم ليگ جا عيوضي آهن. جيتريقدر آءٌ سمجهي سگهيو آهيان، مسلم ليگ جا بنيادي مقصد هيٺيان آهن:

۱. پاڪستان جا سڀ رهاڪو ”مسلمان هڪ متحده قوم“ آهن.
۲. پاڪستان جو سارو ملڪ انهن جو ”قومي وطن“ آهي.

انهن اصولن جي بنياد تي پاڪستان جدا ڪرايو ويو ۽ ان جي قائم ٿيڻ کان پوءِ مسلم ليگ کي جاري رکڻ مان اهو ئي مقصد نڪري سگهي ٿو. انهن اصولن کي مڃڻ جي ڪري لازمي نتيجو اهو ٿو نڪري ته پاڪستان ۾ آخرڪار هڪ قومي ٻولي ٿيڻي آهي، هڪڙي حڪومت هئڻ واري آهي، عارضي مصلحتن کي مدنظر رکي جي حال صوبن جون حڪومتون قائم رکيون ويون، ته به اختيارات سارا مرڪز کي هوندا ۽ صوبا برائي نام هوندا.

نوڪريون، زمين، تجارت مسلم قوم جي بهترين ماڻهن کي بنا لحاظ صوبي جي ملنديون.

صوبائي تحفظ کي حقارت جي نظر سان ڏسي، ان کي غيراسلامي ڳالهه ۽ صوبائي تعصب سڏيو ويندو.

تنهنڪري سنڌي مسلمان يا سنڌي قوم جي جدا هستي ڪانه رهڻي آهي. يا ته صرف هڪ مرڪزي حڪومت رکي ويندي يا صوبي کي نالي خاطر صوبائي حڪومت ڏئي سڀ اختيار مرڪز کي سونپي صوبي کي ان ۾ هيٺئر وانگر ٥ سيڪڙو عيوضي ڏئي ڪسمپرسي جي حالت ۾ رکيو ويندو. ملڪ جي قومي زبان اردو، تهذيب يو پيءَ جي ۽ سياسي نظريي مذهبي ڪٽرپڻي وارو ٿيندو.

(٥) سنڌ جي پيداوار جي جملي ذريعن، ذهني، سياسي ۽ اقتصادي معاملات کي موجوده حڪمران فرقو طبقاتي مفاد لاءِ

ڪتب آڻي سنڌ جي عوام کي غلام بنائي ڪمي ۽ ڪاسبي ڪري ڇڏيندو. هي سنڌ جي سامهون حقيقي خطرا آهن جن ان جي هرهڪ خيرخواه ۽ محبت ڪندڙ ماڻهوءَ جو ڌيان لڌو.

جيڪڏهن انهن ڳالهين تي خاموشي اختيار ڪري حالتن کي ائين ئي درست ڪرڻ کان سواءِ ڇڏيو ويو ته سنڌي قوم جو مستقبل اونداهو ٿو نظر اچي. ان طرح سان هڪ بهترين قوم هڪ جي، باوجود پنهنجي زبان، شعر، لباس، تهذيب ۽ شاندار تاريخي روايات جي صفحه هستي تان موجوده سياسي ليڊرن جي خودمطلبي، نا اهلي ۽ بيوقوفي سبب مٽجي وڃڻ جو قوي امڪان آهي.

سنڌ ڪي ڪنهن به حالت ۾ بچائڻو آهي. سندس بچائڻ ۾ ساري ايشيا جي تنگ نظر سياست ۽ سرمائيدار ملڪن جي غلاميءَ کان بچڻ جو راز لڪل آهي.

باوجود غير معمولي مشڪلاتن جي مون کي اميد جو ترورو پيو ڏسڻ ۾ اچي—

اس چشم موري ني ايسا اسرار ديکها هي
کہ بيچ ابردي آفتاب دا انوار ديکها هي. (سچل)

ان ڪري عوام کي منظم ڪرڻ ۽ مٽن تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ نوان طريقا اختيار ڪرڻ گهرجن.

هڪ جماعت وطن پرستن ۽ غريب عوام جي عيوضي مخلص ڪارڪنن جي ٺاهجي، جا گذريل تجربن کي خيال ۾ رکي هن سرزمين جي روشن مستقبل لاءِ ڪوشش ڪري.

(۱) ان جماعت جي پهرين وفاداري مظلوم عوام ۽ سنڌي قوم سان هئڻ گهرجي، جي حقيقت ۾ سچي طاقت جو مرڪز آهن.

(۲) نئين حاصل ڪيل حڪومت پاڪستان جي حفاظت ۽ ترقي ان جي اصولن ۾ داخل هوندي.

(۳) پاڪستان مڪمل طرح خودمختيار ڪري عوام سان سچي جوابدار حڪومت بنائڻ سندس مقصدن مان هئڻ گهرجي.

(٤) هن حڪومت کي انگلو-امريڪن بلاڪ جي چنبي مان آزاد ڪري ان کي اينگلو سرمايه دارانه جنگين کان پاسي رکڻ، سنڌس مقصدن ۾ داخل هئڻ گهرجي.

جيتوڻيڪ پاڪستان انگريزن سان مقابلو ڪري حاصل نه ٿيو آهي، ليڪن هن ڳالهه کان ڪو انڪار ڪري نه سگهندو ته ۱۸۵۷ع جي دهلي واري عذر کان وٺي موجوده حر بغاوت تائين انگريزن سان لڙندي مسلمانن جو گهڻو رت وهيو آهي. اهي سڀ قربانيون انهيءَ لاءِ ٿيون ته اسان جو مستقبل آزاد ۽ خوشحال رهي. هاڻ جڏهن پاڪستان مليو آهي ته ان کي وري ڌارين جي اثر ۽ تسلط هيٺ رکڻ وڏي بي‌غيرتي ۽ غداريءَ جو ڪم ٿيندو.

(٥) پاڪستان کي عوام جي جمهوري حڪومت بنائڻ گهرجي. ان ۾ هرهڪ رهاڪوءَ کي هڪجهڙين موقعن ماڻ، تقرير، تحرير ۽ جماعت سازيءَ جي آزاديءَ جا بنيادي حق ماڻ گهرجن.

(٦) ان ۾ ڪنهن طبقي، صوبي ۽ جماعت کي خاص فوقيت يا ترجيح نه هجي ۽ ڊڪٽيٽريءَ کي اتي ڪابه جڳهه نه هئڻ گهرجي.

جمهوريت عوام کي سياسي تعليم ڏئي کين مختلف جماعتن جي مفيد يا غيرمفيد هئڻ جي تميز لاءِ موقعو ڏئي ٿي.

غاصبن ۽ ظالمن جو اهو دستور ٿي ويو آهي ته جمهوريت کي رڌي ڪوئي سموري طاقت پنهنجي هٿن ۾ رکن. پر موجوده زماني جي تجربي ثابت ڪيو آهي ته ڊڪٽيٽرشپ حالتن جي ڦيرڦار بدلجڻ ڪري ختم ٿيو وڃي.

هرهڪ خيال ۽ گروه جي ماڻهن کي اظهار راءِ ۽ جماعت سازيءَ جي موقعي ڏيڻ ڪري، ڪنهن به جماعت يا گروه کي مخفي ڪم ڪرڻ، غيرقانوني طريقن يا خوني انقلاب ذريعي حڪومت کي بدلائڻ يا درست ڪرڻ جي ضرورت نه ٿي رهي.

چند فردن ۾ طاقت جي گهٽائي جو ڪنهو ٿيڻ قوم جي اجتهادي جذبي کي ختم ڪري ڇڏي.

(۷) پاڪستان کي جدا جدا آزاد ۽ خودمختيار حڪومتن جو مجموعو ٿيڻ گهرجي نه ڪي مرڪزي رياست؛ جنهن ۾ سمورا اختيار مرڪز ۾ سمايل هجن. ان ۾ هر رياست کي حق خودارادي هئڻ گهرجي.

مسلم ليگ جي لاهور واري ٺهراءَ جو به اهوئي مقصد هو.

اهو اصول نه صرف دنيا جي قبول ڪيل اصولن مطابق آهي، پر اهو هن وسيع حڪومت پائيداري ۽ مضبوطيءَ لاءِ هڪ پڪي ضمانت ٿيندو، جنهن ۾ مختلف زبانن، تهذيبن ۽ تاريخي روايتن واريون قومون رهن ٿيون.

ننڍين قومن جي آزاديءَ جو سوال سياسي مفڪرن جي وچ ۾، هڪ اختلافي مسئلو بڻيو رهيو آهي. ليڪن يورپ جي تازه ترين تجربن اهو صاف ثابت ڪري ڇڏيو آهي ته مرڪزي حڪومت جي مضبوطي ۽ ڀلائي جدا جدا قومن جي وجود (زبان، تهذيب، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي مدنظر) کي تسليم ڪرڻ ۽ انهن کي مڪمل اندروني آزادي ۽ حق خودارادي ڏيڻ ۾ سمايل آهي. انهي مسئلي کي حل ڪرڻ جو بهترين نمونو سنڌس بنيادي اسبابن جي سمجهڻ ۽ بحث ڪرڻ جو آهي ۽ نه پنهنجي پويان اڇلائڻ ۽ دٻائڻ جو.

(۸) پاڪستان کي هڪ جديد غيرفرقيوار حڪومت بنائڻ لاءِ ضروري آهي ته ان جي سياست غيرفرقيوار معاشي ۽ معاشرتي مفاد جي بنيادن تي رکڻ گهرجي. ناجائز جوش ۽ وهمي جذبي کي ان ۾ ڪو دخل نه ڏيڻ گهرجي. هرڪا ڳالهه عوامي مفاد جي خيال کان دلين سان بحث ڪري سمجهڻ گهرجي.

جنهن ڪري عوام جو ڌيان فرقيوار تعصب، خوف يا نفرت کان هٽي ملڪ جي حقيقي تعميري ۽ عام ڀلي جي سوالن طرف رجوع ٿي سگهندو. پاڪستان حاصل ٿيڻ کان اڳ مسلم ليگ جهڙي فرقيوار جماعت جي ڪٿي ڪهڙي به ضرورت هئي ليڪن

ان جي حاصل ٿيڻ کان پوءِ اهڙي جماعت جو رهڻ ملڪ ۽ قوم لاءِ مفيد نہ آهي. سنڌ ۽ سنڌي قوم لاءِ تہ ان جو وجود ويتر زهر قاتل جي برابر آهي. ان سان هيٺين نقصانن جو انديشو آهي:

الف- مسلم ليگ جي هڪ قوم ۽ هڪ ملڪ جي اصولن تي قبول ڪرڻ، سنڌ ۽ سنڌي قوم جي وجود کان انڪار برابر ٿيندو.

ب- مسلم ليگ ۾ داخل ٿيڻ ڪري ساري پاڪستان جي جملي مسلمان ميمبرن (جن ۾ سنڌي اٽي ۾ لوڻ مثل ٿيندا) جي ڪثرت راءِ سان پاڻ کي بدل رکڻ لازمي ٿيندو.

ت- مسلم ليگ جي سياست پئن اسلامزم طرف جهڪي ٿي، جنهن جو لازمي نتيجو اهو ٿيندو تہ موجوده مشرق وسطيٰ جي مسلمان حڪومتن سان اتحاد ڪري، انهن جي ڪثرت راءِ موجب هلڻ لاءِ پنهنجي پاليسي مقرر ڪبي ۽ ڪاروبار هلائبو. اهو ڪنهن کان بہ ڳجهو نہ آهي تہ موجوده مسلمان ملڪن جي اڪثريت بادشاهن يا خودغرض شاهوڪار طبقي جي گروهہ جي هٿن ۾ آهي، جو گهڻو ڪري انگلو-امريڪن بلاڪ جي اثر ۽ تسلط هيٺ آهن، تنهنڪري موجوده صورت ۾ پئن اسلامزم جو سواءِ انگلنڊ ۽ امريڪا جي غلاميءَ جي ٻيو ڪوبہ مقصد ٿي نٿو سگهي. آل پاڪستان مسلم ليگ جي صدر چوڌري خليق الزمان، جو تازو مسلم ملڪن سان سير ڪري انگلنڊ جي هڪ وزير کي پنهنجي ڪارگذاري پيش ڪري، ان امر جو ظاهر ثبوت آهي.

ث- گذشتہ اڍائي سالن ۾ مسلم ليگ جي ڪارگذاري مان صاف ظاهر آهي تہ هيءَ جماعت حڪمران ٽولي جي حڪمن بجا آڻڻ ۽ انهن کي طاقت ۾ رکڻ جي هڪ ذريعو ٿي ڪم اچي ٿي.

ان ۾ ڪابہ آزادانہ ۽ اجتهادي طاقت ۽ قوت باقي نہ رهي آهي. ويجهڙائي ۾، باوجود ميجارٽيءَ جي خانبهادر کهڙي جي عيوض سر غلام حسين کي وزير اعظم ڪرڻ، مسلم ليگ اسيمبلي

پارٽي ۽ صوبہ مسلم ليگ جي ٺهرائن ”ڪراچي مرڪز کي نہ ڏيڻ“ جي باوجود ڪراچيءَ کي زوريءَ سنڌ کان ڌار ڪرڻ، صوبي جي مدد هوندي خانبهادر کهڙي جي برخلاف، غلط بنيادن تي انڪواري ڪري، هن کي خرچن ۽ تڪليفن ۾ آڻڻ، صوبائي مسلم ليگ جي ڪيترين دانهن ۽ پڪارن جي باوجود بمبئي جي هڪ نو وارد ماڻهوءَ کي سنڌ طرفان آئين ساز اسيمبليءَ تي چونڊجڻ، صو بائي مسلم ليگ جي چيخ و پڪار هوندي بہ مرڪزي حڪومت ۾ سنڌين کي جڳهون نہ ڏيڻ، سنڌ جي تعليم گاهن جي پوري مدد نہ ڪرڻ، ڪراچي جي معاوضي لاءِ ڪافي عرصي گذري وڃڻ بعد بہ فيصلو نہ ڪرڻ، سنڌ جي نوڪرين، زمين ۽ ڪارخانن کي پنهنجي پوئلڳ سنڌي وريرن جي ذريعي سنڌين کان کسي غيرسنڌين حوالي ڪرڻ، سنڌ جي حقن جي حفاظت لاءِ سڏايل ڪنوينشن ۾ سنڌ جي ليگ وارن کي شريڪ ٿيڻ کان منع ڪرڻ ۽ انهن جو انهي ڪري هڪ هڪ تي پڇي وڃڻ، اهڙيون ڳالهيون آهن، جن مان پوري طرح ثابت ٿي چڪو آهي تہ هيءَ دوا ڪنهن بہ مرض جو علاج نہ آهي.

(ج) موجوده مسلم ليگ، زميندار ۽ شاهوڪار طبقي جي چند فردن جي قبضي ۾ آهي، جي قديم وقت کان انگريزن جي غلاميءَ جو يادگار آهن. انهن جي پاليسي اها پئي رهي آهي تہ آزاد راءِ ۽ صلح واري گفتگو کي پاڪستان جي مخالفت ۽ عوام جي معاشرتي حالت ۾ انقلاب آڻڻ کي دهريت ۽ اشتراڪيت جا نالا ڏئي، پنهنجا ذاتي مفاد سلامت رکندا اچن. اها انهن جي غلط پاليسي آهي، جنهن ڪري مهاجرن جي اقليت گهٽجي تعداد ۾ هندوستان لڏي وڃڻ ڪري، اتي جي مسلمانن جي حالت نازڪ بنجي پئي آهي.

زميندارين ۽ جاگيردارين باوجود انهن انجاس جي اڃا تائين قائم آهن. جنهن ڪري لکين آبادگار، بنا زمين، گهر، ڪپڙي ۽ سلامتيءَ جي زندگي گذاري رهيا آهن.

(ح) اسلام جو لساني ناجائز طور گهڻو ڪتب آڻڻ ۽ ان سان گڏ پنهنجي عمل سان اسلام جي اصولن جي انحرافي ڪرڻ ڪري ليگ جا ليڊر اسلام جو وقار وڃائي رهيا آهن. جيڪڏهن وڌيڪ وقت ان دوکي کي قائم رکڻ ڏنو ويو ته اهو وقت جلد ايندو جڏهن مذهب مسلمانن مٿان اخلاقي اثر وڃائي ويهندو.

(خ) پاڪستان جي غير مسلم باشندن کي، قانوني طور حڪومت ۾ ڪو به حصو نه ڏيڻ ۽ پوءِ جماعتن کي ختم ڪري پنهنجي هڪ هٿي قائم ڪرڻ جي پاليسي ڪري، مسلم ليگ پاڪستاني حڪومت کي شاهوڪار طبقي جي هڪ ٽولي جي ٿڪ ۾ گروي ڪري ڇڏيو آهي، جنهن ڪري ان جي ترقيءَ ۽ آزاديءَ ۾ رڪاوٽ پئجي ويئي آهي.

(٩) پاڪستان ۾ هرهڪ باشندي لاءِ معاشي انصاف ۽ برابري پيدا ڪرڻ جي اصول تي حڪومت برپا ڪرڻ گهرجي.

پاڪستان ۾ غريب، جهالت، شاهوڪار طبقي جي سماجي ۽ اقتصادي هڪ هٿي دور ڪرڻ، طبقاتي مفاد لاءِ حڪومت کي ڪتب آڻڻ کي ختم ڪرڻ هن جماعت جو خاص مقصد هئڻ گهرجي. اهو تيستائين حاصل ٿي نه سگهندو، جيستائين ملڪ جي هر رهواسي کي هڪجهڙا حق ۽ موقعا نه ڏنا ويندا. انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ جي ضرورت ٿيندي.

(١) پيداوار جي جملي ذريعن، ورهاست ۽ مٽا سٽا کي قومي ملڪيت ٺهرائي، عوام جي فائدي لاءِ ڪتب آڻڻ گهرجي. جيئن اهي ذريعا شخصي نفعي لاءِ ڪتب نه اچي سگهن ۽ هڪ شخص ٻي شخص جو محتاج نه رهي سگهي.

(٢) هرهڪ رهواسي کي هڪجهڙا موقعا ڪم ڪرڻ ۽ فرصت جا ميسر ڪري ڏيڻ گهرجن.

(٣) زراعت مشينري رستي ڪرڻ، وڏا وڏا زرعي گڏيل فارم قائم ڪرڻ ۽ ڳوٺن کي سهڻو ۽ صاف بنائڻ جو پروگرام ٺاهي ملڪ جي تعمير ڪجي.

(۴) ملڪ جي هيستائين ڪم نه آندل پيداوار جي وسيلن کي زور وٺائڻ سان پيداوار کي وڌائڻ گهرجي.

(۵) صحيح تعليم ذريعي انسان جي بهترين ذاتن کي زور وٺائڻ گهرجي.

(٦) عوام جي سچي جمهوريت – عدل، مساوات ۽ اخوت جي بنيادن تي قائم ڪرڻ گهرجي.

اڄڪلهه دنيا ۾ عوام جي جدوجهد هلي رهي آهي. جيستائين ملڪ ۾ غربت ۽ جهالت آهي تيستائين جنگيون، بغاوتون، نفرت ۽ خونريزيون قائم رهنديون.

سنڌ ۾ نئين هلچل جو بنياد مٿين مکيه اصولن تي وجهڻ گهرجي. ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته رجعت پسند طبقي طرفان اسان جي سخت مخالفت ڪئي ويندي آهي. ان کان سواءِ اسان جو سفر به ڊگهو آهي. ترقي پسند ۽ ستايل ماڻهن جي سخت محنت ۽ ڪوشش سان (جن کي زمانو پاڻهي ڌڪ ڏيئي ان راهه تي آڻي رهيو آهي) حالتون اسان جي اڳيان نئين طرح ڦيرو کائينديون. اسان کي عوام جي ڀلي لاءِ سر ٽوڙ ڪوشش ڪري آئينده نسلن جو جس کٽڻ گهرجي.

ان عظيم الشان جهاد ۾ اسان کي ملڪ جي هرهڪ فرد ۽ پارٽيءَ جي بغير فرقيوار امتياز جي مدد جي ضرورت آهي.

مستقبل ۾ وڏا مقابلا درپيش آهن. اسان کي شڪست پٺيان شڪست کائڻ ۽ ناڪامياب ٿيڻ کان نه ڊڄڻ گهرجي.

آخرين ڪاميابي اسان جي آهي. خلق جي آواز منجهه خدا جي ازغيبي مدد لڪل آهي ۽ آخر فتح عوام جي ٿيڻي آهي.

هاندي هوت پنهونءَ ڏي، ڪيچن ڪي ڪونيون،
پانيڻ ڏي پونيون، ته ڪتا کائيني ڪيچ جا.
(شاهه)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اوندا سونتا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان کڻي ڪمپيوٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوائ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ ڪي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَڙهَڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽـَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)